# سنڌ جي ريجاڻي تاريخ
# جا ڇهه هزار سال

مصنف

**ايم. ايڇ. پنهور**

سهيڙيندڙ ۽ سنڌيڪار

**عمر سومرو**



## مصنف



ايم. ايڇ. پنهور 1925 جي ڪرسمس ڏهاڙي (25 ڊسمبر) ابراهيم ڳچي (دادو ضلعو) ۾ ڄائو. اين. اِي. ڊي انجنيئرنگ ڪاليج مان 1949 ۾ مڪينيڪل ۽ اليڪٽريڪل انجنيئرنگ ۾ بيچلر ۽ 1953 ۾ يونيورسٽي آف وسڪانسن، ميڊيسن (آمريڪا) مان ايگريڪلچرل انجنيئرنگ ۾ ايم. ايس. سي جي ڊگري حاصل ڪيائين.

1953 کان 1969 تائين سنڌ ۽ اولهه پاڪستان حڪومتن ۾ خدمتون سرانجام ڏنائين، پهريان چار سال سنڌ ۾ ايگريڪلچرل انجنيئر طور ۽ وڌيڪ ٻارهن سال سپرنٽينڊنگ انجنيئر ايگريڪلچرل مشينري طور ڪم ڪندي سنڌ ۽ بلوچستان جي آبادگارن کي ٻني سنوارڻ ۽ جر جي پاڻي جي سڌاري جون سهوليتون مهيا ڪيائين. ان عرصي دؤران ڪاٽي جي بلڊوزرن جو انگ تيرهن مان وڌائي ڇهه سو ۽ ملازمن جو انگ هڪ سو مان ڇهن هزارن تائين پهچايائين. بلڊوزرن جي مرمت لاءِ تيرهن ورڪشاپ ٺهرايائين، جيڪي اڃا تائين ڪم ڪن پيا. سنڌ ۾ ٽي هزار ۽ بلوچستان ۾ هڪ هزار ٽيوب ويل لڳرايائين ۽ جر جي پاڻيءَ، ان جي سرجڻ، سڌاري ۽ سنڀال بابت ڏهه ڪتاب لکيائين. انهن منجهان 1964 ۾ لکيل ۽ 1969 ۾ وڌايل ۽ سڌاريل "گرائونڊ واٽر ان حيدرآباد اينڊ خيرپور ڊويزنس" (ون يونٽ وارن ڏينهن ۾ سنڌ کي سنڌ سڏڻ ڏوهه ليکبو هو) آبادگارن، سرڪاري رٿاڪارن ۽ ٽيوب ويل هڻڻ وارن لاءِ ڄاڻ جو ڀنڊار ثابت ٿيو ۽ اڃا تائين ان عنوان تي ان کان بهتر ڪو ٻيو ڪتاب ناهي آيو.

1970 کان وٺي مرڻ گهڙيءَ تائين ريجاٽي، پاڻيءَ جي نيڪر، جر جي پاڻيءَ، زراعت ۽ تعليم، تحقيق ۽ صنعت لاءِ گهربل سائنسي سامان ۾ مهارت رکندڙ هڪ انجنيئرنگ ڪنسلٽنگ ڪمپني هلائيندو رهيو ۽ صرف سرڪاري رٿائن تي ئي ڪم ڪيائين.

اباڻي ڪرت ڪڙمت ۾ ڪندو آيو ۽ ٽنڊي ڄام ويجهو باغبانيءَ تي هڪ تحقيقي مرڪز ٺاهيائين، جتي ڇوويهه نوان ميوا متعارف ڪرايائين، جن منجهان ٻارهن سندس جيئري ئي پڙيءَ ۾ پهچي چڪا هئا. ڪوڙ سارا نوان ۽ مختلف ميوا پيدا ڪيائين، جيڪي روايتي مندن کان ڪجھ مهينا پوءِ تائين ٻه لهن ٿا. زندگيءَ جي پڇاڙڪن ڏهاڪو کن سالن دؤران پنهنجي باغ ۾ جيت مار ۽ ٻوٽا مار دوائون بنهه بند ڪري مڪمل قدرتي پاڻُن تي پاڙيائين. باغ ۾ ڪيل تحقيق آڌار هر ميوي لاءِ ڌار ڌار مئنيوئل لکيائين، جيڪي سڀ گڏائجن تہ چار هزار کن صفحا ٿيندا ۽ لڳل ميون ۽ ڀاڄين تي سندس لکيل ڏهه مينيوئل ان کان سواءِ آهن. سندس ڇپيل مضمونن ۽ انجنيئرنگ ۽ زراعت تي ڪتابن جو انگ اسي کن ٿيندو ۽ پنجاهه کان وڌيڪ سائنسي موضوعن تي رپورٽون پڻ ڇپجي چڪيون آهن.

سنڌ تي سندس لکيل منجهان "گرائونڊ واٽر ان حيدرآباد اينڊ خيرپور ڊويزنس" 1969، "سورس مٽيريل آن سنڌ"، 1977، "ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ"، 1983، ان جو سنڌي ترجمو "ٻيراڻتي سنڌ ڪٿا"، 2011، "ائن السٽريٽيڊ هسٽاريڪل اٽلس آف سومرا ڪنگڊم آف سنڌ"، 2003، ان جو سنڌي ترجمو "تصوير سنڌ"، 2006، "واٽر رڪٿايرمينٽ آف رويرين ايريا آف سنڌ" ۽ "سڪس ٿائوزنڊ ييئرس آف اريگيشن ان سنڌ"، 2011، جيڪو سندس لاڏاڻي کانپوءِ هن سنڌيڪار مرتب ڪيو ۽ ان جو سنڌي ترجمو توهان جي هٿن ۾ آهي، ڇپجي پڌرا ٿي چڪا آهن.

سنڌ، زراعت، سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ تي ڪيترائي ايوارڊ ماڻيائين، جن ۾ صدر پاڪستان پاران انجنيئرنگ ۽ زراعت تي 1992 ۾ ڏنل "ستاره امتياز" بہ شامل آهي.

سندس چار ئي پٽ آمريڪا ۾ رهندا هئا، جن منجهان هڪ سندس جيئري گذاري ويو.

21 اپريل 2007 تي لاڏاڻو ڪري ويو. پنهنجي جيون جي پهرين ڏهن سالن بابت انگريزيءَ ۾ لکيل سندس آتم ڪٿا جو سنڌي ترجمو "ڄڳ بيتي آپ بيتي" عنوان سان سندس جيئري ڇپجي پڌرو ٿيو. سندس جوڙيل ايم. ايڇ. پنهور ٽرسٽ جون واڳون ڀٽس سني حسين پنهور سنڀاليون آهن، جنهن جي ڪوشش ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سهڪار سان سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ ايم. ايڇ. پنهور چيئر ٺهڻ جو ڪم هلي پيو.

سندس ڪيل ڪم بابت مڪمل ڄاڻ حاصل ڪرڻ لاءِ ويب سائيٽ www.panhwar.com ڏسي سگهجي ٿي.

## سنڌيڪار



عمر سومري جا وڏا سنڌ جي ضلعي نوشهري فيروز جي ڳوٺ ڏامڙي ۾ آباد هئا. ٻاڻ ٻنين ٽن ڏهاڪن کان وڌيڪ عرصي کان ڪراچيءَ ۾ آباد آهي. اڪنامڪس ۾ ماسٽرس ڪيل اٿس. الائيڊ بينڪ ۾ 22 سال ڪم ڪرڻ کان پوءِ 2000 ۾ 42 سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي رضا سان رٽائرمينٽ ورتائين.

2003 ۾ ايم. ايڇ. پنهور پاران سنڌ جي سومرن ۽ سندن راڄ بابت سائنسي انداز ۾ ڪيل تحقيق کي "ائن السٽريٽيڊ هسٽاريڪل اٽلس آف سومرا ڪنگڊم آف سنڌ" نالي ڇپرايائين.

انهي جو سنڌي ترجمو ڪري 2006 ۾ تصوير سنڌ نالي سان پنهنجي جوڙيل عمر سومرو اڪيڊميءَ پاران ڇپرائي پڌرو ڪيائين جنهن جو ٻيو ڇاپو 2013ع ۾ ڇپيو. 2008 کان 2010 دوران پاڪستان ٽيليويزن جي چئنلن تي ڪراچي سينٽر تان پيش ٿيندڙ مختلف سنڌي پروگرامن جي ميزباني ڪيائين ۽ اسڪرپٽ لکيائين. 2010 ۾ ڊاڪٽر مهر عبدالحق سومري جي ڪتاب "دي سومراز" جو سنڌي ترجمو ڪيائين، جيڪو ساڳئي سال "سومرا راڄ گهراڻو" نالي سان ڇپجي پڌرو ٿيو. ڪتاب "سڪس ٿائوزنڊ ييئرس آف هسٽري آف اريگيشن ان سنڌ" لاءِ ميڙيل مواد کي ليکڪ ايم ايڇ پنهور جي لاڏاڻي کان پوءِ سهيڙي ترتيب ڏنائين، جيڪو 2011 ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. ان جو سنڌي ترجمو توهان جي هٿن ۾ آهي.

2011 ۾ ئي ايم. ايڇ. پنهور جي ٽي ڏهاڪا اڳ ڇپيل ڪتاب "ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ" جو سنڌي ترجمو ڪيائين ۽ "ٻيراڻتي سنڌ ڪٿا" نالي سان پنهنجي جوڙيل عمر سومرو اڪيڊميءَ پاران ڇپائي پڌرو ڪيائين.




**نئڙو ڏيئو - ٿورڙو تيل - وِٽ آهر سوجهرو**

ايم. ايڇ. پنهور

جي شاهڪار تصنيف

“Six Thousand Years of History of Irrigation in Sindh”

جو ترجمو

# سنڌ جي ريجاڻي تاريخ
# جا ڇهہ هزار سال

سهيڙيندڙ ۽ سنڌيڪار

**عمر سومرو**




عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچي، سنڌ

ڪتاب : سنڌ جي ريجاڻي تاريخ جا ڇهه هزار سال
موضوع : تاريخ
مصنف : ايم. ايچ. پنهور (1925-2007ع)
(ستاره امتياز)
سهيڙيندڙ ۽ سنڌيڪار : عمر سومرو 0300-7051347
ڇاپو : پهريون
سال : 2013ع
ڪمپوزنگ ۽ لي آئوٽ : عمر سومرو اڪيڊمي، ڪراچي، سنڌ
گرافڪس : اڪسير سومرو 0335-2188608
امر سومرو 0300-3713099
ڇپيندڙ : سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي، سنڌ 021-32737290
ڇپائيندڙ : عمر سومرو اڪيڊمي،
B-138، بلاڪ-2، سعدي ٽائون، ڪراچي-75280، سنڌ.
اي ميل: umersoomro@hotmail.com

قيمت : 900 رپيا

# فهرست

## نثر

## نقشا

# تصويري سمجهاڻيون

# وِک اڳتي

سنڌ، جيڪو هنوقت پاڪستان جو هڪ صوبو آهي، نہ رڳو پنهنجي حيرت انگيز تاريخ، شاهوڪار ثقافت ۽ ماڻهن جو وڏو انگ پاليندڙ ملڪ طور ڄاتو وڃي ٿو، پر سندس سڃاڻپ جو ڪارڻ سنڌو درياءَ آڏار ٿيندڙ سندس زرعي اپت پڻ آهي. دنيا جي ٻن ڪنور رِٽن - اولهہ ۾ ڪوهستان: ايران-بلوچ رڻ جي وڏيل ياڳي، ۽ اوڀر ۾ ٿر: هند مهارِڻ جي وڏيل ياڳي - جي وچ تي هيءَ ڪشادي جنت سنڌوءَ جي پاٽيءَ تي هڪ وڏي اپت ڏيندڙ ڌرتي بڻيل آهي. سنڌ جي تاريخ اصل ۾ آهي ئي سنڌوءَ جي ڪري لهندڙ اپت جي تاريخ ۽ انهي جي متجندڙ وهڪرن جي تاريخ، جيڪي سدائين لونءَ ڪانداريندڙ ڏڪارن، ٻُڪن، موتن ۽ راڄ گهراڻن جي تبديليءَ جو ڪارڻ بڻجندا رهيا آهن.

هن ڪتاب ۾ سنڌ جي شاهوڪار تاريخ جو اٻياس 5،000 ق.م لاڪر سنڌو درياءَ جو پاٽي هٽرادو طريقن سان ٻنين تائين پهچائي پوک ڪرڻ ۽ ان سان لهندڙ اپت ذريعي ڪيو ويو آهي. هن ڌرتيءَ کي چڱي طرح سمجهڻ لاءِ ڪيس ٻَلُ ڏيندڙ طاقت يعني سنڌو درياءَ کي سمجهڻو پوندو، جيڪو ڪيس اپت، دولت ۽ جياپو ڏيندو رهيو آهي. سنڌو تهذيب جي ڳوڙهي اٻياس سان پڙهندڙن کي تاريخ جو هڪ نڪور ڏيک پسايو ويو آهي.

بابا جي ڇڏيل ورثي ۾ سڀ کان وڏي شيءِ سندس سنڌ تي ڪيل پلوڙ تحقيقي ڪم آهي. پاڻ پنهنجي سڄي ڄمار زراعت، پاڻيءَ جي نيڪر، تاريخ ۽ انسان پروڙ (ائنٿروپولاجي) جي اٻياس تي لاتائين. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ محترم ايم. ايڇ. پنهور جي ڪم کي هلندڙ ۽ ايندڙ پيڙهين جا سڄاڻ ماڻهو اڳتي وڌائيندا، پر سندس ورثي جو وارث هجڻ ۽ ڪانئس پوءِ ايم. ايڇ. پنهور ٽرسٽ جي چيئرمين جي ذميداري سنڀالڻ ناتي مان پنهنجي ذميداري ٿو ڀانيان تہ سندس ڪم کي ٻين لاپ وڻڻ وارن تائين ڪتابي شڪل ۾ پهچايان.

هن ڪتاب جي سهيڙ جي سلسلي ۾ مون کي ٻن پلوڙ ماڻهن سان گڏ ڪم ڪندي ڏاڍو مزو آيو: هڪ محترم عمر سومرو، جنهن مواد سهيڙيو ۽ تصويرن ۽ نقشن کي ٺاهي سنواري ٺهڪندڙ هنڌ رکيو؛ ٻيو محترم ڊاڪٽر غلام محمد لاکو، جنهن سموري ڪم تي اک رکي ۽ ڏاهپ ڀريا ڏس ڏنا.

محترم عمر سومري سومرا ڪنگڊم آف سنڌ ۽ ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ کان پوءِ بابا جو هي ٽيون ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ۽ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي، جيڪو پڪ سان هن تحقيقي ۽ علمي ذخيري کي وڌ ۾ وڌ پڙهندڙن تائين پهچائڻ ۾ مددگار ثابت ٿيندو ۽ بيشڪ ساراهڻ جوڳو عمل آهي.

**سني حسين پنهور**
چيئرمين
ايم. ايڇ. پنهور ٽرسٽ

ڪراچي
آڪٽوبر 2013ع

# مِينهاٽي، ريجاٽي

ڊڪشنريءَ ۾ اريگيشن جي معنيٰ آهي: پاڻي ڏيڻ يا آلو ڪرڻ جو عمل. لائق مصنف هن ئي ڪتاب ۾ اريگيشن بابت راءِ ڏني آهي ته: ”جڏهن انسان سوچي سمجهي ۽ بنسدوبست ڪري پاڻي ڏئي ته ان کي الڳ قسم جو پاڻي ڏيڻ چئي سگهجي ٿو.“ تنهن ڪان سواءِ مون اڄ تائين سنڌ جي ڪنهن به هاريءَ يا آبادگار کي، جن جو هترادو طريقن سان ٻنيءَ تائين پاڻي پهچائڻ ۽ ان تي پوک ڪرڻ ۽ پچائڻ سان سِپ ڪان وڌيڪ واهپو هوندو آهي، ڪڏهن به ان عمل لاءِ آبپاشي اصطلاح ڪتب آڻيندي ناهي ڏٺو، بلڪ انهن سان ڳالهائيندي ائين لڳو اٿم ته انهن کي ان عمل لاءِ ”ريجائڻ“ يا ”پاڻي ڏيڻ“ وارا اصطلاح ۽ ان نظام جو بندوبست ۽ سار سنڀال ڪندڙ کاتي لاءِ انگريزي اصطلاح اريگيشن ئي ڪتب آڻڻ وڌيڪ سولو ٿو لڳي. شايد ان جو ئي اثر هو ته اريگيشن جي معنيٰ طور آبپاشي اصطلاح ڪتب آڻڻ تي بنهه دل نه پئي بيني.

ڪتاب جو ترجمو ڪرڻ دوران محترم خان محمد لاشاريءَ سنڌ ۾ پيڙهين ڪان هلي ايندڙ هڪ پراڻي چوڻي ”ڪجهه مينهاٽي، ڪجهه ريجاٽي“ ڏانهن ڌيان ڇڪايو. هيءَ چوڻي جڻ ته مصنف جي مٿي حوالو ڏنل سِٽ جو هوبهو مفهوم آهي. هن چوڻيءَ جو مطلب آهي ته سڌو سنئون مينهن جي پاڻيءَ تي ريجايل ٻني ۽ مٿس ٿيندڙ پوک ”مينهاٽي“ سڏبي، جنهن لاءِ هنوقت اصطلاح ”باراني“ ڪم آندو وڃي ٿو ۽ جيڪڏهن پاڻيءَ جي ڪنهن ذريعي يا ذخيري، پوءِ پلي اهو ڇو نه ساڳيو مينهن جو ئي پاڻي بند ڏئي يا ورائي ڪنهن تلاءَ، ترائيءَ يا ڍيم ۾ گڏ ڪيل هجي يا وري ڪنهن چشمي، کوهه يا درياءَ جو هجي، هترادو طريقي سان ڪنهن واهه، وهندڙيءَ، کسيءَ، موڪ، اَڏَ، ٻوڪي، نار يا ويندي ڪنهن ٿانوَ يا ٻُڪ سان ئي ڇَلپي پوک لاءِ ٺاهيل يا پوک هيٺ آيل ٻنيءَ تائين رسائجي ته اها ٻني توڙي ان تي ٿيندڙ ۽ پچندڙ پوک ”ريجاٽي“ سڏبي، جنهن لاءِ هنوقت ”واهي چاهي“ يا ”نهري“ جا اصطلاح ڪم آندا وڃن ٿا.

ٻئي پاسي ڪجهه وقت اڳ تائين اريگيشن کاتي لاءِ ”محڪمه آبپاشي“ اصطلاح ڪتب آڻڻ وارن هاڻ ان جي جاءِ تي ”محڪمه انهار“ ڪتب آڻڻ شروع ڪيو آهي. ان ڪان اڳ جو اهو ئي اصطلاح سنڌي ٻوليءَ ۾ به موجود خال ۾ نهڪي بيهي، جيئن نهري ۽ باراني اصطلاحن جي صورت ۾ ٿيو آهي، بهتر ٿيندو ته سنڌ حڪومت ”اريگيشن کاتي“ لاءِ سنڌ جي پيڙهيون پراڻي لوڪ ڏاهپ کي مان ڏيندي ”ريجاٽي کاتو“ اصطلاح رائج ڪري.

ايم. ايڇ پنهور ٽرسٽ جي موجوده سرواڻ محترم سني ايڇ. پنهور پاران هن ڪتاب، اصل توڙي ترجمي، جي ڇپائيءَ ۾ دلچسپي ۽ ان لاءِ ڪيل سهڪار سندس پنهنجي والد جي ڇڏيل شاندار تحقيقي ورثي کي پنهنجو سمجهڻ ۽ وڌ ۾ وڌ عام ڪرڻ لاءِ پرعزم هجڻ جو چِٽو اهڃاڻ آهي.

**عمر سومرو**
سهيڙيندڙ ۽ سنڌيڪار

ڪراچي
آڪٽوبر 2013ع

باب پهريون

# ٿَلهُه

## ٿُلهي ليکي

تاريخ مان مراد آهي ته: اها اُپت جي تاريخ آهي، اُپت جي ذريعن جي تاريخ آهي، اُپت جي ذريعن تي هلندڙ وَسَ جي تاريخ آهي ۽ اُپت جي ورهاست جي تاريخ آهي. جيئن ته اُپت جو آڌار ٻنيءَ، پاڻيءَ ۽ آبهوا تي هوندو آهي ۽ اها وايومنڊل جي پڻ سڌي اثر هيٺ هوندي آهي، ان ليکي تاريخ اصل ۾ ماضيءَ جي وايومنڊلن جو ليکو چوکو آهي. سنڌ جهڙو صوبو، جنهن جي اولاهين جابلو پٽي (ڪوهستان) ايران-بلوچ رڻ جو وڌيل ڀاڱو ۽ اوڀاريون وارياسو ٿَر هند مها ريگستان جو وڌيل ڀاڱو آهي، سا اصل ۾ هڪ رڻ ئي آهي. پر سندس وچ وارين سنڌو درياءَ جي پاڻيءَ سان ريج ٿيندڙ پلين لٽياسين ٻنين کيس دنيا جي ٻن ڪنور رِڻن جي وچ تي هڪ ڪشادي جنت بڻائي ڇڏيو آهي. تنهنڪري سنڌ جي تاريخ سنڌوءَ ذريعي ٿيندڙ اُپت جي تاريخ ۽ ان جي متجندڙ وهڪرن جي تاريخ آهي، جيڪي سدائين لوڻ ڪانداريندڙ ڏڪارن، ٻُڪن، موتن ۽ راڄ گهراڻن جي تبديليءَ جو ڪارڻ بڻجندا رهيا آهن. سنڌوءَ جا ميداني علائقا سنڌ جي لڳ ڀڳ 80 سيڪڙو آباديءَ کي تاتيندا آيا آهن. سنڌو درياءَ ۾ لاهه چاڙهه جو آڌار هماليه ۾ برف جي ڳرڻ تي هوندو آهي. جڏهن هاڙهه هلڪا ٿيندا آهن ۽ برف گهٽ ڳرندي آهي ته سنڌو لاٽ ۾ هوندو آهي. تڏهن واهه پرجي ناهن وهندا، ٻني گهٽ آباد ٿيندي آهي ۽ اُپت پڻ گهٽجي ويندي آهي. جڏهن هماليه ۾ گرمي سرس پوندي آهي ته واهه پرجي وهندا آهن ۽ وڌيڪ ٻني آباد ٿيندي آهي. سنڌوءَ ۾ پاڻيءَ جو آڌار منجهس چوڙ ڪندڙ پنجن سهڪاري دريائن کي پاڻي ڏيندڙ پنجاب ۽ ڪشمير جي علائقن ۾ پوندڙ مينهن تي پڻ هوندو آهي. جڏهن اتي مينهن جهجها پوندا آهن ته سنڌ ۾ ٻوڏ واري صورتحال ٿيندي آهي. مطلب ته سنڌ ۾ اُپت جي تاريخ جو آڌار اوير ۽ اولهه پنجاب، ڪشمير ۽ هماليائي پرڳٽي جي اترين پاسن جي آبهوا تي پڻ آهي.

ٿر ۽ ڪوهستان چراگاهن (گئوچرن يا رَکُن) آڌار سنڌ جي آباديءَ جو اٽڪل ويهه سيڪڙو تاتن ٿا ۽ انهن جي خوشحاليءَ جو آڌار سنڌ ۾ پوندڙ مينهن تي هوندو آهي. جڏهن تڏ گهڻي دير هلندي آهي ته مينهن به گهٽ پوندا آهن ۽ ٻني به گهٽ آباد ٿيندي آهي. تڏهن ماڻهو گذر مال تي ڪرڻ لڳندا آهن. جيئن ته چراگاهه سنڌ جي سموري آباديءَ جي پورت نه ڪري سگهندا آهن، تنهنڪري ڏڪار پوندا آهن ۽ اُپت ۾ چوڏاري لاٽ اچڻ سبب آبادي گهٽجي ويندي آهي. اُپت ۾ لاٽ اچڻ سان نه رڳو آبادي گهٽبي آهي، پر زندگيءَ جي سيني ڏيکن ۾ سماجي ۽ معاشي حالتن تي پڻ اُگرا اثر پوندا آهن.

اُپت ۽ ان جي ورهاست تي وَسُ ڄمائڻ لاءِ آڳاٽن ماڻهن ذات پات وارو سرشتو جوڙيو: بادشاهن (ڪتري) جو ڪم هو ماڻهن کي لشڪرن جي زور تي زير ڪرڻ؛ برهمڻن (لکيل پڙهيل ۽ ڌرمي ماڻهو) جو ڪم هو ٽيڪس (ڍل) اوڳاڙڻ، بادشاهه پاران انتظام هلائڻ ۽ اُپت تي اک رکڻ ۽ اها سموري آباديءَ ۾ ورهائڻ - انهن جي ملايل حصي آهر نه پر سندن مُلهه وٺي سگهڻ جي سگهه آهر؛ ويشن جي ٻلي ٿيو ٻني سنڀالڻ، اها آباد ڪرڻ ۽ مختلف پيداواري اسمن جو ڪاروبار ڪرڻ ۽ پڇاڙيءَ ۾ آيا ٿي ڪاريگر ۽ ڪڙمي يا هاري ناري (شودر)، جن جي ٻلي ٿيو مٿين ٽنهي ذاتين جي سيوا ڪرڻ ۽ انهن ۽ پنهنجي لاءِ شيون اپائڻ ۽ ناهڻ. ذات پات سرشتو گهڻو ڪري اسرندڙ سنڌو تهذيب دوران سرجيو ۽ اهو اختيار هزارين سال پوءِ وارن آريائي ڌرم جي پوئلڳن ڪيو. ذات پات سرشتو ميسوپوٽامر (ٻه دريائي ديس، هاڻوڪو عراق) ، آڳاٽي مصر، وچ-آمريڪا ۽ هُوانگ هُو (پِيلو درياءُ) ماٿرين ۾ پڻ هو. مطلب ته ذات پات سرشتي ۾ ڪا برائي ڪانهي، جو ته اهو اُپت کي هٿي ڏيڻ ۽ ان جي ورهاست تي ضابطو رکڻ لاءِ جوڙيو ويو هو. ذات پات سرشتو اڳتي هلي هندستان جي زوال پذير سماج ۾ ظالماڻو ۽ ڪنور ٿي ويو ۽ انهي جو اُپت تي اثر ناڪاري ٿي ويو.

سنڌ جهڙي ملڪ ۾ اُپت کي سمجهڻ لاءِ اسان کي ريجاڻي نظام بابت ڄاڻ هجڻ گهرجي، جيڪو 1850ع تائين پراڻي جُڳ وارو هلندو پئي آيو ۽ ان ڪانسواءِ سنڌوءَ جي چَلت جي ڄاڻ به نه هئي. برطانوي انجنيئرن ۽ ڪجهه انتظامي عملدارن پاران لڳ ڀڳ هڪ صديءَ تائين ڪيل ڪوشش جي ڪري ئي سنڌو درياءَ جي سنڌ اندر چَلت پڌري ٿي. درياءُ لَٽَ سان لڏجي ايندو آهي، جيڪو چاڙهه واري مند ۾ آسانيءَ سان پاڻيءَ جي هزار حصن مان ڇهن حصن تائين وڃي پهچندو آهي. سنڌ جون لاهونديون پاڻيءَ کي ايترو تکو وهڻ نه ڏينديون آهن جو اهو لَٽُ پاڻ سان کنيو وڃي. ائين خاص ڪري اتي ٿيندو آهي جتي پاڻي درياءَ جي پيٽ مان ٻاهر اٿلندو آهي. اهڙي ريت اهو لَٽُ درياءَ جي پيٽ ۾ گهٽ ۽ ڪنڌين تي وڌيڪ ويهي ويندو آهي. اهو عمل ڪيترن ئي ڏهاڪن تائين درياءُ جي پنهنجي پر وارن علائقن کان مٿي ٻني تان پنهنجي ئي ان ريت ٺاهيل بندن جي وچ واري پيٽ مان وهڻ تائين جاري رهندو آهي. ڪنهن ڏينهن اهو ان ٻني کي ڇڏي ڪنهن هيٺاهين جاءِ تان وهڻ لڳندو آهي ۽ وري هوريان هوريان انهي کي مٿي ڪٽڻ لڳندو

آهي. هي عمل سنڌ جي ويجهڙ واري پوڻءِ جوڙ (ارضياتي) تاريخ ۾ يَڪو هلندو آيو آهي. سنڌ جي هڪ مشهور انجنيئر سَر ڪلائوڊ انگلس هن سوال تي ويچاريو ۽ ڏرتيءَ جي هيناهيُن متاهيُن ۽ ڪڏن ڪُبن (ڪنٽُورز) ۾ درياءَ جي ممڪنہ آڳاٽن وهڪرن جو هڪ نقشو ناهيائين.

لئمبرڪ پنهنجي "هسٽري آف سنڌ" (1964) ۾ انگلِس جي ويچار جي وضاحت ڪئي ۽ سڪندر جي جُڳ کان وٺي سنڌو درياءَ جا مختلف وهڪرا ٻڌايا. ان انتهائي اُجري ڪم جو آڌار هيگ، ڪزنس، وائيٽهيڊ، اسٽائين ۽ ٻين ڪوڙ سارن جون لکٽيون هيون. پِٽاوالا، جنهن پڻ ڀِڃاڙڪي ڪي ڇڏي مٿيان سڀ ماخذ استعمال ڪيا، 1936 ۾ ساڳئي نتيجي پهتو هو. لئمبرڪ جي ڪم ڪي اڳتي وڌائيندي هن ليڪ 1966 ۾ اڏامندي ڇڪيل تصويرن آڌار سنڌو درياءَ جي وهڪرن جو نقشو ناهيو. سنڌو درياءَ جي وهڪرن تي سڀ کان سڄر ڪم ٻن ڄڻن ڊِي. اي. هومز ۽ وِلهيلمي ڪيو آهي.

هي اِپياس ظاهر ڪن ٿا تہ سنڌو درياءَ جا آڳاٽا وهڪرا لڳ ڀڳ سندس هاڻوڪي وهڪري جي پورروچوٽ هئا ۽ انهن ٻنا ڇڏيا، جن تان هاڻوڪا وڏا واهہ ڪڍيا ويا آهن. ننڍا واهہ پڻ ڪجهہ ٻين ٻنن تان ڪڍيا ويا آهن ۽ ساڳيو حال شاخن جو بہ آهي. سمنڊ چڙهي سنڌ کي ٻوڙي ڇڏيو هو ۽ اها 12،000 سال اڳ تائين ملتان تائين ٻڏل رهي. اڏامندي ڇڪيل تصويرن مان ڪڍيل وهڪرا ظاهر ڪن ٿا تہ سنڌ جي وچ وارن ميداني علائقن ۾ ڪو بہ ڇهن ڪلوميٽرن کان وڌيڪ ڊگهو ۽ ڇهہ ڪلوميٽر ويڪرو ٽڪرو ڪونهي، جنهن جي وچان سنڌو، سمنڊ جي لهي وڃڻ سان سنڌ جي آجي ٿيڻ کان پوءِ، گذريل 10،000 سالن ۾ نہ لنگهيو هجي. اڏامندي ڇڪيل تصويرن سان هنن وهڪرن جو 1 : 250،000 ڪاڇي ۽ 40 X 90 انچ ماپ وارو هڪ نقشو ناهيو ويو آهي، جنهن ۾ گذريل پنجن کان ڇهن هزارن سالن يا اسرندڙ سنڌو تهذيب واري جُڳ لاڪر جو احوال اچي وڃي ٿو. درياءَ جي ڪجهہ پراڻن پيٽن کي آڳاٽن ماڻهن توڙي ويجهڙ جي حڪمران راڄ گهراڻن جهڙوڪ ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن اٽندي واهن طور ڪم آندو. انگريزن انهن کي 1932 ۾ سکر بئراج جا واهہ کڻڻ لاءِ ڪتب آندو. 1960 ۾ گُدو ۽ 1963 ۾ ڪوٽڙي بئراجن جي واهن لاءِ پڻ اهي استعمال ڪيا ويا.

درياءُ جڏهن پنهنجو وهڪرو مٽائيندو هو تہ متاثر علائقي جو ريجاڻي نظام بلڪل ڦِٽي ويندو هو، جنهن ڪري ماڻهن ۾ لڏ پلاڻ، ڳوڙ، بيماريون، ڏڪار، بُک ۽ موت پوندا هئا ۽ نتيجي ۾ آبادي گهٽجي ويندي هئي. سنڌ جي گذريل پنجن هزارن سال جي تاريخ – سُک سڪار، وڏي آبادي، موڙهي، آباديءَ ۾ لاٽ، راڄ گهراڻن جي مٽجڻ، تهذيبن جي اُسرڻ ۽ ڊرڪڻ ۽ شهرن ۽ وسندين جي ڦِٽي هر ڀيري هنڌين ماڳين وکريل نڪرن ٺوٻن، پڪن سروٽن ۽ ڪجهہ هنري شين جا ڍير پوئتي ڇڏي وڃڻ جي، جن کي سنڌ ۾ عام طور تي دڙا سڏيو وڃي ٿو – اها ئي رهي آهي. درياءَ کي ڪچي ۾ ئي وهندو رکڻ جي ضمانت رڳو گهاٽا ٻيلا ئي هئا. ٻيلن جي ڪري پاڻي پاسن سان ڊرو ۽ سِير ۾ ٽڪو وهندو هو. انهي جي ڪري وٽن سان ڊڪيل ٻندن جي وٽ ۾ تمام گهٽو لَٽُ ويهي ويندو هو ۽ جيئن ئي تَرُ مٿي کڄندو هو تہ درياءَ پاران پراڻو پيٽ ڇڏڻ جا امڪان وڌي ويندا هئا ۽ انهن واهن کي ڇڏڻ جا پڻ، جن جا مُنهن سڌو درياءَ جي پيٽ مان نہ پر ان کان پرپرو ڇَرَ وارن علائقن مان، عام طور ٻيلن جي وچ وارن هنڌن تي، هوندا هئا.

ريجاڻيءَ لاءِ پاڻي سڌو درياءَ مان کڻڻ وارو طريقو 1932 تائين تيستائين هليو، جڏهن سنڌ جي سٺ سيڪڙو ميداني علائقن کي ريجائڻ لاءِ سکر بئراج اڏيو ويو. ايندڙ ٽيهن سالن ۾ ٻيا ٻہ بئراج بہ اڏيا ويا. ڪيترن ئي واهن جا مُنهن اجا بہ اڳئين وانگر بچاءَ ٻندن جي اندرئين پاسي آهن ۽ اهي آثار پارکن جي خاص دلچسپيءَ جو مضمون ٿي سگهن ٿا. پراڻا واهہ، جن جا ڪجهہ ٽڪرا نون واهن ۾ رلائجي ويا، تن جا اڻ رَلايل ٽڪرا، گهٽ ۾ گهٽ اجا تائين، جيئن جو تيئن موجود آهن، جيتوڻيڪ انهن جي ٻندن ويجهو آباد ڪيترين ئي وسندين غائب ٿي چڪيون آهن ۽ هوريان هوريان انهن کي سڌو ڪري پوک لائق بڻايو ويو آهي.

انگريزن کان اڳ واري جُڳ ۾ درياءَ کي ڪچي جي اندر قابو رکڻ لاءِ بند ڪو نہ هئا، جيڪو ويهن کان ٽيهہ ميل ويڪرو هوندو هو. پڪن ڳوٺن ۽ شهرن کي آب ڪلاٽيءَ جي منڊ ۾ ميسارجي وڃڻ کان بچائڻ لاءِ انهن جي چوڌاري بچاءَ بند ٻڌا ويندا هئا ۽ انهن کي هر سال ڏاڍو ڪيو ويندو هو، پر حقيقت ۾ اهي گهارن کان بچاءَ جي ضمانت نہ هوندا هئا. انهن ۾ ڪُئن، نورن، ڳوهن ۽ نانگ بلائن وغيره جا ڏرڙ ٿي ويندا هئا، جن تي ٻوڏ جو پاڻي اچڻ ۽ رُوڻ ڪرڻ تائين ڪنهن جو ڌيان نہ ويندو هو. جيئن تہ ٻوڏ دوران ڪجهہ بہ ٿي سگهي ٿو، تنهنڪري وڏي خطري وارين صورتحالن ۾ مايون، ٻار، اَنُ ۽ مال اتان ڪڍيا ويندا هئا، جوان مڙس ٻندن تي چوڪي ڏيندا هئا ۽ پوڙها گهرن جي سنڀال ڪندا هئا. هيڪر پاڻي وسنديءَ ۾ گهڙيو تہ عام طور مٽاهيون جايون نہ ٻڏنديون هيون ۽ اتي رهجي ويل پوڙها ويچارا ڪچن گهرن جون ڀِتيون ۽ ڪڪائيون ڇتيون ڪرنديون اکين ڏسندا هئا.

انگريزن پاران 1843ع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ کان اڳ ڪجهہ وڏن شهرن جهڙوڪ سکر، روهڙي، شڪارپور، حيدرآباد ۽ ٺٽي کي ڇڏي ٻين هنڌن تي گهٽو ڪري پَڪسِراوان گهر نہ هئا. پڪيون سرون رڳو مذهبي اڏاوتن جهڙوڪ مسجدن ۽ مقبرن ۾ استعمال ٿينديون هيون. سنڌ ۾ ڪچي اوساريءَ سان بہ يا تہ ماڙ عمارتون اڏڻ جو هڪڙو ٻيو نرالو اڏاوتي طريقو پروان چڙهي چڪو هو. هن قسم جي اڏاوت هاڻ ختم ٿيندي پئي وڃي ۽ ان کي پراڻن يادگارن وانگر بچائڻ جي ضرورت آهي. ٻوڏ کي منهن ڏئي بچاءُ ڪرڻ وارو هي اڏاوتي طريقو انوکو ۽ گهٽو ڪري رڳو سنڌ تائين ئي محدود هو. هن هيٺ ڪچي پٽ جي پيڙهہ ٻڌڻ لاءِ هڪ ميٽر کان وڌيڪ اونهيون چريون کوٽيون هيون، پر انهن پيڙهين ۾ پنل چيڪي مٽيءَ جا پنوڙا وجهڻ ۽ انهن کي ٺپ ڏيڻ کان اڳ ۾ 3.5 کان 5 سينٽيميٽر ٿلهين ڪاٺين يا لاڪڙ جا پچرا ٻڌا ويندا هئا، بلڪل ائين جيئن ڌرتي ڏوڏ وارن علائقن ۾ پتين کي جَڪَ ڏبا آهن. ٿلهڙون 8 کان 12 سينٽيميٽرن جي وٿيءَ تي اُڀيون ۽ پاسيريون وڇائبيون هيون. لاڪڙ کي چڱي طرح گهڙي ناهي، سُڪائي ۽ ڪنهن شيءِ سان ڍڪيو ويندو هو. هڪ ماڙ لاءِ اهو پچرو 4.5 ميٽر، ٻہ ماڙ لاءِ 7.0 ميٽر

# ڳوٺاڻا گهر


01


02


03


04


05


06



07


08


09


10




11


12


13

## ڳوٺاڻا گهر

001. ٿر جا گهر.
002. سنڌ جا ڳوٺاڻا گهر.
003 ۽ 004. ڳوٺاڻا ڪکاوان ڇپر.
005 ۽ 006. ڪکاوان جهونپڙا.
007. موهن جي دڙي جو گهر، سنڌو تهذيب، 2500 ق.م.
008. مهرڳڙهه جي گهر جو نقشو.
009. تيپي حصار جو گهر، 2500 ق.م.
010. منگولن جو لاڏائو گول خيمو هلڪن ڇهن جي ڍانچن تي نهيل ۽ ڍاهڻ ۽ وري کوڙڻ ۾ سولو (ELA).
011. ڪچو گهر، 7000-500 ق.م.
012. مستطيل گهر، هسونا، 2500 ق.م.
013. چمڙي جي خيمي جو گهر، 10,000 ق.م.

۽ ٿه ماڙ لاءِ 9.5 ميٽر اوچو ٻڌو ويندو هو. ڇت وٽ پهچي ڇت کي ٽيڪ ڏيڻ لاءِ ڪجهه وڏيڪ ڪاٺيون ڪچي پٽ جي اوپاري پاسي لام-مُنڊيو پاسيريون ڏئي پٽ جو بيم ٺاهيو ويندو هو ته جيئن اهو ڇت ۾ پونڊڙ ڪاٺ جي ڪامُن ۽ پٽين جو بار جهلي سگهي. پٽين جون پيڙهيون آلي ڇيڪي مٽيءَ سان پريون وينديون هيون، جنهن جا اٽڪل 40 سينٽيميٽر اوچا بار ڏنا ويندا هئا ۽ هڪڙو بار ڏئي ٻيو بار ڏيڻ کان اڳ تائين هفتو ٻه سڪڻ ڏنو ويندو هو. جيئن ته ڇيڪي مٽي پاٽي ڪٽندي آهي سو سڪڻ تي سوس ڪائيندي آهي ۽ ٽِڙڪي ڏارون پونديون اٿس. اهي ڏارون آلي مٽيءَ سان پريون وينديون هيون ۽ پچاڙيءَ ۾ پنجهوءَ سان ٻهه يا پلال (پراڙ) گڏائي ٺاهيل گاري جي 1 کان 1.5 سينٽيميٽر ٿلهي تهه سان لِنبيو ويندو هو. ٻهه يا پلال گاري کي طاقت وٺرائيندو آهي ۽ جيڪڏهن انهي جي مٿان ڇٻڙي راڳي جو هڪ کان ٻه مليميٽر هلڪو ليپو ڏجي ته ان ۾ هوا به نه وڃي سگهندي. جيڪڏهن ٻوڏ جو پاڻي شهر ۾ ايندو هو ته اهو وڏ ۾ وڏ ٻاهرئين گاري کي اڌ کان مُني ميٽر گهرائيءَ تائين نقصان ڏئي سگهندو هو، پر پاڻي گهر ۾ اندر نه گهڙي سگهندو هو، ڇاڪاڻ ته انهي جي تري ۾ سرون وڇائڻ کان اڳ ۾ اٽڪل هڪ ميٽر يا وڏيڪ پرائي ٽيل هوندي هئي. ان قسم جا گهر ماٽيلي، لاڙڪاڻي، هالاڻيءَ، ڪنڊياري ۽ نصرپور مان غائب ٿي چڪا آهن ۽ انهن جي جاءِ سرن جي پٽين وارن گهرن ورتي آهي، پر سيوهڻ، روهڙي ۽ ٺٽي ۾ ڪي ٿورا گهر اجا تائين موجود آهن. ٻوڏ جو پاڻي ٺٽي ۾ 1955 ۾ سچ پچ گهڙيو هو. شهر ٻڏي ويو هو ۽ ڪجهه گهر ڊٺا هئا، پر ڪاٺ جي پڃرن وارن سيني گهرن، ويندي ٽه ماڙ ٻه، سنڌوءَ جي ٻوڏ کي ڄمي منهن ڏنو. چاليهه سال اڳ هي ليڪڪ هڪ گهر جي ٽين ماڙ تي ترسيو هو، جيڪو گهٽو ڪري ڪنهن مغل امير لاءِ ٺهيو هو. ڪي ڪوشيون ڪيون ويون ته به اهو گهر نه ڪريو. ان قسم جي گهرن جي آهي تنهن کي ٻه سو يا اجا به ڪجهه وڏيڪ سال اڳ اڏيو ويو هو. هر ماڙ تي هڪ وهنجڻ جاءِ هئي، ان تي چُنَ جي گاري جو ليپو ڏنل هو ۽ ڪجهه حصو ويجهڙ ۾ سيمينٽ ۽ روڙيءَ سان مرمت ٿيل هئس. پاڻيءَ جي نيڪر جون ناليون، جيئن انوقت هيون، پڪين سرن جون ٺهيل، ٿورڙي جاءِ والاري بيٺل ۽ چُن سان لنبيل هيون. هي اڄ يادگار پراڻا آثار آهن ۽ ان ليکي سنڀالڻ جا حقدار آهن، پر ڪنهن انهن طرف ڌيان ناهي ڏنو ۽ جيڪڏهن اجا دير ڪئي وئي ته ٿي سگهي ٿو ته مالڪ انهن جي جاءِ تي سرن وارا گهر اڏي ڇڏين.

هن ڊزائن ۾ هڪ نواڻ اها آئي ته گهرن ۾ ٻبر جو ڪاٺ ڪتب اچڻ لڳو. ڪاٺ جون 25 کان 35 مليميٽر ٿلهيون پٽيون لام-مُنڊيو پاسيريون رکي ۽ لئيءَ جي 25 کان 35 مليميٽر ٿلهين ڪاٺين جي ڪِليُن يا ميخن سان هڪٻئي سان جوڙيون وينديون هيون، ڪاٺي اٽڪل 75 کان 100 مليميٽر ڊگهي ۽ پٽين جي منڍ کان پڇڙيءَ تائين هر 75 کان 100 مليميٽر وٿيءَ تي ڪلي هنئي ويندي هئي. هي اڏاوتي طريقو ارڙهين صديءَ جي پڇاڙيءَ يا اڻويهين صديءَ جي منڍ جو هو، ڇو ته انهن ۾ ان زماني جا مخصوص قسم جا مشين تي ٺهيل لوها ڪوڪا ۽ درن ۽ درين جون انجيسون ۽ بولٽ استعمال ٿيل آهن. ڏنل تصوير ۾ ان زماني جو هڪ ٽه ماڙ گهر ڏيکاريل آهي، جنهن ۾ اجا تائين ماڻهو رهن پيا ۽ جيتوڻيڪ ٻاهريون ڪچو گارو ڇڻندو ٿو وڃيس، پر اندران سٺي حالت ۾ رکيو ويو اٿس. گهر هڪ پاسي لڙي پيو آهي، پر منجهس رهندڙن کي ڪا ڳڻتي ناهي. گهٽ ۾ گهٽ هڪ درجن اهڙن گهرن ۾ اجا ماڻهو رهن ٿا. اهي سڀ 1955 واري ٻوڏ ۾ هڪ ميٽر کان مٿي پاڻيءَ ۾ ٻن کان ٽن هفتن تائين ٻڏل رهيا، تڏهن به ڊٺا ڪونه.

غريباڻن گهرن جون پٽيون لئي جي سنهڙي لاڪڙ (1.5 کان 3.0 سينٽيميٽر ٿلهي) جون هونديون هيون؛ ڪاٺيون 3-4 قطارن ۾ هڪٻئي مٿان اڀيون کوڙي ۽ ساڳي ٿولهه واريون تلهڙون اُڻت واري طريقي سان اٽڪل 30 سينٽيميٽرن جي وٿين تي پاسيريون لنگهائي پاڻ ۾ جوڙيون ويندون هيون. وڏيڪ ڏاڍو ڪرڻ لاءِ انهن کي نوڙين سان ٻڌو ويندو هو. اهي پڻ ٻوڏ جي سٺ سهي ويندا هئا ۽ هر ٻوڏ ۾ ٻڏندڙ ڪچي ۾ هر هنڌ ڏسڻ ۾ ايندا هئا.

هن ڪتاب ۾ ريجاڻي تاريخ اصل ۾ ٻني ٻاري (زراعت) ۽ ٻنيءَ واڳيل صنعت جي اپت جي تاريخ آهي، جيڪي تهذيبن، راڄ گهراڻن ۽ بادشاهتن جي اُسرڻ ۽ ڊرڪڻ، سڪيائپ، غربت، ڏڪار، بُک ۽ انهن ماڻهن جي موت جو ڪارڻ بڻيون، جيڪي سنڌو درياءَ جي ريچڪن ۽ ان جي پاڻيءَ جي آسري لڳا.

**ايم. ايچ. پنهور**




## نقشو نمبر 02

# سنڌ جي هيٺ متاهين جو نقشو ۽ سنڌوءَ ۽ ان جي چاڙهن جا پٽئين ڌرتي جوڙَ جُڳ ۾ ممڪن آڳاٽا وهڪرا




14. ڊرپ ايمٽر لي آئوٽ جو مثال: (a) وڻن جو دائرو: (b) هڪ ليٽرل ٻن ايمٽرن سان ۽ (c) ٻه ليٽرل ٻن ٻن ايمٽرن سان.




15. A هڪ ليٽرل وڻن جي هر قطار لاءِ $S_s$ پوٽن ۾ وٿي $S_r$ قطارن ۾ $S_w$ وٿي سڪي پٽيءَ جي ويڪر $S_e$ ايمٽرن ۾




16. پريشر ڊفرينشل انجيڪشن سسٽم

18. ايميشن اوزارن جي ڪجهه نمونن جا خاڪا




ڪنهن وقت سنڌ ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر ريسرچ رهندڙ ۽ بند مينيوئل جي ليکڪ ڪلائوڊ اِنگلِس جي هن نقشي سنڌ جي 1949 ۾ هيٺ متاهين مان سنڌوءَ ۽ ان جي واهڙن جا پٽيئن 2500 سالن دوران ممڪن وڏا وهڪرا ڳولي ڏنا. هي نقشو ڪيترن ئي تاريخي جاگرافي لکندڙن جهڙوڪ پٽاوالا، لئمبرڪ ۽ ٻين ڪتب آندو آهي ۽ هن ليکڪ اڏامندي ڇڪيل تصويرن سان انهن جي تصديق ڪئي آهي. وهڪرا اهو پڻ ٻڌائن ٿا تہ اولاهيون چاڙهون موٽي منڇر ڍنڍ رستي سنڌوءَ ۾ اچي ٿي پيون ۽ اوڀاريون چاڙهون ساماري ويجهو ۽ ان جي ڏکڻ ۾ هاڪڙي ۾ اچي ٿي پيون ۽ اهي اڳتي هلي سانگرو ٿي سڏيون (سانگرو يا هاڪڙو تان ورتل).




17. ڦڙ ڦڙ ريجاٽي سسٽم جو مخصوص نمونو

باب پيون

# سنڌ جي اهم ثقافتي واقعن ۽ راڄ گهراڻن جي پيرائتي ترتيب

| نمبر | واقعو | سال |
|---|---|---|
| .1 | سنڌ ۾ پٿر جُڳ | 500،000 - 4000 ق.م |
| .2 | بلڪل سوڪ آبهوا | 9،000 ق.م کان اڳ |
| .3 | بلڪل سوڪ کان هلڪي گهم واري جُڳ جي شروعات ڏانهن چُرڻ | 9،000 - 7،500 ق.م |
| .4 | آبهوا ۾ وچٽري گهم ڏانهن ڦيرو | 8،500 - 7،500 ق.م |
| .5 | تمام گهٽي گهميل آبهوا | 7،500 - 4،000 ق.م |
| .6 | وچولي گهميل آبهوا | 4،000 - 1،750 ق.م |
| .7 | ٺوٺ سوڪ آبهوا | 1،750 - 900 ق.م |
| .8 | وچولي سوڪ آبهوا | 900 ق.م - 500ع |
| .9 | سنڌ ۾ وچولو پٿر جُڳ | 10،000 - 6،000 ق.م |
| .10 | سنڌ ۾ نئين پٿر جُڳ جي شروعات | 7،000 ق.م |
| .11 | سنڌ ۾ ٽامي-ڪنجهي جُڳ جي شروعات | 4،000 ق.م |
| .12 | اُسرندڙ سنڌو ثقافت (آمري، ڪوٽ ڏيجي) | 3،700 - 2،300 ق.م |
| .13 | ساماٽل سنڌو ثقافت (موهنجو دڙو) | 2،300 - 1،650 ق.م |
| .14 | ڍرڪندڙ سنڌو ثقافت<br>جهُڪر<br>جهانگار | <br>1،750 - 1،350 ق.م<br>1،200 - 900 ق.م |
| .15 | رگ ويدي قبيلن جو اُسرڻ | 1،050 ق.م سوات<br>850 ق.م بلوچستان<br>800 ق.م سنڌ |
| .16 | ڏکڻ ايشيا جا مهاپڏايا (بادشاهيون) | 600 - 500 ق.م |
| .17 | ڪياني | 519 - 450/400 ق.م |
| .18 | سنڌ جون ننڍيون ننڍيون بادشاهيون | 450 - 400/325 ق.م |
| .19 | سڪندر ۽ سنڌس پونيَر | 326 - 323 ق.م |
| .20 | موريا | 321 - 184 ق.م |
| .21 | باختري يوناني | 184 - 70 ق.م |
| .22 | سِٿي | 70 ق.م - 46ع |
| .23 | پارٿي | 46 - 78ع |
| .24 | ڪُشانَ (اتر سنڌ) | 78 - 175ع |
| .25 | پارٿي (لاڙ سنڌ) ۽<br>175ع کان پوءِ سموري سنڌ | 78 - 175ع<br>175 - 283ع |































### مهرڳڙهه ۽ برهمڻ آباد جون اڏاوتون

019. سيڪٽر MR 2 X، ايريا MR 2 X، دور III، جي اڏاوتي رٿا.
020. سيڪٽر AG، ايريا MR 3/4، دور IIA، ۾ LI اڏاوتي رٿا.
021. سيڪٽر X، ايريا MR 2، دور III، مهرڳڙهه ۾ V-I اڏاوتي رٿا.
022. مهرڳڙهه جي گهر جي سجي ڪيل رٿا.
023. سيڪٽر X، ايريا MR 2، دور III، مهرڳڙهه ۾ V-I اڏاوتي رٿا.
024. زون MR 2 F، ايريا MR 2، دور III-B، مهرڳڙهه ۾ طبقن واري عمارت.
025. برهمڻ آباد-منصوره ۾ ڍڪيل نالي لڳ واري اڏاوت سان. (DGA).
026. مهرڳڙهه جي آثاري زونن جي ورهاست.
027. سيڪٽر M جي چوڏاري؛ دور IIA، ايريا MR 3/4، مهرڳڙهه جي عمارت جو هم چورس ڏيک.
028. سنوت 8، ايريا MR 3/4، مهرڳڙهه جي هم چورس رٿا.

| | | |
|---|---|---|
| .26 | ساساني | 283 - 356ع |
| .27 | واهليڪا | 356 - 415ع |
| .28 | سنڌ جون اڻڄاتل ننڍيون ننڍيون بادشاهيون | 415 - 500ع |
| .29 | راءِ | 500 - 641ع |
| .30 | برهمڻ | 641 - 712ع سموري سنڌ<br>715 - 725ع اپرندي سنڌ |
| .31 | اُموين جا گورنر | 712 - 746ع |
| .32 | عباسين جا گورنر | 751 - 854ع |
| .33 | هَباري | 854 - 1011ع |
| .34 | سومرا | 1011 - 1351ع |
| .35 | سما | 1351 - 1522ع |
| .36 | ارغون | 1522 - 1554ع سموري سنڌ<br>1554 - 1587ع اتر سنڌ |
| .37 | تَرخان | 1554 - 1591ع |
| .38 | مغلن جا گورنر | 1587 - 1591ع اتر سنڌ<br>1591 - 1700ع سموري سنڌ<br>1701 - 1736ع لاڙ سنڌ |
| .39 | ڪلهوڙا | 1701 - 1783ع |
| .40 | ٽالپر | 1783 - 1843ع |
| .41 | انگريز | 1843 - 1947ع |
| .42 | پاڪستان سرڪار | 1947 - اڄ تائين |



29





30

31




32



34



33




35




## گهرن جون رٿائون

029. سيڪٽر MR C، ايريا1 MR، دور IV، مهرڳڙهه، جي رٿا ۾ همر چورس ڏيک.
030. گهٽيءَ مان پهچ جوڳا عام کوهه موهنجي دڙي، 2500 ق.م جي HR ايريا ۾ لڌا آهن.
031. موهنجي دڙي، 2500 ق.م، تي اَن جي پانڊي جي رٿا، ويلر مطابق.
032. موهنجي دڙي جي HR ايريا ۾ سرن جي عمارت، جنهن ۾ دروازي ڏانهن ويندڙ بند گهٽي ۾ ڪيترن عمارتن جا ترا ڏسجي رهيا آهن.
033. موهنجي دڙي، 2500 ق.م، جي مها تڙ جي رٿا، جنهن ۾ پهچ جا گس ڏيکاريل آهن، جينسن 1993، مطابق.
034. موهنجي دڙي، 2500 ق.م جي SD ايريا ۾ وهنجڻ جو ٿلهو، گهٽيءَ ڏانهن ويندڙ ناليءَ سان.
035. اوڀر-اولهه ڏسڻ واري ٽيڪنڪ جي ڊرائنگ.

باب ٽيون

# ريجاڻيءَ جي شروعات

## پراڻي جُڳ جا ريجاڻي واهه ۽ سندن نراليون خصوصيتون

ٽوپوگرافيڪل سروي ڪري ۽ ان آڌار ڊزائن ڪرڻ وارن هاڻوڪن جديد انجنيئري طريقن جي اچڻ کان اڳ هتي جهڙيءَ ريت ريجاڻي نظام هليو پئي تنهن کي سمجهڻ لاءِ انگريز دور کان اڳ واري واهن جي نظام جو اڀياس ضروري آهي. ڀاڳن سان اسان وٽ انگريزن کان اڳ وارن واهن جو مڪمل رڪارڊ: انهن جون ڊيگهيون، انهن تي آباد ٿيندڙ ٻنيون، واهن جون ليٽون ۽ مُهاڙ، لَٽجڻ ۽ ڪاٽيءَ جا مسئلا ۽ ڊمپي ليولن، لٽين ۽ سنگهرن (سئنڪلي 22 وال) جي پيٽ ۾ اک سان ڪيل سِڌائيءَ ۽ ٻين انساني اندازن جا پيدا ڪيل سنوت جا خصوصي مسئلا موجود آهن. 1876ع واري هيوز گزيٽيئر ۾ انگريزن کان اڳ وارن 729 واهن جي لسٽ ۽ اهي پاڻي ڪٽان ڪٽندا هئا ڏنل آهي. هي ڪجھ تَتَ آهن، جيڪي سنڌ ۾ اوائلي ريجاڻيءَ واري جُڳ کان وٺي وهندڙ سيني واهن سان لاڳو ٿين ٿا:

* لڳ ڀڳ سڄي سنڌ ۾ واهن جي بيهڪ سنڌوءَ جي پاڻيءَ جي وَهه کان ٽيڏي پاسيري آهي، رڳو سکر کان اتر-اولهه ۽ ڪشمور کان اولهه واري علائقي ۾ ائين نه هو. ائين واهن وهندڙين کي درست ليٽ ڏيڻ لاءِ ڪيو ويو هو ته جيئن منجهن لَٽُ ويهڻ وارو مسئلو گهٽائي سگهجي.
* ڪنهن به واهه جو منهن ڪنهن اهڙي هنڌ تان نه هو جتان درياءَ کي نسبتن جٽادار ڪپر هو جهڙوڪ سکر ۽ حيدرآباد.
* واهه ايترا ونها نه هئا جو سانوڻيءَ جي اڳياڙيءَ يا پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ ۽ سڄو سيارو درياءَ منجهان پاڻ مان پاڻي کڻي سگهن.
* ڪٿي ڪٿي واهن ۾ هڪدم اوچتا وڪڙ يا ٺونٺيون هيون، جن جي ڪري ڪاڏ وڌي ويندي هئي ۽ اهي جهٽ لٽجي ويندا هئا.
* درياءَ جي پراڻن پيٽن يا ڇڏي ڏنل ڇاڙهن يا انهن جي ڪجھ ٽڪرن کي واهن ۾ بدلايو ويو هو. انهن واهن ۾ گهڻو ڪري ليٽون گهٽ هونديون هيون، اڏنگا ور وڪڙ هوندا هئن ۽ هر سال ڪاٽي گهرندا هئا.
* گهٽي ياگي واهن ۾ پاڻي چاڙهه واري مند ۾ پاتال چِڪ يا ليٽ آڌار وهندو هو، پر زمين جا وڏا ٽڪرا وري به پڪ سان غير آباد رهجي ويندا هوندا. ڪڏهن ڪڏهن انهن جي پڇڙ واريون ٻنيون ريجائڻ لاءِ نارن وسيلي پاڻي ڪڍڻو پوندو هوندو. ڪجھ واهه يا انهن جا وڏا حصا اهڙا هئا، جيڪي ڪٽنگ ۾ وهندا هئا ۽ انهن مان پڇڙ وارين ٻنين کي ڏيڻ لاءِ پاڻي هر وقت چِڪڻو پوندو هو.
* ڪجھ اهم واهه جهڙوڪ سنڌ واهه ۽ بيگاري سنڌوءَ مان مُنهن هجڻ بجاءِ سنڌ ڍوري مان نڪرندا هئا، جيڪو سنڌوءَ جي هاڻوڪي وهڪري جي پوروچوٽ سنڌوءَ جو پراڻو پيٽ هو ۽ هر سال ڀربو رهبو هو. انهن منجهان ڪجھ کي هڪ کان وڌيڪ منهن ڏنا ويا هئا.
* واهه جو منهن لٽ ويهي وڃڻ ڪري يا درياءَ جي لهڻ ڪري بند ٿي وڃڻ سان آبادگارن لاءِ ڏکي صورتحال پيدا ٿي ويندي هئي. درياءَ جي دير سان چڙهڻ ڪري پوک پاڇاتي ٿيندي هئي يا وري جهٽ لهي وڃڻ ڪري پوک کي پچڻ تائين گهربل پورو پاڻي نه ملي سگهندو هو. ٻنهي صورتن ۾ پوک ڀلي نه ٿيندي هئي. پاڻي ڪٽڻ يا چِڪڻ پنهنجي ليکي سيڙاءَ وارو ڪم هو. ٽن کان ڇئن فٽن مالهه وارا هُرلا، جيڪي وڌ ۾ وڌ ڇوٽو ڪيوسڪ پاڻي ڏيندا هئا ۽ سڄي ڏينهن ۾ وڌ ۾ وڌ اٺ ڪلاڪ هلندا هئا، چاڙهه وارن ڏينهن ۾ ان ايڪڙن کان وڌيڪ ٻني نه پچائي سگهندا هئا. ڪڙميءَ کي مزدوري به نه بچندي هئي: ڀلي سندس وهٽ جهنگ چرن، انهن لاءِ ڪو نجو گاهه نه ڪاهي ۽ رڳو نار وهائڻ ۽ وهٽن کي چارڻ جي مزدوري ٻڌي سا به نه اڳڙندي هئس.
* جڏهن درياءَ کي بچاءَ بند نه هوندا هئا تڏهن ٻوڏون گهٽيون ايندي يون هيون ۽ پوکن جي تباهيءَ جا امڪان وڌيڪ هوندا هئا.
* واهن جي منهن تي ڪنهن قسم جو ڪو ريگيوليٽر ڏنل نه هو.
* واهن جي لاهوندين ۽ ترِچن ياڳن تي ڪوڏيان ڏنل نه هو، جنهن سان پاڻيءَ جو وهه هڪجهڙو رهي ۽ نه اهي لٽجن ۽ نه ڪاڏ ڪن.
* جيڪڏهن واهن جي ڊيگهه ڇڱي هجي ها ۽ رٿابندي اهڙي ٿيل هجي ها جو اهي ڇڱا ويڪرا ۽ اونها هجن ها ۽ پاتال ڇِڪ آهر پاڻي پهچائڻ کان پهريان ڪجھ ميلن تائين ڪليا هلن ها ته جيڪر آبادگارن کي مند جي اڳياڙيءَ توڙي پڇاڙيءَ ۾ پاڻي ملندو رهي ها ۽ چاڙهه واري پوري مند ٻنيءَ کي پيارڻ لاءِ پاڻي موجود هجي ها.
* وَسَ کان ٻاهر انهن بي يقينيءَ وارين صورتحالن جي ڪري سنڌ جي ڪڙمي طبقي ۾ صدين کان وٺي هر شيءِ کي خراب سمجهڻ ۽ نصيب تي ڀاڙڻ عام رهيو آهي: هر شيءِ تقدير جو لکيو سمجهي ويندي آهي. ان سندن سوچ کي اهڙو هاڃو رسايو آهي، جنهن جو ڪو علاج

## ريجاڻي اوزار

پوکو يا شدُوف پاڻي چڪڻ جو هڪ اوزار آهي. گهڻ اونهائيءَ لاءِ پوکي کي انجيس نموني لڳل هڪ ڏگهي لٺ ذريعي لاٿو ۽ کڻيو ويندو آهي ۽ 2300 ق. م کان ڪم ايندو پيو اچي. وچٿري اونهائيءَ تان پاڻي چڪڻ لاءِ پوکي ۾ گرڙي 1500 ق. م کانوٺي ڪم ايندي پئي اچي. کوڙ سارا ميٽر هيٺ گهڻي اونهائيءَ لاءِ گرڙيءَ سان گڏ وهٽ پڻ ڪم آندو ويندو آهي ۽ اهو پڻ اوترو ئي آڳاٽو آهي. عربن پاران سنڌي نار ۽ انگريزن پاران ايراني نار ڪوئجندڙ لوٽين وارا نار پڻ ٻن قسمن جا آهن: هُرلو: ٻن ميٽرن کان گهٽ اونهائيءَ لاءِ ۽ نار: ٻن کان ڇهه ميٽر اونهائيءَ لاءِ. هيءَ هڪ يوناني ايجاد هئي 250 ق. م ڏاري جهازن ۾ بلج پمپ جي روپ ۾ ۽ انهي تان 200 ق. م ڏاري لوٽين وارو نار ٺهيو. هلندڙ عيسوي ڪئلينڊر جي شروعات ڌاري اهو يونوچ ملڪن ۾ عام ڪتب پئي آيو ۽ سنڌ ۾ پڻ آڳاٽن جُڳن ۾ پير ڄمائي ورتا هئائين. ڇهن ميٽرن کان وڌيڪ اونهائيءَ لاءِ پوکو استعمال ٿيندو هو. بجليءَ تي هلندڙ پمپن پنين صديءَ جي پوئين اڌ دوران هوريان هوريان هنن اوزارن جي جاءِ والاري ورتي آهي، پر سنڌ جي ٿر ۾ پوکو ۽ ڪوهستان ۾ لوٽين وارا نار اڄ به هلن ٿا. سنڌ ۾ مينهن 3 کان 8 انچ (7.5 - 21 سينٽيميٽر) پوي ٿو، پر 70 - 100 انچ (178 - 254 سينٽيميٽر) پاڻي هاڦ ٿي اڏامي وڃي ٿو، تنهنڪري پوک ريجائيءَ کان سواءِ نٿي ٿي سگهي. سنڌ ۾ آڳاٽن جُڳن کان وٺي الڳ الڳ قسمن جا ريجاڻي اوزار ڪم ايندا رهيا آهن.

























036، 037 ۽ 039. سنڌي نارُ. يونانين پاران 250 ق.م ۾ ٻيڙين ۾ سمي آيل پاڻي ڪڍڻ لاءِ ڪم آندل بِلج پمپ سنڌي نار جي ٺهڻ جي واٽ ڪڍي. نار 200ع ۾ متعارف ٿيو ۽ لٽل واهن مان پاڻي چڪي ٻنين کي ڏيڻ لاءِ عام ٿيو. اهڙي قسم جي نارن جو هڪ وڏو انگ سنڌ ۾ ٽيرهين صديءَ يا سومرن جي دور ۾ موجود هو. (سنڌ ميوزيم، حيدرآباد).

038. ٽيرهين صديءَ جو نارُ. ابن القزار الجزاري جي ٺاهيل ڊرائنگ، 1204-1206ع ۾ لکيل ۽ ڊونلڊ هِل پاران ترجمو ڪيل ڪتاب "ناليج آف اِنجينيَس مڪينيڪل ڊوائسز" ۾.

040. هُرلو. فرانسس پاران هسٽري آف انڊيا ۾ ڏنل.

041. سنڌي نار جي لوٽي، نار جي مالهه ۾ ٻڌي ويندي آهي. هيءَ اڃڪلهه هلندڙ لوٽيءَ سان ملي ٿي. (ڀنڀور ميوزم، ڀنڀور).

042. برهمڻ آباد مان لڌل ساڳ جي ڪاٺيءَ جي گرِڙي.

043. سنڌي نار، ان جي مالهه ۽ لوٽين جو 038 وانگر هم چورس ڏيک. ڊونلڊ هِل.

ٿي ناهي، جنهنڪري اهي ڪوڙن پرمن ۾ ويساهڻ لڳا آهن.

* جيئن ته فصل ڪنهن سال به مارجي سگهيو پئي، تنهنڪري ڪڙمي پنهنجي ڪمائيءَ ڪي ٽيڪو ڏيڻ لاءِ مال ڌارڻ لڳا. جيئن ته درياءُ ڪاهيل ٻنين ڪان ٻاهر گهٽيون ٻنيون ٻوڙيندو هو ۽ انهن تي جهجها گاهه ڦٽندا هئا، ڪڙمي انهن تي پنهنجو مال چاريندا هئا، جنهن مان ڪين منديءَ وارن سالن ۾ چڱي هٿي ايندي هئي.
* جيئن ته عام سالن ۾ سڄي سنڌ جي حساب سان ٻنيءَ جو پڪ سان لڳ ٻڳ هڪجيتروئي ڀاڱو ٻڏندو ۽ تباهه ٿيندو هوندو، تنهنڪري في سيڪڙو ليکي پڪ سان لڳ ٻڳ اوتري ئي ٻني ڪاهبي هوندي ۽ اپت ۾ گهٽو ڪري تمام گهٽ فرق ٿيندو هوندو. سواءِ تڏهن جي جڏهن سنڌوءَ ۾ ڪي وڏا آبي ڦيرا ايندا هوندا. 1932ع ۾ سکر بئراج جي کلڻ کان اڳ هر ڪڙمي مالوند به هوندو هو. تنهنڪري هڪ ڪم ۾ ڌڪ لڳڻ سان ڪڙمي بنهه تباهه نه ٿي ويندو هو. پنهنجو واڌو جيئرو مال کپائي وقت ٽپائي ويندو هو.
* ڪجهه ٻنيون، جيڪي واهن جي پاڻيءَ کان مٿي هونديون هيون، پيلي پاڻيءَ جي پهچ ۾ به هجن ۽ پليون به هجن، پر ڪاهجڻ کان رهجي وينديون هيون.
* هنن واهن تي رڳو خريف جي پوک ٿي سگهندي هئي. (خريف جي پوک جون-جولاءِ ۾ ڪاهبي آهي ۽ سيپٽمبر آڪٽوبر ۾ لهندي آهي).
* ڪيترا پيرا واهن جا منهن سنڌو سنئون درياءَ منجهان نه هوندا هئا، پر ڍنڍين ۽ ڍورن مان هوندا هئا، جهڙوڪ سنڌ ڍورو. جيڪي آب ڪلاٽيءَ جي مند ۾ پنهنجو پاڻ قدرتي طرح سان ڀربا هئا يا هٿ سان ڀرايا ويندا هئا. ان سان اهو فائدو ٿيندو هو ته لٽ انهن ڍورن ۾ ويهي ويندو هو ۽ واهن جي لٽجڻ جو ڪو گهٽو خطرو نه هوندو هو. ٻئي پاسي وري ڍنڍين جي پاڻيءَ جي سنوت سدائين درياءَ کان هيٺ هوندي هئي، تنهنڪري واهه ايترو نه پرجي سگهندا هئا جيترو پرجڻ گهرجندو هئن، نتيجي ۾ مٿن آباد ٿيندڙ ٻنيون گهٽجي وينديون هيون ۽ پاڻي هلندو به ٿورا ڏينهن هو. پر ائين به هو ته ڍنڍين ڍورن جو پاڻي مُک درياءَ جي پيٽ ۾ جهٽ جهٽ نه لهندو چڙهندو هو.

هنن نرالين حالتن جي ڪري سنڌ ۾ ڏڪار ڪي ورلي پوندا هئا. پاٽيا اتر سنڌ ۾ 1799ع کان وٺي رڳو 1820 ۽ 1822ع وارا ڏڪار رپورٽ ڪيا آهن ۽ گهٽو اندازو آهي ته اهي مشهور ڪشمور ٻوڏن جي ڪري پيا هوندا، جن هاٺوڪن جيڪب آباد، شڪارپور، لاڙڪاڻي ضلعن ۾ دادوءَ جي اترئين ڀاڱي ڪي بنهه اجاڙي ڇڏيو هو. ائين به ٿي سگهي ٿو ته مٿان انهن جو ڪارڻ آخري برفاني جُڳ واري لهر بڻي هجي. اهڙيون ئي ٻوڏون 1942، 1948 ۽ 1973ع ۾ به آيون.

سنڌ، ان هوندي به، 1758ع کان وٺي پڪ سان لاڳيتو ڏڪاريل رهي هوندي، جڏهن سنڌو درياءُ هالا وٽان وهڪرو مٽايو ۽ پنهنجو نصرپور، شيخ ڀرڪئي، ٽنڊي غلام علي، پراڻي بدين، ڪڍڻ ۽ رهمڪي بازار وارو پراڻو وهڪرو ڇڏي حيدرآباد جي اولهه واري هاٺوڪي وهڪري سان وهڻ لڳو هوندو. انهي جي نتيجي ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه لک ايڪڙ ٻني غير آباد ٿي، جيڪا به صديون پوءِ ان علائقي ۾ 1961ع ۾ ڪوٽري بئراج کلڻ کان پوءِ واهن وري آباد ڪئي.

## آڳاٽي سنڌ ۾ پاڻي ڇڪڻ جي اوزارن ـ ہوڪي يا شدوف ـ جي تاريخ ۽ گهرج

ہوڪو (پاڻيءَ جو چمڙي جو ڏول) سنڌو ثقافت وارن ڏينهن ۾ ڇاتل سڃاتل هو. گِرِٽيءَ يا چرخيءَ جي ڄاڻ تڏهن نه هئي. تنهڪري ہوڪو کوهه مان ٻاهر هڪ ڊگهي لَٺِ سان ڇڪيو ويندو هو، جيڪو زمين ۾ اونڌو ڪري کوڙيل هڪ **U** نموني منگهه (لوٺل پرسان لڌل) يا ساڳئي ئي نموني کوڙيل ٽيانگهيءَ مٿان انجيس ذريعي جڙيل هوندو هو. اهڙوئي اوزار مصر ۾ 4,500 سال اڳ ڌاري استعمال ٿيندو هو. (سنڌ جي ٿر ۾ کوهن جي ڀڳهن جي پاسي ۾ کُتل "کُهڙ" سڏجندڙ هڪ ٽِ انگهو فريم اڄ به ہوڪو ڇڪڻ لاءِ ڪم آندو وڃي ٿو - سنڌيڪار).

اُن لَٺِ سان ہوڪو رڳو انهي فريم يا ٽيانگهيءَ (ٽِہ اَنگهي) جي اوچائيءَ جيترو هيٺان کان ڇڪي سگهبو هو. عام طور اها ڏهن فٽن کان وڌيڪ نه هوندي هئي. هڪ کان وڌيڪ گرٽيون گڏي ڪم آڻڻ ميسوپوٽامر ۾ 900 ق.م ڌاري عام ٿي چڪو هو. سادي گرٽي گهٽو اڳ ايجاد ٿي هئي. ان جو سنڌو ثقافت جُڳ ۾ هجڻ ٽيڪنيڪي طور ثابت ٿي نه سگهيو آهي. ان بابت ڄاڻ ٿي سگهي ٿو ڪنهن ٻئي هنڌان پهتي هجي يا مٿان ڍرڪندڙ سنڌو ثقافت (1650 کان 900 ق.م) دوران ٻنين ڪي پاڻي ڏيڻ لاءِ ناهي وئي هجي. اها مصر ۾ 1500 ق.م ڌاري استعمال هيٺ هئي ۽ گهٽو ڪري سنڌ ۾ پڻ ٽيسنائين اچي وئي هئي.

ہوڪو لڳي ٿو ته سنڌ ۾ اتندي وچولي هندستان واري ہوڪي ڪي ڏسي ناهيو ويو. اهو دکن ۽ مڌيا پرديش ۾ استعمال ٿيندڙ ہوڪي جهڙو آهي. ہوڪي ۾ نار جي پيٽ ۾ فائدو اهو آهي ته ان مان پاڻي پوئتي کوهه ۾ نه ڇُلڪندو آهي. هي تُن واري چانهه جي ڪٽليءَ جهڙو ٿيندو آهي. منهن وٽ ٻڌل واڍ گرٽيءَ تي چاڙهي کوهه ۾ هيٺ لاهبو يا مٿي ڇڪبو اٿس. تُن ڪي ڇڪي نوائڻ لاءِ هڪڙي ہي نندي گرٽي ٿورو هيٺ ڏبي آهي. جڏهن ہوڪو انهي نندي گرٽيءَ کان مٿي ٽپي ايندو آهي ته سٽ ڏئي پاسيرو ڪبو اٿس ۽ پاڻي ٻاهر نهيل هوديءَ ۾ اوتجي ويندو آهي. ساماٿل سنڌو ثقافت واري ہوڪي يا شدوف بابت ڄاڻ باب نائين ۾ ڏني وئي آهي.

ہوڪي جون اوٽايون هي آهن:

* وهٽ کي هر پيري اڳتي اچڻو پوندو آهي ۽ وري پوئين پير پرڪڻو پوندو آهي. کوهه گهٽا اونها نه هجن ۽ وهٽن کي اڳتي توٽي موٽائڻ مهل پوئتي سنئين پير ڪاهي نه وڃي سگهجي ته پوئتي پرڪڻ وارو اهو ڪم وهٽن لاءِ تمام ڏکيو هوندو آهي ۽ ان تي دير به گهٽي لڳندي

























## ريجاڻي اوزار

044. ﻫﻮﮐﻮ، ڏکڻ هندستان ۾ استعمال ٿيندڙ. برکلي 1893ع.
045. اهڙو ئي ﻫﻮﮐﻮ جيڪو لوٿل ۾ 2000 ق.م ڌاري استعمال ٿيندو هو. اهڙو ﻫﻮﮐﻮ ٿر جي علائقن ۾ اڄ به استعمال ٿئي ٿو. (سولجر آف ڪمپني).
046. ڪڙمت جا بنيادي اوزار: هر ۽ ڏانداري، پڻين صديءَ تائين بنا ڦيرڦار هلندا آيا.
047. ڏکڻ هندستان جو ﻫﻮﮐﻮ، ايڊورڊس جي "برٽش انڊيا" آڌار.
048. ﻫﻮﮐﻲ تي ريجاڻي.
049. ٿر ۾ ﻫﻮﮐﻲ تي ريجاڻي.
050. نيولٿڪ ڪڙمي نيم لاڏائو هئا. اهي پنيون صاف ڪريءِ فصل پوکيندا هئا، پر جڏهن پني ٿڪجي پوندي هئي ته اتان لڏي ٻئي هنڌ وڃي نئين سر شروعات ڪندا هئا. 7500 ق.م.
051. شدوف (آڳاٽي مصري تصوير).
هي سمورا پراڻا اوزار ويندي 1980ع ۾ به عام هئا.

آهي.

* گهٽ ۾ گهٽ هڪڙو ماڻهو وهٽ کي اڳتي پوئتي آڻڻ نيئڻ لاءِ گهرجي ۽ ٻيو هيٺين گرٽيءَ تي اک رکڻ ۽ انهي تان واڌ کي لهڻ نه ڏيڻ لاءِ.

ٻوڪي تي لاڳت نار جي ڀيٽ ۾ گهٽي گهٽ ايندي آهي، پر اهو في ڪلاڪ نار جيترو پاڻي ناهي ڏيندو ۽ ٻن وڏن ماڻهن جي جاءِ تي هڪڙو ننڍو ٻار به نار ۾ وهٽ کي وهائي سگهي ٿو.

## ڪتب ايندڙ وهٽ

سنڌ ۾ سڀ کان پهريون وهٽ طور ڪم ايندڙ ڍور تي سگهي ٿو ته ڏاند هجي. اٺ متان 1000 ق. م ڌاري استعمال ٿيو هجي. اٺ ٻڌايو وڃي ٿو ته سعودي عرب ۾ 1200 ق.م ڌاري ڌاريو ويو. اٺ جا موهنجي دڙي مان لڌل هڏا پڌرو ڪن ٿا ته اٺ سنڌ ۾ 2300 ق.م ڌاري موجود هو. اٺ ٿي سگهي ٿو ته هتي سنڌ ۾ عربستان کان به اڳ ڌاريو ويو هجي ۽ لاڏو ۽ مهريءَ طور ڪم آندو ويو هجي. ٿي سگهي ٿو ته انهي ٻوڪو ۽ نار به چڪيو هجي جڏهن انهن جي ڄاڻ هتي پهتي. سنڌ ۽ ميسوپوٽامر (هاڻوڪو عراق) وچ ۾ ڪاروباري لاڳاپا جڙڻ سان ڪاٺ جا دوڳا ٻيڙن تي لڏڻ لاءِ گرٽيءَ جو ڪم اچڻ عام ٿي ويو هوندو. تنهنڪري گرٽي تي سگهي ٿو ته جهُڪر واري جُڳ ۾ يا 1500 ق. م کان سُتت پوءِ موجود هجي.

## نارُ

نار گهڻو پوءِ نهيو. هن ۾ ڪم ايندڙ چڪرين يا گراڙين وارو نظام سَرائيءَ جو زور چڪر ذريعي، پاسيرن ڏندن وارين چڪرين واري متي هيٺ، ڪانيَڻ ۾ پهچائيندو آهي. چڪر گهڻو ڪري اٿندي ڪيانين ۽ يونانين پنهنجي جنگي مشينن جهڙوڪ پٿ تي چڙهڻ وارين ۽ پٿر اڇلائڻ وارين لاءِ 250 کان 200 ق.م ڌاري ناهيو. لڳي ٿو ته يونانين چڪر کي پاڻي پرڻ وارو اوزار ناهڻ لاءِ ڪم آندو جيڪو هاڻ نار سڏجي ٿو. هُرلو (گهٽ اونهائيءَ تان پاڻي چڪڻ لاءِ) ٿي سگهي ٿو نار کان اڳ نهيو هجي. نار هڪ حد اونهائيءَ تائين پاڻي چڪيندو آهي. ٽيهه فٽ ڇيهه. وڌيڪ اونهائيءَ تي چڱي طرح ڪم ناهي ڪري سگهندو. جو ته مالهه پاڻيءَ سان ڀريل لوٽين جي وڏي بار تي ترڪندي آهي، جيستائين لوٽيون گهٽائجنس نه. ٽيهن فٽن کان وڌيڪ اونهائيءَ لاءِ ٻوڪو نار کان وڌيڪ ڪارگر هوندو آهي.

نارُ سنڌ ۾ ٿي سگهي ٿو باختري يونانين يا سِٿيُن جي دور ۾ 184 کان 80 ق.م تائين پهتو هجي ۽ گهڻو امڪان ٻين صدي ق. م ۾.

هرلو آڳاٽن جُڳن جي پاڻي چڪڻ وارن اوزارن مان سيني کان وڌيڪ ڪارگر اوزار آهي ۽ رڳو ڪيانين وارو آڪيڙو (چُوڙي) هن کان اڳتي هو، جيڪو وري متا تمام هيٺ يعني هڪ کان ڏيڍ ميٽر اوچائيءَ تي هجڻ ڪري

خاطريءَ جو ڳو ڪم نه ڪري سگهندو هو.

انگريزن کان اڳ نار جو استعمال عام هو ۽ سنڌ جي پنجاهه سيڪڙو کان وڌيڪ ايراضيءَ ۾ چاڙهه تي وهندڙ واهن تي ڪاميابيءَ سان پوڪون پچائڻ ۽ لوب ڪٽڻ لاءِ هڪ ضرورت هوندو هو. درياءَ مان نڪرندڙ واهن جو انگ الڳ الڳ وقتن تي پنج سو کان هڪ هزار جي وچ تي هيٺ متي ٿيندو رهندو هو. انهن ۾ پاڻي درياءَ جي لاهه چاڙهه سان لهندو چڙهندو رهندو هو. جڏهن متي جي پچاڙيءَ يا جون جي اڳياڙيءَ ۾ منجهن پاڻي گهٽ هوندو هو ته هاري فصلن (خاص ڪري قُٽيون، سارين جا ٻيجارا، ڀاڄيون ۽ ميوا) جي پوکائي نارن تي ڪندا هئا ۽ جڏهن سيپٽمبر جي پچاڙيءَ يا آڪٽوبر جي اڳياڙيءَ ۾ پاڻي لهي ويندو هو ته پوکون پچائڻ لاءِ نار ۽ هرلا ڪم آڻيندا هئا. نارن ۾ هڪ اٺ يا ڏاندن جو جوڙو پاڻيءَ جي اونهائيءَ ۽ مالهه ۾ ٻڌل لوٽين آهر جوٽيا ويندا هئا.

ترجيح اٺ کي هوندي هئي، ڇاڪاڻ ته ڏاندن کي چڱو چوکو چارڻو پوندو هو جڏهن ته اٺ جهنگ جهر ۽ وڻ چرندو هو. اٺ هلندو به تکو آهي ۽ جهٽ ٿڪبو به ناهي.

ساڳئي وقت واءَ چرخين يا ڦرٽين سان، جن جا 4 پر گهڻو ڪري ٻيڙين جي سِڙهن جي ڏني ناهيا ويا هئا، نار هلايا ويندا هئا. ايراني سڏجندڙ هي نار ايران ۾ ايترا لوڪ پسند نه هئا جيترا سنڌ ۾ هئا. وچئين جُڳ وارن عربن هن کي ايراني نار بجاءِ سنڌي نار ڪري لکيو آهي.

ريجاڻيءَ لاءِ ڊيزل تي هلندڙ پمپ سنڌ ۾ پهرين مهاڀاري جنگ دوران آيا. اهي سينٽريفيوگل پمپ 1917ع ۾ ٻاهران گهرايل 32 هارس پاور جي رسٽن ڊيزل انجڻ تي هلندا هئا. 1957ع تائين سڪرنڊ ۾ استعمال هيٺ هو. انهن ڊيزل انجڻين پهرين مهاڀاري جنگ وارن ڏينهن ۾ ڪراچيءَ ۾ مليير ويجهو ريجاڻي کوهن تي چڙهيل نارن جي جاءِ ورتي، جو ته 1860ع واري ڏهاڪي ۾ تيرهن فٽ هيٺ وارو جَرُ اڳلن پنجاهه سالن ۾ ٽيهه فٽ هيٺ هليو ويو. هاڻ اهو سو فٽ يا اجا به وڌيڪ هيٺ آهي.

## سنڌ ۾ بئراجن (1932ع) کان اڳ نار تي ٽيندڙ ريجاڻي ۽ ان جا مخصوص طريقا

بئراجن کان اڳ وارن ڏينهن ۾ جن هنڌن تي ٻنيون واهن ۾ پاڻيءَ جي سنوت کان متي هونديون هيون اتي پاڻي سچي منڊ نارن ذريعي چڪڻو پوندو هو. پورهيت ۽ وهٽ جو لڳندڙ وقت ڏيان ۾ رکجي ته بلڪل گهاٽي جو ڪم هو، پر وهٽ وانديون ڀيل سرڪاري زمينن تي چرندا هئا ۽ ماڻهن وٽ ڪرڻ لاءِ ڪو ٻيو ڌنڌو نه هوندو هو، سو صفا ڪجهه نه ڪمائڻ کان بهتر ٿورو گهڻو ڪمائڻ لاءِ سڀ کان پلو ڌنڌو اهو ئي هو.

جتي واهن ۾ پاڻيءَ جي سطح پرپاسن وارين ٻنين کان چاڙهه واري منڊ جي چوٽ وارن ڏينهن ۾ متي هوندي هئي پر فصلن جي پوکائي واري وقت يا پچاڙيءَ ۾ تياريءَ وقت لٽل اتي لاٽ وارن ڏينهن ۾ نار ٻڌبا هئا.


























## رهڻي ڪهڻي

052. عورتن ڪي ايندڙ ڇڪ ۽ هڏن کي ٿيندڙ مخصوص نموني جو نقصان. اَن پيهڻ جا روهي ۽ روهڙو.
053. ڇبين، ٽُبٽين يا ڪارين لاءِ تيليون ۽ ڪانا چيرڻ.
054. ڇبي، ٽبٽي يا ڪاري ٺاهڻ.
055. پوتا ميڙڻ.
056. اُکري ۽ مُهري ڪم آڻڻ.
057. عورت پاران اَن ڇڙڻ.
058. روهڙو ڪم آڻڻ.
059. اَن ۽ داليون ڪاهڻ.
060. عورت جو ٻہ گهڙا کڻي هلڻ.
061. عورت جو ڏئونرو ولوڙي مکڻ ڪڍڻ. ڏئونري ۾ کوڙ سارو پاڻي گڏايو ويندو هو تہ جيئن مکڻ مٿي تري اچي. مکڻ ڪڍڻ کان پوءِ پوئتي رهيل ڏڌ کير وانگر استعمال ٿيندو هو.
062. ساه پٽڻ.
063. رڍون ۽ ٻڪريون چارڻ.

جتي واهن جو پاڻي سال ۾ چار کان پنج مهينا پوکائيءَ واري مند دوران پاسن وارين ٻنين کان مٿي وهندو هو اتي سانوڻيءَ جون پوکون آب ڪلاڻيءَ واري مند ۾ سولائيءَ سان پچائي سگهبيون هيون، پر اهڙا ٿه علائقا هوندا هئا، جيڪي پاڻيءَ جي سنوت کان مٿي هوندا هئا ۽ انهن لاءِ پڻ پاڻي چڪڻو پوندو هو.

پاڻي ڏيڻ جا مٿيان ٽي طريقا رڳو جون ۽ آڪٽوبر/نومبر جي وچ تي ٿيندڙ خريف يا سانوڻيءَ جي فصلن لاءِ هوندا هئا، پر ڪجهه علائقن ۾ سياري ۾ پڻ هيٺين طريقن سان پاڻي ڏنو ويندو هو:

سنڌوءَ جي هڪ الهندي ڇاڙهه هئي، جيڪو الهندو نارو سڏبو هو. تاريخ جي ڪيترن جُڳن ۾ اهو ڪشمور جي اتر کان نڪرندو هو ۽ پوءِ ان جي ڏکڻ کان. اٺويهين صديءَ جي منڍ ۾ اهو سکر وٽان نڪرندو هو ۽ منڇر ڍنڍ ۾ وڃي پوندو هو، جتان اڙل واهه رستي وري درياءَ سان وڃي گڏبو هو. نارو هڪ ٻارهو وهندڙ واهڙ هو ۽ پر وارين ٻنين جي سطح آهر ليٽ يا نارن رستي انهن کي پاڻي پهچائيندو هو. ايترو پاڻي هوندو هئس جو سڄو سال ٻيڙن جي اچ وڃ ٿي سگهندي هئس، تنهنڪري ٻيڙن رستي مال آڻڻ نيڻ ۾ لاڙڪاڻي ۽ دادو ضلعن کي سڪيو ستابو رکڻ ۾ اهم ڪردار هوندو هئس. سنڌوءَ جي هن ڇاڙهه تي ربيع (سياري) جا فصل توڙي ٻارهو پاڻي گهرندڙ فصل، جن منجهان ڪجهه ميوا هئا جهڙوڪ انب، ليما، نارنگيون، ٻير وغيره، سياري جون سيني قسمن جون ڀاڄيون، تماڪ، ڀنگ، ڪڻڪ، جَوَ، جَوِي ۽ سياري ۾ ٿيندڙ تيلي ٻج، ٿيندا هئا.

منڇر ڍنڍ ڪانسواءِ سنڌ ۾ کوڙ ساريون ڍنڊون هيون، جيڪي گهڻي ڀاڱي سنڌوءَ ۽ هاڪڙي جي پراڻن پيٽن جون ٿاهيل هيون. اهي سانوڻيءَ ۾ ڀربيون هيون ۽ انهن مان سياري ۾ ربيع توڙي ٻارهن فصلن لاءِ پاڻي کڄندو هو. ڍنڍن ۾ کوڙ ساريون ٻاهران آيل پاڙن واريون پوکون ۽ ڀاڄيون پڻ ٿينديون هيون.

سنڌو درياءَ مان پوکن کي پاڻي ڏيڻ جو هڪڙو ٻيو طريقو سيلابي ٿه هوندو هو. پوک جي هن طريقي ۾ ٻني سانوڻيءَ ۾ ٻوڙائي ويندي هئي ۽ پوءِ جڏهن اها وَتِ ايندي هئي ته ان ۾ سياري جي پوک ڪاهي ويندي هئي. اهڙيون ايراضيون قدرتي ترايون يا ڪڏون يا ڪُنبَ يا ڍنڍن جا ترا (منڇر سميت) هوندا هئا، جن مان جڏهن پاڻي ٻين مقصدن لاءِ ڇڪجي ويندو هو يا سُڪي ويندو هو ته اهي سياري جي فصلن لاءِ ڪم آنديون وينديون هيون. سانوڻيءَ ۾ ٻڏندڙ ڪچي ۾ اڳي ٿه سيلابي پوک ٿيندي هئي ۽ اڄ ٿه ٿئي ٿي. جڏهن انسان سوچي سمجهي ۽ بندوبست ڪري پاڻي ڏئي ته ان کي الڳ قسم جو پاڻي ڏيڻ چئي سگهجي ٿو.

ساريال علائقن ۾ دوباري (ٻِه فصلي) سڏجندڙ سياري جا فصل هڪ ٻي نواڻ آهي، جتي زمين آگسٽ جي اڳياڙيءَ تائين پاڻي پي ڍَءُ ڪندي آهي. آڪٽوبر/نومبر ۾ ساريون لُڻڻ کان پوءِ پاڻي اجا اٽڪل هڪ ڪان ٻن فٽن تي هوندو آهي ۽ مٿان تر آلو هوندو آهي. ان تي تيلي ٻج، مٽر، ڇٽا، ڪڻڪ ۽ جَوَ دوباري ڪاهبا آهن. ڇا پوکجي سا چونڊ پاڻيءَ جي ائن فٽن هيٺ تائين ڪرڻ واري رفتار آڌار ڪئي ويندي آهي. جيڪڏهن ائين فيبروريءَ جي پڇاڙيءَ تائين ٿي ويو ته مٽر ۽ تيلي ٻج ڪاهبا ۽ جيڪڏهن مارچ جي پڇاڙيءَ تائين هليو ته ڪڻڪ، جَوَ ۽ ڇٽا ڪاهبا آهن.

ٻنهي منجهان پهريون طريقو آمري جُڳ کان هليو پيو اچي ۽ ريجاڻيءَ جو اوائلي طريقو سمجهي سگهجي ٿو. ٻيو طريقو (دوباري) موهنجي دڙي کان پوءِ جو آهي ۽ گهڻو ڪري جهُڪر واري زماني ۾ 1650 ق.م کان پوءِ سارين جي سنڌ ۾ اچڻ سان شروع ٿيو.





64 65

064. 10،000 ق.م کان اڄ تائين: ميڙ چونڊ تي گذران ڪندڙ قبيلن پاران ٿاهيل آڳاٽن جُڳن جا روهي ۽ روهڙو.

065. 2300 – 1700 ق. م: موهنجي دڙي مان لڌل ان پيهڻ جا روهي ۽ روهڙو.

66



67



68



69



70



71



72



73



74



## مڇيءَ جو شڪار، مهاڻن جا گهر ۽ مڇي جي شڪار جا اوزار

066. ڪُڙهي سڏجندڙ ڄار سان مڇيءَ جو شڪار.
067. ٻيڙيءَ تان مڇيءَ جو شڪار.
068. سينڊزپٽ (ڪراچي) ويجهو مهاڻن جو ڳوٺ.
069. اڪيليَ سر مڇي مارڻ لاءِ ڪُڙهي: هن ۾ 6-8 لٺيون مٿئين پاسي وٽان ڪاٺ جي هڪ گول ڪڙيءَ جي چوڌاري ٻڌل هونديون آهن، ڇٽيءَ وانگر ويڙهيي آهي ۽ اندران ڄار لڳل هوندو آهي جيڪو هيٺان ٽري ڪان مٿي گول ڪڙيءَ تائين نباتي شڪل ۾ هوندو آهي ۽ مٿئين پاسي وٽان ٻڌل ڏوريءَ سان ڇڏبو ڪڇندو آهي ۽ اهو ننڍڙي پاڻيءَ ۾ ڏوري ڇڏي مڇيءَ مٿان وڌو ويندو آهي. ڄار مٿان پوڻ سان مڇي ڦاسي پوندي آهي ۽ پوءِ ان ڪي هٿ سان جهليو ويندو آهي. اوچائي 1 ڪان 2 ميٽر.
070. سنڌوءَ مان پلو ماريندڙ مهاڻو، 1876.
071. سنڌوءَ مان پلي جو شڪار، 1876. مهاڻو پيٽ هيٺان وڏو مٽ رکي انهي جي منهن تي پنهنجو پيٽ ڏئي سنڌوءَ ۾ ترندو ويندو آهي ۽ پلو جهليندو انهي ۾ وجهندو ويندو آهي. سنبُوهي نالي سندس ڄاري 4.5 ڪان 5 ميٽر ڊگهي هڪ ڏانگ جي چوٽيءَ تي ٻڌل هوندي آهي. 1876
واري سنڌ گزيٽيئر ۾ هن بابت ڄاڻ ڏنل آهي. (لنڊن نيوز، 19 فيبروري 1876 ۾ آيل تصوير).
072. پلو مڇي.
073. پٿري (ننڍڙو پٿر) جُڳ جا مڇيءَ جي شڪار جا اوزار، 10،000 ق.م ڪان 2500 ق.م.
074. ماٽي مهاڻو هڪ وڏو مٽ پيٽ هيٺان سبتو رکي انهي جي منهن تي پنهنجو پيٽ ڏئي ترندي مڇي جهليندو ۽ ڪم واري مڇي ڏار ڪندو انهي ۾ وجهندو ويندو آهي. ساڳيو 71 وانگر.

باب چوٿون

# سنڌ ۾ ڏاڍ_راڄ يا آپيشاهي: ريجاڻيءَ جو هڪ فطري نتيجو؛ ريجاڻيءَ وارن هڙني سوڪ آبهوا وارن علائقن نيل، دجله_فرات، هُوانگ هو، ميسو_آمريڪا ۽ سنڌو ماٿر ۾ هڪجهڙو گڏ

ڏاڍ راڄ (آپيشاهي، مطلق العنانيت يا آمريت) مينهن تي وهندڙ نئيُن تي ٽيندڙ زراعت وارن سگهارن ڳڙهن ۾ نٿو پلجي سگهي، ڇو ته اتي پاڻيءَ جي ڪوٽ واري زميني منظر لاءِ گهربل ريجاڻي واهن جو نظام جوڙڻ ۽ هلائڻ جي گهرج نٿي پوي. سوڪ آبهوا وارن علائقن ۾ ريجاڻيءَ جو ڇيهه نتيجو نڪرندو آهي سرڪاري يا سرڪار جي منظور ڪيل ڪامورن جو آپيشاهي اختيار. آپيشاهي اختيار وري تڏهن هڪدم ختم ٿي ويندو آهي، جڏهن اهڙن علائقن ۾ بهتر ٽيڪنالاجيءَ ۽ سيڙپ سان ملڪيتن تي آڏاريل انتظام پير ڪوڙي وٺندو آهي.

پاڻيءَ جي ڪوٽ واري زميني منظر ۾ ريجاڻيءَ ويندي تڏهن به فائدا ڏنا آهن، جڏهن پلن راڄ ڏٽين جي بنهه ٿورڙين پيڙهين به ريجاڻي رٿائن جو بهتر انتظام ڪيو آهي. انهي آباديءَ ۾ واڌ آندي ۽ ڪوڙ سارو واڌو ڪاڌو پڻ اپايائين، جنهن جي نتيجي ۾ شهري واڌ ويجهه ٿي. انهي وري ٽيڪ پرائي فتحون ڪرڻ واري حڪومتي چاهه ڪي ۽ سلطنتون پيدا ڪيون. پوکن واري زراعت جي شروعات ڪريسنٽ ملڪن (ڏکڻ ترڪي ۽ لبنان، شام ۽ اردن) ۾ 7،000 ق.م ڌاري ٿي، ساڳئي ئي وقت جڏهن اها سنڌو ماٿر ۾ مهرڳڙهه ۾ ٿي. هيءَ ايجاد پنهنجي جنم ڀوميءَ کان سموري ايشيا ۽ يورپ ۾ پکڙي. ۽ جيڪڏهن مهرڳڙهه کي 1739ع تائين سنڌ جو ڀاڱو ليکجي ٿو ته ان ليکي اها مصر ۽ ميسوپوٽام ۾ سنڌ کان پوءِ شروع ٿي. سنڌوءَ جي ڪچي وارن علائقن ۾ ماڻهن کي گهرج هئي ڪا نئين ۽ سڌريل ٽيڪنالاجي آڻڻ جي ته جيئن اهي ڀيلا ڪدي انهن جي جاءِ تي ڪاهيل پوکون ڪن.

هاڙوڪي بلوچستان جي ڀونوچ آبهوا (سياري جا مينهن) وارن ڀاڱن جهڙوڪ مهرڳڙهه ۾ 6،500 ق.م يا اجا به 500 سال اڳي کان وٺي کٽڪ ڪاهبي پئي آئي. انهن کي اتفاقي طور سمجهه ۾ اچي ويو هو ته ٻوڏ کان پوءِ جڏهن درياءَ لهي وڃي ته سرءُ ۾ انهي وَٽَ آيل لٽياسي زمين ۾ کٽڪ جي پوک ڪاميابيءَ سان ڪري سگهجي ٿي. هيستائين (4،000 ق.م) ڪتو، مِرون، ٻڪري، رڍ، وڏو مال ۽ گور گڏهه اڳ ئي ڌارجي چڪا هئا. ڪُنديين، سُئن، جارن ۽ ڪُڙهين سان مڇي مارڻ عام ٿي چڪو هو. هٿ تي نهيل ٿانوَ آوين ۾ پڪا پئي. چَڪ تي لٺل ٿانوَ اچڻ ئي وارا هئا.

هي ماڻهو، آڳاٽا ڪڙمي (نيولِٿڪي)، سنڌوءَ جي پَٽن ۾ آمريءَ ۾ ۽ ممڪن طور اهڙن ڪوڙ سارن ڳوٺن ۾ وسي وينا. اٿندي انهن رڳو مٿئين ڄاڻايل طريقي سان ٽيندڙ ربيع جي فصلن تي ڀاڙيو. نيڪ نيڪ سنه ڪَٿي نٿو سگهجي، پر هر پرِڪارين امڪان اهو ٿو لڳي ته اڳلن هزار ڪن سالن ۾ واهن رستي ريجاڻيءَ ۾ پير پائي چڪا هئا. اٿندي چشمن جو پاڻي استعمال ٿيو، جيڪو پنهنجو پاڻ نِينبڍي ٿي وهندو هو ۽ اڳتي هلي واهڙ، ڍورا ۽ ڍوريون ڪم آندا ويا، جيئن باب 8 ۾ ٻڌايو ويو آهي. طريقو پڪ سان پاڻيءَ کي ڪنهن ڍنڍ يا ڪنهن وهڪري مان ڪنهن هيٺاهين ٻنيءَ ۾ ڪاهي وڃڻ وارو هوندو. ڳوٺ وسنديون سدائين مٿاهيُن جاين تي اڏبيون هيون ته جيئن اهي چاڙهه وارن ڏينهن ۾ ٻڏڻ کان بچيل رهن.

شڪار ۽ ميڙ چونڊ تي گذران ڪندڙ قبيلا (13،000 کان 5،000 ق.م) ڪاڏي لاءِ هر نئين سج هلندا وتندا هئا ۽ وٽن آئيندي لاءِ ڪا رٿابندي نه هئي. زراعت جي سڌاري جو آڌار هو آئيندي لاءِ رٿابندي: نه رڳو ڪاڌو اڳلي فصل تائين بچائي رکڻ، پر پورن چوويهن مهينن تائين، متان اڳلي سال جو فصل به ٻوڏ يا سوڪهڙي جي ڪري مارجي پوي. واڌو ڪاڌو اپائڻ لاءِ واڌو آبادي گهربل هئي ۽ ان وڌيل آباديءَ کي ڪارائڻ لاءِ وڌيڪ ٻني ريجڻ جي ضرورت هئي. "سنڌ - اٽس فوڊ سورسز سِنس اينٽيڪُئٽي" (آڳاٽن جُڳن کان وٺي سندس کاڌي جا ذريعا) عنوان واري ليک ۾ اهو نتيجو ڪڍيو ويو آهي ته سنڌ 7،000 ق.م ڌاري 100،000 شڪارين کي تاتڻ جوڳي هئي. پراڻي طريقي واري زراعت پڪ سان آبادي وڌائيندي ۽ ان وڌيل آباديءَ کي وڌيڪ

ٻنيءَ جي گهرج پوندي. آڳاٽن حاڪمن جهڙوڪ ڪلهوڙن جي سٺي رٿابنديءَ واري زراعت سان سنڌ صوبو آرام سان ايڪيهه لک ايڪڙ ٻني آباد ڪري سگهندو هوندو ۽ انهي جي اپت سان سنڌ جي ٽيهه لک ڳوٺاڻي آبادي تاتي سگهندو هوندو. اهو زور ڏئي چوڻ ضروري آهي ته ڪلهوڙن واري ريجاڻي ۽ زراعت اوترا ئي پراڻي ڍنگ جا هئا، جيتري موهنجي دڙي واري زراعت. ريجاڻي زراعت لاءِ تمام گهٽي سهڪار جي گهرج پوندي آهي ۽ ويتر وڌيڪ گهرج تڏهن پوندي آهي جڏهن واهه گهٽا ڊگها ٿي وڃن، گهٽو پاڻي ڪٽن ۽ گهٽي ايراضيءَ تائين پهچن. رڳو ننڍن واٽرڪورسن جي ساليانو ڪاٽي ئي ڪڙمين جا واندڪائيءَ وارا ڪوڙ سارا ڏينهن کائي ويندي آهي. پلي ونگارون ئي ٿين، پر تڏهن به ڪو اڳواڻ يا ڪا طاقت گهرجي، جنهن هيٺ ماڻهو ڪم ڪن. اهڙي قسم جي طاقت ڪنهن واهه تي سهڪار ڪندڙ آبادگار آسانيءَ سان ٺاهي وٺندا هئا. اڳيان ٿيڻ وارو پهريان ته پاڻي وٺڻ ۽ ان تي پنهنجي ۽ ٻين آبادگارن جي ٻني آباد ڪرڻ لاءِ واٽر ڪورس يا واهه جو بندوبست پنهنجي ذمي ڪٽندو هو، ٻين آبادگارن پاران سندس جوڙيل قائدن قانونن تي پوري طرح هلڻ قبولڻ ڪان بنا ئي. وڏي واهه تي اهو اڳيان ٿيڻ وارو فصل مطابق پاڻي ڏيڻ وارا پنهنجا قائدا قانون لاڳو ڪندو هو ۽ ڏاڍو مڙس بڻجي ويهندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ته اهو پنهنجي عملداري گهٽن واهن تائين ۽ ويندي نيون آباد ٿيندڙ ٻنين تائين وڌائي ڇڏيندو هو. ايسيتائين جو گذريل چئن هزارن سالن ۾ سنڌ ۾ آيل انتهائي سڌريل حڪومتن ڪي به انهي ڪي انهي واهه يا واٽر ڪورس لاءِ چڱو مڙس مقرر پوندو هو. سندس اختيار کي سگهارو ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ئي نصيحتون گهڙيون ويون. ان ڪان پوءِ ريجاڻي سماج ۾ مرڪزي طاقت کي پڻ پاڻ ۾ ڏاڍ مڙسيءَ وارا گڻ پيدا ڪرڻا پوندا هئا. اها آهي حقيقت سمورن ريجاڻي سماجن جي؛ نه رڳو ريجاڻي سنڌ ۽ پنجاب ۾ پر مصر، ميسوپوٽامر (دجله-فرات جو ديس، هاڻ عراق) هُوانگ هو ماٿري ۽ ميسو-آمريڪا ۾ پڻ.

سنڌ جي تاريخ تي هيستائين گذ ڪيل ڄاڻ ٻڌائي ٿي ته ساماٽل سنڌو ثقافت (2300 – 1700 ق.م)، واهليڪا، راءِ، برهمڻ، هباري، سومرا، سما، ڪلهوڙا ۽ ٽالپر راڄ گهراٽا پڪ سان اهڙن ئي زراعت واڳيل بندوبستن جو نتيجو هوندا ۽ گهٽ ۾ گهٽ پنين 3،600 سالن ۾ واهن واري ريجاڻي نظام جو. ڪلهوڙن جو ٿورو عرصو هلندڙ راڄ به سنو سنياليل ريجاڻي نظام جو نتيجو هو ۽ ان کي انگريزن پاران سنڌوءَ ۽ ان جي چلت سان پنجاهه سال جا ڪوڙڻ ڪان پوءِ ورتل ڪوشش جي برابر چئي سگهجي ٿو.

نئين ٽيڪنالاجيءَ جي اچڻ ڪان اڳ زراعت جي سڀ ڪان وڌيڪ اپت سوڪ آبهوا وارن پرڳڻن ۾ لهندي هئي. اهو ئي ڪارڻ هو جو، پنين ٻن صدين واري صنعتي ۽ ٽيڪنيڪي ترقيءَ تائين، تهذيبن جا ڳڙهه سوڪ آبهوا وارا پرڳڻا هئا. سوڪ آبهوا وارن پرڳڻن ۾ تهذيبون ريجاڻي رٿائن سان اسرنديون ۽ ڊرڪنديون هيون ۽ انهن جي تباهيءَ جو ڪارڻ قدرتي نتيجا جهڙوڪ سوڪهڙو آٽيندر آبهوائي ڦيرا، ٻوڏون ۽ دريائي وهڪرن ۾ ڦيرا ٿيندا هئا. اهي ڦيرا ريجاڻي رٿائن، ڪاهيل ٻنين ۽ وسندين کي تباهه ڪري ڇڏيندا هئا، نتيجي ۾ ماڻهو ملڪ جي ٻين پاڱن ڏانهن لڏي ويندا هئا، ڏڪار پوندا هئا ۽ انساني آبادي گهٽجي هڪ ٻن ڏهاڪن ۾ لڳ ڀڳ اڌ وڃي بچندي هئي. جيئن ئي وري ريجاڻي نظام بحال ٿيندو هو ته انساني آبادي آرام سان اڌ صديءَ اندر ٻيڻي ٿي ويندي هئي. شهري آبادين ۽ ڪجهه ڳوٺن کي بچاءَ بند ڏئي بچائڻ وارو سلسلو سنڌ ۾ صدين کان هلندو پئي آيو، پر انگريزن پاران ٻوڏ بچاءَ بند ٺاهڻ جو مقصد نه رڳو وسندين ۽ ريجاڻي رٿائن کي پر ڪاهيل ٻنين کي پڻ بچائڻ هو. اڄ اهڙيون رٿائون هتراڌو طريقن سان ريج ٿيندڙ سوڪ آبهوا وارن ملڪن جي وڏن دريائن جي سيني ماٿرين ۾ موجود آهن. جيئن ته ميسوپوٽامر، چين، مصر ۽ ميسو-آمريڪا ۾ حڪومتي قائدن قانونن جا درست نمونا ۽ مقرر ماپا هليا پئي، اهي سنڌ ۾ به پڪ سان جهُڪر جُڳ يعني 1650 ق.م کان وٺي لاڳو هوندا، پر هر جوان مرد جي واهن جي کوٽائيءَ ۽ ڪاٽيءَ ۾ لازمي شامل ٿيڻ ۽ انهن لازمي ڪمن کان نٽائڻ تي سزائن جي ڊپن بابت مناسب رڪارڊ رڳو ٻين ملڪن، خاص ڪري ميسوپوٽامر ۽ مصر مان ملن ٿا. آبادگار تي حقيقي پوک هيٺ آيل ايراضيءَ مطابق ڍل وجهڻ لاءِ جاميٽريءَ جي شروعات جو ڏس مصر ۾ ملي ٿو، جيئن هيروڊوٽس ٻڌايو آهي، يُوڪلِڊ جي ”ايليمينٽس“ کان گهڻو اڳ.

پنهنجي راڄ جي پورهيتن تي اڻ مَيو ڪنٽرول سنڌوءَ، سُمير، بابل، مصر ۽ هُوانگ هو ماٿريءَ جي راڄ ڌڻين جي عاليشان شهر، محل، باغ، اَن جا پاندا ۽ مقبرا اڏڻ لائق بڻجڻ جو ڪارڻ بڻيو. ريجاڻي ملڪ ۾ اڳواٽي ڏاڍن مڙسن وٽ هوندي آهي ۽ ڏاڍ-راڄ سرڪار (آمريت) سدائين ان سماج کان ڏاڍي هوندي آهي، جنهن تي سندس راڄ هوندو آهي. حڪومتن پاران وڏين ريجاڻي ايراضين تان ڍل او ڳاڙڻ ۽ واهن جو انتظام هلائڻ جو مقصد بهتر نموني رڪارڊ رکڻ هو. اهڙن رڪارڊن جي گهرج وري لکڻ، ليکي (حسابن) ۽ ماپ تور جي نظام جهڙوڪ ٻن جي کوڙي ۽ ڏهائي سرشتي جي ايجاد کي هٿي ڏني. سماج جا هي واڳ ڌڻي مجبوريءَ ۾ رڪارڊ رکڻ وارا بڻجڻندي ئي آسانيءَ سان وڏا منتظم ۽ نتيجي طور شهرن توڙي ريجاڻي رٿائن جا اڏيندڙ بڻجي ويا.

ٽين صدي ق. م ۾ مگاستينس، اشوڪ جي عملدارن کي ٻنيون ماپڻ، ماڻهوءَ ڳڻڻ ۽ ريجاڻي پاڻي الڳ الڳ واپرائيندڙن ۾ موريُن ۽ ٻين ماڻن وسيلي ورڇڻ جي ڪم تي لڳل ڏٺو. چاڻڪيا (ڪوٽيليا) جي ارٿ شاستر ۾ پڻ واهن جي عملدارن جو ذڪر آهي. اهو پنين هزارين سالن جي تجربي کان سواءِ هڪ رات پيٽ ۾ نه ٿي سگهيو هوندو. عباسين جي واهه عملدار وٽ مَرو ۾ 10،000 ماڻهو هئا ۽ ڪيس ضلعي جي پوليس سربراهه جيترا اختيار مليل هئا. عباسين، ٿي سگهي ٿو سنڌ ۾ اهڙو ئي بندوبست آزمائڻ جي ڪوشش ڪئي هجي، پر ناڪام ٿيا، جيئن باب 22 ۾ ڄاڻ ڏني وئي آهي. ٽيڪسن جي روانيءَ تي ڪنٽرول رکڻ لاءِ واڳ ڌڻيءَ کي ريجاڻي رٿائن جي ڄار ۽ ان جي نتيجي ۾ اڳڙندڙ ٽيڪسن جي پوري ڄاڻ هجڻ گهربي هئي. ٺنهنڪري خبر چار رکڻ ۽ ان سان گڏوگڏ ٽپال وارو سرشتو پڪ سان آمري جُڳ کان وٺي ڪم ڪندو آيو هوندو. ڪيانين (519 ق.م) کان وٺي اڳتي

اهڙي نظام ويندي اوائلي مورس ڪوڊ ٽيليگرافي (مورس جي ايجاد ڪيل ڳجهه ۾ ڳالهائڻ) جي ڪم ڪرڻ جا رڪارڊ موجود آهن. ٽيڪس اوڳاڙيندڙ عملدارن پاران گهوبين ۽ ريجاڻي نظام جي پنهنجي سار سنڀال جي حوالي سان ارٿ شاستر ٻڌائي ٿو تہ راجا جي آمدني سنڀاليندڙ عملدار سدائين گهوٻيءَ تي هر ڪيل هوندو آهي. تنهنڪري حڪومت ڪي ماهر جاسوسن ڪان ڪم وٺڻ گهرجي ۽ اهي جڏهن ڪائي پَڪَ پيري وٺن تہ راجا پلي انهن ڪي نيوڙ ڏئي. انهي ڪي انهن جون بدليون ڪرڻ گهرجن ۽ هڪ ڪم مان ڪدي ٻئي تي لائڻ گهرجي تہ جيئن اهي جيڪو ڳڙڪايو اٿن سو اوڳاڇين.

ريجاڻي راڄ اڪثر خدائي راڄ (مذهبي/ ڌرمي ماڻهن جون حڪومتون) هوندا آهن. چاڪاڻ تہ سماج، جيڪو ڏاڍ راڄ واري سرڪاري هَلَتَ (نظام) ڪي اڪيلي سِر وڏڻ ويجهڻ جو وجهہ ڏيندو آهي، پنهنجو پاڻ ڪي، ڪنهن هڪ يا ٻئي روپ ۾، مذهبي حاڪميت اعليٰ جي علامتن سان سلهاڙي ڪنهن آزاد حيثيت لاءِ ڪا جاءِ ئي نہ ڇڏيندو آهي: اِنڪا بادشاهہ سج جو اولاد بڻيا؛ فرعون خدا جا پٽ يا پاڻ خدا بڻيا؛ ٻہ دريائي ديس (ميسوپوٽامر) وارا بادشاهہ الاهي روپ مثل هئا؛ اموي ۽ عباسِي سلطانن پاڻ ڪي خليفا ۽ مذهب سمجهائڻ لاءِ موڪليل يعني مفتي سڏايو. ڏکڻ ايشيا ۾ اشوڪ کان وٺي اڳتي وارا راجا ڪنهن هڪ يا ٻئي ڌرم جا سورما بڻيا ۽ سياسي ۽ ڌرمي اڳواڻي گڏائي هڪ هنڌ ڪري ڇڏيائون. سنڌو تهذيب ۾ لڳي ٿو تہ هڪ پروهت راجا هو؛ جيتوڻيڪ آثارن پڪي پروڙ ناهي ڏني. مسلمانن جي دور ۾ هند ۾ سڌو بادشاهن سان تعلق رکندڙ ماڻهو مسجدن ۽ مزارن جو انتظام هلائيندا هئا. سنڌ ۾ سمن جي دور ۾ مذهبي مهندارن ارغونن جي اُرهہ زوراين آڏو بند ٻڌا. ويندي سمن جو تختو اونڌو ٿيڻ ڪان پوءِ تائين بہ ارغونن سان مهاڏو اٽڪايو آيا؛ ان آسري تي تہ من اهي وري بحال ٿي پون.

ڪلهوڙا روحاني رهبر يا پير هئا ۽ پاڻ ڪي فقير سڏائيندا هئا. مذهبي خيراتي ملڪيتن يا اوقاف، جتان مسجدن ڪي امداد ملندي هئي، جو انتظام گهٽي ياڳي رياست هلائيندي هئي. ريجاڻي سماج ۾ اهڙن اُپائن اسلام جي مذهبي اڳواڻن ڪي رياست ڪان آزاد ٿيڻ نہ ڏنو. اهو ئي ان جو ڪارڻ پڻ آهي تہ ريجاڻي سماج ۾ مذهب سدائين، رياست جي مڪمل حاڪميت ڪان پاڻ ڪي بچائڻ ڪان بنا ئي، پاڻ ڪي رياست جي اختيار اندر رکيو آهي. هيٺ ڏنل ٽيبل ٻڌائي تہ ڪيئن راڄ ڏٽين/اڳواڻن پنهنجو مذهب ڪاميابيءَ سان پنهنجي راڄ تي مڙهيو ۽ انهن سندس مذهب قبوليو. انگريز ملڪ ۾ قانون مڙهڻ ۾ سوپارا ٿيا، جيڪو سيڪيولر هو ۽ طاقتور سرڪار هيٺ مذهبي حاڪميت ڪي پاسي رکندي سيڪيولر سياست آنڌائون. هيٺ ڏنل ٽيبل ۾ راڄ ۽ راڄ ڏٽين جا سنڌو تهذيب ڪان وٺي 1947ع تائين مذهب ڏنل آهن.

| راڄ گهراڻو يا دور | راڄ ڏٽين جو مذهب | سنڌ ۾ گهڻائي ماڻهن جو مذهب |
|---|---|---|
| موهنجو دڙو | بت پرستي (سنڌو ڌرم) | بت پرستي (سنڌو ڌرم) |
| ويدن وارا ماڻهو | ويدي ڌرم | موهنجي دڙي ڌرم مٿان ويدي ڌرم جو پاڻي چڙهيل، جيڪو اُپنيشدن جي روپ ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو |
| ڪياني | زرتشت، پر ڏيهي ڌرمن سان هٿ چراند نہ ڪيائون | جين ڌرم (سندن راڄ ٿورو عرصو هليو) |
| سڪندر | لادينيت | جين ڌرم |
| موريا | ٻُڌ ڌرم | ٻُڌ ڌرم |
| باختري يوناني، سِٿي، پارٿي ۽ پهريان ڪُشان | ٻُڌ ڌرم | ٻُڌ ڌرم |
| پويان ڪُشان | هندو ڌرم | ٻُڌ ڌرم (سندن راڄ ٿورو عرصو هليو) |
| واهليڪا، راءِ (شودر) | ٻُڌ ڌرم | ٻُڌ ڌرم |
| برهمڻ | هندو ڌرم، پر ٻُڌ ڌرم لاءِ مڪمل سهپ ڌاريائون | ٻُڌ ڌرم |
| عرب | اسلام | ٻُڌ ڌرم |
| سومرا | اسماعيلي (مسلمان فرقو) | اسماعيلي |
| سما | سُني (مسلمان فرقو) | سُني |
| ارغون، ترخان، مغل | سُني (مسلمان فرقو) | سُني |
| ڪلهوڙا | سُني (مسلمان فرقو) | سُني |
| ٽالپر | شيعا (مسلمان فرقو) | شيعا |
| انگريز | سيڪيولر | اسلام/هندو ڌرم |

هنن جي راڄ جا سنہ باب ٽئين ۾ ڏسو.

## ڌرمي انداز اڏاوتون ۽ پيون شيون

سومرن جي ڦٽل ماڳن جي کوٽائي نہ ٿيڻ سبب ان دور جي ڌرمي اڏاوت سازيءَ بابت تمام گهٽ ڄاڻ آهي. جيئن تہ ٻڌ ڌرم، هندو ڌرم ۽ اسلام تيرهين صديءَ جي پڄاڻيءَ تائين گڏ گڏ هلندا آيا، سو اڏاوتن ۾ ٻوڌي ٿلن جو نقل ٿيندو رهيو، جيڪي اٺندي ڇهينءَ کان ستين صدين جا ٺهيل هئا. سڄي سنڌ ۾ رڳو ڀنڀور ۽ برهمڻ آباد ۾ ٻن مسجدن جي هجڻ جي خبر آهي ۽ ٻارهين ۽ تيرهين صدين جا ڪجھ مسلمانن جا مقبرا موجود آهن، اهي سومرن جي هيڏي ڊگهي دور جي اسلامي اڏاوتن تي تمام گهٽ روشني وجهن ٿا. سهاڳڻ ۽ ڍاڳڻ نالي ٻہ مقبرا، جيڪي گهٽو ڪري تيرهين يا چوڏهين صديءَ جي اڳياڙيءَ جا ٺهيل آهن، تن تي ٻوڌي اڏاوتي ڏانءَ جي گهري ڇاپ ڏسجي ٿي. سهاڳڻ ۽ ڍاڳڻ مقبرا ڪنهن پرٽيل ۽ بيوھ عورتن جا ناهن، جيئن سندن نالن مان لڳي ٿو، پر اهي اتر سنڌ جي شهرن الور (هي شهر تيرهين صديءَ تائين آباد هو) ۽ بکر (جتي قباچہ جي حڪومت هئي ۽ ان کان پوءِ 1217-1236ع تائين التتمش جي حڪومت رهي) جي ڪنهن وڏ گهراڻي جي مردن يا عورتن جا آهن. اڌ گول قبو سنڌ ۾ ايران ۽ وچ ايشيا مان آيو، پر الور ويجهو هي ٻئي مقبرا چٽني ڪُنبن تي ڪنيل ٿلن تي اڏيل آهن، جن جون چوٽيون گهنٽ وانگر ٺهيل آهن ۽ اها پڪ سان ٻوڌي اڏاوت ۾ ئي ٿوري نواڻ آهي. اڪيريل ۽ ڪوريل سرن سان ڪوفي ليپيءَ نموني اکرون ٺاهيون ويون آهن. هنن کي پڙهڻ جي ڪنهن ڪوشش ناهي ڪئي. انهي دور ۾ اڪيريل، ڪالبن سان وٽل ۽ ڪوريل چوڪيون سرون سنڌ ۾ عام هلنديون هيون. ٻاهرين پٽين تي ٺهيل چوڪڙيون پڻ، سبيءَ (بلوچستان) واري ڪي چڏي، ڏکڻ ايشيا جي ٻئي ڪنهن يادگار جو نقل ناهن. سبي پاڻ بہ انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو حصو هئي. مقبرن تي ٺيل چٽسالي بہ ديسي ئي لڳي ٿي. ڏسڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ ٻوڌي ۽ هندو رازن مسلمانن جا يادگار اهڙي نموني ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جيئن اهي ٻاهران ان وقت جي اسلامي عمارتن جهڙا لڳن. برهمڻ آباد-منصوره مان لڌل پُوت ڪن غير مسلم سنڌين جا ديوتا بہ ٿي سگهن ٿا. ڳچيءَ ۾ نانگ ويڙهيل ديوتا شِو ٿو لڳي. سنڌ عجائب گهر ۾ شڪارپور مان آيل ڪاٺ تي اڪيريل ويهين صديءَ جو شِو تيرهين صديءَ ۾ پتل جي سانچي ۾ ڍاليل جهڙو ٿو ڏسڻ ۾ اچي ۽ مُڇون اٿس. شِو، جوڳ (يوگا) واري انداز ۾ پلٽ هٽي ويٺل پڻ ڏيکاريل آهي.

## جوڳ انداز (پلٽ هٽي ويهڻ) جي شروعات


75




77


78


79


80


81

075. موهنجي دڙي جي مُهر تي ٽِ-مُنهون ديوتا جوڳ انداز ۾، سگن واري ٽوپ سان، جنهن جا سيني قسمن جا جانور ڏاريل آهن. هن کي شِو يا مهاوير ڪري سڃاتو ويو آهي. ٻُڌ جو پڻ اهڙو انداز آهي.

076. موهنجي دڙي مان ئي لڌل ٽِ-مُنهون ديوتا جوڳ انداز ۾.

077 ۽ 079. ميرپورخاص مان لڌل ٻُڌ، جوڳ انداز ۾. (ڪزنس).

078. شِو، جوڳ انداز ۾، شينهن مٿان سوار ۽ ڪنڌ تي نانگ ويڙهيل. (ڪرم چند دودائي).

080. اتر وچولي چين مان لڌل ٽڪر کوري ٺاهيل ٻُڌ.

081. مهاوير، جوڳ انداز ۾.

ريجاڻي سماج ۾ حڪومت پوڪي راهيءَ سان واڳيل آبادگارن تي فوج ۾ زوريءَ ڀرتيءَ سميت ڪيتريون ئي گُهرون مڙهينديون آهي. حڪومت جاگيردارن، منصبدارن ۽ مذهبي تعليمي ادارن ڪي سپاهه هٿيارن سوڌو پهچائڻ لاءِ چوندي آهي. ويندي انگريزن به پهرين ۽ ٻين مهاڀاري جنگ ۾ ائين ڪيو. رڳو انهي اڪيلي سبب جي ڪري ئي انهن چالاڪيءَ سان ڳوٺ جي چڱي مڙس/وڏيري ڪي پرڀائي به رکيو هو ۽ دهمان هيٺ به. هٿياربند ويڙهه ۽ هٿيار هلائڻ کان اڻڄاڻ نوجوانن ڪي سندن آسانيءَ آهر، جنهن سان اهي ان قسم جي بهادريءَ ۽ دليريءَ تي قادر ٿي سگهن، گڏ ڪيو ويندو آهي. اهڙي قسم جو لشڪر سدائين هار ڪائيندو آهي. اهو آهي مکيه ڪارڻ ريجاڻي ماڻرين تي وري وري ڌارين پاران قبضو ڪرڻ جو، جيڪي وري پاڻ به ڏڏا ٿي انهن ديسن ۾ وسي ويهي رهندا آهن ۽ ٻن کان ٽن پيڙهين ۾ پنهنجي اها جوت ۽ هٿياربند ويڙهه جو ڏانءُ وساري ويهندا آهن: ڪڙمين مان لشڪر ڪڙو ڪندا آهن ۽ نتيجي ۾ هار ڪائيندا آهن ۽ سندن جاءِ ٻيا اچي والارينداآهن. ان حساب سان سنڌ جي گهڻن راڄ گهراڻن جي سراسري ڄمار باب ٻئين واري ٽيبل ۾ ڏيڪاريل ستر سال بيٺي آهي. ٻين ريجاڻي ملڪن ۾ پڻ ائين ئي ٿيندو آيو آهي.

| 82 | 83 | 84 |
|---|---|---|
|  |  |  |

| 85 | 86 | 87 |
|---|---|---|
|  |  |  |

88



**ڏاها ۽ سورهيه**

082. ڪنفيوشَس. چيني سڌاچاري ڏاهو، 551-479 ق.م.
083. زورِيسٽر (زرتشت)، 628-551 ق.م.
084. لائو زُو، ڇهين صدي ق.م جي پڇاڙيءَ کان پنجين صدي ق.م جي اڳياڙي.
085. هند جي گنڌارا متي جو ٻوڌيسَتوا. پهرين يا ٻين صدي عيسوي.
086. چنگيز خان، 1162-1227ع.
087. نادر شاهه.
088. سائرَس اعظم، 590-529 ق.م.

89


90


91


92


93


94


95



96


97


98


99


100


101


102


103


104


105


## ماتا ديوين ۽ ديوتا

.089 ماتا ديوي، 3000-2000 ق.م.
.090 (ماتاديوي) ٺڪر جو بت، دور VII، مهرڳڙهه.
.091 ڏاند منڍيون (7500 ق.م).
.092 ٺڪر جو ڏاند، موهنجو دڙو (2300-1700 ق.م).
.093 (ماتا ديوي) گند جي ڍير مان مليل بت جو مٿيون حصو، دور VII B/C (مهرڳڙهه).
.094 (ماتا ديوي) ديويءَ جو بت، سيڪٽر MR F، دور VI/VII (مهرڳڙهه).
.095 (ماتا ديوي) ٺڪر جو بت، دور VII (مهرڳڙهه).
.096 (ماتا ديوي) ٺڪر جو بت، دور VII (مهرڳڙهه).
.097 (ماتا ديوي) ديويءَ جو بت، دور VII B/C (مهرڳڙهه).
.098 (ماتا ديوي) ديويءَ جو بت، سيڪٽر MR F، دور VI/VII (مهرڳڙهه).
.099 (ماتا ديوي) ديويءَ جو بت، سيڪٽر MR F، دور VI/VII (مهرڳڙهه).
.100 (ماتا ديوي) ديويءَ جو بت، سيڪٽر MR F، دور VI/VII (مهرڳڙهه).
.101 ٽيپي سراب جي وينس، نيولٿڪ جُڳ، 6000 ق. م ڌاري.
.102 وينس ڊي ميلو، سي. 100 ق.م.
.103 ڪيپيٽولين جي وينس، چوٿين صدي ق.م.
.104 ماتا ديوي (ايران)، اهڙي ئي مهرڳڙهه ۾، 7000-5500 ق.م.
.105 (ماتا ديوي) ٺڪر جو بت، دور VIII (مهرڳڙهه).

باب پنجون

# ريجاڻي سماج ۾ ڪڙميءَ جو سماجي ۽ معاشي رتبو

ريجاڻي سماج ۾ حڪومت يا ڪڙمين جي رتبي ۽ رهڻي ڪهڻيءَ مان پڌرو ٿيندڙ عام نمونو ٻڌائي ٿو ته:

- پنجن پاتين واري هڪ ڳوناڻي آڪهه پراڻن طريقن سان پنج ايڪڙ ٻني ڪاهي پنهنجي هڪ سال جي پورت اَنُ اپائي سگهي ٿي، جيڪڏهن اهي پنهنجي سموري اُپت پاڻ رکي سگهن ته. پر اهي ائين نٿا ڪري سگهن، ڇاڪاڻ ته انهن کي ان اُپت جو اڌ يا اڃا به متي بٽئيءَ ۾ ٻنيءَ جي مالڪ کي ڏيڻو پوي ٿو جنهن جي ذمي ريجاڻيءَ لاءِ پاڻيءَ جو بندوبست ڪرڻ هوندو آهي ۽ ريجاڻي سرشتي جي ڪوتائيءَ ۽ ڪاتيءَ تي لڳندڙ پورهئي جو بار ڪڙميءَ تي هوندو آهي. انگريزن ڪڙمين جي انهي زوريءَ ونگار يا ڇيڙ مان جند هوريان هوريان ڪري ڇڏائي.
- پنهنجي ڪمائيءَ کي سهارو ڏيڻ لاءِ اهي واندڪائيءَ ۾ ٻين وٽ ٻنهه گهڻ يا پرماري اگهن تي ڪمائيندا هئا - ٿورڙي واڌو ڪمائيءَ يا رڳو مانيءَ تي. سنڌ ۾ ائين سچ پچ اڄ به آهي.
- ڪڙمي سماجي طور اوچو يا نيچ ليکيو وڃي ٿو، رڳو اڇوتن کان ٿورو مٿيرو. هندو ذات پات سرشتي ۾ ”وئش“ لفظ پنهنجي ٻني ڪرڻ واري آبادگار يا پانشالا تي لاڳو ٿئي ٿو، هاريي تي ٻني ڪاهڻ واري هاريءَ يا راهڪ تي نه. سندس رتبو سماجي، سياسي ۽ معاشي هر ليکي گهٽ آهي ۽ قانون ليکي پڻ، گهٽ ۾ گهٽ انهن سماجن ۾ ته جيڪي سنڌ ۾ جرڳي، وڏن جي فيصلي ۽ روحاني رهبر (پير) وغيره جي نالي ۾ سندس ماس روڙين ٿا. سنڌيءَ ۾ ”هاري“ (هاريي تي ٻني ڪاهڻ وارو) لفظ سنسڪرت مان ڪنيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي اڇوت. برهمڻ، ڪڙمين کي اڇوتن وارو درجو ڏنو.
- ڪيس قانون ليکي آزاد سمجهيو وڃي ٿو، گهٽ ۾ گهٽ انگريزن پاران سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ، ۽ 1856ع کان وٺي قانوني طور لازمي ڪم ڪرڻ واري پابنديءَ کان آجو آهي. جيتوڻيڪ پنين ٻن ڏهاڪن ۾ ڪڙمين ۾ سماجي ۽ سياسي سجاڳي آئي آهي، پر تڏهن به اهي اڃا تائين سماجي طور اوڇا، غريب، گهٽ لکيا پڙهيا يا اڻپڙهيل، پوئتي پيل ۽ ان سماجي ۽ ثقافتي زندگيءَ کان لڳ ڀڳ ڪٽيل آهن، جنهن جا مزا پاڪستان ۾ رهندڙ ٻيا طبقا اڄ عام ماڻين پيا.
- مختلف ريجاڻي علائقن جهڙوڪ سنڌو-گنگا پَٽن، هوانگ هُو، ميسو-آمريڪا، مصر ۽ ميسوپوٽامر (ٻهِ دريائي ديس) جي ماترين ۾، جتي الڳ الڳ مذهبن ۽ ريتن رواجن جهڙوڪ اسلام، هندو مت، عيسائيت ۽ ٻُڌ مت جو غلبو آهي، جيڪي هڪٻئي کان گهڻو الڳ آهن، ڳوناڻن جي زندگيءَ جو اپياس ڪرڻ کان پوءِ ڏنو ويو آهي ته انهن سڀني علائقن جي ڳوناڻن جا طور طريقا اڄرج ۾ وجهندڙ حد تائين هڪجهڙا آهن، جهڙوڪ:

➢ ٻنيءَ جي وارثي پُٽاڻي اولاد ذريعي.

➢ ڪٽنبن جو گڏ رهڻ، جتي ڏاڏا پڙڏاڏا ۽ پوٽا پڙپوٽا ويڙهو ناهي گڏجي رهن ۽ گڏجي ڪم ڪار ڪن.

➢ مذهبي طور طريقا، جيڪي هڪجهڙا آهن، يعني بزرگن يا سنتن جي مزارن يا تيرٿن تي وڃڻ، جيئرن بزرگن جو آدر ڪرڻ ۽ پرم ويساهه.

➢ ملندڙ جلندڙ سماجي لاڙا، جن ۾ ٻي ويساهي، پرم، ساڙ ۽ اجايا خرچ اچي وڃن ٿا.

➢ ٿوري ٽڪي ٻني ٻارو ڪرڻ وارا جهڙوڪ ڳوناڻا ڪاروباري، ڪنيار، ڪوري، واڍا ۽ لوهار پڻ ساڳئي هاريءَ واري درجي ۾ اچن ٿا ۽ سنڌ ۾ اهي پڪ سان اوچا ليکجن ٿا - رڳو شودرن يا ڀالن کان ٿورو مٿيرا.

➢ وڏڙن کان ورثي ۾ مليل ٻنيءَ جي ٽڪرن مان گهڻو ڪري هاريءَ کي پورهئي جي حساب سان مناسب ڪمائي ناهي ٿيندي، پلي ڪيڏو به سخت پورهيو ڇو نه ڪري، تنهنڪري اهو پاڻ ۽ سندس گهر ڀاتي مال ڌارڻ ۽ چارڻ ۽ هٿ جي هنر واريون شيون ناهڻ وغيره سميت ٻين ننڍن وڏن ڪمن ۾ لڳي ويندا آهن.

➢ نئين جُڳ جا زرعي اوزار، ڪيميائي مادا ۽ هٿ وارا اوزار ڪم ناهن آڻيندا ۽ سندن پيداواري طريقا گهڻو ڪري اڻ لاياٿا هوندا آهن.

➢ ڪين قومي فيصلا ڪرڻ ۾ ڪو ورلي وارو ڏنو ويندو آهي.

➢ سندن اپايل پيداوار جا اگهه سدائين سرڪار پنهنجي ڪنٽرول هيٺ رکندي آهي ۽ رڳو تڏهن وڌايا ويندا آهن جڏهن پؤ ٿيڻ لڳندو آهي يا سچ پچ ڏسڻ ۾ ايندو آهي ته هاڻي اهي اها مخصوص جنس اڳتي اپائڻ ڇڏي ڏيندا. پاڪستان ۾ سچ پچ ائين آهي، اصل کان وٺي.

➢ اٺ ئي پهر جان ۽ مال کي خطري هيٺ گهاريندا آهن.

➢ ٻنيءَ ۽ گڏو گڏ ٻئي پورهئي ۽ ڪم مان ٿيندڙ سندن ڪمائيءَ مان سندن گهر ڀاتين لاءِ في ڀاتي گهربل ڪيلوريُن جيترو سِيڌو سامان مس پورو ٿي سگهندو آهي. ان قسم جي پو ڳڻائن ڪري سندن ٻچ ڪري قد

106




Oxygen-18 variations of planktonic foraminifera as function of time in deep-sea cores raised from the Caribbean sea, the Indian Ocean, the Mediterranean Sea (C. Grazzini, unpublished) and the Pacific Ocean. Odd numbers represent warm isotopic stages defined by Emiliani.

107




دنيا جا پڇين مِلين (ڏهه لک) سالن جا برف جا مقدار، اونهن سامونڊي وچن ۾ 0-18 / 0-16 نسبتن آڌار. ٿلهيون ليڪون 700،000 سالن دوران جاتل سمورن ستن ئي برفاني جُڳن مان هر هڪ مان گرميءَ وارا عرصا ڏيکارين ٿيون. پاسيري ٽُڪ ٽُڪ گهٽ برف وارا اهي عرصا ڏيکاري ٿي، جيئن هاڻوڪي دور ۾ ڪڏهن ڪڏهن ۽ تمام ٿوري عرصي لاءِ ٿئي ٿو.
نيشنل ريسرچ ڪائونسل، 1975، ص. 130 تان برائسن پاران ٺهڪائي ڻاهيل، 1977، ص. 127.

## سَتي ۽ آبهوا تي اثر ڇڏيندڙ عنصر



108. ”ستي“، هڪ رسم، جنهن ۾ ستي پنهنجي مئل مڙس جي چِتا تي پاڻ گهوري ڇڏيندي هئي، هريش جي سلطنت ۾ عام هئي. اڳتي هلي هن کي هڪ رضاڪاراڻي استحقاق طور ڪيترن ئي مشهور مثالن ۾ آدرشي بڻايو ويو، خاص ڪري راجپوتن ۾. هي خاڪو مٿس 1829 ۾ روڪ لڳڻ کان ڪجهه سال اڳ ٺاهيو ويو هو.

109




Ice ages through geological time. The right hand side of the curve corresponds to periods of major ice sheet formation with each period including several glacial and interglacial stages. The left hand side of the graph corresponds to periods with no known glaciation, with intermediate position indicating the possible extent of mountain glaciation.

110




Generalised temperature trends for the past 5 Myr. The age and polarity scale (Tarling & Mitchell, 1976) has been combined with curves of Theyer (1972) and Blank & Margollis (1975). It is emphasised that these are only generalised trends which cannot yet be adequantely quantified.

بندرا ٿي ويندا آهن، ڇاڪاڻ ته اهڙين حالتن ۾ گهٽجي ياڳي اهي ٿي جالي سگهندا، جن کي گهڻ ڪيلوريُن جي ضرورت هوندي.

- سنڌن ڪاڏو بنيادي انساني مطابقتن ۾ بلڪل نرالو آهي: ان ۾ جانور جي گوشت جو پروٽين گهٽجي ياڳي لڳ ڀڳ هوندو ئي ناهي. سنڌن گذران ٻوٽن جي پروٽين تي هوندو آهي، جن ۾ جانور جي گوشت وارا سمورا 21 ئي اَئِمينو ايسڊ ورلي ڪو هوندا آهن. ماڻهوءَ جو جسم پروٽين جي ڪوٽ جي موٽ هڏن جي واڌ رڪجڻ ۽ ساماڻجڻ ۾ ديرِ سان ڏيندو آهي.
- وڏيرڪي آپيشاهي راڄ وارن ڏينهن ۾ ڪڙمين کي پنهنجي اُپت پاڻ سڌي کپائڻ، پنهنجا ڍور وڪڻڻ يا پنهنجا پٽ ڏيئون سنڌ جي مدرسن مندرن کان پڇڻ بنا پرٽائڻ جي اڄ تائين موڪل ناهي.
- ڪيترائي ڀار صحت جون سهولتون نه هجڻ ڪري وقت کان اڳ مري ويندا آهن.
- ڪڙمين جي ڳوٺن ۾ سيني جو ڀهرڻ اوڇڻ توٽي گهر گهٽو ڪري هڪجهڙا هوندا آهن. 1947ع تائين راهڪن جي ڳوٺن جون مايون ڳاڙهو چولو، رئو ۽ سوسيءَ جي سُٿڻ پائيندون هيون، جڏهن ته مرد ڪاري يا نيري گوڏ، رنگين چولو ۽ بلڪل سستي اڇي ڪپڙي جو پٽڪو پائيندا هئا. سياري ۾ اجرڪ جسم جي مٿئين ياڳي کي ويڙهبو هو. مردن توٽي ماين ٻنهي جا پير گهٽو ڪري اگهاڙا هوندا هئا، سواءِ ٻنيءَ ۾ هر ڪاهڻ ۽ ڪاڏي ٻئي پاسي وڃڻ جي.
- اهي وڏن ويڙهن کي فائديمند سمجهندا آهن. ڏنو اهو ويو آهي ته ڏاڏن پڙڏاڏن کان وٺي پوٽن پڙپوٽن تائين وڏو ڪٽنب هڪ ئي ويڙهو ناهي گڏجي رهندو آهي ته جيئن هڪٻئي سان ڪم ڪار ۾ هٿ ونڊائن، بهتر گذران ڪمائن ۽ ڳوناٽي برادريءَ ۾ مٿيرو رتبو ماڻڻ جوڳا ٿين. گهڻا ڀار ٿيڻ وري ڀارن جي وڏي انگ ۾ مرڻ خلاف انشورنس پڻ آهي.
- ڳوناٽن کي گهڻا ڀار پيڙيندڙ مالي بار نه لڳندا آهن، ڇو ته اهي پوڪ تان جهار جهرڪي ۽ ڍور تڙيندا آهن، مال لاءِ گاهه ڪندا آهن، ٻارڻ لاءِ ڪاٺيون ڪري ايندا آهن ۽ ٻنيءَ ۾ ڪم ڪندڙ وڏن لاءِ ماني ڪٽي ويندا آهن. تنهن هوندي به سڄي آکهه کي گهٽي محنت ڪرڻي پوندي آهي، ڇو ته ٻارن مان ملندڙ لاڀ انهن کي تاتڻ تي ايندڙ لاڳت کان گهٽو گهڻ هوندو آهي. ڳوناٽن گهرن ۾ جم روڪ مهمن تي ڇترون ٿينديون آهن ۽ ناڪامي سنڌن مقدر هوندي آهي جيستائين سنڌن آمدني حڪومت پاران اگهن تي هٿرادو ڪنٽرول ذريعي وڌي نٿي.
- ڪڙمي طبقي ۾ هڪٻئي سان ساڙ هجڻ ڪري جيڪڏهن ڪو معاشي طور سڌرندو آهي ۽ محنت ڪري سکيو ستابو ٿيندو آهي ته معاشري جا ٻيا ماڻهو ڪيس مختلف موقعن ۽ عيدن برادن تي پليون دعوتون ڪرڻ لاءِ ٽيڪرون ڏيندا آهن ۽ جيڪڏهن ڪا عيد براد ويجهي ناهي هوندي ته خيرات ڪرڻ لاءِ ٽيڪون ڏيندا اٿس ۽ ائين جيڪو ٿورو گهڻو انهي ويچاري گهر بچايو هوندو آهي سو ڳوٺ وارن جي پيٽن ۾ هليو ويندو آهي، ان ڪوڙي پرم آسري ته اهو الله ڏي سنڌن قرض ٿيو، جيڪو ان جي موٽ ۾ سنڌن گهر کي سکيو ستابو ڪندو.
- ڪٽنب جي ڪمائيءَ کي سهارو ڏيڻ لاءِ گهٽو ڪري واندڪائيءَ واري وقت ۾ ناهيل هٿ جي هنر واريون شيون مشيني ٺهيل سستين شين جو مقابلو نٿيون ڪري سگهن ۽ مٿن جيترو پورهيو لڳندو آهي تنهن جي ٿورڙي پتي مس اگهڙندي آهي.

جيئن ته ڳوناٽي سماج ۾ ڇوڪرين سميت گهر جي هر ياتيءَ جي گهر جي ڪمائي وڌائڻ ۾ پتي هوندي آهي، تنهنڪري ڇوڪرين جون ڇئن قسمن جون شاديون عام آهن:

1. ڇوڪرين جي ڏي وٺ: ڪا ڇوڪري ڪنهن ٻئي گهر ۾ پرٽائي ڏني ويندي آهي ته ان جي هٿڻ (عيوض) ۾ انهي گهر جي ڇوڪري پنهنجي ڪنهن ڇوڪري جي ڪنوار بڻائي آندي ويندي آهي. اهڙي طرح سان گهر ياتين جو انگ پورو رکيو ويندو آهي.
2. ڇوڪري گهٽو ڪري ويڙهي اندر سڳي سؤٽ ماسات سان پرٽائي ويندي آهي. اهي پلي ڪٽي ڏار ٿي رهن تڏهن به ويڙهي جي حساب سان ياتي پورا سمجهيا ويندا آهن.
3. جندبو پاڙو: ڪڏهن ڪڏهن ڇوڪري ان شرط تي پرٽائي ڏني ويندي آهي ته نياڻو سڄي ڄمار ساهرن سان گڏ رهندو.
4. ڪو وڏو ڪٽنب، جنهن ۾ ڇوڪريون ڇوڪرن کان گهٽيون هجن ۽ هٿڻ وٺڻ لاءِ ڇوڪرا نه هجن، اهو ڇوڪريون بنا هٿڻ يا ڇئجي ته اوڌر تي ان شرط تي پرٽائي ڏيندو آهي ته گهوٽيتي آکهه ۾ يا ان جوڙي کي جيڪا ڇوڪري ڄمندي سا اهي اڳتي هلي انهي ڪنوار جي مائٽن کي ڏيندا. هن قسم جي شاديءَ کي عام ٻوليءَ ۾ پيٽ ڇيو ويندو آهي.

اهي آهن ڳوناٽي غربت جا بنياد، جن پيڙهن مٿان ڳتيل آبادين وارا شهر، عظيم سلطنتون ۽ تهذيبون اڏيون ۽ اوساريون ويون.

## آبھوا تي اثر ڇڏيندڙ عنصر

### 111 سنڌ ۾ مينهن ۾ ڦيرڦار 9،000-2،000 ق.م




لنڪرڻسَر، راجستان، هندستان جي ٻُور ڪٽڻ جي سنڌ مان ڪٽيل سانوٽيءَ جي برساتن جو مقدار. برائسن، 1975a تان ٺهڪايل؛ سنگهه، 1971 آڌار.

### 112 آخري سڪاريا ڏينهن 900-1200ع ۽ آخري برفاني جُڳ 1430-1850ع




برائسن جي هيءَ گرافي ليڪ هاڻوڪو گرمي پد 900-1200ع وارن کان وڌيل ظاهر ڪري رهي آهي. اصل ۾ اهي هاڻوڪي کان وڌيڪ هئا.

### 113 ڌرتيءَ جو پٺين 900،000 سالن دوران سراسري گرمي پد




تصوير(a) پڌرو ڪري ٿي تہ آبھوا 900،000 سال اڳ ڪانوٽي ڪنھن بہ هزاريءَ ۾ هڪجھڙي نہ هئي. سدائين لاها چاڙها ايندا رهيا. سڀ کان تڏي لهر گهٽو ڪري 130،000 کان 140،000 سال اڳ هئي. تصوير (b) گرمي پد ۾ پٺين 150،000 سال اڳ ڪانوٽي آيل لاها چاڙها پڌرا ڪري ٿي ۽ هن منجهان سڀ کان ٿڌو عرصو اٽڪل 18،000 سال اڳ وارو هو.

تصوير (c) گرم جُڳ جي اٽڪل 22،000 سال اڳ (20،000 ق.م) ڌاري شروعات، ان کان پوءِ ٿڌ جون بہ لهرون اچڻ ۽ گرمي پد ۾ 13،000 ق.م کان پوءِ (15،000 سال اڳ) واڌارو، لاهن چاڙهن وارين لهرن سان، ۽ هاڻوڪو 7،500 يا 4،000 ق.م کان گهٽ گرمي پد پڌرو ڪري ٿي. ماخذ برينائيل، گورن (ايڊٽ). دي هيومنز 1994، هارپرس، سان فرانسسڪو.

### 114 آخري برفاني جُڳ جو انت 20،000 ق.م کان هنوقت تائين




هيءَ گرين لينڊ مان پڙتال ڪيل آڪسيجن جي 160 ۽ 180 تناسب آڌار جڙيل آبھوا جي سڀ کان سچر تصوير آهي. جيئن تہ هوا جو 018 ياڳو ڪنھن بہ وقت سڄي دنيا ۾ هڪجهڙو ۽ ڪنھن بہ وقت ان وقت جي گرمي پدن سان نہ مٽجڻ جوڳو رهندو، اهم نتيجا هي آهن:

سڀ کان ٿڌو دور 20،000 ق.م کان اڳ وارو جڏهن ڪوساڻ جي شروعات ٿي. 14،000 ق.م کان ڪوساڻ شروع ٿي ۽ 12،700-10،800 ق.م وارو گرم جُڳ هو، ليٽ گليشيل انٽرسٽيشيل (برفاني دور جي سڀ کان سچر وٿي) سڏجي ٿو. 10،800-9،800 کان ٿڌاڻ شروع ٿي ۽ 9،800 اوترو ئي ٿڌو هو جيترو 20،000 ق.م. هي جُڳ ينگر ڊرائيز سڏجي ٿو. 9،600 ق.م کان ڪوساڻ شروع ٿي ۽ انهي کان وٺي ڪوساڻ هلندي پئي اچي. 500 ق.م 20،000 ق.م لاڪر سڀ کان وڌيڪ ڪوسو واقعو هو. 6،200 ق.م ۾ گرمي پدن ۾ ٻن صدين تائين لاٽ آئي، پر وري آبھوا پير تي اچي وئي. هڪڙو ٻيو گرم جُڳ 5،000 ق.م ڌاري هو. 2،100 ق.م ڌاري گرمي پد گهٽيا، پر 1،000 کان اڳ ڪجھ صدين تائين وري ٺيڪ ٿي ويا. 800 کان 1200ع تائين ايتري ڪوساڻ رهي جيتري 3،000-2،100 ق.م ڌاري هئي. 1،200 ق.م ڪانوٽي گرمي پد گهٽجن پيا وڏي ٽبي 1450-1800ع جي وچ تي آئي. 10،000 ق.م کان اڄ تائين هولوسين جُڳ ڪوٺجي ٿو ۽ ان کان اڳ پلائيسٽوسين.

### 115 سنڌ کي ويجهو اولھ راجستان ۾ پٺين 10،000 سالن ۾ پوندڙ مينهن ۾ ڦيرڦار جي ڪَٿَ




لنڪرڻسَر ڍنڍ (سنڌ جي دنگ کان اٽڪل 250 ڪلوميٽر اپرندي 28-30 اتر ۽ 73-45 اوڀر تي) جي سطحن ۽ ٻُور ڪٽڻ جي اپياس مان سنڌ حڪومت جي ڪم آڌار ۽ برائسن پاران ٺهڪائي ناهيل، ليمب تان ڪٽي ڏنل، 1982، ص. 123.

### 116 اترئين اڌ گولي جا پٺين 100 سالن جا گرمي پد




نيشنل ريسرچ ڪائونسل، 1975، ص. 130؛ مشيل، 1963 آڌار ٺهڪائي ناهيل ۽ برائسن 1977، ص. 130 تان ورتل.

باب ڇهون

# آبهوا ۾ ڦيرا ۽ سنڌ توڙي هندي ريگستان ۾ ثقافتي اوسر

## (9،000_1،500 ق.م)

سنڌ کي ويجهو لڳندڙ ٿر ريگستان جي آبهوا جي اڀياسن جو بنياد راجستان ۾ سمنڊ کان پري وارين کاري پاڻيءَ جي ڍنڍن سامڀر (27° اتر، 75° اوڀر) ڊِدوان ('20-°27 اتر، '35-°74 اوڀر) لنڪارڻسر ('30-°28 اتر، '45-°75 اوڀر) ۽ پُشڪر ('29-°26 اتر، '33-°74 اوڀر) ۾ پاڻيءَ جي ليول کي بڻايو ويو آهي - ڀرپور ٻه هاڻوڪي هلڪي سوڪ آبهوا واري پٽيءَ ۾ (مينهن 25 کان 50 سينٽيميٽرن جي وچ تي)، ٽين سوڪ آبهوا واري ڀاڱي ۾ ۽ پڇاڙيءَ واري هلڪي گهميل پٽيءَ ۾ (مينهن 50 کان 60 سينٽيميٽر) آهن. اڀياسن پڌرو ڪيو ته:

- 9،000 ق. م کان اڳ اتي بلڪل سوڪ آبهوا هئي.
- 9،000 - 8،500 ق.م ۾ آبهوا بلڪل سوڪ کان هلڪي گهم واري جُڳ ڏانهن چُري.
- 8،500 - 7،000 ق.م آبهوا ڦري وچولي گهميل ٿي.
- 7،500 - 4،000 ق.م تمام گهڻي گهميل آبهوا.
- 4،000 - 2،000 ق.م تمام گهڻي گهميل آبهوا.
- 2،000 - 1،750 ق.م تمام هلڪي گهميل آبهوا.
- 1،750 - 900 ق.م ٿوٺ سوڪ آبهوا.
- 900 - 400 ق.م سوڪ آبهوا.
- 400 ق.م - 600ع هلڪي سوڪ آبهوا.

ٿر ريگستان جا هاڻوڪا سوڪ آبهوا وارا، هلڪي سوڪ آبهوا وارا ۽ هلڪا گهميل ڀاڱا هڪ ڏاڪو مٿي هئا يعني هلڪي سوڪ آبهوا وارا، هلڪا گهميل ۽ گهميل ڀاڱا هئا. ان طريقي سان سمورو ريگستاني پرڳڻو نارو (سکر ۽ خيرپور ضلعن ۽ ڪيري تعلقي وارو ريگستان) سڏجي ٿو.

گهميل آبهوا سان انسان کي وڏو مال (ڳائو ماهيو) ڌارڻ ۾ فائدو ٿيو ۽ اڳتي هلي پڇاڙيءَ ۾ ٿر، سبيءَ تائين ڪوهستان ۽ وچولي سنڌ ۾ زرعي پوکون ٿيون. جيڪب آباد، لاڙڪاڻي ۽ شڪارپور ضلعن ۽ دادو ضلعي جي ميهڙ ۽ خيرپور تعلقن ۾ وَٽَ آيل ٻنين تي ٻوسي يا دوباري پوک جي واڌ ويجهه ٿي. هونئن نه ته هي ساريال علائقو آهي جتي پوک کي پاڻي جون ۽ سيپٽمبر جي وچ تي ڏنو ويندو آهي. ڀرپور آگسٽ تائين سچر چڙهندڙ سيڪُ تر تائين پهچندو آهي، پوءِ اهو آڪٽوبر کان هوريان هوريان لهڻ لڳندو آهي ۽ مئي ۾ تر کان اٺن کان ٻارهن فٽن تائين هيٺ هليو ويندو آهي. انهي ٻنيءَ تي ڪاهجندڙ "دوباريءَ" ۾ مٽر، چڻا، تيلي ٻج، جَوَ ۽ ڪڻڪ شامل هوندا آهن. مٽرن جي لوڙَهه (مٽرن جو لابارو نه پر لوڙهه چئبي آهي) فيبروريءَ ۾ ٿيندي آهي، چڻا ۽ تيلي ٻج مارچ ۾ لهندا آهن ۽ ڪڻڪ اپريل ۾ لُبندي آهي. ڪو ٻه علائقو تيستائين ڏکيائي نه ڪندو جيستائين ان تي اونهاري ۾ ساريون پوکبيون اينديون ۽ سيڪ سيپٽمبر جي پڇاڙيءَ تائين تر جي سطح تي رهندو ايندو. هن جو مطلب اهو ٿيو ته سانوڻيءَ واري اوائلي ريجاڻي پڪ سان ڪئي ويندي هوندي، جيڪڏهن وڏي ايراضيءَ تي سياري جا فصل ڪرڻا هوندا ته. اڳ ئي چيو ويو آهي ته سنڌ جو ماڻهو پنج هزار پنج سو سال اڳ سنڌو درياءَ جي ڪڇي واري علائقي ۾ ڪڏن، تراين، ڪُنبن ۽ ڍورين کي آب ڪلاٽيءَ جي مند ۾ ڀرجڻ ڏيندو هو ۽ سرءُ ۾ انهن مان پاڻي نيڪال ڪندو هو ته جيئن سياري ۾ اتي ڪڻڪ پوکي. رڳو درياءَ جي پيٽ واريون ايراضيون رهبيون هونديون، جيڪي سيپٽمبر تائين ٻڏل هونديون آهن ۽ انهن مان پاڻي پنهنجو پاڻ وهي نيڪال ٿيندو آهي. ان قسم جون ڍنڍون سنڌ ڪَسَ جي پاسن سان ٿي سگهن ٿيون يا مڪي-چوٽياري ڍنڍون ۽ ٻيون ننڍيون ڪڏون ٿي سگهن ٿيون، خاص ڪري لاڙ سنڌ ۾، پر سنڌو تهذيب وارن ماڳن جي پکيڙ کي ڏسجي ته گنجائش گهٽ هئي.

117

## ڌرتيءَ جو سج جي چوڌاري مدار ڏيکاريندڙ تصوير




ڌرتيءَ جو مدار اهلجندو آهي، جيڪو ڏکڻي چڪر وار ڦيرن هيٺ ايندو آهي جيئن ڏيکاريل آهي. خاڪي ۾ مدار تي سنڌس سڌي مثاچري کان ٻاهران ٿيڏائيءَ تان اک وڏي وٺي آهي. چپٽري شڪل جي مکيہ محور a ۽ b جي وچ واري ڪنڊ نظر جي ڌوڪي جي ڪري سڌي ڪنڊ نہ پئي لڳي. سج S چپٽري شڪل جي هڪ مرڪزي نقطي وٽ آهي ۽ چپٽري شڪل جي وچ OS _ SP کان سنڌس وٺيءَ جو تناسب ايڪسينٽرسٽي يعني مرڪز کان پري وڃڻ e=OS/OP ماپي ٿو. ننڍيون ليڪون سج S ۽ ڌرتي E جي وچان ڇڪيل آهن. مدار جي سڌي مثاچري (سج جو ڦيرو) ڪي ايپون. هن ايپي ليڪ ۽ ڌرتيءَ جي قطبي محور جي وچ واري ڪنڊ اَبليڪٽتي (ٽيڏائي يا چپٽر) سڏجي ٿي. ڌرتيءَ جون سنڌس مدار ۾ هاٿوڪيون منڊن واريون بيهڪون سياري جي سولسٽس $S_W$ (سج جي اتر يا ڏکڻ هليو وڃڻ وقت)، بهار جي ايڪئي ناڪس $E_S$ (جڏهن ڏينهن رات برابر هوندا آهن)، اونهاري جي سولسٽس $S_S$ ۽ سرءُ جي ايڪئي ناڪس $E_A$ ڏسيل آهن. ڏسيل پيا بہ نقطا P آهن، جتي ڌرتي پيرهيلين (يعني سج کان وڌ ۾ وڌ ويجهو يا پري) تي آهي. منڊن وارا نقطا (ليڪن ذريعي ڳنڍيل ڏيکاريل، جيڪي سدائين هڪبئي کان سڌي ڪنڊ تي هجن ٿيون) هوريان هوريان مدار جي چوڌاري هلن ٿا تہ جيئن اها منڊ جڏهن ڌرتي سج کي وڌ ۾ وڌ ويجهي يا وڌ ۾ وڌ پري آهي هوريان هوريان مٽجندي رهي، 20,000 هزار سال لڳائي پنهنجو ڦيرو پورو ڪري. سياري جو سولسٽس $S_W$ هنوقت P کان وڌ ۾ وڌ پري وڃي رهيو آهي. (ايچ. ايچ. ليمب جي ڪلائيميٽ، هسٽري اينڊ ماڊرن ورلڊ، 1982، ص. 60 تان).

118

## جبلن تي گرم اوچائين ۾ آخري برفاني جُڳ

### ڪانوٽي وٽن جي مٿين قطار جي سراسري اوچائي




وي. مارگريٽ جي ڪم تان ليمب، 1982، پاران ٺاهيل.

119

## هنوقت مختلف اوچائين تي هلندڙ هوائون؛

### ليمب پاران تصور ڪيل خاڪو، 1982، ص. 31.




ڌرتي اولهہ کان اوڀر هلي ٿي ۽ واپاري هوائون 0_3 اتر ۽ اولهہ جي وچ تي اوڀر کان اولهہ هلن ٿيون. اولهہ کان ايندڙ هوائون اترئين اڌ گول ۾ اولهہ کان اوڀر يعني گهڙيالي ڦيري کي ابتيون هلن ٿيون جيئن اتر قطب تان ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ ڏاکڻئي اڌ گول ۾ گهڙيالي ڦيري کي سبتيون جيئن ڏکڻ قطب تان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. اهي قطبن جي ويجهو هلندڙ اولهہ جي هوائن جي ابتڙ هلن ٿيون. تنهن هوندي بہ نمونو هوبهو مٿين شڪل ۾ ڏيکاريل جهڙو ناهي هوندو، ڇو تہ ڌرتي ۽ پاٽيانا مادا ٺيڪ ٺيڪ ورهاستن کي متاثي ڇڏيندا آهن.

120

## اولهہ راجستان ۾ پڇين 10،000 سالن ۾ پوندڙ مينهن هاٿوڪي جي پيٽ ۾

### سانوڻيءَ جي چوماسي جو مينهن (مليميٽر)




راجستان ۾ پڇين 10،800 سالن ۾ سانوڻيءَ جي چوماسي مينهن جو آزمائشي خيالي خاڪو، لنڪرٽسَر ڍنڍ ۾ گڏ ٿيل پٽرايل ٻُور ڪٽن آڌار. سنگهہ اي. ايل. (1972) ويب ۽ برائسن جي ٽرانسفر ايڪئيشن ميٿڊ ذريعي موسمي خاڪن جو روپ ڏنل (972).
ڍنڍ ۾ سنڌس 3،500 سال اڳ ڏاري سڪڻ کان ٿورڙو اڳي تائين منو پاڻي هو. پٽوڪ 1978، ص. 323 تان ٺهڪائي ناهيل. مينهن جو مقدار لاڳيتو هيٺ مٿي ٿيندو رهي ٿو.

121

## موسمي ڦيرو ۽ هاليند ۾ ڪڻڪ جا اگهہ 1200-1950ع




ڪڻڪ جو مقدار جيڪو 1200 کان 1950 ۾ هڪ ڊچ گلڊر عيوض وٺجي سگهيو ٿي.
گرمي پد ---- ● ---- سان چاٽيل آهي، ڪلوگرام في گلڊر — ● — سان چاٽايل آهي.
جڏهن گرمي پد مٿي هٽا تڏهن پيداوار گهٽي هئي ۽ ڪڻڪ سستي هئي. هڪ گلڊر عيوض وڌيڪ ڪڻڪ وٺجي سگهي ٿي. هتي 1400-1450 جي وچ تي وڌيڪ پيداوار ۽ اگهہ مشڪوڪ لڳن ٿا. پٽوڪ، 1978، تان ٺهڪائي ناهيل.

122

## ڌرتيءَ جي سج جي چوڌاري هلڻ واري موسمي جاميٽريءَ جو طبعي بنياد




سج-ڌرتي سرشتي جي جاميٽري. مدار A ۽ P مکيہ محور واري هڪ وڏي چپٽري شڪل آهي. تير سنڌس هلڻ جو طرف پڌرو ڪري ٿو. اهلجڻ ۽ لهر هٽڻ پڻ ڏيکاريل آهن. اترئين اڌ گولي جي سانوڻيءَ ۾ سنڌس اتريون پاڱو سج ڏانهن اهلجندو آهي ۽ سياري ۾ اهو سج کان پري اهلجندو آهي ۽ ائين گرمر ۽ ٿڌي منڊ ٺاهيندو آهي، اهلجڻ سان گڏوگڏ لهر هٽڻ بہ ڏيکاريل آهي. هن جي وڌيڪ سمجهاڻي تصوير 117 ۾ ڏنل آهي. اي. بي. پٽوڪ اي. ايل. جي ڪلائيميٽڪ چينج اينڊ ويريئيبلٽي 1978، ص. 10 تان ٺهڪائي ناهيل.

## باب ستون

# گرم آبهوا: نئون پٿر جُڳ (نيولِٿِڪ) انقلاب، سنڌ ۾ زراعت جي شروعات ۽ تهذيب جو اُسرڻ (7,000_4,500 ق.م)

سنڌ جي آبهوا ڪڏهن بہ هڪجهڙي ناهي رهي ۽ ساڳيو ئي حال سندس خوشحاليءَ جو بہ رهيو آهي. 7,500 کان 2,000 ق.م تائين گرم جُڳ هو ۽ مينهن گهڻو پوندو هو. سنڌو درياءُ پريو وهندو هو. سانوڻيءَ جون پوکون جهڙوڪ ٻاجهري، جور ۽ ساريون تڏهن اجا هتي اڻڄاتل هيون، پر سنڌو درياءَ مان پاڻي ڪڏن، ڪُنبن، ڍورين ۽ هيٺاهين ٻنين ڏانهن نيو ويندو هو ۽ پوءِ انهن ٻنين کي وَٽَ آٽي مٿن سياري جون پوکون جهڙوڪ ڪڻڪ، جَوِي، تيلي ٻج ۽ ٻاجيون وغيره پوکڻ لاءِ آڪٽوبر ۾ پاڻي نيڪال ڪيو ويندو هو. پوکن جي واڌ ويجهہ مهر ڳڙهہ (7,000 - 2,500 ق.م)، آمري (3,700 ق.م)، ڪوٽ ڏيجي (3,300 ق.م) ۽ موهنجي دڙي (2,350 ق.م) جي اسرڻ جو ڪارڻ بڻي. ائين سنڌ ۾ هڪ لڳاتار پنج هزار پنج سو ڪن سال هلندڙ ۽ پنهنجو ڪو مَٽ ثاني نہ رکندڙ تهذيب هلندي رهي.

نيولِٿِڪ (زرعي) جُڳ اهو ٿو پڌرو ڪري تہ انسان شڪار ۽ ميڙ چونڊ تي گذر واري زندگيءَ مان پوک تي گذران واري زندگيءَ ۾ ٽپي معاشي زندگي تخليق ڪئي، زرعي فصل ڪيائين ۽ مال ڌاريائين. انهي ڏاکي ٽپڻ جو پهريون نتيجو ٿيو انسان جو ڪنهن هنڌ وسي ويهڻ. ڏکڻ اوڀر يونوچ ۾ ڪريسنٽ ملڪن، سنڌوءَ جي پَٽن ۾ مهر ڳڙهہ ۽ ايشيا جي ڪيترن ٻين ماڳن ۾ شروع ٿيندڙ هي تهذيبي ڦيرو هوريان هوريان عام انداز ۾ يورپ ۽ ايشيا جي ٻين ڀاڱن ڏانهن پکڙيو. نيولِٿِڪ انسان کي پوک لاءِ ٻيلا وڍي صاف ڪرڻا پيا. تجربي سان اهو ائين ڪرڻ لاءِ راڦي ۽ ساڙڻ واري طريقي تائين پهتو. وڻ وڍڻ لاءِ سندس اوزار پٿر جي ڪهاڙي هئي، جيڪا سنڌ ۾ روهڙيءَ، اُبِن شاهہ (ڪوٽ ڏيجيءَ ويجهو) ۽ ٻرِڄِٽ آلِڃن پاران ڳولي لڌل نيشنل هاءِ وي جي 101 ميل وٽان ملندڙ چقمق پٿر مان ٺهندي هئي. جيئن ئي زراعت جي واڌ ويجهہ ٿي تہ وڻن جا ڪوريل ٿُڙ ڊونڊيون ٻيڙيون ٿي ٻنيءَ جي پيداوار آڻڻ نيئڻ لاءِ ڪم اچڻ شروع ٿيا. اٽڪل 3,000 ق.م ڌاري ڦيٿن (چاڪن) واريون گاڏيون آيون، جيتوڻيڪ ٿانون ٺاهڻ لاءِ چَڪُ مهر ڳڙهہ ۾ پنجين هزاري ق.م جي پوئين اڌ يا دير ۾ دير 4,000 ق.م ڌاري اچي چڪو هو. ٽين هزاري ق.م جي پهرئين اڌ ۾ سَرَن جي مُڙهين سان ٺهيل 50 کان 100 يا اجا بہ 200 ٽن ڍوئيندڙ وڏيون ٻيڙيون سنڌو ماٿريءَ کان ميسوپوٽامر (ٻہ دريائي ديس - هاڻ عراق) تائين ٻنهي ملڪن ۾ سوديا ويندڙ ڪيترائي وکر کڻي هلڻ لڳيون.

چڱي طرح پير ڄمائي ويل ڳوٺاڻي معيشت جي ڪري نيولِٿِڪ ڪڙمي پاڻ ۾ گڏجي پڪين وسندين ۾ رهڻ لڳا، جيڪي اتان رڳو تڏهن لڏيندڙيون هيون، جڏهن ڳوٺ وارن جي پوک ڪرڻ واري ٻني قدرتي آفتن جي ڪري تباهہ ٿي ويندي هئي. مثال طور درياءُ وهڪرو مٽائي ٻنيءَ جو وري ريجائڻ ناممڪن بڻائي ڇڏيندو هو يا جڏهن ٻني پاڻ ڍوري ٿي ويندي هئي ۽ اڪثر ٻڏل رهندي هئي. پر جيئن ئي وسنديءَ جي آبادي سولي پهچ جو ڳي ٻنيءَ تي پلجي سگهڻ واري انگ کان وڌندي هئي تہ وڌيل آباديءَ کي پنهنجي لاءِ ڪو نئون ٿاڪ ڳولڻو پوندو هو.

عام طور هنن وسندين ۾ ڪڻڪ، جَوَ، مٽر، تيلي ٻج ۽ ڦُٽيون وغيره کاهبا هئا ۽ ڍور جهڙوڪ وڏو مال (ڳائو ماهيو)، رڍ، مِرون، ٻڪري ۽ گور گڏهہ ڌاربا هئا. ساري، جيڪا اتندي ڏکڻ هندستان ۽ چين ۾ کاهي وئي، اڳتي هلي ٻين هزاري ق.م جي منڍ ۾ سنڌو ماٿر علائقن ڏانهن آئي، جيئن انهي جي پيرَڪ ۾ ليڻ مان ثابت ٿئي ٿو. ڪُنڊين، سُئن، ڄارن ۽ دامن سان مڇيءَ جو شڪار زراعت کان پوءِ ٿيو. مڇيءَ جي شڪار جي اوزارن جو هڪ ڪارخانو هاڻوڪي ڪراچي حيدرآباد نيشنل هاءِ وي جي 101 ميل وٽ لڌو آهي.

لاڙ سنڌ جا ميداني علائقا، هڪ نرالي نظام ۽ سنڌوءَ جي ٻني تان وهي ٻنهي ڪنڌين سان اٽڪل 15-20 ميل ويڪرو پٽو ٻوڙڻ واري چلت جي ڪري، نيولِٿِڪي وايومنڊلن سان مصر ۽ عراق کان بہ وڌيڪ موافق هئا.

سنڌ جي ماٿهن سنڌو درياءَ جي پنجنَد کان هيٺ سمنڊ تائين ساليانِي چلت کي جانچيو پرکيو ۽ چڱي طرح پروڙي ورتو. اهو سانوڻيءَ ۾ وڏيون ايراضيون ٻوڙي اتي زرخيز لَٽُ ڇڏي ويندو هو، جنهن تي گهڻي محنت کان بنا ئي پوکون جهڙوڪ ڪڻڪ، جَوَ ۽ تيلي ٻج وغيره سرءُ ۾ پوکي ۽ اڳلي بهار ۾ لُٽي سگهبيون هيون. عورت زراعت ايجاد ڪئي هئي ۽ هٿ وارو کُرپو ڪم آندو هئائين. اها سڄي منڊ پورهيو ڪري ٻہ ايڪڙ پوک مس ڪري سگهندي هئي. انهن اهو پڻ سمجهي ورتو تہ

123

## اترئين اڌ گولي جا پڇين 25،000 سالن جا گرمي پد




ٽن قسمن جي ذريعن: ٻُور ڪڻن جي رڪارڊن، وڻن جي حسب نسب ۽ ڄميل برف جي رڪارڊن مان مليل انگن اکرن آڌار جوڙيل تشبيهي نتيجا. آخري برفاني جُڳ پڌرو ڪيو ويو آهي. نيشنل ريسرچ ڪائونسل، 1975، ص. 130 تان برائسن پاران ٺهڪائي ٺاهيل، 1978.

124




هڪ قطبي ڏيک، جيڪو اولهه جي هوائن جو هڪڙو ٿي سگهندڙ روپ پڌرو ڪري ٿو. وڪڙ انهن جو ٻاهريون (بلڪل ڏاکڻيون) ڪنارو ظاهر ڪري ٿو. انداز سدائين ساڳيو ناهي هوندو، پر جيترا به گول ڦيرا ۽ انهن جون بيهڪون هجن، هڪڙو وهڪرو اڌ گولي کي مند ليکي پاڻ ۾ جوڙي ٿو. تصوير ڏيکاري ٿي ته اولهه جون هوائون آمريڪا کان اتر ۾ آهن، پر ڪينيڊا، ڪيسپيئن سمنڊ جي اتر ۽ جپان اترين ڀيٽن سان، فرانس ۽ جرمنيءَ ۾ ڪيترن ئي گول ڦيرن وارو هڪ دائرو ٺاهن ٿيون. برائسن، 1977، ص. 27 تان.

125

## تاريخي ۽ دستاويزي رڪارڊ




اترئين اڌ گولي ۾ پڇين هزاريءَ ۾ موسمي ڦيرا:

(a) چين ۾ گرمي پد (هاٽوڪن ڊگري سينٽيگريڊ کان ڦريل) ايس. وين-هسيُنگ (1974) مطابق؛

(b) آئيويٽ، جپان ۾ ڊگهي عرصي تائين (هر 50 سال ۾) پوندڙ مينهن، ياموموٽو (1972) مطابق؛

(c) برسٽلڪون پائين، وائيٽ مائونٽينس، ڪيليفورنيا جي رنگ وڊٿ، لا مارش (1974) مطابق؛

(d) آئيسلينڊ ۾ سراسري ساليانا گرمي پد (سراسري ڊگري سينٽيگريڊ کان ڦيرو) برائسن (1974a) مطابق؛

(e) مرڪزي انگلينڊ ۾ سراسري ساليانا گرمي پد، ليمب (1965b) تان.

126

## ٿورڙي عرصي وارا ڦيرا




127




30،000-35،000 فٽ (9،000-12،000 ميٽر) اوچائيءَ تي هلندڙ اولهه جون هوائون جاءِ مٽائينديون آهن ۽ مائيٽي سمنڊ وارين رياستن کي ڇڏي لڳ ڀڳ سموري آمريڪا، جپان، چين جي تبت سميت گهٽي پاگي کي وڪوڙي وينديون آهن. جڏهن ته ڪيسپيئن سمنڊ، ترڪي ۽ اوڀر يورپ وغيره کي هڪ گول ڦيرو ڏار ڪري ڇڏي ٿو. تصوير ۾ اولهه جون هوائون پکڙيون آهن ۽ ٿڌ ۽ سوڪهڙو آندو اٿن.

عورت هٿ واري ڪُرپي سان جيتري پوک ڪري سگهي ٿي مرد ڏاندن جو جوڙو جوٽي ۽ وهائي انهي کان چئوڻ پنجوڻ تي وڌيڪ پوک ڪري سگهي ٿو. جيئن ته مرد وڏو مال ڌاريندو چاريندو هو، سو انهي هر ۽ پاڃاري ايجاد ڪيا. اهو مناسب ايراضين ۾ ڪنهن ڪاڏو ميڙڻ چوندڻ واري يا هٿ واري ڪُرپي سان پوک ڪندڙ عورت کان وڌيڪ ڪاڏو اپائي سگهيو پئي. ان ريت عورت پنيءَ پارو ڪرڻ کان آجي ٿي ۽ پنهنجي آزادي سدائين لاءِ وڃائي ويٺي: 8،000 سال پوءِ هوءَ پنهنجي لاءِ رڳو مرد سان برابريءَ جو حق پئي گهري. عورت جو مڙس جي مُئي تي پورجڻ يا سَتِي ٿيڻ عورت جي اهڙي ئي غلاميءَ جو هڪ نتيجو آهي.

## مهرگڙهه وارن ڏينهن کان وٺي جاگرافيائي جوڙجڪ؛ سنڌ ۾ هاڪڙو-سَرَسوَتي ۽ سنڌو

مهرگڙهه جُڳ (7،000 - 4،500 ق.م) ۾ سنڌ ۾ ٻه آزاد دريائي سرشتا هئا: پهريون هو پنجاب جا اولاهيان ننڍا درياءَ (جهلم، چناب، راوي، بياس ۽ ستلج) ۽ اولاهيون ٻه نئيون (ڪابل ۽ گومل) - بولان نئن، جيڪا پڻ پنهنجو پارهو وهندڙ پاڻي منڇر ڍنڍ ۾ اڙل واهه رستي سنڌوءَ تائين پهچائيندي هئي، ٿورڙو پاڻي آڻيندي هئي، تنهنڪري غير اهم هئي ۽ گومل جي پتي پڻ رڳو مڙئي هوندي هئي؛ ٻيو يا اوڀاريون سرشتو هو سَرَسوَتي-دِرشادوَتي-هاڪڙو، جنهن بابت جاڻ ضميمي-3 ۾ ڏني وئي آهي.

ستن دريائن وارو سرشتو، نامر نهاد رِگ ويدي قبيلن جي سرگرمين جو گڙهه، پنجاب جي پنجن دريائن، ڪابل ۽ سنڌوءَ پاڻ تي ٻڌل هو. پنجنَد کان هيٺ وارو علائقو "سَپتَ سنڌو" سڏبو هو ۽ ائين سڏجڻ ٻه گهربو هو. ويندي 1644ع تائين ٻه پنجنَد کان هيٺ وارو علائقو "هفت دريا" يا "ست درياءَ" سڏبو هو، جيئن ميرَڪ ٻڌايو آهي.

ٽالمي (150ع) جا ست درياءَ ساڳيا مظهر شاهجهانيءَ وارا آهن، سواءِ ان جي ته ٽالمي پنهنجي سرشتي ۾ ستلج بدران سوات درياءَ کي آندو آهي. اوائلي تاريخي جُڳن ۾ سنڌو سرشتي جا ست درياءَ سندس ست مُنهن سڏبا هئا. سَپتَ سنڌو علائقو گهٽو ڪري بهاولپور ۽ سکر ڊويزنن جي سنڌوءَ جي ڪاٻي پاسي وارن پاڳن تي ٻڌل هو. رِگ ويدي قبيلن جو پَوِتر درياءُ سنڌو هو، جيڪو سندن ديوتائن مترا، ورڻ ۽ ديائوسس جي جوڙ جو هو. گنگا درياءُ 500 - 400 ق.م کان پوءِ پَوِتر ٿيو.

رِگ ويد ۾ سنڌوءَ جي ساراهه ۾ هڪ پچن آهي. انهن سنڌوءَ جو شان تڏهن (800 ق.م) ڳايو، جڏهن سنڌ پنجنَد کان هيٺ ڏکڻ ايشيا ۾ يا گهٽو ڪري سموري ڄاتل دنيا ۾ وڌ ۾ وڌ اُپائو علائقو هو.

اوڀارئين دريائي سرشتي، جيڪو اٺويهين صديءَ جي ٽيهن واري ڏهاڪي تائين هڪ تاريخي ڳُجهه هو، ٿي مها هندي ريگستان جو وچائجي ويل درياءَ سَرَسوَتي چانيل هو. هن درياءَ جي کوڙ سارن ڳولا ڪندڙن منجهان ڪجهه ڏيان جوڳا هي آهن: پاٽِنجر، برنس، مِڪ مردو، اسڪاٽ، بيڪر، فائيف، سِي. ايف. اولڊهام، آر. ڊِي. اولڊهام، هيگ، راورٽي، مِنچِن برنس، ڪزنس، وائيٽهيڊ، اسٽائين، پِتاوالا، لئمبرِڪ، بِيمَل گوز، اَمَلڪار ۽ هي ليڪ. ڏيڍ صديءَ جي وڏي سوڌ (تحقيق) کان پوءِ اهو نتيجو ڪڍيو ويو ته هاڪڙو يا ايرندو نارو ئي سَرَسوَتي درياءَ جو برفاني (پلائيسٽوسين) جُڳ دوران اصل پيٽ هو ۽ اڳتي هلي انهي ۾ ميينهن تي وهندڙ ڌارائن جهڙوڪ گهگهر، جهنگڙي، دِرشادوَتي، ريٽي ۽ مرڪنڊا جو پاڻي اچي پوندو هو. ستلج جي ڇَرَ جو پاڻي پڻ هر پيري چاڙهه واري مند ۾ هاڪڙي ۾ اچي پوندو هو ۽ سنڌو درياءَ جي ڇَرَ جو پاڻي پڻ پنجنَد ۽ ٻکر جي وچ وٽان منجهس پوندو هو.

هنن دريافتن جو خلاصو "گرائونڊ واٽر" (1964) ۾ ڏنو ويو آهي ۽ اڏامندي ڇڪيل تصويرن جي مدد سان وڌيڪ ڪم هلندو رهيو، جنهن ايرندي ناري (هاڪڙي) ۽ سَرَسوَتيءَ جو پاڻ ۾ بلڪل ڇتو لاڳاپو پڌرو ڪري ڏنو. جاگرافيدانن هومز ۽ وِلهيلمي ۽ آثار پارڪو رفيق مغل (1973) هن تي وڌيڪ ڪم ڪيو آهي. انهي بابت جاڻ ضميمي-3 ۾ ڏني وئي آهي.

هنوقت بلڪل پڌرو ٿي چڪو آهي ته سَرَسوَتي-هاڪڙو برفاني (پلائيسٽوسين) جُڳ دوران هڪ آزاد دريائي سرشتو هو. پربتي چرپرن جي ڪري ٻين هزاري ق.م ۾ سندس پاڻي گهٽجڻ شروع ٿيو ۽ نتيجي ۾ پراڻي سنڌو تهذيب واريون وسنديون ڪالِيبَنگان، هستِناپور، عالمگيرپور، بهادر آباد، يُوٽ، پيدراڪلي، فتحگڙهه، مندرا، همايون گڙهه، دلمن، يَوَر، بدوپال، رنگ محل، قيصر، صورت گڙهه، سردار گڙهه، سوهاڪوٽ، بجين گڙهه، رامسنگهه پور، هاڪڙو، سَنڌن والا، مروٽ، ڪُٽروالا، لُوڙيوالا، بوروار، انوپگڙهه، ڦُلرا، ميرواهه، مانگڙهه ۽ ڊينگڙهه ڦِٽڻ لڳا. هي ماڳ بيڪانير ۽ بهاولپور علائقي جا آهن، هاڻوڪي سنڌ جا نه. سنڌ جي انهن جي همعصر ماڳن جي اجا پڙتال ناهي ٿي. تنهن هوندي ٻه، هي سرشتو ڪم ڪندو رهيو، منجهس پاڻي ڏينهون ڏينهن گهٽجندو رهيو. سڪندر جي سنڌ فتح ڪرڻ وقت (325 ق.م) ٿي سگهي ٿو ته هي سرشتو سچو سال نه وهڻ واري حال تي نه رسيو هجي، گهٽي پاڳي سانوڻيءَ جي مند ۾ وهندو هجي، تڏهن ٻه انهي مند ۾ منڍ جمڙائو کان هيٺ ڪافي پاڻي پهچائي خريف جون گهٽ ٻيهندڙ پوکون ڪرڻ ۾ مدد ڪندو هجي. ان مند دوران ٿي سگهي ٿو ته منجهس ٻيڙن جي اچ وڃ ٻه ٿي سگهندي هجي. وقت گذرڻ سان منجهس پاڻي وڌيڪ گهٽبو ويو ۽ تيرهين صديءَ جي منڍ تائين بلڪل سڪي ويو.

## گبربند

گهٽو ڪري آمري جُڳ واري اوَريڪ پيري ائين ٿيو جو ڪوهستان ۾ گبربند ٻڌا ويا. اهي پاڻي گڏ ڪرڻ جا نه پر پاڻيءَ کي ٻئي پاسي موڙڻ جا بند هئا. اهي ڳَندين يا ڇاڻن جو ڪم ڏيندا هئا ۽ اوچتي آيل آفت جي پاڻيءَ منجهان ڪجهه کي پاسي وارين ٻنين ڏانهن موڙي ڇڏيندا هئا، جن کي هيٺ

## ويهين صديءَ تائين هلندڙ اڳوڻا زرعي ڪم



















### هن تصوير ۾ ٻنيءَ ۾ ٿيندڙ سمورو ڪم ڏيکاريل آهي

128. اٺ سان هر ڪاهڻ، 10 ڪان ارڙهين صدين ۾ عام هو.
129. ڏاندن سان هر ڪاهڻ ويهين صديءَ ۾ ائين ئي عام هو جيئن 5,000 سال اڳ.
130. هر ڪاهجي وڃڻ ڪان پوءِ ڪڙا پچڻ، عورتن لاءِ هڪ هلڪو ڪم، جيڪي پنهنجي پٺين تي ٻار ڪڻي به اهو ڪم ڪنديون هيون.
131. ڪنهن فصل جو ٻج هر جي پٺيان پٺيان ٻنيءَ ۾ وجهڻ، جيئن ته ٻني ڀُريل هوندي آهي، سو ناڙيءَ ذريعي ٻج مناسب گهربل اونهائيءَ تي هليو ويندو آهي.
132. ساڳيو ڪم هٿن سان، پهرئين پاڻيءَ ڪان ڪجهه ڏينهن پوءِ.
133. عورتون سارين جو رونبو ڪندي.
134. مرد عورتن پاران رونبي ۾ ڇڏيل وٽين ڪي پريندي.
135. ڏاندن سان هر ڪاهڻ.
136. ڳاهه ڳاهڻ.

هي سڀ اڳوڻا طريقا سنڌ ۾ سومرن جي جُڳ ۾ توڙي ويندي 1980ع تائين عام هئا. خاڪا 130، 132، 133 ۽ 134 انڊيا آفيس لائبريريءَ ۾ رکيل، وليم مورڪرافٽ لاءِ 1820ع ڌاري ٺاهيل ايم. ايس آڏار آهن.

متاهين آهر اٽڪل ويهن ڪان ٽيهه انچ پاڻي ڪجهه ڏينهن تائين جهلي سگهڻ جيترا ٻنا ڏنل هوندا هئا ته جيئن اهو پاڻي اها زمين چُوهي وٺي. اهڙي ريت ريجيل اها ٻني جڏهن وَتَ ايندي هئي ته ان تي اَن يا تيلي ٻجن وارو ڪو فصل ٽيندو هو. 4،250 – 3،800 ق.م ڌاري وارو عرصو مينهن جو گهٽجي وڃڻ ظاهر ڪري ٿو ۽ ٿي سگهي ٿو ته انهي جي ڪري سنڌ ۽ بلوچستان ٻنهي ۾ گبربند ٻڌڻ جي ضرورت پئي هجي.

## ڪوهستان ۾ ڦانگ نئن تي اڏيل گبربندن جون ماپون، پيڙهه وارا مواد، اڏاوتي تفصيل ۽ رٿيل ڪم

| اڏاوت | ديگهه (ميٽر) | اوچائي (ميٽر) | وڏ ۾ وڌ ويڪر (ميٽر) | ٽاپ جي ويڪر (ميٽر) | پيڙهه وارا مواد | اڏاوتي تفصيل (مقدار $m^3$) | ڪم |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ڏڪڻ | 100 | 3 | 8 | 3 | متاچري تي ايريل واريا سي پٿر جي ٽڪري | متاچري تي واريا سي پٿر جي ٽڪريءَ متان سُڪو اڏ گهڙيو ٽڪر (1650) | ننڍو ڳنڍيو يا چاٻ؛ پاڻيءَ جو ڀريون زور جهلڻ لاءِ |
| اوير | 126 | 7.8 | 30 | 7 | پٿر ڍِڳُ تي نهيل ٽڪري | ٻٽو ڪنيل، وچ تي مٽيءَ جو ڀراءُ، اوپاري ۽ لهواري سڪي اڏ گهڙئي پٿر جون مُهاڙيون (43،340) | پاڻيءَ جي سوئر-پُني ڪُٻ وارو لنگهه بند ڪري ۽ وهڪري کي ڏاڪڻي بند ڏي موڙڻ |
| اتر | 136 | 4.2 | 8 | 3 | لَٽُ | هيڪوٽو ڪنيل، اندران مٽيءَ جو ڀراءُ، اوپاري ۽ لهواري سڪي اڏ گهڙئي پٿر جون مُهاڙيون (2،650) | آفت ماتريءَ جو اتريون چيڙو بند ڪرڻ |
| اولهه | 75 | 3 | 10 | 3 | لَٽُ | هيڪوٽو ڪنيل، اندران مٽيءَ جو ڀراءُ، اوپاري ۽ لهواري سڪي اڏ گهڙئي پٿر جون مهاڙيون (1،350) | ٻوڙان ٻوڙ واقعن دوران تري ۾ ويهي وڃڻ واري هلڪي مٽيءَ کي اڳتي گهَٽُ نه ڏيڻ |
| چشمو | 35 | 2 | 7 | 2 | پٿر ڍِڳُ تي نهيل ٽڪري | پٿرن جي ڍِڳَ ٽڪريءَ متان سڪو اڏ گهڙيو ٽڪر(315) | چشمي جون وهنڊڙيون موڙڻ لاءِ ننڍي چاٻ |

انهن گبربندن جا نشان ڪوهتراش، گوزو نئن (ڪوهتراش ڪان 30 ميل اتر ۾ ننگ نئن جي مٿين ماتريءَ ۾) جي ڀر پاسي ۽ قمبر تعلقي ۾ سيتا ۽ ٽپڻ نئن جي وچ تي لڌا آهن.

هاروي ۽ فلئمر ٻارڻ نئن تي اهڙن ماڳن جي ڳولا ڦولها ڪئي آهي، لئمبرڪ ۽ مُجمدار وغيره اهي اڳي ئي رپورٽ ڪيا هئا. انهن جون پڪيڙون هتي ڏنل ٽيبل ۾ ڏنيون ويون آهن ۽ ترِچا پاڳا ۽ رٿائون ماڻهوءَ جي ڪاريگريءَ ۽ ان بابت سندس سمجهه ظاهر ڪن ٿيون ته انهن اڏاوتن کي پاڻيءَ جي ڪيتري زور کي منهن ڏيڻو پوندو. گبربندن بابت ڄاڻ باب نائين ۾ پڻ ڏني وئي آهي.

مٿي ڏنل ٽيبل ۾ ڦانگ واري گبربند جون انجنيئري ماپون ڏنل آهن.

## چشما ريجاڻي ذريعي طور

مهرڳڙهه جي اُسرڻ ڪان سُتت پوءِ سنڌ ۾ ماڻهوءَ چشمن جو پاڻي پوک ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو. هن ليکڪ ڪوهستان ۾ ٽيتاليهه چشما ڳولي لڌا آهن، جن منجهان گهٽ ۾ گهٽ اڌ اهڙا آهن، جن گهٽ ۾ گهٽ 3،000 ق.م تائين ريجاڻي زراعت کي سهارو ڏنو، خاص ڪري انهن ڏينهن ۾ جڏهن 9،000 ڪان 4،000 ق.م جي وچ تي مينهن اڄ ڪان اڌائوٽا پوندا هئا. ڪجهه چشما جهڙوڪ نئنگ، واهي پانڌي، ڊامب بُني، تؤنگ ۽ ڪائي اڄ تائين به ريجاڻي زراعت ۾ مدد ڏين پيا. ريجاڻي زراعت جو منڍ چشمن سان هليو، تنهن ڪان پوءِ گبربند آيا. چشمن مان پاڻي، جيڪو سڄو سال هڪ ننڍي ڌارا جي روپ ۾ وهندو رهندو هو، سولائيءَ سان پوک ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويندو هو ۽ اهو پڪو ثبوت آهي ان ڳالهه جو ته چشمن جي پاڻيءَ تي ريجاڻي آمري جُڳ ڪان اڳ ٿي. سنڌوءَ جي پاڻيءَ تي ريجاڻي پڻ پنهنجي ليکي اوائلي قسم واري ريجاڻيءَ جي روپ ۾ يعني ڪڏون، ڪُنبَ، ڍنڍون ۽ ترايون ڀرائي ۽ پوءِ انهن جي تري وارين ٻنين کي وَٽِ آڻي مٿن پوک ڪرڻ لاءِ اتان پاڻي نيڪال ڪرڻ ۽ واهڙ، ڍورا ۽ ڍوريون استعمال ڪرڻ، آمري جُڳ (3،500 ق.م) تائين اڳاٽي آهي.



137

138


139


140


141


142


143


144


145


## مهرڳڙهه ۾ ٻُنيون

137. مهرڳڙهه جي ٻيهڪ ٻڌائيندڙ نقشو.
138. هڪ گهٽي پکيڙ واري ٻُني. هيٺيون طبقو، ٻنا ڍانچي پوريل هڪ ٽانءُ. هڙپائي جُڳ، ڪاليبنگن.
139. سرن جي ٺهيل هڪ ٻُنيءَ ۾ ٻہ ماڻهو پوريل، لوٿل.
140. مهرڳڙهه جي ٻُني، 6500-6000 ق. م.
141. ٻُني 121 جو خاڪو، منجهس رکيل شيون ڏيکارڻ لاءِ. ايريا MR 3 دور IB ، مهرڳڙهه.
142. مهرڳڙهه جي ٻُني، 6000-5500 ق. م.
143 ۽ 145. مهرڳڙهه جون ٻُنيون، 7000-6500 ق. م. (مُئن کي پاتل ڳهہ ۽ گڏ پوريل جانورن جا هڏا)
144. مهرڳڙهه، سچو ڪيل ٻُوتو، ايريا MR 3 ، دور IB.

## زراعت جا نتيجا

ڪاڏو اپائجڻ جا نتيجا پنهنجي ليکي انقلاب هئا ۽ هيٺ ڏنل پيئرا گراف ۾ انهن بابت چنڊڇاڻ ڪئي وئي آهي:

جيترو آڪهه لاءِ گهربو هو تنهن کان وڌيڪ ڪاڏو اپائجڻ جو نتيجو اهو ٿيو ته اهو هر پاسي بچي پيو، جيڪو هنرمندن، ڪاروبارين، سرڪاري عملدارن، پروهتن ۽ سپ کان مٿي انهن سمورن ڏاڍن مڙسن کي تاتڻ ۽ سگهه وٺرائڻ لاءِ ڪتب آيو، جن جي هٿن ۾ ٻنيءَ جي اُپت ۽ ان جي وسيلن يعني ٻنيءَ ۽ پاڻيءَ جي ورچ جي واڳ هئي.

انهي وري رياست جي اُسرڻ جي واٽ کولي، جيڪا ٻنيءَ جي اُپت مان پتي اوڳاڙي ۽ اها کاتا رکڻ لاءِ پڻ گهربل هئي، جنهن لاءِ لکڻ جو ڏانءُ ۽ ليکو ايجاد ٿيو.

ان جي نتيجي ۾ ڪجهه ماڻهو زراعت ڪرڻ کان آجا ٿيا، انهن وڏيون وسنديون اڏيون، اهي وسنديون وڏي شهر ٿيا ۽ شهري زندگيءَ جي واڌاري جو ڪارڻ بڻيون. ان سان ثقافت اُسري جنهن ۾ ڪاروبار، هنر ۽ ڪاريگري، ٺٺ ٺانگر جو سامان، مال سانڊي رکڻ ۽ آٽڻ نيئڻ جا وسيلا ۽ سڌ سماءَ جا ذريعا وغيره شامل هئا.

ان کان پوءِ ٿيڻ واريون هيون ريجاڻي نظام جي وڌيڪ واڌاري ۽ سڌاري سان لاڳاپيل وڌيڪ ايجادون ۽ دريافتون: ان جي بجاءِ ۽ سار سنڀال جون ۽ ان جي مٿان وَسَ ۽ الڳ الڳ ٻنين ۽ گڏوگڏ الڳ الڳ آبادگارن تائين پاڻيءَ جي ورچ ۽ پهچ جون، ته جيئن اَن جي وڏي اپت وٺي سگهجي، جنهن سان زراعت ڪرڻ وارن سان گڏو گڏ ڳوٺاڻن توڙي زراعت نه ڪندڙ شهر واسين جون ڪاڏي جون گهرجون پوريون ٿي سگهن.

ماڻهن جي وڏي انگ مٿان غلامي مڙهجڻ زراعت سان جُڙيل هو، ان لاءِ ته جيئن گهربل پيداوار جي لهڻ جي پڪ ڪري سگهجي. ڏرتي ڪيڙيندڙ ماڻهن جي اها اجتماعي غلامي دنيا جي سمورن آڳاٽن ريجاڻي پاڳن ۾، سنڌو ماٿر سميت، اڳلن 5،500 سالن تائين هلندي رهي ۽ اج به هلي پئي: زرخريد غلامن جي روپ ۾ نه، پر مختلف طريقن سان ذات پات سرشتو جوڙي انهن کي سماجي طور نيچ، معاشي طور غريب ۽ ٻنيءَ سان ڇُهتيل رکي. هارين کي ٻني ڇڏڻ نه ڏنو ويندو هو، سواءِ ان جي ته اهي فالتو هجن. پڇي ويندڙ هاري اج به اصل زميندار کي موٽائي ڏنا ويندا آهن، هڪ اڻ لکيل قانون هيٺ، جيڪو سيئي زميندار ڏاڍ مڙسيءَ سان ٿاڦيو وينا آهن.

اها حقيقت ته سنڌ ۾ تاريخ کان اڳ واري ساماٿل سنڌو ثقافت جا لڳ ڀڳ سمورا ڄاتل ماڳ ريجاڻي علائقن جي هاٺوڪن نون ڳوٺن جي ويجهو آهن، اهڃاڻ آهي ان ڳالهه جو ته آڳاٽا ماڻهو پاڻيءَ ۽ ٻنيءَ جي اهڙن ئي ذريعن تي ڀاڙيندا هئا، جن تي اڄوڪا ڀهراڙيءَ جا ماڻهو ڀاڙين ٿا. ٻيلن جا مکيه وڻ ٻبر (اڪيشيا عربيڪا)، لئو (گاليڪا ڊايوايڪا) ۽ ڪنڊي (پروسوپس اسپيسيگيرا) اج به ائين ئي ٻارڻ جو مکيه ذريعو آهن، جيئن اهي صدين کان هلندا آيا آهن.

## سنڌ ۾ فصلن جي اوسر

فصلن ۽ جانورن جي ڌارجڻ جي شروعات مهرڳڙهه ۾ هيٺ ڏنل ترتيب سان ٿي:

**7،000 يا 6،000 ق.م:** اَن جيڪي ڪاهيا ويا ۽ ڊورن جيڪي ڌاريا ويا سي هئا: اگهاڙي ڪٽڪ (اسفئروڪوڪُئائڊ) ڇهه قطاري جَو (هورڊيَم ولگير)، جهنگلي جَو (هورڊيَم ولگير وٺرينيوڊَم)، ڪٽڪ جي اوائلي جنس سِنڪورن ۽ ٻي اوائلي جنس ايمر (ٽرِٽيڪَم ڊِڪنَم ويٽ)؛ ڊورن ۾ ڳئون ۽ مينهن ڌاري وئي ۽ ان کان ڪجهه صدين جي وٿيءَ کان پوءِ رڍ ۽ ٻڪري.

**6،000 - 5،000 ق.م:** سَڻُن واري (ڊِيُورَم بريڊ) ڪڻڪ، مٽر (پيزَم آرووِنس)، موهنجي دڙي ۾ سندن هجڻ/اچڻ کان اٽڪل 3،000 کان 5،000 سال اڳ، ڪتل (فِينڪس ڊيڪٽِيلِفيرا)، موهنجي دڙي کان 3،000 کان 3،500 سالن کان وڌيڪ اڳ ۽ تيلي ٻج (تِرَ ۽ سَرنهن)، موهنجي دڙي کان اٽڪل 3،000 کان 3،500 سال اڳ - 6،000 کان 5،500 ق.م ڌاري آيا.

**5،500 - 4،000 ق.م:** ڦُٽيون تَندُ/سُٽَ لاءِ ڪاهيون ويون ۽ گهٽو ڪري ڪڪڙي جي تيل لاءِ به. ڪڻڪ جي نئين جنس (ٽرِٽيڪَم ائيسٽِيوَم) آئي. اگهاڙي ڪڻڪ (اسفئروڪوڪُئائڊ) 4،000 ق.م کان سُتت پوءِ آئي.

### نيولِٿِڪ ڪڙمين کي شڪار ۾ ميڙ چونڊ تي گذران ڪرڻ وارن کان ورثي ۾ مليل جيئڻ جو ڍنگ

هيٺ ڏنل ٽيبل شڪار ۽ ميڙ چونڊ تي گذران ڪرڻ وارن جو جيئڻ جو ڍنگ ڏسي ٿي:

| گهر | ڍورن جي کلن جا تنبو |
|---|---|
| هنڌن جا گاڏيلا/پٽرٽيون | ٻُهه/ڪکن ۽ ڪنين سان پريل ڪلون |
| جيئڻ جي وڌ ۾ وڌ ڄمار | 28 - 32 سال |
| عورت جي ڄمار جنهن تائين اها 3-4 ڀار جڻي ويندي هئي | 18، 22، 26 ۽ 30 |
| في سال في جوان ماڻهو کُسندڙ ڍورن جو انگ | 12 - 13 |
| شڪاري ٽولن جي سائيز | 30 - 40 ماڻهو |

نيولِٿِڪ ماڻهن (ڪڙمين) جيئڻ جي مٿئين ڍنگ ۾ هنن طريقن سان ڦيرو آندو: ڪکن ڪانن ۽ ڪاٺ جي ڇتين وارا ڪچا گهر اڏي ۽ ڪپڙن ۽ پٽرٽين لاءِ تند/ڌاڳو ڪتب آڻي. جيئڻ جي ڄمار وڌي. وڌيڪ نشاستيدار ڪاڏو کائڻ ڪري عورت جو وزن وڌيو ۽ پنهنجي حياتيءَ ۾ 10 کان وڌيڪ ڀار جڻڻ جوڳي ٿي. پنج ايڪڙ ٻني ان ڀاتين واري آڪهه کي پالي سگهي پئي. ڳوٺن ۾ اٽندي ڪجهه سو گهر هئا پوءِ اهي هزارن ۾ ٿيا ۽ اڳتي هلي اجا به وڌي ويا.


406


407


408


409


410


411


412


413


414


415


416

### پٿر ۽ ڌاتوءَ جا ديويون ديوتا

406. ماتا ديوي، هندن جي ديويءَ جي آڳوڻي، 2500 ق.م.
407. فينيشيائي ديوي، انٿ، 1177 ق.م.
408. ماتا ديوي، 600 ق.م.
409. شِو ۽ ساٿي، 600 ق.م.
410. رامِ، وشنو جي اوتارن منجهان هڪ، هندن جو رَکيا (رَکشا) ڀڳوانَ، 200 ق.مَ.
411. وشنو وَراهه-اوتار طور، مرون سَرُوپ، پرٿوي ديويءَ کي عميق جَي پاڻين کانَ بچائيندي، 200 ق.م.
412. شِو، 600 ق.م.
413. وئڪنتا، وشنو جي مرڪب منڊي، 600 ق.م.
414. يَشي، 500 ق.م - 01ع.
415. واري پٿر جي ياڪسي، اوچائي 2.06 ميٽر، دور 300 ق.م - 200ع، ديدار گنج، پٽنا (ايس. پي. گپتا مطابق)، پٽاليپُترا ويجهو ڳوٺ مان لڌي. هيءَ سونهن جو اهڃاڻ آهي. اهڙي قسم جون ديويون مهر ڳڙهه جُڳ کان ٺهنديون پئي آيون.
416. مُکوٽو، 2500 ق.م.



417



418



419



420



421



422



423



424

## انسانن ۽ جانورن جا بتڙا

417. سنڌو تهذيب جي سونهن ۽ پيار جي ديوي، ڳلپٽن ۽ لڙڪندڙ تائتن جي هارن جي درجي وار مالهائن سان جهنجهيل، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

418. اگهاڙو مرداڻو بتڙو يا ديوتا ڪشادي چاپئين ڏاڙهيءَ سان، متي تي پڳل ٽوپ پاتل، انهي ۾ ٽي سگهي ٽو ٻه وريل سگ هجن، موهنجو دڙ، 2500 ق.م.

419. مرداڻو بتڙو يا ديوتا، ٻڪر جهڙي (ٻچي) ڏاڙهيءَ سان، متي تي سگن وارو ٽوپ (پڳل) پاتل، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

420. زنانو بتڙو، پنهنجي ڪاپي ٻُبي تي ننڍڙو ٻار جهلي بيٺل، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

421. ڪنهن ٻالو اچليندڙ يا ناچو مرد جو ڪنجهي جو بتڙو، چانهو دڙو، 2500 ق.م.

422. ڪاشيءَ جو ٻولڙي جو بتڙو يا تائٽ، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

423. ڏاند جو وڏو پورو مجسمو نٽ واري رسيءَ سان، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

424. ويڙهو ڪتو ڦوڪيل ڪنڌ سان، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.


425


426


427


428


429


430


431


432


433


434

## انسانن ۽ جانورن جا بتڙا

425. زنانو بت، 2500 ق.م.
426. مرداڻو بت، 2500 ق.م.
427. اگھاڙو ماڻھو، 2500 ق.م.
428. ماءُ ۽ ٻار، 2500 ق.م.
429. زنانو بت، 2500 ق.م.
430. مرداڻو بت، 2500 ق.م.
431. زنانو بت، 2500 ق.م.
432. واگھ جي منڍي، 2500 ق.م.
433. مُکوٽو، 2500 ق.م.
434. زناني منڍي، 2500 ق.م.


435


436


437


438


439


440


441


442


443


444


445


446


447


448



449


450


451


452

**رانديڪا بت**

435. زنانو بت، 2500 ق.م.
436. زنانو بت، 2500 ق.م.
437. زنانو بت، 2500 ق.م.
438. ۽ 439. موهنجي دڙي مان لڌل چَٽون ۽ ٺوريٽڙي جا بت.
440. ٺڪر جو پکي، 2500 ق.م.
441. پکيءَ نموني سيٽي، 2500 ق.م.
442. ۽ 446. ٺڪر جا رانديڪا، 2500 ق.م.
443. ڏاند جو بتڙو، 2500 ق.م.
444. پولڙي جو بتڙو، 2500 ق.م.
445. ٺڪر جو رانديڪو، دنبو، 2500 ق.م.
447. گهيٽي جو ٺامي يا ڪنجهي جو بت، 2500 ق.م.
448. ڏاند جو بت، 2500 ق.م.
449. ٺڪر جا گهوڙا، پيرڪ، دور IA، CA، 1500 ق.م.
450. گينڊو، 2500 ق.م.
451. ڏاند جو بت چرندڙ پرندڙ ڪنڌ سان، 2500 ق.م.
452. سانَ جو بت، 2500 ق.م.





453



454



455



456



457



458



459



460

## رانديڪا گاڏڙا ۽ انساني بت

453. ٺڪر جو ٺهيل ڏاند گاڏيءَ جو نمونو، 2500 ق.م.
454. مٽيءَ جو رانديڪو ڏاند گاڏي، 2500 ق.م.
455. ڪنجهي جي ناچڻي، موهنجو دڙو.
456. ڪنجهي جي ناچڻي، 2500 ق.م.
457. ٺڪر جي ڏاند گاڏي، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.
458. ڪراڙي ماڻهوءَ جي منڍي، 2500 ق.م.
459. مصر جي راڻي، 30 ق.م.
460. رانديڪو ڏاند گاڏي، 2500 ق.م.



461



462



463



464



465



466

## انسانن ۽ جانورن جا بت ۽ وَٽ

461. موهنجي دڙي جو چيو ويندڙ پروهت راجا، 2500 ق.م.
462. زنانو بتڙو وارن واري پاڳي ۾ ڳاڙهي رنگ جي نشانن سان، نوشارو، 2500 ق.م.
463. مرداڻو بتڙو وڏي محنت سان ٺاهيل مٽي جي پوشاڪ پاتل ۽ ننڍڙو ڇوڪرو کڻي بيٺل، نوشارو، 2500 ق.م.
464. ويٺل مرداڻو بتڙو، هڪڙي اک ۾ ڪوڏي جڙيل، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.
465. ٺڪر جو زنانو بتڙو، وڏي محنت واري طريقي سان سنواريل وارن ۽ ڳهن سان، مهرڳڙهه، 3000 ق.م.
466. چن پٿر جي ويٺل بتڙو، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.
467. واري پٿر جي اڪيريل منڍي، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.
468. چانگي هڪجهڙا ڪري بيهاريل گولين نموني وَٽ، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.



467



468


469


470


471


472


473


474


475


476

### جايون ۽ عاج ۽ پٿر جون شيون

469. خانن واري ڪچسرائين وڏي جاءِ، ٿي سگهي ٿو پاڻيءَ جو ڪم ڏيندي هجي، مهرڳڙهه، 2500 ق.م.
470. چٽ اڪيريل عاج جون پنيون، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.
471. سنڌوءَ تي موهنجي دڙي ويجهو روايتي سنڌي مهاڻن جون رهڻ واريون بيڙيون، 2500 ق.م.
472. موهنجي دڙي مان لڌل صابڻي پٿر جو ٺاپو، جنهن تي ڏند ڪٿائي هڪ سڱو جانور ۽ سنڌو ڏرم جون ڪيتريون ئي پوتر نشانيون ڏيکاريل آهن، 2500 ق.م.
473. سائي پٿر (ابرڪ) جو پيالو، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.
474. پٿر جو اڪريل ويٺل گهيٽو، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.
475. هاٿيءَ جي پوري منڊي، نوشارو، 2500 ق.م.
476. پورو ٿن منڊين وارو جانور، نوشارو، 2500 ق.م.



477











478



479



480



481



482



483



484



485



486



487



488

## موهنجي دڙي جو مُهرون

477. موهنجي دڙي مان لڌل صابڻي پٿر جي چورس مهر تي هڪ شاندار ٿوهي واري ڏاند جي تصوير چٽيل آهي، 2500 ق.م.

478. موهنجي دڙي مان لڌل صابڻي پٿر جون مهرون، 2500 ق.م.

479. موهنجي دڙي مان لڌل مينهن واري مهر، 2500 ق.م.

480. موهنجي دڙي مان لڌل صابڻي پٿر جي مهر تي وڻ تي ويٺل هڪ ماڻهوءَ جي تصوير چٽيل آهي ۽ هيٺان واگهه ڪنڌ مٿي ورائي انهي کي ڏسي رهيو آهي2500 ق.م.

481. صابڻي پٿر جي مهر سڱن واري واگهه جي شڪل سان، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

482. صابڻي پٿر جي پگهل ٽٽل مهر تي گهڻن قسمن جا ساهوارا گڏائي هڪ جانور ٺاهيو ويو آهي، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

483. صابڻي پٿر جي مهر تي هڪ ديوتا وڻ تي چڙهيو بيٺو آهي ۽ هيٺ پوڄا ڪندڙن ۽ هڪ وڏي گهيٽي کي ڏسي رهيو آهي، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

484. اڻ پڪل صابڻي پٿر جي مهر تي سڌي تري واري ٻيڙي اڪيريل، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

485. ۽ 486. هڪ مهر جا ٻه پاسا: هڪ پاسي ننڊن سڱ وارو وهڙو ۽ ٻئي پاسي سواستِيڪا جي شڪل، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

487. ۽ 488. جاميٽريائي نمونن واريون ٺڪر ۽ ڪنجهي جون مهرون، پيرڪ، بلوچستان، 2500 ق.م.


489


490


491


492


493


494


495


496


497


498


499


500

501










502


505


503


504

### موهنجي دڙي جون مهرون

489. 490، 495 ۽ 499. مهرن تي سنڌو لکت، 2500 ق.م.
491. وڻ ديوتا واريون مهرون، 2500 ق.م.
492. هڪ سڱو چٽيل مهر، 2500 ق.م.
493. 497، 498، 502 ۽ 505. جانورن ۽ ديوتائن واريون مهرون، 2500 ق.م.
494. هاٿي چٽيل مهر، 2500 ق.م.
496. هاٿي چٽيل ٺڪر جي گول مهر، 2500 ق.م.
500. هڪ سڱو چٽيل ٺڪر جي مهر، 2500 ق.م.
501. صابڻي پٿر جون مهرون، جانورن جي شڪلين ۽ اُڪرن سان.
503. صابڻي پٿر جي مهر، 2500 ق.م.
504. مهر (اينڪِيڊو) منظر سان، 2500 ق.م.(هڪ ماڻهو ٻن واگهن کي ڳچيءَ کان جهلي بيٺل).



506



507



508



509



510



511



512



513



514



515



516



517




518



519



520

**ٺڪر، ڪاشي، مهرون، پٽيون ۽ پٿر جون شيون**

506. ٺڪر جي ٿانون تي هڪٻئي کي وڍيندڙ گولڙن واريون قسم قسم جون شڪليون، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.
507. پيالي تي چٽيل ڊزائن، مهرڳڙهه، دور VII، 2600 ق.م.
508. ٺڪر جي ٽِڪي.
509. ٽامي جو ڪنو، 2500 ق.م.
510. چٽيل ٿيو، مهرڳڙهه، دورVII، 2600 ق.م.
511. ڇلو پٿر، 2500 ق.م.
512. ڪٽ جو ٻوڪو، 2500 ق.م.
513. سائي پٿر (ابرَڪ) جو گلدان، 2500 ق.م.
514. 515 ۽ 516. ٺڪر جون مهرون، 2500 ق.م.
517. مهر، 2500 ق.م.
518. (A) پٿر جو روهڙو، (B) پٿر جي روهي، 2500 ق.م.
519. ۽ 520. ٽامي جون پٽيون، 2500 ق.م.

### موهنجي دڙي جون جايون

521. موهنجو دڙو آرٽسٽ جو تصور (موهنجي دڙي عجائب گهر ۾ پينٽنگ)
522. مزدورن جو ٿلهو.
523. ڪم واري جاءِ، 2500 ق.م.
524. ڍڪيل مُک نيڪر، 2500 ق.م.
525. موهنجي دڙي جي نقشي مطابق بيهڪ، 2500 ق.م.
526. اوساريل ونگ وارو نيڪر، 2500 ق.م.

521

522





523



524



525



526



527



528

### شهري رٿابندي

527. موهنجي دڙي جو اَنَ جو پاندو چيو ويندڙ جا چورس بلاڪ پنئين پاسي ڏسجي رهيا آهن ۽ اڳئين پاسي مها تڙ.
528. موهنجي دڙي جا پَکِسِراين جاين وارا الڳ الڳ پاڙا هڪبئي سان ويڪرين گهٽين ذريعي ڳنڍيل آهن. جهڙوڪ ڊِي. ڪي. جِي. ايريا ۾ پهرين گهٽي، جيڪا 9 ميٽرن کان وڌيڪ ويڪري آهي، 500 ق.م.






















### اڏاوتون

529. ٺُل واري دڙي جو اَن جي پاندي وٽان هڪ عام ڏيک، 2500 ق.م.
530. هڪ ڀت جي پاڙ ۾ سيڪ کي روڪيندڙ اوساري ٿيل ڏسڻ ۾ اچي رهي آهي، 2500 ق.م.
531. مکيہ گهٽيءَ ۾ ڪلر کاڌل ڀت، 2500 ق.م.
532. اڏاوتي ڏانءُ، سادو ۽ ڪارج وارو، 2500 ق.م.
533. شهر جي هيٺاهين پاسي ۾ هيٺاهين گهٽي، 2500 ق.م.
534. ڍڪيل نيڪر.
535. ناليءَ واري هڪ گهٽي، 2500 ق.م.

536



537



538



539



## موهنجي دڙي جو جايون

536. موهنجي دڙي شهر جي هيٺاهين پاڳي ۾ اتر کان ڏکڻ ويندڙ مکيہ گهٽي، 2500 ق.م.

537. مها تَڙ ڏکڻ پاسي کان، شايد ڌرمي رسمن لاءِ تَڙ جي ڪم ايندڙ، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

538. پت منجهان نيڪر، 2500 ق.م.

539. گول کوهہ، چِپَر نموني گهڙيل سرن سان ٺهيل، 2500 ق.م.

## سنڌو ثقافت، گل پَتڙين وارا نمونا، ٺڪر جا ٿانوَ ۽ زيور

540






541



542



543



544

545

| | |
|---|---|
| **Early Indus**<br>**AMRI**<br>**(3700-3300 BC)** |  |
| **Early Indus**<br>**KOT DIJJI**<br>**(3300-2500 BC)** |  |
| **Mature Indus**<br>**MOHENJO DARO**<br>**(2350-1650 BC)** |  |
| **Mature Indus**<br>**CHANHU DARO**<br>**(Contemporary of Mohenjo Daro)** |  |




546

.540 اٺ جي جهُل تي هلندڙ دور جي ڊزائن، تصوير 545 وارين گل پَتڙين جهڙي، 2500 ق.م.

.541 خيالي طور سجا ڪيل ڪجھ ٺڪر جا ٿانوَ.

.542 چانديءَ جي ٿلهي تارِ مان ٺهيل ڳچيءَ ۾ پائڻ وارو هَسُ، وچولو ڀاڱو ٻئي ڪان ڳرو اٿس، وچ وٽان ڪُنڍي سان ڪلندو بند ٿيندو آهي، 1900ع.

.543 چانديءَ جو هار، 1900ع.

.544 چانديءَ جي ٿلهي ڌُهري تار جو چنڊ شڪل هَسُ، 1900ع.

.545 سنڌو ثقافت ۾ عام هلندڙ گل پَتڙين واريون ڊزائنون اڄ ايڪيهين صديءَ ۾ به سنڌ جي ٻهراڙين ۾ هلن ٿيون.

.546 ٺڪر جون چوڙيون، چوڙا، ڪنگڻ ۽ ٻانهوٽا.

**هيٺين ٽيبل ۾ نيولِٿڪ (زرعي جُڳ) جي منڍ، مهرڳڙهه 7،000 ق.م. کان وٺي سنڌو ثقافت جي بلڪل پڇاڙيءَ، جهانگار 900 ق.م. تائين پوکجندڙ ڪجهه فصلن، ڪاڄرو ٻوٽن ۽ ٻوٽين (طبي ٻوٽن) جي لسٽ ڏنل آهي.**

| ٻوٽي جو نالو | 7000 – 6000 ق.م IA | 6000 – 5000 ق.م IB | 5000 – 4500 ق.م II | 4500 – 3800 ق.م III | 3800 – 3400 ق.م IV | 3400 – 3100 ق.م V | 3100 – 2800 ق.م VI | 2500 – 2800 ق.م ڪنجهو جُڳ VII | 2000 – 2500 ق.م هڙپا | 1300 – 2000 ق.م جهُڪر | 900 – 1300 ق.م جهانگار |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| **بهار ۾ لهندڙ پوکون** | | | | | | | | | | | |
| ڪٽڪ (ٽرٽيڪم اسفئروڪوڪئائڊ) | + | + | + | | | | | | | | |
| سنڪورن (ٽمونوڪم) | + | + | + | | | | | | | | |
| سَيُن واري ڪٽڪ (ٽريٽيڪم ڊيُورَم) | + | + | + | | | | | | | | |
| ايمر ڪٽڪ (ٽريٽيڪم ڊِڪوڪم) | + | + | + | + | + | | | | | | |
| مانيءَ/چيڙهه واري ڪٽڪ (ٽرٽيڪم ائيسٽيوم ڪمپيڪٽم) | | + | + | + | + | + | + | + | + | + | + |
| ننڍي ڪٽڪ (ٽريٽيڪم اسفئروڪم) | | | + | + | + | + | + | + | + | + | + |
| **جَو (هورڊيَم نسل)** | | | | | | | | | | | |
| ٻه قطاري جهنگلي جَو (هورڊيَم اَسپونٽينڪَم) | + | + | | | | | | | | | |
| ٻه قطاري توتڙ وارو جَو (هورڊيَم ڊِڪٽيڪم) | + | + | | | | | | | | | |
| ڇهه قطاري اگهاڙو جَو (هورڊيَم ولگير وئرينيُوڊَم) | + | + | + | + | + | + | + | + | + | + | + |
| ڇهه قطاري اگهاڙو ننڍو جَو (هورڊيَم اسفئروڪَم) | + | + | + | + | + | + | + | + | + | + | + |
| ڇهه قطاري توتڙ وارو جَو (هورڊيَم ولگير) | | | | + | + | + | + | + | + | + | + |
| ايوينا (جهنگلي جَو) | | | | | | + | | + | | | + |
| ميداني مٽر (پِيزَم سيٽِيوَم وئرينيُوڊَم آروينس) | | | | | | | | | + | | |
| ٻير (زِزيفَس موريٽيانا يا زِزيفَس نمُوليريا) | | | | | | | | | | | |
| جاگرو ٻير (زِزيفس جوجوبا يا هوهوبا) | + | + | + | + | + | + | + | + | ؟ | ؟ | + |
| ناسي سَرنهَن (براسيڪا جنڪا) | | | | | | | | | ؟ | | |
| ايلسي (لِنَم يُوزيٽيٽيزيَم) | | | | | | | | | | | + |
| **عام طور سرءُ ۾ لهندڙ پوکون** | | | | | | | | | | | |
| کٽل (فِينڪس ڊيڪٽِيلِفيرا) | + | + | + | | | | | | | ؟ | |
| وونڻ/ڦٽي (گوسِپيَم) | | | | + | | | | | | | |
| ڊاک/انگور (وائيٽس ونِيفيرا) | | | | | | + | | + | + | | + |
| جُوَر (سورگم بائڪولر ۽ سورگم ولگير) | | | | | | | | | ؟ | + | + |
| جُوَر (سورگم) | | | | | | | | | ؟ | + | + |
| چانور (اوريزا سيٽِيوا) | | | | | | | | | ؟ | | + |
| تِرَ (سيسمَم انڊِيڪم) | + | + | + | | | | | | | | 1000 ق.م کان اڳ |
| ڪمند | | | | | | | | | ؟ | + | + |
| ٻاجهري (سيٽاريا) | | | | | | | | | | | + |
| سيٽاريا اِٽاليڪا | | | | | | | | | | | |
| سيٽاريا ورڊس | | | | | | | | | + | + | + |
| سيٽاريا وَرٽيسِلا | | | | | | | | | | | + |
| سيٽاريا گلاڪا | | | | | | | | | | | + |
| ڇوِنرا/راهان (وِجنا ڪيٽجنگ/وِجنا سائنيسِس) | | | | | | | | | + | | |
| ٻيٺ نسل جا ٻوٽا (ڪينوپوڊيَم البم) | | | | | | | | | | | + |
| **ڪاڄرو جهنگلي ٻوٽا جهڙوڪ** | | | | | | | | | | | |
| ٿوهر<br>(برئڪيارا)<br>(اينڊروپوگن) | | | | | | | | | +<br>+<br>+ | +<br>+<br>+ | +<br>+<br>+ |



547

548


549

550


551

552


553

554


555


556

## مُهرون، سرون ۽ رانديڪا

547. 549، 551، 553، 555 ۽ 556. صابڻي پٿر جون مهرون ۽ انهن جا هڙپائي لکت ۽ سنڌو ماٿر جي جانورن جي ڊزائنن وارا ڇاپا، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

548. چرندڙ پرندڙ منديءَ وارو ڏاند.

549. ٽُل جون اُڪيريل سرون.

550. ڪٽ تي ستل عورت.

551. جانورن نموني رانديڪا، 2500 ق.م.

## سنڌو ثقافت جُڳ جون پنسارڪيون ٻوٽيون

| ٻوٽي جو نالو | | 7000 – 6000 ق.م IA | 6000 – 5000 ق.م IB | 5000 – 4500 ق.م II | 4500 – 3800 ق.م III | 3800 – 3400 ق.م IV | 3400 – 3100 ق.م V | 3100 – 2800 ق.م VI | 2500 – 2800 ق.م ڪنجهو جُڳ VII | 2000 – 2500 ق.م هڙپا | 1300 – 2000 ق.م جهُڪر | 900 – 1300 ق.م جهانگار |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| سائنسي نالو | آکھ جو نالو | | | | | | | | | | | |
| ڪڻڪ (ٽرِٽيڪَم اسفئروڪوڪئائڊ) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| سِنڪورن (ٽِمونوڪَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| سَيُن واري ڪڻڪ (ٽرِيٽِيڪَم ڊيُورَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ايمر ڪڻڪ (ٽرِيٽِيڪَم ڊِڪوڪَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| مانيءَ/چِيڙهه واري ڪڻڪ (ٽرِٽيڪَم ائيسٽِيوَم ڪمپيڪٽَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| نندي ڪڻڪ (ٽرِيٽِيڪَم اسفئروڪَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ٻہ قطاري جهنگلي جَو (هوردِيَم اسپونٽينڪَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ٻہ قطاري توتڙ وارو جَو (هوردِيَم ڊِڪٽيڪَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ڇهہ قطاري اگهاڙو جَو (هوردِيَم ولگير وئرينيُودَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ڇهہ قطاري اگهاڙو نندو جَو (هوردِيَم اسفئروڪَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ڇهہ قطاري توتڙ وارو جَو (هوردِيَم ولگير) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ايوينا (جهنگلي جَو) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ميداني مٽر (پيزَم سيٽِيوَم وئرينيُودَم آروينس) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ٻير (زِزيفَس موريتيانا يا زِزيفَس نمُوليريا) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ڄاڱرو ٻير (زِزيفَس جوجوبا يا هوهوبا) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ناسي سَرِنهَن (براسيڪا جنڪا) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ايلسي (لِنَم يُوزِيٽيِٽيزيَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ڪتل (فِينِڪس ڊيڪٽِيلفيرا) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| وونئڻ/ڦٽي (گوسِيپيَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ڊاک/انگور (وائيٽِس وِنيفيرا) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| جُوَر (سورگم بائڪولر ۽ سورگم ولگير) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| جُوَر (سورگم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| چانور (اوِريزا سيٽِيوا) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| تِرَ (سيسمَم انڊِيڪَم) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ڪمند | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| ٻاجهري (سيٽاريا) | | | | | | | | + | + | + | + | + |
| سيٽاريا اِٽاليڪا | | | | | | | | + | + | + | + | + |


557



558



559



560



561


562


563


564


565


566

## اڏاوتون ۽ رٿائون

557. آمريءَ جي دڙي A جي جاين جي کوٽائي.

558. ۽ 559. موهنجي دڙي جو ڏنوانن جي رهڻ وارو علائقو.

560. مها تڙ، موهنجو دڙو، 2200-2100 ق.م. (رٿا سڄي کيل).

561. سرن جي گهر جي هر چورس وڏاءَ تصوير، پٽين ۾ خاص نموني جا جارا ڏيکاريندڙ، پيرک، دور IIIB، 1800 ق.م.

562. ذاتي رهائش وارو گهر، موهنجو دڙو، 2350-2000 ق.م.

563. موهنجي دڙي جي مخصوص قسم جي گهر جو اندريون ڏيک (سڄو کيل)؛ چوکين سرن جو فرش، ڇت ۾ ڪاٺ جون ڪامون ۽ پٽيون، 2300-1700 ق.م.، مارشل مطابق.

564. مها تڙ ۾ کوھ جي اڏاوات، موهنجو دڙو، 2500 ق.م.

565. مستطيل بف پٿر تي ٺهيل پانت پانت زيور: هار، ڪنن جا جهالا ۽ پازيب وغيره، 1650ع.

566. ڪوري اپاريل مستطيل بف پٿر تي گهٽين اِٽين وارين ونگن جي وچ تي ڪنول جي گل جي سڄي ۽ اڌ شڪل ڪوريل، پٿر جي وچ تي چوڪڙيون ڪوريل آهن، سڄي ڊزائن هيڪوٽي ۽ ٻٽي زنجير واري وَٽِ جي اندران ٺاهيل آهي، 1650ع.

باب ڏهون

# سنڌو ماٿر تهذيب جي ڍرڪڻ جا ڪارڻ
# (1,650_900 ق.م)

## سوڪهڙو ۽ سنڌو تهذيب جو ڍرڪڻ
## (2,000 _ 900 ق.م)

2,000 ق.م ڌاري آبهوا ۾ ڦيرو آيو، سوڪ ٿيڻ لڳي ۽ 1,800 ق.م ڌاري اهڙي اُگري ٿي وئي جو 1,750 ق.م ۾ هڙپا ۽ 1,650 ق.م ۾ موهنجي دڙي جو انت آندائين. موهنجي دڙي وارن مال جا وڃي ڌڻ ڌاريا ۽ جيئن جياپي لاءِ هٽ پير هٽندي عام ٿيندو آهي، سوڪهڙي سٽيل سڄي سنڌ ۾ رهي کُهي ساوڪ تي جهجها ڍور چرڻ لاءِ ڇڏيائون، جنهن زمين (معنيٰ ان جي اپت) ۽ سماج جو حال ويتر بگاڙي ڇڏيو. اها عام طور تي جهُڪر ثقافت سڏجي ٿي. آبهوا ۾ وڌيڪ ڦيرو آيو، 1,300 ق.م ڌاري نوٽ سوڪ ٿي وئي ۽ ثقافت وڌيڪ ڇڙوڇڙ ٿي وئي. اها 900 ق.م تائين هلي ۽ جهانگار ثقافت سڏجي ٿي.

## دريائي سرشتي ۾ آيل آبي ڦيرا ۽ سنڌو تهذيب جي تباهي

وڏا آبي ڦيرا هي آهن:

i. سنڌو، موهنجي دڙي جي پر ۾ پڪ سان سندس وسڻ کان وني وهندو آيو هوندو ۽ وهڪرو متائي گهٽو ڪري يا ته اولهه پاسي هليو ويو يا اوڀر پاسي 10 کان 15 ميل يا ايترو پري جو ماڻهن لاءِ نئين هنڌ ڏانهن لڏي وڃڻ ڏکيو ڪري ڇڏيائين.

ii. سنڌوءَ جي پٽن جو سڀ کان هيناهون هنڌ ان جي الهندي ۽ ايرندي دنگن وٽ هجڻ ڪري پٽ وچ وٽان اپريل هوندا آهن. سنڌوءَ جا گهڻي ڀاڱي شهر انهن پٽن جي وچ تي هئا، معنيٰ ته درياءَ جي پيٽ جو ائين ٻنو ٽپي ٻئي پاسي هليو وڃڻ انهن شهرن لاءِ سنڌوءَ مان پاڻي ملڻ اٽڪيٽو بڻائي ڇڏيندو.

iii. لڳي ائين ٿو ته سنڌو درياءَ جي الهندي ڇاڙهه ٻه اڳيئي سنڌ ڪسَ مان وَهي پئي ۽ درياءَ پاڻ گهٽو ڪري ويجهڙ ۾ اوڏانهن هليو ويو هو. موهنجي دڙي، جهُڪر، چانهو دڙي ۽ ٻين ماڳن کي هن ذريعي مان پاڻي ملڻ اٽڪيٽو ٿي ويو.

iv. سَرَسوَتيءَ جي ماڳن سان ائين ٿيو ته انهي درياءَ جو پاڻي ٻين هزاري ق.م جي منڍ ۾ پربتي چرپر ۽ 2,000 ق.م کان پوءِ مينهن ۾ گهٽتائي اچڻ ڪري گهٽجي ويو.

هنن ڦيرن پاڻيءَ جي نظام ۽ سنڌوءَ جي پَٽن ۾ سيلابي پوک واري سرشتي کي بلڪل ڦٽائي ڇڏيو ۽ انهي ڪري تهذيب ڍرڪي ۽ تباهه ٿي وئي. وِيلر (1959) جي وضاحت ته آبادي وڌندي پئي وئي ۽ گڏوگڏ زميني منظر به ٽڪجي چڪو هو، مڃڻ جوڳي ناهي. ميسوپوٽامر (دجله-فرات ٻه دريائي ديس) ۽ سنڌو ماٿر ٻنهي ۾ وڏن علائقن تي آثاري کوٽايون ٿيون آهن ۽ ڪن اهم مرڪزن ۾ اهڙي گهرائيءَ سان ڪيون ويون آهن جو انهن شهرن جي آباديءَ جو ڪاٿو ڪرڻ لاءِ هاڻ ڏُکو هڻڻ جي ضرورت ناهي رهي. موهنجي دڙي بابت ڪاٿو لڳايو ويو آهي ته ان جي آبادي شڪارپور جي 1941ع واري آباديءَ جيتري يعني 30,000 ماڻهو هئي، جيئن لئمبرِڪ (1973) ڪَٿيو، پر پوءِ جي ماهر آثار پارکُو ۽ کوٽائيءَ جي ڄاڻو والٽر اي. فيئرسرِوس جونيئر، پنهنجو محتاط اندازو 41,500 ماڻهو ڏنو آهي. انهي وڌيڪ انگ اکر به ڏنا آهن ۽ موهنجي دڙي جون گهرجون پوريون ڪندڙ چوڌاري واري علائقي بابت هي دلچسپ ڪاٿا پڻ ڏنا اٿس.

| | |
|---|---|
| ڪٽڪ | 22,715.0 ايڪڙ |
| گاهه | 3,097.5 ايڪڙ |
| وڏو مال (ڳاوا ۽ ماهيا ڍور) | 25,812.5 |
| ڏاند (وهٽ) | 3,226.5 |
| کير واريون ڳئون | 2,610.0 |
| وڏو مال - ننڍا ڦر ۽ ڪراڙا ڍور (نه کير ڏين ۽ نه وهن) | 2,918.3 |
| ڪل وڏو مال | 8,754.8 |
| مال جي چرڻ لاءِ گاهه وارو علائقو | 3,278.5 ايڪڙ |

هن مان صاف صاف پتو پوي ٿو ته سنڌ ڪيترا ماڻهو تاڻڻ لائق هئي.

لئمبرِڪ سنڌوءَ جي آباديءَ جو ڪاٿو 500,000 کان 600,000 لڳايو، پر هي انگ تمام گهڻو محتاط آهي، ان صورت ۾ جڏهن سنڌ ۾ اوائلي ريجاڻي 1000 سالن کان وڌيڪ پراڻي هئي. جيئن ته وڌندڙ آباديءَ جو دٻاءُ ماڻهن جي بيڪانير ۽ بهاولپور ۾ سَرَسوَتي ماتريءَ توڙي ڪڇ، ڪانياواڙ ۽


567


568


569


570


571

## ڪيانين جا يادگار ۽ مُهرون

567. پرسيپولِس ۾ ديوانِ عام، جنهن ۾ 10،000 ماڻهن جي ماپڻ جي جاءِ هئي.

568. ڪيانين جي هڪ گولائين مهر جي ڇاپ: شاهي سورمو ڪنهن سوڀ جي جوش ۾ اسفِنڪسن (يوناني ڏندڪٿائي راڪاس يا ديو) کي لتن هيٺان ڪري شينهن کي مٿي ڪنيو بيٺو آهي.

569. پرن وارو ڏاند، بستن ۾ زرگزز جي مقبري ۾ گهڙڻ واري هنڌ تان.

570. ڪيانين جي هڪ گولائين مهر جي ڇاپ، جنهن تي دارا جو نالو اڪريل آهي، ٿيبس مان لڌي.

571. نقشِ رستم: ڪياني بادشاهن واري ٽڪري ۽ اگني قربانگاهه.

اتر گجرات ڏانهن لڏڻ جو ڪارڻ بڻيو. تنهنڪري سڄي سنڌ لاءِ ڏهه لکن وارو انگ پڻ هڪ محتاط ڪاٿو ٿيندو. گهٽي پاڱي ليکڪ اهو وساري ويٺا آهن ته ميدانن هاٺوڪي کان اڌائوٽا پوندا هئا. ٿر ۽ ڪوهستان هاٺوڪيءَ کان پيٺ ٽيڻ تي آبادي تاتيندا هوندا.

## پرڏيهي واپار

عام طور سمجهيو وڃي ٿو ته سنڌ جا ٻاهرين دنيا سان لاڳاپا ڇڄي ويا هئا، پر شام ۾ 1،760 - 300 ق.م تائين اڳ جو لونگ پيل ثانءُ هجڻ ٻڌائي ٿو ته لاڳاپا جهُڪر جُڳ ۾ هند جي بندرگاهن رستي نه رڳو ميسوپوٽامر پر انڊونيشيا، سنگاپور وغيره سان به هليا پئي.

ان دور ۾ سنڌوءَ مان واهن ذريعي باقاعدي ريجاڻي اسري. چانور سبيءَ کان ڏهه ميل ڏکڻ ۾ پيرَڪ تان لڌو آهي. ٻاجهري اٽندي جمدت نصر (ميسوپوٽامر) ۾ 3،000 ق.م ڏاري ڏسڻ ۾ آئي ۽ سنڌ سان واپار هئڻ هوندي به ان جو سنڌ ۾ هجڻ ثابت ناهي ٿيو. گرم آفريڪا (ڏکڻ صحارا) جي جُوَر عربستان مان ٿيندي سنڌ پهچڻ کان اڳ ڏکڻ هندستان وڃي پهتي، سو هڪ بيو آثاري ڳُجهه آهي. چانور ڏکڻ ۽ اوپر هندستان ۾ ۽ ويندي اتر پرديش ۾ به موهنجي دڙي واري جُڳ ۾ گهٽو ڪري ميناٽي ڪاهبو هو ۽ ريجاڻي نه هجڻ جي صورت ۾ سنڌ ۾ ڪاهجي نه پئي سگهيو. اهو هندستان کان چين 2،000 ق.م ۾ پهتو هو.




572





573



574



575




576



577

**سنڌو نشانيون، ٿانوَ ۽ پٿر جون شيون**

572. سنڌو ماٿر مُهرن ۽ سُنبي ڇاپ سڪن جون نشانيون پيٽيندڙ ٽيبل، مارشل 1931.
573. جهُڪر مان لڌل شيون.
574. جهانگار جا ٿانوَ، ڍرڪندڙ سنڌو ثقافت جي پوياڙيءَ (1100-900 ق.م) دوران ٺهيل.
575. جهُڪر جا ٿانوَ، ڍرڪندڙ سنڌو ثقافت جي اڳياڙيءَ (1650-1300 ق.م) دوران ٺهيل.
576. سمٽري ايڇ جا ثقافتي ٿانوَ، ڍرڪندڙ سنڌو ثقافت (1750-1700 ق.م) جا.
577. گهٽ مُلهين پٿرن جا مڻيا ۽ ٽائٽ، برهمڻ آباد-منصوره مان.


578


579


580


581


582


583

## زِگُورَٽ

(بابلي مذهبي عمارت جو ڏاکن وارو مستطيل منارو، جيڪو هيٺان ويڪرو ۽ مٿي سوڙهو ٿيندو ويندو آهي، مصري اهرام سان گهڻو ملندڙ)

578. ٽچوگا زانبل واري زِگُورَٽ جي رٿا.
579. ٽچوگا زانبل وارو زِگُورَٽ سڄو ڪيل.
580. زِگُورَٽ، 500 ق.م.
581. زِگُورَٽ.
582. زِگُورَٽ، 1000_500 ق.م.
583. زِگُورَٽ، 2500 ق.م.

باب يارهون

# ريجاڻي (700_519 ق.م)

600 ق.م ڌاري ڏکڻ ايشيا جي اترين ڀاڱن ۾ ويدي قبيلن جون سورهن وڏيون رياستون ڄُڃهن ٿيون. انهن سورهن رياستن ۾ هاڻوڪي دکن رياست، بنگلاديش، سنڌ، گجرات ۽ ڪاٺياواڙ شامل ناهن. سنڌ انهن ڏينهن ۾ سنڌو سڏبي هئي ۽ هاڻوڪا بهاولپور، سکر، خيرپور ۽ نوابشاهه گهٽو ڪري ساوِيرا (ساوڙا) سڏبا هئا. هيستائين نام نهاد ويدي آريا، جيڪي اصل ۾ لاڏائو ڌنار هئا، پنجاب ۾ زرعي زمينن تي وسي ويهي چڪا هئا. اهي پڪ سان سانوٽيءَ واري ريجاڻيءَ ۾ لڳي ويا هوندا، جيڪا سانوٽيءَ جي پوکن جهڙوڪ چانورن، جُوَر ۽ ٻاجهريءَ جي 1,900 - 1,600 ق.م ڌاري اچڻ کان پوءِ چڱي ترقي ڪري چڪي هئي، ۽ پڪ سان وڏيڪ ٻنيون واهن ذريعي ريجاڻيءَ هيٺ آڻڻ لاءِ مٿا ڪٽا ڏنا هوندائون. بجاءِ رڳو سيلابي پوک تي ڀاڙڻ جي. جيڪا سنڌوءَ ۾ سوکهڙي واري آبهوا سبب پاڻي گهٽجي وڃڻ ڪري پڪ سان گهٽي گهٽجي وئي هوندي. اها H قبرستان واري جُڳ ۾ تباهه ٿي وئي هئي ۽ جهُڪر ۽ جهانگار وارن پڪ سان تيستائين سڌاري ورتو هوندس. آرين جو 800 ق.م کان وٺي وارو اوڄ ريجاڻي زراعت جي ڪري ئي ممڪن ٿيو هوندو. اڳاڻي يوناني ۽ عبرانيءَ منجهان خروشتي لِپيءَ جو نسرڻ ڏکڻ-اوڀر يونوچ ملڪن سان وڏندڙ واپار پڌرو ڪري ٿو ۽ اهو واپار وري واڌو زرعي اپت جو نتيجو ئي ٿي سگهي ٿو، جنهن جي ڪري شهري زندگيءَ سان گڏوگڏ هنرمند پورهيتن جي اسرڻ ۾ پڻ مدد ملي. واڌو زرعي اپت ڌرمي ۽ فلسفياڻن ڏُکن کي پڻ متحرڪ ڪيو. نتيجي ۾ برهما، اوائلي اُپنيشَد ۽ سُوتر لکيا ويا ۽ ٻڌ مت ۽ جين مت پڻ اسريا. اهو نتيجو ڪڍڻ مناسب ٿيندو تہ ويدي قبيلن ڏکڻ ايشيا ۾ ريجاڻي زراعت جي واڌ ويجهه ۾ مدد ڪئي، جنهن سان آباديءَ ۾ واڌ آئي ۽ انهي وري ريجاڻيءَ ذريعي وڌ ۾ وڌ ٻنيون ناهي سنواري پوک لائق بڻايون. جيهه نتيجو ٿيو گئوچرن يا رَکُن ۾ گهٽتائي ۽ انهي جي ڪري ماس جي پيداوار ۾ گهٽتائي. هن مرحلي تي برهمڻن مجبور ٿي سموري آباديءَ تي ماس واپرائڻ تي پابندي مڙهي ڇڏي، رڳو پاڻ کي ڇڏي. برهمڻ مت جي ان فرمان خلاف ڪاوڙ ڪروڌ ٻُڌ (566 - 486 ق.م) جي مهنداريءَ هيٺ ٻُڌ مت جي پکڙجڻ ۾ مدد ڪئي، جنهن ماس واپرائڻ جي جهل هر ڪنهن لاءِ ڪري ڇڏي. ٻڌ مت جي شروعات ڏکڻ ايشيا، سنڌ سميت، ۾ ريجاڻي زراعت جو پوئتي پوڻ ۽ ساماٽل سنڌو ثقافت جي ڀرڪڻ کان وٺي آباديءَ جو گهٽو وڌي وڃڻ، پر ٻنيءَ جو ايترو آدم تاتي نہ سگهڻ هوندي.

سنڌ ۾ ٻڌ مت جي اچڻ کان گهٽو اڳ جين مت (وَرڌمانڊ جَنَتاپُترا - 599-527 ق.م جي مهنداريءَ ۾)، جنهن جي سِکيا ٻڌ مت سان ملندڙ جلندڙ هئي، کي مجتا ملڻ مان پڌرو ٿئي ٿو تہ برهمڻ مت جي مخالفت واريون حالتون سنڌ ۾ ٻين هنڌن کان گهٽو اڳ راس ٿي چڪيون هيون. ان جو ڪارڻ ٿي سگهي ٿو ريجاڻيءَ هيٺ وڌيل پکيڙ ۽ آباديءَ ۾ واڌ ٿيا هجن، جن جي ڪري گئوچر گهٽجي ويا ۽ ان ڪري وري ماس جي کوٽ پيدا ٿي. هن عرصي دوران ٻهار مان ساڳ جو ڪاٺ گنگا رستي جمنا آندو ويندو هو ۽ اتان ائن تي لڏي سِتلج تائين آڻي اتان سنڌوءَ ۾ لوڙهي سامونڊي بندرن تان ميسوپوٽام (ٻِہ دريائي ديس - هاڻ عراق) موڪلڻ لاءِ لڏيو ويندو هو. پرڏيهه ويندڙ مال ۾ زرعي پيداوار کان سواءِ ٻين اسمن ۾ ٻن ٿوهن وارا اٺ، عاج ۽ هاٿي شامل هئا.



584

سُنبي ڇاپيل سڪا

584. هندي سنبي ڇاپيل سڪا، موهنجي دڙي لکت کان متاثر.
هي ٻي ٻولين شڪلين ۾ هوندا هئا، پر تور جي حساب سان ڏنا ورتا ويندا هئا.

## کيانئن جي مکيہ جنگين ۽ قبضن جي سنہ وار ترتيب

| | | |
|---|---|---|
| 1 | ميڊيا سلطنت جي فتح | 556 ق-م |
| 2 | ليڊيا جي فتح | |
| 3 | بابل جي فتح | 539 ق-م |
| 4 | مصر جي فتح | 525 ق-م |
| 5 | گنڌارا ۽ سنڌ جي فتح | 519 ق-م |
| 6 | ٿريس مهم | 513 ق-م |
| 7 | مقدونيا ڏانءُ پريندڙ رياست | 492 ق-م |
| 8 | ايرانين کي ملٽيٽن هٿان شڪست | 492 ق-م |
| 9 | آئيونا ۾ بغاوت (دٻائي وئي) | 494 – 500 ق-م |
| 10 | ايراني-يوناني جنگيون | 479 – 480 ق-م |
| 11 | يونانين جي سَلامِڪ ۾ پاڻيءَ واري جنگ ۾ ايرانين هٿان سوڀ | 539 ق-م |

آرامي لِپي



ڏسڻي

| | | |
|---|---|---|
| 1 | ڪياني سلطنت | |
| 2 | ڪياني سلطنت کي ڳنڍيندڙ گس | |
| 3 | سلطنت جا صوبا | ميڊيا |
| 4 | سامونڊي گس | |
| 5 | واپاري وکر | |
| 6 | شهر | |

ڪاڇو




نقشو نمبر 09

# 519 ق-م
# ڪياني حاڪم دارا-پهرئين جي سلطنت

ايم. ايڇ. پنهور جي نگراني ۾ تيار ٿيل

باب ٻارهون

# ڪياني ۽ سنڌ ۾ ريجاڻي
# (519_400 ق.م)

ڇهين صدي ق. م جي وچ تي ڪيانين جي سربراهيءَ ۾ دنيا جي پهرين عظيم سلطنت اڀري، جيڪا 519 ق.م تائين پکڙجي اوڀر ۾ هاڻوڪي پاڪستان کان وٺي اولهه ۾ نيل جي ماٿريءَ تائين، اتر ۾ يونان تائين ۽ ڏکڻ ۾ عربي سمنڊ تائين وڃي پهتي. راڄ گهراڻي جا راڄ راڻا هئا:

| نالو | دور |
|---|---|
| سائرس-1 | 640 - 600 ق.م |
| ڪمبائيسيس-1 | 600 - 559 ق.م |
| سائرس-2 | 559 - 530 ق.م |
| ڪمبائيسيس-2 | 530 - 522 ق.م |
| بَردِيتا | 522 ق.م |
| دارا-1 | 522 - 486 ق.م |
| زيرگزز | 486 - 465/64 ق.م<br>(پنهنجي چاچي هٿان مارجي ويو) |
| اٽازيرگزز-1 | 465 - 425 ق.م<br>(محلاتي سازشن سبب مارجي ويو) |
| دارا-2 | 426 - 404 ق.م |
| اٽازيرگزز-2 | 406 - 359 ق.م |
| اٽازيرگزز-3 | 359 - 337/38 ق.م |
| آرسيس | 337/38 - 336 ق.م |
| دارا-3 | 336 - 330 ق.م |

سنڌ، دارا-پهرئين 519 ق.م ۾ فتح ڪئي. سلطنت ٻاويهن سٽراپين (صوبن) ۾ ورهايل هئي ۽ هر هڪ جي سربراهي شاهي گهراڻي جي ڪنهن ماڻهوءَ وٽ گورنر طور هئي. هاڻوڪو پاڪستان ٽن صوبن ۾ ورهايل هو: گندارا (خيبر پختونخواهه ۽ اتر پنجاب)؛ هندو يا سندو (ملتان کان سامونڊي ڪنڌيءَ تائين ويهين سٽراپي ۽ ڪڇ) ۽ گيدروشيا (هاڻوڪو بلوچستان ۽ ان جي ڀر وارا ايران جا علائقا). ٿر، واڙي ۽ چولستان تي گهٽو ڪري انهن جو ڪنٽرول نه هو، جو ته اهو لاڏائو ڌنارن جو آزاد علائقو هو. اٽازيرگزز-1 جي سربراهيءَ ۾ سلطنت هيٺي ٿيڻ شروع ٿي ۽ سنڌ تي سگهي ٿو ته 450 ق.م يا دير ۾ دير 400 ق.م تائين آزاد ٿي وئي هجي، جڏهن مصر پڻ آزاد ٿي.

ڪيانين، سلطنت ڪي هلائڻ لاءِ اصول ناهيا: ڪرڙو انتظامي ڪنٽرول، وقفي وقفي سان بنا اڳواٽ ڄاڻ ڪرڻ جي پڙتال، شاهي سيڪريٽري يا ٻُڌڻ وارو (بادشاهه جا ڪن) جيڪو سلهاڙيل گورنر جي هيڊڪوارٽر سان هجي پر رپورٽ سڌي بادشاهه کي پهچائي، آزاد فوج جيڪا سڌي سنئين بادشاهه آڏو جوابده هجي، جاسوسيءَ جو نظام، رهنما ٻتين جي اشارن ۽ رستن جي ڄار جو استعمال. انهن سمورين شين ڪيانين کي صوبن ۽ ماڻهن تي پڪي پڪڙ ڏني. ڪنهن امير کي يا شاهي گهراڻي ۾ ڌيءُ جو سگ آڇڻ بادشاهه سان وفاداري ليکبو هو. هندستان ۾ اهو دهليءَ جي سلطانن ۽ مغلن رائج ڪيو، جن عورت لاءِ سخت پردو رائج ڪيو - نڪي عربن، جيئن عام طور سمجهيو وڃي ٿو.

ان جُڳ جا مکيه فصل هئا: چانور، ڪڻڪ، ڦٽيون، ڪمند، تيلي ٻج، ٻاجهري، جُوَر، داليون، انب، ٻير، ڪتل ۽ ليمي نسل جي ميون جون ڪجهه جنسون. جيڪو واڌو ٿيو سو سدائين ٻين ملڪن ڏانهن اماڻيو ويندو هو. نِيرُ ۽ اڏاوتي ڪاٺ ان جُڳ جا صنعتي وکر هئا. ڳني (ڪمند) جي کنڊ يورپ وارن پهريون ڀيرو پنجاب ۽ سنڌ ۾ سڪندر جي اڳواٽيءَ ۾ 326-324 ق.م ۾ ڏٺي. اها هتان دوا طور انين صدي عيسويءَ تائين انهن علائقن ڏانهن ويندي رهي، جيڪي ڪيانين ڪنهن زماني ۾ فتح ڪيا هئا.

سنڌو، واپار لاءِ پڻ هڪ اهم آبي گسُ هو. ان مان وهندڙ پاڻي گهڻو گهڻ علائقن جو هوندو هو ان مال جي پيٽ ۾ جيڪو اهو تبت ۽ سنڪيانگ سوڌو ڏکڻ ايشيا جي سمورن اترين پاڳن ۽ ويندي وچ ايشيا کان پنهنجي چوڙ ويجهو وارن بندرن تائين وهائي پهچائيندو هو. عُر جي ٽئين گهراڻي تائين اڳ ميلُوها جي ملڪ (سنڌ) مان ڪاٺ ٻه دريائي ديس (ميسوپوٽامر) ڏانهن ويندو هو. اهو پڪ سان اترئين پاڳي مان سنڌوءَ رستي ايندو هوندو.

سنڌ، پرڏيهه ڏانهن ڪپهه/سُٽُ/ڌاڳو، اَنَ (ڪڻڪ، چانور، جُوَر، ٻاجهري، داليون ۽ تيلي ٻج)، نِيرُ، آرينا (مَجُٺ)، عاج، مسالا، چمڙو، اڏاوتي ڪاٺ ۽ کنڊ موڪليندي هئي. پرڏيهه مان وٽن جا ڪنئور ( لاک وغيره)، ٽامو، سون ۽ اُنَ گهرائيندي هئي. سنڌ ۾ ٽيڪس (ڍل) اوڳاڙيءَ جو وڏو ذريعو ٻني هئي. ڍلون ٻنڌاڻ ٿيل هونديون هيون ۽ ساڳي ريت سٽراپين تي رقمون ٻنڌاڻ ٿيل هونديون هيون، جيڪي انهن کي اوڳاڙي، مرڪزي خزاني ۾ جمع ڪرائڻيون هونديون هيون. ٽيڪسن جو بار تمام ڳرو هوندو هو،




نقشو نمبر 10

**519 ق_م _ 1524ع**
**ڪيانين، مقدونين، باخترين، سِٿين، پارٿين، ڪُشانن ۽ ارغونن جا وچ ايشيا مان افغانستان رستي سنڌ تي ڪاهڻ جا ڳسَ**

**نوٽ:**

رڳو عربن جا ڳسَ هنن کان مَٽَ هئا، جن مڪران واري ساموندي ڪنڌيءَ ۽ سمنڊ رستي ڪاهون ڪيون. دهليءَ جا حڪمران سنڌ لاءِ دهلي-ملتان ڳسُ وٺندا هئا. سنڌ تي دهليءَ مان ڪاهه صرف تڏهن ٿي سگهندي هئي، جڏهن انهن حڪمرانن جو ملتان ۽ بهاولپور پرڳڻن تي پورو ڪنٽرول هجي. اهڙين ڪاهن جي نتيجي ۾ رڳو ٿوري عرصي لاءِ سنڌ تي ڪنٽرول ٿي سگهيو. ان صورتحال ڪي مُنهن ڏيڻ لاءِ راءِ ۽ برهمڻن ملتان تي قبضو ڪيو. عربن بہ ساڳيو ڪم ڪيو.

محمود غزنوي ۽ محمد تُغلق سنڌ تي رڻ ڪڇ رستي ڪاهون ڪيون، چو تہ انهن وٽ ٻي ڪا واٽ ئي نہ هئي.

450-600ع جي وچ تي سخت ڏڪار وارين حالتن هيٺ ڪيانين دنيا جي پهرين وڏي سلطنت اڏي، جنهن ۾ ٽي قديم تهذيبون نيل، فرات ۽ سنڌو شامل هيون. هنن ٽن علائقن واڌو اَنُ ٿي اپايو، جنهن سان وچ ايشيا جي وڏي پکيڙ رکندڙ ڏُوٽ علائقن جي ماڻهن جو پيٽ پلجي سگهيو ٿي.

ڪيانين ۽ انهن کان پوءِ اچڻ وارن وچ ايشيائين جهڙوڪ باختري يونانين، سِٿين، پارٿين ۽ ڪُشانن زرعي اپت کي همٿايو، پر ڳرا ٽيڪس لاڳو ڪيائون. سلطنت ٽيڪسن جي بار هيٺ اٽڪل هڪ صديءَ اندر ئي ڊهي پئي. ڪيئن بہ، پر دنيا کي پهرين عظيم انتظامي جوڙجڪ ڏئي ويا، جيڪا اڳتي وارن جي تجربن جو بنياد بڻي.

ايم. ايڇ. پنهور جي نگرانيءَ هيٺ ٺهيل

چو تہ سون جي حساب سان سنڌ 360 ٽئلينٽ سون پريندي هئي (ٽئلينٽ سون، چانديءَ ۽ ٻين مادن جو پراڻو ماڻ هو. 1 ٽئلينٽ اٽڪل 26 ڪلوگرام جي برابر هو. مطلب تہ سنڌ تي اٽڪل 9،360 ڪلوگرام يا لڳ ڀڳ 10 ٽن سون ٻنڌاڻ هو - سنڌيڪار) . ٽيڪس سنڌو (هندو) سٽراپيءَ يعني ملتان کان ڪڇ تائين تي مڙهيل هئا. ان کان سواءِ مقامي طور سمورا انتظامي ۽ فوجي خرچ بہ پاڻ پريندي هئي. سنڌ ڪي هر سال 30 ٽن چاندي، فوج ۽ دربار لاءِ سال جي چئن مهينن جي رسد يعني مقامي گورنر جي 800 ساني گهوڙن ۽ 1600 گهوڙين لاءِ گاهہ، گورنر جي ڪتن لاءِ ڪم اينداڙ ساز سامان لاءِ چئن وڏن ڳوٺن مان ٽيندڙ ڪمائي پڻ ڏيٽا هوندا هئا ۽ پڇاڙيءَ ۾ گورنر ۽ شاهي گهراڻي جي حرم لاءِ هر سال 500 ڇوڪرا ڪُٽَ (خصي) ڪيا ويندا هئا. دارا-پهرئين جي دور ۾ سون ۽ چانديءَ جا سڪا ڏيتي ليتيءَ جي ذريعن طور ڪم اچڻ عام ٿيا ۽ ان سان واپاري لاڳاپن ۾ اڳ جي ڀيٽ ۾ سولائي پيدا ٿي.

دارا-1 پنهنجي بحري ٻيڙي جي سپهہ سالار اسڪائيليڪس ڪي پشاور کان هيٺ سنڌو درياءَ وٽي سمنڊ تائين ۽ اتان بلوچستان جي ساموندي ڪنڌي وٽي بحرين، عربستان اُڀيٽ جي ساموندي ڪنڌيءَ ۽ ڳاڙهي سمنڊ جي مصر جي ايرندي واري ساموندي ڪنڌيءَ تائين آبي ڳَسُ ڳولڻ جو ڪم سونپيو. نيل ڪي وري نئچو واري ڦٽل واهہ جي مرمت ڪري ڳاڙهي سمنڊ سان ڳنڍيٽو هو. ائين سنڌ ڪي مصر سان ۽ ٻنهي ملڪن ڪي فارس نارِ سان ڳنڍي سمورين سٽراپين جو واپار اوسارٽو هو. سنڌ، ڪياني سلطنت ڪي ٽيڪسن جي وڏ ۾ وڏ رقم ڏيندي هئي، جنهن مان سنڌ ۾ دارا-1 هٿان فتح ٿيڻ کان اڳ ٿيل ريجاٽي پڪيڙ پڌري ٿئي ٿي.

ڪيانين زراعت ۾ پنهنجي پتي ناڙيءَ وارو هَرُ هتي آٽي ملائي، جيڪو اٽندي بابلين ناهيو هو. بلوچستان ۾ ڪاريزون آنداٿون. لڪت، جنهن جي سرڪاري عملدارن ڪي ڪاتا رکڻ لاءِ ضرورت پوندي آهي، جو استعمال انهي پکڙيل زراعت جو ئي نتيجو آهي، جنهن انهن ڪاتن رکڻ جي ضرورت پيدا ڪئي. خروشتي اڳيئي گنڌارا پرڳٽي ۾ ڇهين صديءَ ۾ اُسري چڪي هئي. برهمي آئيوٽا 483 ق.م ۾ پڌري ٿي. سنڌ، جيڪا موهنجي دڙي جي 1،650 ق.م ۾ ڦٽڻ کان پوءِ ڇٽ ٻڇي چڪي هئي، تنهن ۾ ٻيهر سنڌو لکت جهڙي کا لکت اچٽي هئي. اها زراعت جي، پنهنجي عروج وقت، وڏي سوڀ هئي. سنڌ 450 - 400 ق.م جي وچ تي ڪياني راڄ مان پاڻ آجو ڪرايو ۽ ڪوڙ ساريون ننڍيون ننڍيون بادشاهيون ٺهي ويون، جيئن سڪندر 325/324 ق.م ۾ اچي ڏٺيون. لڳي ٿو تہ سني بندوبست سان ريجاٽي نظام هلاياٿون پئي، چو تہ مقدونين سان مهاڏو هڪ اُپائو ۽ سکي ستابي سنڌ اٽڪايو هو.

جيئن اڳ ڄاڻ ڏني وئي آهي تہ سنڌو-گنگا پَٽن ۾ ريجاٽي رٿائن جي سار سنڀال لاءِ هر ڪُورَ يا ڪسيءَ تي ننڍن ڏاڍن مڙسن ۽ جن واهن منجهان اهي ڪُورون نڪتيون ٿي، تن جي سار سنڀال لاءِ ٿورو وڏن ڏاڍن مڙسن ۽ بادشاهن جو هجڻ ضروري هو. بادشاهہ جو اختيار ڪنهن ممڪن ريجاٽي ايڪي جي لڳ ڀڳ سمورن واهن تي هوندو هو. سنڌ جون جيڪي الڳ الڳ بادشاهيون سڪندر ڏٺيون سي ريجاٽي ايڪي واري هن سرشتي ۾ بلڪل ٺهڪي ٿي آيون. جيئن تہ درياءَ رکي رکي وهڪرا مٽائيندو رهندو هو، سو ريجاٽي ايڪا مٽبا رهندا هئا ۽ بادشاهين جا دنگ بہ مٽبا رهندا هئا. نقشي نمبر 11 (326 - 324 ق.م) تي اک وجهڻ سان چِٽو ڏسڻ ۾ ايندو تہ:

1. سنڌو درياءَ جي اوپر، پر ڪوٽ ڏيجيءَ کان مٿي، وارو علائقو (روهڙي ۽ گهوٽڪي سب ڊويزنون) هڪڙو ريجاٽي ايڪو هوندو.
2. سنڌو درياءَ ۽ سندس الهندي ڇاڙهہ جي وچ تي ٻيٽ روپ وارو علائقو ٻيو ريجاٽي ايڪو ٿي سگهيو ٿي.
3. سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهہ کان اولهہ پاسي وارو علائقو ٽيون ريجاٽي ايڪو هوندو.
4. سنڌوءَ جون بہ وڏيون ڇاڙهون پُراڻ ۽ ڪلري بہ ٻيا ريجاٽي ايڪا هئا.



585



586



587

اَرامي، خروشتي لکتون ۽ سنبي ڇاپيل سڪا

585. اشوڪ جي اَرامي (پراڻي سامي نسل جي ٻولي) اُکر، پُلِ دَرُونتا، افغانستان.

586. هندي سنبي ڇاپيل سڪا، موهنجي دڙي لکت کان متاثر.

587. منيندر جي خروشتي اُکر (175 ق.م)، باجوڙ، خيبر پختونخوا. خروشتي ٿي سگهي ٿو سنڌ ۾ بہ عام هلندي هجي.



588



589



590



591



592

## ڪياني درٻار ۽ يادگار

588. بادشاهه دارا پرسيپولس ۾ پنهنجي شاهي محل ۾ ميڊيا جي هڪ اعليٰ عملدار جو آدرڀاءُ ڪندي ڏيکاريل، 500 ق.م.

589. (مٿين) نقشِ رستم وٽ ساساني ڪوري اپاريل ٽڪري، شاپور-1 (241_272ع) جي ٻن رومي بادشاهن مٿان سوڀ جي تصوير سان. (هيٺين) نقشِ رستم وٽ ساساني ڪوري اپاريل ٽڪري، بهرام-2 (276-293ع) جي هڪ گهوڙي سوار جنگ ڏيکاريندڙ.

590. دارا-1 جو ٽڪريءَ ۾ ڪوريل مقبرو، پرسيپولس، ايران.
ايرانين جو سڀيون شيون چونڊي ڪڍڻ وارو اصول. ايرانين پنهنجي مفتوح محڪومن جون اڏاوتي ڏانءُ واريون روايتون ڪم آڻيندي هڪ بيباڪ، سڀني شين جو گولائو انداز جوڙيو: ٿلهن وارو ديوان عام ميڊيا، الهندي ايران، تان ڪنيائون، اپاري ڪورڻ ميسوپوٽامر تان، پٿر جي ڪم واريون ٽيڪنيڪون يوناني، دروازي ڏانهن وڃڻ وارا رستا مصري ۽ پهاڙ ڪوريل مقبرا جابلو يُورارتو (هاڻوڪي ترڪي ۽ آرمينيا جي دنگن تي) تان. ايراني حاڪم دارا_پهرئين (522_486 ق.م) جو پهاڙ ڪوريل مقبرو پرسيپولس ۾ ايراني راڄڌانيءَ واري محل جي هڪ مهاڙيءَ کي تازو توانو ڪري ٿو.

591. بستن ۾ ڪوري اپاريل دارا جي منڊي.

592. پراڻي پوشاڪ: پرسيپولس، ايران، ۾ هڪ رسمي ڏاڪڻ تي ڪوري اپاريل پٿر مٿان چٽيل ماڻهن جي پوشاڪن ۾ فرق ذريعي وسيع ايراني سلطنت (550-331 ق.م) جي ماحولياتي انيڪتا پڌري ڪن ٿا. ڪوسن ميداني علائقن وارا گهرگهلا ۽ ڊگها چوغا پائن ٿا، جڏهن ته ٿڌن جبلن جا گهوڙيسوار پاجاما، ڪڙتا ۽ غلاف پائن ٿا. تفصيلي ڪوري اپاريل پٿر، پرسيپولس، ايران، 519 ق.م.

باب تيرهون

# سڪندر هٿان سنڌ فتح ٿيڻ ۽ ريجاڻي

# (326_325 ق.م)

356 ق.م ۾ ڄاول سڪندر 336 ق.م ۾ پنهنجي پيءُ جي مرڻ کان پوءِ مقدونيا جو بادشاهه بڻيو. سندس پيءُ سپاهين جو هڪ ڪڏهن به نه هارائيندڙ يا اَجيت دستو تيار ڪيو هو. جنهن ۾ سڪندر وڌيڪ سڌارو آندو. اهو دستو حملو ۽ بچاءُ گڏ گڏ ڪرڻ جي سگهيا ورتل فوجين تي ٻڌل هو. زره بند سپاهي مٿي کان پير جي آڱوٺي تائين رُڪَ سان ڍڪيل هوندو هو ۽ سندس قد بت مطابق ٺهيل هڪ ڍال سندس بچاءُ ڪندي هئي. جڏهن ڪو گهوڙيسوار دستو مٿن هلان ڪندو هو ته سپاهي قطار ٺاهي ڍالن جي هڪ پٽ ٺاهي ڇڏيندا هئا ۽ جيئن ئي گهوڙيسوار ويجها ايندا هئا ته اهي تڪڙ ۾ هڪٻئي پنيان وڃي گهوڙيسوارن کي وچان ٽپي وڃڻ ڏيندا هئا ۽ جيئن ئي اهو ٽپندو هو ته هي پوئتي مڙي مٿس ۽ گهوڙي جي پٺيءَ تي ڊگهي ڀالي سان وار ڪري اتي ئي ماري رکندا هئس. اهڙي ريت زره بند سپاهيءَ، ڍال ۽ ڀالي جي ميلاپ سان ٺاهيل سپاهين جو اهو دستو پلوڙ ترين هٿيار هو.

تخت تي ويهڻ کان ٻه سال پوءِ ڪياني لشڪر کي گرينِيڪَس واري جنگ ۾ شڪست ڏنائين. 333 ق.م ۾ دارا-3 کي شڪست ڏنائين، جيڪو پنهنجا گهر ڀاتي ڇڏي ڀڄي ويو، جن سان سڪندر سٺو ورتاءُ ڪيو. 332-331 ق.م ۾ مصر تي قبضو ڪيائين. 331 ق.م ۾ دارا-3 کي پراڻي نينوا ويجهو گوگاميلا واري جنگ ۾ آخري شڪست ڏنائين. دارا پنهنجي ئي ماڻهن هٿان ماريو ويو. سڪندر، پوءِ بابل تي چڙهائي ڪئي. تنهن کان پوءِ سُوسا تي ڪاهه ڪري، فتح ڪري ۽ باهه ڏئي ساڙيائين، جتان ڪيس ڪيانين جو اڳائي صدين کان وڌيڪ عرصي ۾ ميڙيل خزانو هٿ آيو. 327 ق.م ۾ باختري يوناني سردار جي ڌيءُ روگزين سان پرڻو ڪيائين ۽ ساڳئي سال ڏکڻ ايشيا کي زير ڪرڻ لاءِ هندوڪش ٽپيو.

هيٺين ٽيبل ۾ سڪندر جي سنڌ ۽ پنجاب جي فتحن، پوئتي موٽڻ ۽ مرڻ جا سنه ڏنل آهن:

| | |
|---|---|
| پنجاب جي پورس جي شڪست | 326 ق.م |
| ملتان کان اترين علائقن وارا مَلِي | 326 ق.م |
| آگزِيڊريٽس | 326 ق.م |
| مُوسِيڪينَس | 326 ق.م |
| سامبَس هٿيار ڦٽا ڪيا | 326 ق.م |
| سامبَس بغاوت ڪئي، شڪست ٿيس ۽ ماري ويو. | 325 ق.م |
| مُوسِيڪينَس بغاوت ڪئي، شڪست ٿيس ۽ ماري ويو. موئيرِس-1 ۽ موئيرِس-2 پنهنجا علائقا ڇڏي، ڪوهن ۾ زهر وجهي ۽ ڀڄي ويا. | 325 ق.م |
| ڏکڻ سنڌ ۾ سڪندر مخالف ڇڪتاڻ شروع ٿيا | 325 ق.م |
| ارابِتائي هٿيار ڦٽا ڪيا | 325 ق.م |
| اورِئينتائي هٿيار ڦٽا ڪيا | 325 ق.م |
| بابل ڏانهن ڏوڪيندي مهل ڪاڏي ۽ پاڻيءَ جي کوٽ جي ڪري مڪران، سڪندر کي شڪست ڏني. | 324 ق.م |
| سڪندر جو موت (گهٽو ڪري زهر سان) | 323 ق.م |
| سڪندر جي سلطنت جو ٽٽڻ | 323 - 301 ق.م |

## واپار

پنهنجي پيشرو دارا وانگر سڪندر، سنڌوءَ جي ڇوڙ واري بندر "سڪندري بندرگاهه" (باربيريڪان يا ٻنڀور) کي ميسوپوٽامر (ٻه دريائي ديس) سان ۽ ميسوپوٽامر کي وري ڳاڙهي سمنڊ رستي مصر سان ڳنڍڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ٻنڀور مان اميرالبحر نيارڪَس جي مهنداريءَ ۾ هڪ بحري ٻيڙو روانو ڪيائين.

## سماجي ۽ معاشي اثر

سڪندر جي فتحن جو تمام گهٽ اثر ٿيو، سواءِ ان جي ته يوناني ٻولي علم پرائڻ جي ٻولي بڻجي وئي ۽ ڏکڻ ايشيا جو سائنسي ۽ ٻيو ادب ۽ رسمون رواج وچ ايشيا، وچ اوڀر ۽ يورپ تائين پهتا. پر سندس اوڀر ۽ اولهه کي رَلائي هڪ ڪرڻ واري حمايت سوڀاري نه ٿي، ڇو ته سندس مرندي ئي ايراني ۽ پاڪستاني مايون پرڻيل سندس سپاهين انهن کي ڇڏي ڏنو ۽ سندس پٽ ۽ زال ماري ويا. ايراني سلطنت ۽ ڏکڻ ايشيا بابت سائنسي ڄاڻ هٿ ڪيائين، جيڪا يورپ پهتي.

اَيُور ويدِڪ دوائن جو يوناني دوائن تي اثر ۽ ڏکڻ ايشيا جي ٻوٽين ۽




### 325ق_م وارا نالا ۽ انهن جي جاءِ وٺندڙ نوان نالا

| پراڻا نالا | نوان نالا |
|---|---|
| سندومانا | سيوهڻ |
| پٽالا | بهمن آباد |
| موسيڪينس جي راڄڌاني | الور |
| رهمباڪيا | ٻيلو |
| آرابس | حب |
| اليگزينڊرس هيون | پنيور يا باربيريڪان |
| مورنٽوبارا | منوڙو |
| ڪلاڪا | مياڻي هوڙ |
| ٽوميرس نئن | هنگول نئن |
| راس ملان | ملاٽو |
| اليگزينڊريا | اُڇ |

ذاتي مرڪبن جو واپرائجڻ سندس ڏکڻ ايشيا جي فتحن جو وڏو لاڀ هو.

## گرم جُگ ۽ سُڃن پوئن جي ماڻهن پاران سنڌ کي فتح ڪرڻ

900 ق.م کان پوءِ آبهوا بهتر ٿي، پر ڏکڻ ايشيا جي ٻين ڀاڱن ۾ ٿيندڙ ثقافتي اڳڀراين جي برابري ڪري سگهڻ جيتري نه. لڳي ٿو ته آبهوا ڇهين صدي ق.م جي پڇاڙڪي چوٿين ڪان وٺي اٽڪل 200 ق.م تائين وڌيڪ بهتر ٿي. هي اهو جُڳ هو جڏهن سنڌ، جيڪا ملتان تائين پکڙيل هئي، سکي ستابي ٿي ۽ ڪيانين هٿان فتح ٿي، جن کي ڳرا ٽيڪس ڀري ڏنائين، پر انهن جي راڄ جي سو سالن اندر ئي آزاد ٿي ننڍيون ننڍيون بادشاهيون ٿي ويئي. سڪندر پاران سنڌ تي 326 ق.م ۾ ڪاهه ڪرڻ وقت سٺن ننڍين ننڍين بادشاهين مَلوئِي، آگزِيڊريٽس، مُوسِيڪينَس، سامبَس، آگزِيڪينَس، موئيرِس-1 ۽ موئيرس-2 ساٿس سخت مهاڏو ڏنو ۽ فاتح اعظم جي عظمت ڇيتيون ڇيتيون ڪري ڇڏيائون ۽ ڪيس تڪڙ ۾ سنڌ ڇڏي مڪران جي ريگستان مان سِڌُ ڪرڻو پيو، جنهن نيٺ ڪيس پنهنجي بنا وٽڪار، بنا پاڻي ۽ ناساز ماحولياتي حالتن سان شڪست ڏني. پڇاڙيءَ ۾ سنڌ ڇڏڻ کان هڪ سال پوءِ ڪيس بابل ۾ زهر ڏنو ويو. هن مان رڳو اهو پتو پوي ٿو ته جيڪڏهن آبهوا سٺي آهي ته آبادي وڌڻ سان گڏوگڏ سکي ستابي به ٿئي ٿي ۽ پوءِ ماڻهو ڌرتيءَ لاءِ وڙهڻ لاءِ تيار ٿي وڃن ٿا، جنهن سان جذباتي لڳاءُ ٿي وڃين ٿو (ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ).

سڪندر، سنڌ ۾ ڪيتريون ئي ننڍيون ننڍيون بادشاهيون ڏٺيون ۽ فتح ڪيون. مزيدار ڳالهه ته انهن ننڍين بادشاهين جا دنگ هتي ڏنل نقشي ۾ ڏيکاريل ۽ هيٺ بيان ڪيل ڪن سِٽائن جي هوبهو بيهاريل ريجاڻي دنگن سان ڪنهن ريت نهڪندا لڳن ٿا:

1. **آگزِيڊريٽس جي بادشاهي** ملتان ضلعي ۽ بهاولپور ڊويزن جي اُچ تائين ڀاڱي تي ٻڌل هئي.
2. **مُوسِيڪينَس جي بادشاهي** بهاولپور ڊويزن جي اُچ کان هيٺئين ڀاڱي ، سکر ضلعي جي حصن (سنڌو درياءَ جي ڪاٻي ڪنڌيءَ وارا)، جيڪب آباد، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي اترئين ڀاڱي تي ٻڌل هئي.
3. **آگزِيڪينَس جي بادشاهي** هاڻوڪن نوابشاهه (شهيد بينظير آباد) ۽ خيرپور ضلعن تي ٻڌل هئي.
4. **سامبَس جي بادشاهي** دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي اولاهن ٽڪرن تي ٻڌل هئي، جن کي گهڻو ڪري سنڌو درياءَ جي الهندي ڇاڙهه، منڇر ڍنڍ، جوهي ۽ سيوهڻ تعلقن واريون ڪجهه نئيون ۽ ٿاڪرو چشما پاڻي رسائيندا هئا. الهندي ڇاڙهه ۽ سنڌوءَ جي وچ تي هجڻ ڪري هڪ وڏو ٻيٽ ٿي پيل هي علائقو پڪ سان ڀلي نموني ريجائبو هوندو ۽ مٿس ٻارها فصل ٿيندا هوندا ۽ انهي ڪري اهو سنڌ جو سڀ کان شاهوڪار علائقو هوندو.
5. **موئيرِس-1 جي بادشاهي** سنڌو درياءَ جي ايرندي ڇاڙهه تي هئي، جيڪا ٽن ڏينهن ۾ ايرندي پُراڻ مان وهندي هئي. ان ۾ سانگهڙ، بدين ۽ ٿرپارڪر ضلعن جا ريجاڻيءَ هيٺ ايندڙ ٽڪرا اچي ٿي ويا.
6. **موئيرِس-2 جي بادشاهي** سنڌو درياءَ جي الهندي ڇاڙهه تي هاڻوڪن حيدرآباد ۽ ٺٽي ضلعن تي ٻڌل هئي.
7. **اراِبتائي قبائلي علائقي** ۾ ڏکڻ دادو، اتر ٺٽي ۽ ڪراچي ضلعن جو ميتهن تي زراعت ۽ مال چارڻ جي رَکُن وارو علائقو ڪوهستان اچي ٿي ويو. علائقي جا چشما پڪ سان ريجاڻيءَ جو هڪ اهم ذريعو هوندا، جيئن اهي اڄ به آهن.
8. **اورئيِنتائي** ۾ هاڻوڪي لسٻيلي وارو علائقو اچي ٿي ويو.

سڪندر جي تاريخ سهيڙيندڙن وٽان اسان کي سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ان صديءَ دوران آيل ڪجهه ڦيرن بابت پتو پوي ٿو. سندس تاريخ لکندڙ ارسٽوبولَس لکي ٿو ته: "هڪ هزار کان وڌيڪ شهر ۽ انهن سان گڏ ڳوٺ، جيڪي ڦٽي ويا هئا، ڇاڪاڻ ته سنڌو پنهنجو اصل پيٽ ڇڏي ويو هو ۽ پاسيرو ٿي کاٻي پاسي تي ٻئي پيٽ ۾ وڃي پيو هو، جيڪو گهڻو اونهو هو ۽ ايڪپري لاهيءَ سان آبشار وانگر پئي وهيو، سو سنڌوءَ هاڻ ساڄي پاسي واري ڦٽل علائقي کي اٽل جي ڏينهن ۾ پاڻي نه پئي ڏنو - ڇو ته هاڻ اهو علائقو نه رڳو نئين ڌارا کان پر انهي جي اٽل کان به مٿي هو." (اسٽرئبو پاران حوالو)

آگزِيڪينَس جي ملڪ ۾ وهڪري ۾ هي ڦيرو الور ۽ پٽالا جي وچ تي يعني خيرپور، نوشهري ۽ نوابشاهه (شهيد بينظير آباد) ضلعن ۾ چوٿين صدي ق.م ۾ آيو، جنهن انهن ضلعن جو ريجاڻي نظام ڦٽائي ڇڏيو. انهي پڪ سان آگزِيڪينَس کي هيٺو ڪيو هوندو، جنهن فاتح تي سوڀارو ٿيڻ لاءِ هر اها اٽڪل ڪم آندي، جيڪا هو آڻي سگهيو ٿي.

هن عرصي دوران سنڌ ۾ ٻه دريائي سرشتا هئا. سنڌوءَ جي سنڌ اندر وهڪرن بابت سڀ کان سڄر تحقيق ڪندڙ وِلهيلمي چيو آهي ته: "325 ق.م ۾ سَرَسوَتي-هاڪڙو دريائي سرشتو ٻارهو وهندڙ آبي ڌارا نه رهيو هو. اهو آب ڪلاٽيءَ واري مند (جون کان سيپٽمبر تائين) ۾ وهندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن سنڌوءَ جي ڇَرَ جو پاڻي ايندو هئس، پر ٻنهي جي باقاعدي اڄ وچ ۾ سندس ڪنهن ريت ڪو حصو نه هو." (وِلهيلمي 1966-1968) اهو گهڻ وقت ۾ لهندڙ هاڙهه جي پوکن جُوَر ۽ ٻاجهريءَ جي پوکائيءَ ۾ ڪردرا نڀائي سگهيو ٿي ۽ پاڻي لهي وڃڻ کان پوءِ سندس تري ۾ گاهه ڦٽي سگهيا ٿي.

سڪندر جي تاريخ سهيڙيندڙ وٽان مليل ڄاڻ مان هي نتيجا ڪڍي سگهجن ٿا:

- مُوسِيڪينَس (ماچين؟) ۽ سامبَس (سمن؟) جا ملڪ ريجاڻي سرشتن جي ڪري سکيا ستابا هئا.
- موئيرِس-1 (موريا-1) جي ملڪ ۾ ٻه دريائي سرشتا هئا ۽ اهو گهڻو ڪري سڀ کان وڌيڪ اُپائو پر ڳٽو هو.

593





594



595



596

597





598



599



600

## سڪندر

593. سڪندر گهوڙي تي سوار، 331 ق.م.
594. سڪندر اعظم جي منڊي، 330 ق.م
595. رچرڊ برٽن 1956 ۾ فلم ”اليگزينڊر دي گريٽ“.
596. ٽرنڪ چارجر. هن سڪي تي گهوڙي تي سوار سڪندر هاٿيءَ تي چڙهيل ٻن هندي جوڌن مٿان هلان ڪري رهيو آهي. سمجهيو وڃي ٿو ته هي بابل ۾ 323 ق.م ۾ جاري ڪيو ويو هو.
597. ۽ 600. سڪندر جون موزيڪ تصويرون، پهرين صدي ق.م.
598. سڪندرهڪ سڪي تي.
599. سڪندر جو پٿر جو ڪفن، چوٿين صدي ق.م جي پوياڙي.

▪ چوڙ-ٻيٽاري (ڊيلٽا) وارو موئيرس-2 جو ملڪ پڻ چڱي آباديءَ وارو هوندو ڇو ته اتي ريجاڻيءَ سان گڏوگڏ وڏي انگ ۾ ڍنڍون ۽ ترايون هيون، جن ۾ مڇي ٿيندي هئي، اتي مسافر پڪي ايندا هئا ۽ پاڻي لهي وڃڻ کان پوءِ اتي گاهه ڦٽندا هئا، جن تي مال پلبو هو.

ملتان کان هيٺ واري سنڌ، سڪندر اعظم پاران فتح ڪيل ڏکڻ ايشيا جو سڀ کان سڪيو ستابو ٽڪرو هو.

ان جا مکيه ڪارڻ ريجاڻي ۽ ٻه دريائي سرشتا هئا.

سڪندر جي تاريخ سهيڙيندڙن وٽان ۽ سندس امير البحر نيارڪَس جي روزنامچي مان سنڌ جي ٻن اهم پيداوارن جي ڳالهه ڀڌڻ ۾ اچي ٿي - سوٽي ڪپڙو ۽ ڪنڊ. ڪمند جيئن ته ٻارهو بيهندڙ فصل هو سو پڪ سان موزون علائقن ۾ ريجاڻي سرشتن تي ٿيندو هوندو، گهڻو ڪري سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهه (الهندو نارو)، منڇر ڍنڍ واري پاڳي ۽ ڪڇ ٻين ترايون ۽ ڍنڍون جهڙوڪ مَکي-فراش، ڪينجهر، ڪلري، هاليجي ۽ ڪوڙ سارين ٻين تي، جن منجهان واهه موزون علائقن ڏانهن پاڻي نيئي سگهندا هوندا ۽ آب ڪلاڻيءَ ڪي چڏي ٻي مند ۾ ٻوڪن سان ڪچندو هوندو، ڇو ته نار اڃا يجاد نه ٿيا هئا.






نوٽ:

مورين ۾ ٻاگي ٽي صديءَ اندر پهرين ڏکڻ ايشيائي سلطنت جوڙي ورتي ۽ ڪيانين وانگر ان کي سگهاري انتظام هيٺ هلايائون جيڪو ڪوٽيليا جي ارٿ شاستر تي آڌاريل هو . انهي اهي انتظام، پرڏيهي پاليسيءَ، قانون ۽ انصاف ۽ ڪَسُن جي سائيزن ۽ ٻنيءَ جي ماپن مطابق ٽيڪس لاڳو ڪرڻ وارا سڀ نظريا راتورات نه گهڙيا هوندا. لڳي ائين ٿو ته حڪومت هلائڻ جون اهي وائون سنڌوءَ سميت اڳاٽين تهذيبن ۽ آرين جي تجربن مان پرايون ويون هونديون. ايتري پکيڙ واري سلطنت وري علاءُ الدين (1315)، اورنگزيب (1717) ۽ انگريزن (1849ع) ٺاهي.

ايم. ايڇ. پنهور جي نگرانيءَ هيٺ ٺهيل

باب چوڏهون

# مورين جي راڄ ۾ ريجاڻي
# (321_184 ق٠م)

## چندرگُپت موريا

موريا راڄ گهراڻي (جنهن کي يونانين موئيرس سڏيو آهي) جو باني چندرگپت موريا هو، جنهن کي برهمڻ چاڻڪيا مڳڌ مان پڙهائيءَ لاءِ ٽڪاسيلا (ٽيڪسيلا) آندو، جتي اهو ست اٺ سال رهيو. پلوٽارڪ مطابق سانڊروڪوٽوس (چندرگپت) نالي نوجوان سڪندر سان پاڻ سان مليو ۽ اهو پورس خلاف جهلم واري جنگ ۾ سڪندر سان ساٿ ۾ هو. انهي ئي پورس کي سڪندر سان انهي جي دعوت جي موٽ ۾ ملڻ تي راضي ڪيو. ائين پورس کان، پنهنجي فائدي مطابق، هٿيار ڦٽا ڪرائڻ ۾ سوڀارو ٿيو ۽ نتيجي ۾ پورس، سڪندر جو سنو دوست بڻيو. اهو سڪندر سان پٽالين (لاڙ سنڌ) جڏهن تائين گڏ رهيو ۽ انهي کي سنڌ جي حڪمراني سونپي وئي.

## پورس مارجي ويو، چندرگُپت سنڌ کي 321 ق٠م ۾ پنهنجي بادشاهيءَ ۾ گڏائي ڇڏيو

سڪندر جي مرڻ کان ٻه سال پوءِ ۽ يونانين کي هاڻوڪي سنڌ، پنجاب ۽ اوپر بلوچستان جي دنگن مان ڌِڪي ٻاهر ڪرڻ کان پوءِ پورس ۽ چندرگپت موريا لڳي ٿو ته مکيہ رياستن ۽ قبيلن مان ۽ يُودِيمَس کان پڻ (جنهن اجا تائين اترين سنڌو ماٿريءَ جي ڪجھ علائقن تي حڪمراني پئي ڪئي) مڳڌ تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ مدد هٿ ڪئي. پورس، جنهن جي پنجاب ۽ سنڌ تي حڪمراني هئي، پڻ ساڻن اچي گڏيو ۽ سنڌ جي راجڪمارن جا لشڪر ۽ قبيلا به ساڻن اچي گڏيا. مڳڌ ڏانهن ويندي واٽ تي سيني ننڍين ننڍين رياستن تي ڪاهون ڪيائون ۽ اهي هٿ ڪيائون. سوڀ کان پوءِ فتح ڪيل علائقا پورس ۽ چندرگپت وچ ۾ ورهائجڻا هئا. چاڻڪ يا چاڻڪيا يا ڪوٽيليا، يُودِيمَس کي ميڇ ڏئي پورس کي مارايو. چندرگپت سنڌ، اوپر گيدروشيا (لسٻيلو، قلات، سبي ۽ بولان لڪ جو ڏاڪٽئو پاسو) تائين، پنهنجي ملڪ ۾ گڏائي ڇڏي. اڳتي هلي چندرگپت 321 ق.م ۾ مڳڌ سميت سمورو علائقو زور تي قبائي ورتو. پيٺون کي ڏکڻ ايشيا جي الهندي دنگ يعني سنڌوءَ کان اولھ پاسي جو نگران بڻايائين.

## چندرگُپت 301 ق٠م ۾ موريا سلطنت کي افغانستان ۽ بلوچستان تائين وڌايو

يُودِيمَس 317 ق.م ۾ سيليُوڪَس کي اينٽيگونَس خلاف مدد ڏيڻ لاءِ اتر پنجاب کان هليو. 305-304 ق.م ۾ سيليُوڪَس هاڻوڪي پاڪستان تي ڪاهه ڪئي ۽ پڇاڙيءَ ۾ چندرگپت سان ٺاهه ڪيائين، جنهن ۾ جلال آباد (افغانستان ۾) کي پورالي نئن (لسٻيلي ضلعي ۾) سان ملائيندڙ سَنڌي کان اوپر وارا سمورا يوناني علائقا ڏئي عيوض ۾ 500 هاٿي ورتائين، جن سان اينٽيگونَس کي اِپسوس ۾ 301 ق.م ۾ شڪست ڏنائين. سڪندر جي ان يوناني گادي سنڀاليندڙ جي ان ڏکوئيندڙ واقعي جو نتيجو اهو ٿيو ته چندرگپت ڏکڻ ايشيا جي سائنسي دنگ يعني هندوڪش جبل تي ڪنٽرول حاصل ڪري ورتو. انگريزن اٺوين صديءَ ۾ اهو حاصل ڪرڻ لاءِ اجايا زور لاتا ۽ جڏهن افغانستان سان عهد ناما ڪيائون تڏهن وڃي مَسَ سوڀارا ٿيا.

موريا راڄ گهراڻي جا راڄ ڌڻي:

| | |
|---|---|
| چندرگُپت موريا | 324 - 298 ق.م |
| بِندُوسَرا | 298— 273/72 ق.م |
| اشوڪ | 273/72 - 232 ق.م |
| دَسرٿ | 232 - 224 ق.م |
| سَنگاتا | 224 - 216 ق.م |
| سَلِيسُوڪا | 216 - 206 ق.م |
| سوماسَرمن | 206 - 200 ق.م |
| سَلِيسُوڪا | 200 - 199 ق.م |
| سَتڌَنوان | 199 - 191 ق.م |
| برِهادِرَٿ | 191 - 187 ق.م |

مورين جي اچڻ سان ٻنيءَ جو سڌارو آيو. ان ڪم کي هلائڻ ۾نيان هٿ


601


602


603


604


605


606


607


608


609


610


611


612


613


614


615


616


617


618


619


620


621


622


623


624


625


626


627

**مورين ۽ باختري يونانين جا سڪا**

ڏکڻ ايشيائي سڪي سازي: سنڌو-يوناني: 601. 602. ديميتريَس-پهرئين (200-100 ق.م) جو چانديءَ جو چئن درهمن جو سڪو. 603. اگاٿوڪلس (191-180 ق.م) جا ڪنجهي جا سڪا. سَڪا: 604. ايزس (57-10 ق.م) جا ڪنجهي جا سڪا. 605. ايزس جو چانديءَ جو چئن درهمن جو سڪو. ڪشان: 606. ڪَنشڪ (100-126ع) جو ڪنجهي جو چئن درهمن جو سڪو. 607. هُوشڪ (126-163ع) جو سون سان پيتّجندڙ سڪو. اولهه وارا سَڪا (سٽراپ): 608. نهپانا (119-125ع) جو چانديءَ جو آڌيو (اڌ درهم). 609. رُدردَمن سِمها (30-20 ق.م) جو چانديءَ جو آڌيو. 610. ڪنهن بادشاهه (سَتَڪاني؟، 30 ق.م) جو ڪنجهي (پوٽن) جو سڪو. 611. گوتمي پُترا وجيئاڪرا (سَتَڪاني، 106-130ع) جو شيهي جو سڪو.

مورين کان اڳ واري جُڳ، چوٿين صدي ق.م، سان لاڳاپو ڏيکارڻ جوڳا سڪا: اتر-الهندي وارا علائقا: 612. چانديءَ جي ڳنٽيءَ وارو سڪو (ٻٽي معيار وارو). 613. چانديءَ جو گول سڪو (اڌ معيار). 614. چانديءَ جو چورس سڪو. گنگا ماٿري (ڪيسي): 615. پيالي شڪل چانديءَ جو سنبي چاپ سڪو. 616. چانديءَ جو سنبي چاپ سڪو.

مورين ۽ مورين کان ستت پوءِ واري جُڳ سان لاڳاپو ڏيکارڻ جوڳا سڪا: 617، 618، 619. چانديءَ جي سنبي چاپ سڪا، قومي سلسلو. 620، 621، 622. ٽامي جي ڍليل سڪا. 623، 624، 625، 626، 627. سانچي پلٽيل ٽامي جا سڪا، ٽيڪسيلا، پنٿين پاسي نگما (برهمي لکت)، ڪوجَڪا (خروشتي لکت).

چندرگپت جي مکيہ منتري ۽ ارٿ شاستر جي ليکڪ چاڻَڪيا جو هو. سندس سلطنت جي ڪجھ علائقن ۾ ريجاڻي نظام کي سڌاريو ويو. ڊل، ٻنيءَ جي ماپ ڪري ٺيڪ ٺيڪ ڪَٿي ۽ اوڳاڙي ويندي هئي. واهن ذريعي ريجاڻي سنڌ وارا سنڌو تهذيب جي ڊرڪڻ واري جُڳ کان وٺي ڄاڻندا هئا، پر مورين ٿي سگهي ٿو ان کي نون علائقن تائين پکيڙيو هجي. ريجاڻي پاڻيءَ تي مورين ذريعي ڪنٽرول بابت سڀ کان آڳاٽي ڄاڻ پڻ هن جُڳ جي آهي ۽ چاڻَڪيا جي ارٿ شاستر ۽ ميگسٿينس جي اِنڊِڪا مان ملي ٿي. زراعت جو نگران رکيل هوندو هئن، جيڪو ٻنيءَ جا اگهہ ان جي ڳڻن ۽ ريجاڻي طريقن مطابق ڪٽيندو هو. عام طور تي حڪومت جي اپت ۾ پتي هڪ پاڳي چار هوندي هئي. آبيانو، جيڪو اپت جي ٽين پتيءَ جو هڪ پاڳي پنج هوندو هو، ڊل کان سواءِ پرڻو هوندو هو. اهي ملائي پوري اپت جو لڳ ڀڳ اڌ ٿي ويندو هو. ان کان سواءِ ٻيا ننڍڙا ٽيڪس جهڙوڪ ڏاريل ڊورن تي ٽيڪس بہ هوندا هئا. ائين ريجاڻي ٻنيءَ ۾ ڪڙميءَ کي پنهنجي اپت جو چاليھ سيڪڙو بہ نہ بچندو هو. ارٿ شاستر موتين جي ڳالھ تہ سنڌ جي ڪاروباري وکر طور ڪئي وئي آهي، پر چاڻَڪيا سُٽَ، ڪپڙي/اوچ، مسالن ۽ اناج جنسن جي ڳالھ ڪرڻ رهائي ويو آهي.

ميگسٿينس ٻڌائي ٿو تہ شاهي عملدار ٻنيءَ جي ماپ ساڳئي مصر واري طريقي سان ڪندا هئا ۽ جن مورين مان پاڻي واهن ۾ ويندو هو، تن جي چڪاس ڪندا هئا تہ جيئن هر آبادگار کي پاڻيءَ مان پنهنجي پوري پتي ملي (وي. اي. سمٿ، حوالو استرابو) مورين جي دور ۾ سرڪاري ڪمن تي ايندڙ خرچ سلطنت جي ڪل خرچ جو پنجويھ سيڪڙو هوندا هئا. سنڌ ۾ ريجاڻي نظام ۽ ايراضين جي ٺيڪ ٺيڪ تصوير لاءِ ڄاڻ جي کوٽ آهي. چندرگپت موريا، سڪندر خلاف بغاوت سنڌ مان شروع ڪئي. لاڙ سنڌ جا بہ راڄ ڏٽي موئيرس-1 ۽ موئيرس-2 هاڻ موريا سمجهيا وڃن ٿا (موريا قبيلو سنڌ ۾ اڃا تائين آهي). جيڪڏهن ائين آهي تہ پوءِ چندرگپت ۽ سندس مُک صلاحڪار چاڻَڪيا ٻئي سنڌ جا چڱي طرح سونهان هوندا ۽ هڪ ماهر منتظم طور چاڻَڪيا ان جُڳ جو هڪ عظيم سياسي نظرئي دان هو، تنهن ريجاڻي زراعت کي وڌيڪ سڌاريو هوندو، جيڪا سڪندر جي 325 ق.م ۾ اچڻ مهل اڳيئي سني حالت ۾ هئي.

مهان موريا سمراٽ اشوڪ جي 242 ق.م ۾ مرڻ کان پوءِ پونين مورين جي دور ۾ ريجاڻي نظام پڪ سان بگڙي ويو هوندو، گهڻو ڪري ان ڪري تہ ريجاڻي رٿائن جو درست انتظام نہ ٿيو هوندو. پونين مورين جا سڪا مَٺُ مليل هوندا هئا ۽ انهن ۾ چانديءَ جو گهٽ هجڻ اُيري معيشت جو اولڙو پسائي ٿو. موريا نموني واري مرڪزي نظام هيٺ سموري معيشت جي هيٺو ٿيڻ جو تڪڙو نتيجو ريجاڻيءَ تي ٿيندڙ خرچ ۾ گهٽتائي، پوکيءَ هيٺ ٻنيءَ ۾ گهٽتائي ۽ سرڪاري آمدنيءَ ۾ گهٽتائي ٿيندو. ائين مسئلن جو اٽڪڻ سلسلو سرڪار جي هلندي پڄنديءَ کي جهٽ هيٺو ڪري ڇڏيندو.

سنڌ ۽ باقي ڏکڻ ايشيا جي معيشت زرعي هئي. عملدارن جون پگهارون ۽ سرڪاري ڪمن تي ايندڙ خرچ قومي خرچن جو چڱو پلو حصو ٿيو ٿي. موريا گهراڻي جو ڊهڻ وڏو لشڪر پالڻ ۽ نئين هنڌ تي آباد ٿيڻ جي جهجهي دباءَ هيٺ ڊبيل معيشت سان جوڙيو وڃي ٿو.

250 ق.م ڌاري يونانين جهازن جي تري مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ پنهنجي جهازن ۾ ڏول لڳل مالھ وارا پمپ هنيا. اهي ڊزائن ۾ نارن جهڙا ئي هئا، سواءِ ان جي تہ ڏول ننڍا هئا ۽ ڏولن کي ڦيرائيندڙ ڪانيڻ وهڻ ذريعي ڦيرائجندڙ چڪر سان ڦيرائڻ بجاءِ هٿ سان ڦيرائبي هئي. نار، ٿي سگهي ٿو سنتت ئي انهي مٽي تي ٺهيا هجن.

200 – 175 ق. م تائين پاڻي چاڙهڻ واريون انجڻون اڳيئي ريجاڻيءَ لاءِ ڪم آيون پئي. اهي ٿي سگهي ٿو سنڌ ۾ يوناني ساموندين 200 ق.م ۽ گريگوري سنہ جي شروع ٿيڻ جي وچ تي آنديون هجن.







موريا دربار جون شيون

628. پٽاليپُترا ۾ موريا دربار جو مڪمل نٽ ٺانگر ٺڪر جي هڪ ٻتڙي ۾ زناني فيشن مان پڌرو ٿي رهيو آهي.

629. 629. راس منڊل وهڙو.

اتر

خوتان
(نيا)
(هُنزا)
(نگر)
(گلگت)
(چترال)
ڪوفن
(ڪابل)
(غزني)
پُشڪالاوتي
(پُنچ)
(ليهه)
ٽيڪسلا
سنڌو درياءُ
ساڪالا (سيالڪوٽ)
الیگزینڊریا
(جهلم درياءُ)
ديميترياس
(ڊي. آئي. خان)
(قنڌاهار)
الیگزینڊروپولس
(راوي درياءُ)
(ستلج درياءُ)
(ڪوئيٽا)
(ڊي. جي. خان)
(برهمپُتر درياءُ)
(گنگا درياءُ)
(جمنا درياءُ)
(گهرا درياءُ)
هاڪڙو يا گهگهر واهڙ
(دهلي)
مَتُرا
(مترا)
(ايوڌيا)
سڪيتا
پٽاليپُتر
(پٽنا)
(پورالي نئن)
سنڌو درياءُ
الور
سيوهڻ
(اجمير)
(چمبل درياءُ)
(ڪانپور)
مدياميڪا
(ڪوسمبي)
(شارهوت)
(بوڌ گايا)
(سون درياءُ)
پٽالا
(باربيريڪان)
هاٿوڪي سامونڊي ڪنڌي
سامونڊي ڪنڌي
ڪڇ
ودِيسا (پلسا)
(سانچي)
(اُجين)
(نربدا درياءُ)
عربي سمنڊ
(سائو سمنڊ)
(جوناڳڙهه)
باريگزا (بروچ)
(سُورت)
سُپارا
ڪليانه
(ناسڪ)
سِميلا
(جُنار)
(بمبئي)
پَلُورا
آنڌرا
سائينس گينگيٽيڪس
گوداوري
الوسگني
بائزنشن
گوئا
ڪارواڙ
پٽنبرا
مالنگا
ميلنگا
ڪرشنا
سوپٽما
نؤرا
پوڊيُوس
ڪُرورا
ڪمارا
ارگارُو
نيلسندا
ايلنڪن
مودُوتَن
اَنُوروگرامڻ
ماگرامڻ
مئري پراسودم
(سائو سمنڊ)




نقشو نمبر 14

187 - 184 ق_م
باختري يونانين
(ديميترِيَس ۽ منيندر)
جا سنڌ فتح ڪرڻ جا گسَ

باب پندرهون

# باختري يونانين جي راڄ ۾ ريجاڻي
# (187_70 ق.م)

کيانين پاران پنجين صدي ق.م ۾ سرڪار مخالف بغاوتن کي چيپاڻ ۾ مدد وٺڻ لاءِ پنهنجي دنگن تي آباد ڪيل باختر (بلخ) جا يوناني جهجهي هلندي پچندي هلائڻ لڳا ۽ پَڌرُ لڳا ته سڪندر اعظم يونان يا فتح ڪيل علائقن جي ڪنهن به هي عورت جي پيٽ ۾ سندن سردار جي ڏيءُ روڳزين کي اتم پانئي ساڻس شادي ڪئي.

باختري يونانين جي ڏکڻ ايشيا ۾ اچڻ جو ڪارڻ اهي قدرتي ۽ تاريخي حالتون هيون، جن موريا سلطنت کي ڊاٿو ۽ سندن سلطنت کي ڪيترن ئي ياڱن ۾ ورهائي ڇڏيو، جن منجهان هر ڪنهن کي پنهنجي پنهنجي لالچ هئي. موريا سلطنت جي جاءِ وٺڻ وارا سُنگها، اصل ۾ اُجين جا برهمڻ، مورين جي ملازمت ۾ هئا، جن جي آخري راجا کي پُشيامِترا سُنگها پنهنجو راڄ گهراڻو ڪڙو ڪرڻ خاطر ماريو هو، پر اهي اهي صوبا سنيالي يا موٽائي هٿ ڪري نه سگهيا، جيڪي بين حوالي تي چڪا هئا. سُنگها، مگڌ تي ئي مَسَ هڪ صديءَ تائين ڪنٽرول رکي سگهيا ۽ سندن جاءِ وٺڻ وارن ڪاوَن ساڳي طرح اڳلا 50 سال 28 ق.م تائين ڪڍيا.

ٽين صدي ق.م جي وچ تائين باختر جا يوناني ڊيوڊوٽس ۽ ايران جي پارٿين جي سرواڻيءَ ۾ سيليوڪس راڄ گهراڻي کان ڇڳا ۽ آزاد ٿي ويا. راڄ گهراڻي جي جاءِ وٺندڙن منجهان هڪ ڊيميٽريَس پٽ يُوٿيڊيمَس ڪابل، خيبر پختونخوا، پنجاب ۽ سنڌ فتح ڪيا. سندس ڏکڻ ايشيا ۾ جنگين باختر تي سندس پڪڙ هيٺي ڪئي، جيڪو آزاد ٿي ويو ۽ پاڻ ڏکڻ ايشيا ۾ پير ڄمايائين. 187 - 184 ق.م ۾ پاڻ اراڪوسيا (قنڌار ۽ پر پاسا) ۽ گيدروشيا (پاڪستاني مڪران) فتح ڪيائين ۽ سندس نائب اپولوڊوٽس پنجاب، سنڌ ۽ ڪڇ فتح ڪيا. برهمڻ آباد جي بلڪل پر ۾ ڊيميٽريَس شهر اڏيائين يا متان ان کي ئي اهو نالو ڏنائين. هتي راڄ ان شهر ۾ رکيل پنهنجي فوجي گورنرن ذريعي هلايائين ۽ پاڻ پنهنجي سِر راڄ راڄڌاني شهر ٽيڪسيلا مان ڪيائين. ساڳي طرح سندس پونيَرن به ٽيڪسيلا مان راڄ ڪيو، ڊيميٽريَس ۾ گورنر هئڻ.

سندس پونير منيندر ٻوڌي ٿي ويو ۽ انهي ڌرم کي مڃاهون ڪيائين. ٻين لفظن ۾ انهي پرجا جو ڌرم قبوليو، بجاءِ پنهنجو ڌرم مڙهڻ جي. انهي پنهنجي حاڪميت جا دنگ پکيڙڻ سان گڏوگڏ سنڌو-يوناني طاقت کي ڄمايو. سندس بادشاهيءَ ۾ سوات، هزارو، پنجاب (راويءَ تائين)، سنڌ، ڪڇ، ڪانياواڙ ۽ گهٽو گهٽو ڪري ڪابل ۽ دهليءَ ويجهو متڙا شامل ٿيا. پچاڙيءَ ۾ هي ٻوڌي پُستڪ "مِلندا-پَنهو" جو سورمو ٿي ويو، جنهن ۾ بادشاهه ڌرم مڃائي ٻوڌي ٿئي ٿو. مُئو ته 25 سال پوءِ ڪيترن ئي شهرن سندس رَکَ لاءِ رِيسَ ڪئي.

منيندر جي مهنداريءَ ۾ سلطنت افغانستان کان وٺي ڏکڻ ايشيا جي هيٺ ڏکڻ پاسي بروچ ۽ اوپر پاسي متڙا تائين سمورن ياڱن تائين پکڙي.

باختري يونانين جا ڏکڻ ايشيا ۾ راڄ ڌڻي:

| | |
|---|---|
| ڊيميٽريَس | 184 - 165 ق.م |
| اگاٿوڪل | 165 - 160 ق.م |
| منيندر | 160 - 145 ق.م |
| اسٽرئٽو-1 | 145 - 100 ق.م |
| اپولوڊوٽس | 100 - 90 ق.م |
| زوئيلَس<br>ڊايوئيسَس ۽<br>اپولوفونس | 90 - 80 ق.م |
| اسٽرئٽو-2 | 80 - 70 ق.م |

## سوڪهڙو ۽ سنڌ جو وچ ايشيائي قبيلن هٿان فتح ٿيڻ: 200 ق.م _ 356ع

سوڪهڙو وري به گهٽ وڌ ٽيندو 400ع ڌاري تائين هليو. جڏهن به دنيا جي وڏن علائقن تي سوڪهڙو ايندو آهي ته سُڄن پونن جا ڏنار ريجيل دريائي ماٿرين جي سانتيڪا وينل ماڻهن متان جهاٽا هڻندا آهن ۽ هن پيري سنڌ تي وچ ايشيائي ڏنار باختري يونانين، سِٿيُن، پارٿيُن، ڪُشانن ۽ پڇاڙيءَ ۾ ايران جي ساسانين قبضو ڪيو. سندن قبضو ظالماڻو ٿيندو ويو، گڏوگڏ ڏيهه اندر بغاوتون اٿيون ۽ انهن سنڌ ۾ ورلي ڪي يادگار ڇڏيا. سندن دور ۾ ڪو به نالو ڪٽڻ جوڳو ٻوڌي ٿل نه اڏيو ويو، ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ (سنڌي ترجمو پيرائتي سنڌ ڪٿا) ۾ پيرائتو احوال ڏنو ويو آهي.

باختري يونانين سنڌ تي سو سال راڄ ڪيو. هن مهل تائين هن دور جا سڪن جي ثابتيءَ آثار بنهه ٿورڙا واقعا پڌرا ٿيا آهن. هن دور ۾ ريجاڻيءَ بابت ڪا ڄاڻ ناهي. سنڌ جو ڏيهون ڏينهن وڌ پرڏيهي واپار گهٽي پاڳي

نوٽ:

سنڌي-يونانين پاران ڏکڻ ايشيا جي اتر الهندي وارا ڀاڱا فتح ڪرڻ جون ڪڙيون وچ ايشيا ۾ آيل ڏڪار سان ملن ٿيون، جنهن جي ڪري سيليوڪي سلطنت يعني باختري يونانين ۽ پارٿين جا پراڻهان پرڳڻا ايندڙ 30 سالن ۾ ڇڇي ڏار ٿي ويا.




**ڏسٽي**

| | | |
|---|---|---|
| 1 | پراڻين سلطنتن ۽ بادشاهين جا ڏنگ | ——— |
| 2 | پراڻا گس | - - - - |
| 3 | سامونڊي گس | —·—·— |
| 4 | شهر | • |
| 5 | ملڪ يا بادشاهيون | سنڌو-يوناني |
| 6 | درياءَ | |
| 7 | چين ڏانهن گس (ريشم واٽون) | ··········· |

ميل 1000 900 800 700 600 500 400 300 200 100 0

نقشو نمبر 15

## 174 ق-م
## سنڌو-يوناني رومي ۽ يوناني سلطنتون
## 174 ق-م ۾

ايم. ايڇ. پنهور جي نگرانيءَ هيٺ ٺهيل

رومي سلطنت سان سندس سامونڊي بندر باربيريڪان (ڀنڀور) رستي هليو پئي، جنهن هن ڌرتيءَ کي سڪيو ستابو ۽ سرڪار کي پاٽيرو بڻائي ڇڏيو هو، جيئن سڪن جو سنو هجڻ ثابت ڪري ٿو، پر سندس ريجاٽيءَ ۽ زراعت بابت ڪو به اندازو لڳائڻ ڏکيو آهي.

ان دور جي هڪ اهم ايجاد يونوچ سمنڊ جي ڏاڪٽي ڪنڊيءَ وارن ايشيائي ملڪن ۾ نار جو ريجاٽيءَ لاءِ ڪم اچڻ هو. اها گهٽو ڪري يونانين جي ايجاد هئي. 250 کان 200 ق.م جي وچ تي جهازن جي تري مان سمي آيل پاڻي ڪڍڻ لاءِ جهازن تي وڏي پئماني تي بلج پمپ استعمال ٿيڻ لڳا. ڏول لڳل مالهه وارا هي پتل جا ٺهيل پمپ ستت ئي سمورن سمنڊن جي جهازن ۾ لڳي ويا. اهي ڊزائن ۾ هاٿوڪي نار جهڙا ئي هئا، سواءِ ان جي ته ڏول نديا هئا ۽ ڏولن کي ڦيرائيندڙ ٻن هٿين واري ڪانيَڻ وهٽن ذريعي ڦيرائجندڙ چڪر سان ڦيرائڻ بجاءِ هٿ سان ڦيرائبي هئي. نار ايجاد ٿيڻ کان اڳ موهنجي دڙي جُڳ ۾ ٻوڪو کوهه جي ڪپر تي کوڙيل **U** نموني منگهه مٿان ڊگهي واڍ سان ڇڪبو هو. گرٽي موهنجي دڙي جي ڦٽڻ کان پوءِ 1500 ق.م ڌاري ايجاد ٿي. چڪر (ننڍي چڪري) کيانين ڇهين صدي يا پنجين صدي ق.م جي پهرئين چوٿي ۾ ايجاد ڪيو. نار تي سگهي ٿو سنڌ ۾ يوناني ساموڊين ذريعي پهتو هجي، جن جو سنڌ ۽ ڏکڻ ايشيا سان واپار سنڌ جي بندر باربيريڪان رستي 200 ق.م کان وٺي 60ع تائين هليو. اهو سنڌ ۾ واهن ۽ کوهن مان ريجاٽيءَ لاءِ انتهائي موزون هو ۽ ستت ئي پڪ سان سوين نار ميدان ۾ اچي ويا هوندا. باغبان (دادوءَ کان پنج ميل پنڌ تي) جي پر پاسي 1522ع ۾ هڪ هزار کان وڌيڪ نار هئا، جن کي اٺ ڇڪيندا هئا، جيڪي شاهه بيگ پڪڙيا. عرب ملڪن ۾ هي سنڌي نار سڏبو هو، چاڪاڻ ته هي سنڌ ۾ گهٽو استعمال پئي ٿيو.

بِلج پمپن ۽ نارن جي ڊزائن آڏار فِلون نالي هڪ يوناني سائنسدان 200 ق.م ڌاري پاڻي چاڙهڻ واري انجڻ ايجاد ڪئي.

سنڌ ۾ ريجاٽي نظام هو ۽ ٻنين تائين پاڻي پهچڻ جو دارومدار درياءَ ۾ پاڻيءَ جي ان جاءِ تي ليول تي هوندو هو، جتان واهن ۽ تراين ۾ پاڻي ويندو هو. ڪيترائي ڀيرا پوکائيءَ جي مند ۾ پاڻيءَ جي ليول ٻنين تائين پهچڻ جهڙي نه هوندي هئي. ٻوڪو گهٽ اونهائين تان پاڻي ڇڪڻ لاءِ ڪارگر ناهي هوندو. هُرلا چانورن جي پوک کان سواءِ تمام گهٽا ڪارگر ۽ سستا ثابت ٿيا. نار سکر بئراج جي کلڻ تائين عام ڪم ايندا رهيا. سستي ڊيزل انجڻ ۽ بجليءَ جي موٽرن وارن سينٽريفيوگل پمپن انهن جي جاءِ ورتي. لڳي ائين ٿو ته اڳلن ڏهن سالن ۾ سنڌ ۾ ڪو نار ڪو نه بچندو.

## 200 ق.م کان 200ع تائين واپار

سنڌ، ڏيهه اندر اپايل وکرن جو هڪ وڏو انگ پرڏيهه اماڻيندي هئي ۽ گهٽيئي وکر ٻاهران گهرائيندي به هئي. پرڏيهه ويندڙ مال ۾ جانورن جا چوڙا، وار (اُن، پشم، ڏاس)، قسم قسم جو سوٽي ڪپڙو (ململ سميت)، سرهاٽيون، ليپ يا ملمون، موتي، قيمتي پٿر (فيروزي پٿر، مِينُ يا لاجوَرد)، اوني ڪپڙا، لُنڊي ٻليءَ ۽ برفاني ليپرڊ جون کلون، عام ليپرڊ جون کلون، جيئرا هاٿي ۽ انهن جا ڏند يا عاج، جيئرا واگهه، شينهن، ليپرڊ، واڳون، ساندا (اصل ۾ گلويون)، ٿوهي وارا ڳاوا ڍور، مُشڪ يا گلگتي هرڻ جي سرهاڻ، گيندي جا سڱ، سِپَ جا موتي، لاک، رنگ، نِيرُ، آرينا (مَجُٺ) ۽ ٻيا ٻوٽن وارا رنگ ۽ ڀچاڙيءَ ۾ ريشم جي تند شامل هئا. ريشم وارو ڪينئون، جنهن جي جنم ڀومي بنگال ۽ آسام هئي، باخترين جي دور ۾ چين پهتو، جتي اهي انهي جي تند واري ڦوري کي هڪ ئي اڻ ٽٽل تند ۾ اکيلڻ ۾ سوڀارا ٿيا ۽ ان کي سستي ڪاروباري استعمال لاءِ تيار ڪيائون. 200 ق.م کان 50ع تائين مصر سنڌ مان وڌ ۾ وڌ مال گهرائڻ ۽ پرڏيهه اماڻڻ وارو ملڪ هو ۽ اسڪندريا مان مصري مال اڳتي رومي سلطنت ڏانهن اماڻيندا هئا.






630
631

رني ڪوٽ قلعو ۽ برهمڻ آباد جو گهر

630. رني ڪوٽ قلعي جي چوڌاري واري پٽ: اڏامندي ورتل تصوير.
631. بيلاسس پاران 1854ع ۾ کوٽيل برهمڻ آباد جي هڪ گهر جي رٿا.

نقشو نمبر 16

# 74 ق-م
# پارٿي ۽ سٿي سلطنتون
(سنڌ سميت)

**ڏسٽي**

1 ساموندي گس
2 واپاري گس
3 شهر
4 واپاري وکر

**نوٽ:**
145 ق-م کان 30 سالن اندر رومي سلطنت اڀري ۽ سٿين ڏکڻ ايشيا ۾ باختري يونانين جي جاءِ ورتي. باختري يوناني ڪابل تائين محدود هئا. پارٿي سُتت ئي رومين جا دنگئي ٿيڻ وارا هئا ۽ ٻنهي وچ ۾ ڇڪتاڻ جي شروعات ٿيڻ واري هئي.

رومي سلطنت
پارٿي سلطنت
سڪا يا سٿين جي بادشاهي
پونٽس جي بادشاهي
ٽالمين جي بادشاهي
مصر
هميارين جي بادشاهي
عربستان
هن سلطنت 75 ق-م ۾
وڏا يوئي-چي
ننڍا يوئي-چي
تبت
بنگال
برما (ميانمار)
دکن
تمل
سيلون
ايريٿرائي سمنڊ (ڳاڙهو سمنڊ)
مئري پراسودم (سائو سمنڊ)
ڪئسپي سمنڊ
ڪارو سمنڊ
پونوچ سمنڊ
ماريطانيا
نيوميڊيا
بلغائي
گاٿ
حبش
سائينس گينگيٽيڪس
ڪاڇو
اتر

سون ٽامو چاندي
ڪنپارڪا ٽانو شراب تيل اَن
ڪٽڪ ليٽن پيپائيرس
(ڪاغذ ٺاهڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪڪ جو ٻوٽو)
عاج لاک
سون عاج
عاج مسالا ڪاٺ چانور

ايبر، اينچ، پنهور جي نگرانيءَ هيٺ ٺهيل

# سِٿيُن جي راڄ ۾ ريجاڻي
## (70 ق.م _ 46ع)

سِٿي يا سَڪا، اصل ۾ وچ ايشيا ۽ ايران جي ياگي سِٿيا جا رهواسي، اٽندي بولان لڪ رستي سنڌ ۾ آيا ۽ 80 ق.م کان پوءِ باختري يونانين کان سنڌ فتح ڪرڻ کان پوءِ نگرپارڪر رستي ڪانياواڙ ۽ اتر گجرات فتح ڪرڻ ويا. پنهنجي بادشاهي پهريان ڏکڻ پنجاب ۽ پوءِ 77 ق.م ۾ ٽيڪسيلا جي اتر تائين پڻ وڌايائون. گنڌارا تي قبضو 60 ق.م ۾ ڪيائون. سنڌن انتظام جو بنياد ڪيانين وارو، سيليوڪس راڄ گهراڻي پاران توري ڦيرڦار ڪيل، ڍانچو هو. ڪيانين وانگر هنن بہ پنهنجو پاڻ کي جُڙتو خطاب ڏنا.

قسم قسم جي سڪن تان گڏ ڪيل خطاب آهن: ڌرمِيڪَس يا ڌرمِيس يا ڌرمِيسَس (عادل)، مهاتَس (عظيم)، مهاتَڪَس (عظيم شهزادو)، راجادِراجَس يا راجاراجَس (بادشاهن جو بادشاهہ)، مهاراجَس (بادشاهن جو بادشاهہ)، اِندرَوَمِ (انهن سان سچو جيڪي سنڌوءَ مٿان ڇاوا)، پُترَس (شهزادي جو پٽ) ۽ سترَتيغَس (جنگي گُرن جو ماهر). انهي وقت کان وٺي هي خطاب ڏکڻ ايشيا جي راڄ ڌڻين پاران لازمي انتظامي ڪل پرزي طور اختيار ٿيندا آيا آهن ۽ انهن توڙي راڄ ڌڻين، سياسي مهندارن ۽ نئين جُڳ جي سورمن کي ڏنل ٻين خطابن جهڙوڪ مهاتما (عظيم روح)، عظيم اڳواڻ (قائدِ اعظم)، ابوالفصاحت (فصاحت ۽ بلاغت جو ابو) وغيره جي روپ ۾ هلندا آيا آهن.

ڏکڻ ايشيائي خطاب ڌارڻ سنڌو-يوناني ڊيميٽريَس کان شروع ٿيو هو ۽ ڪانڪس پوءِ اڄڻ وارا جاري رکيو آيا آهن، پر اهو چوٽ سِٿي دور ۾ رسيو. انهن بادشاهن منجهان هر هڪ ڪڏهن ڪڏهن تہ پنهنجو پاڻ کي اڌ درجن کان وڌيڪ خطاب ڏنا. ڪُشانن ۽ اڳتي هلي ڏکڻ ايشيائي بادشاهن ساڳي پَر ڪئي. دهليءَ جي سلطانن (1206 - 1525ع) اهو رواج گهٽو ڪري اجائي ديگهہ سمجهي ڪيي ڇڏيو ۽ رڳو سلطان ڪوٺائڻ ۾ ئي خوش رهيا. مغل بادشاهن ۽ سلطانن سان خطاب انتظامي سجاٽپ جو لازمي جز هوندا هئا.

سِٿي راڄ ڌڻي هي هئا:

| | |
|---|---|
| مؤئيس | 70 - 58 ق.م |
| اسپيلائيرِس | 58 - ؟ ق.م |
| ايزس-1 | ؟ - 15 ق.م |
| ايزيلائيسيس | 15 - 10/5 ق.م |
| اسپيلائيرِسيس | 10/5 - 10ع |
| ايزس-2 | 10 - 46ع |

سٿين پنهنجا سِڪا يوناني نموني اڳئين پاسي يوناني ٻولي ۽ پٺئين پاسي خروشتي لپيءَ ۾ پراڪرت معنيٰ وارا رکيا، جيئن ڪانئن اڳين باختري يونانين ڪيو هو، اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ عام ماڻهو سرڪاري ٻوليءَ کان اڻڄاڻ آهن. سنڌن دور ۾ ڏکڻ ايشيا جي ٻوڌي بت سازيءَ تمام گهڻو يوناني اثر سَنو.

سٿين زرهہ بند گهوڙيسوار فوجي دستو ناهيو، جن جو مکيہ جنگي اوزار تمام ڳري زور سان ٽنبڻ وارو ڊگهو نيزو هو. سڪندر ۽ سندس پيءُ فِلِپ جي اَجيت دستي وانگر هي پنهنجي جُڳ جو پلوڙ ترين هٿيار ۽ جنگ ۾ سندن سرسيءَ جو ڪارڻ هو.

### سماجي _ معاشي ٻيهڪ، ريتون رواج ۽ وندر ورونهن

آدم ذات علم جا ڄاڻو سمجهن ٿا تہ سنڌ ۾ وسندڙ ماڻهو سنڌو-سِٿي گروپ جا آهن (سرڪار: ريسز آف دي پنجاب، سنڌ اينڊ بلوچستان 1964). سٿين جي سنڌ ۾ لڏي اچڻ جي آڳاٽي لهر 850 - 800 ق.م ڌاري واري هئي جڏهن سٿيا ۾ پيل ڏڪار وارين حالتن کين انهي لڏپلاڻ تي مجبور ڪيو، پر اها آثاري ثبوتن سان ثابت نہ ٿي آهي.

سنڌ تي قبضو ڪرڻ کان پوءِ سٿين جا لاڏائو ٽولا ريجاڻي ٻنين تي آباد ٿيڻ لاءِ اچي پهتا. زرعي پيداوارن منجهان ڪجهہ جيڪي سنڌن ايران ۽ وچ ايشيا مان آندل چيون وڃن ٿيون، سي آهن: بصر، هِڱُ، ثوم، ماجو ڦل/ ماوا (چمڙي رنگڻ جو وکر)، ڏاٽا، ڪوهي بصر (بصر جو قسم جنهن جي پاڙ ۾ ثوم جهڙيون ڳڙيون ٿينديون آهن)، انجير، بادام، جِيرو، هنداڻي جون نيون جنسون، پتائي گجر، پستا، اخروٽ، ڏاڙهون ۽ آلوبخارا ايران مان ۽ ناسپاتي ۽ ڪافور (ڪپور) چين مان. ويهين صديءَ ۾ ٿيل مختلف قسمن جي ڳپ بابت اييااس هن نظرئي کي شڪ ۾ وجهي ڇڏيو آهي. جوهي ۽ خيرپور ناٿن شاهہ جي ٽاڪرو چوٽين تي جهنگلي پستن ۽ اخروٽن جا وڻ ٿين ٿا. سٿين تي سگهي ٿو هنن جنسن جي ڦير ڦار ڪري سڌاريل پوک هتي آندي هجي. انهي جو وڏو امڪان آهي، ڇو تہ سنڌن اختيار هيٺ هندوڪش جبل جي ٻنهي پاسن جا علائقا هئا ۽ پرئين پاسي ٻهتر پوک ڪرڻ وارا پڪ سان هوندا، جيئن هاڻ بہ آهن. سنڌن دور ۾ سنڌ جو رومي سلطنت سان چوڙَ-ٻيٽاري واري بندر باربيريڪان (ٻنيور) رستي واپار پنهنجي چوٽ تي رسيو. سنڌ مان سموري اتر-اولهہ ڏکڻ ايشيا، تبت ۽ افغانستان جو مال جهازن تي لڏبو هو. سنڌ مان



632



633

634






635



636



637



638

## گھريلو سينگار واريون شيون، سڪا ۽ پٽر جا وَٽَ

632. گھريلو سجاوٽ واريون شيون، 600ع.
633. بيلاسس پاران برهمڻ آباد مان کوٽي ڪڍيل عاج جي فرنيچر جا ٽڪرا، گھڻو ڪري سنڌي هندورو.
634. حُقي جي گِرنهن، اٺويهين صدي عيسوي.
635. جُوليَس سِيزر، 100-44 ق.م.
636. ڪلوپترا، 30 ق.م.
637. چونديل بادشاهه، فلپ، ائمِنٽاس-ٽئين جي پٽ، مقدوني رياست نئين سِر رٿڻ شروع ڪئي. سندس پلوڙ سڪا وچولي يورپ ۾ سندس سلطنت کان گھڻو پري تائين پکڙيا.
638. ماربل ۽ ٻين پٿرن مان ٺهيل وَٽَ، 2500 ق.م.

 




639




640




641




642




643




644




645




646




647




648




649




650

## دهليءَ جي سلطانن جا سون، چانديءَ ۽ ٽامي جا سڪا

639. عبدالمالڪ جو سڌارن کان اڳ وارو دينار، 695ع (کاٻي) ۽ سڌارن کان پوءِ وارو دينار، 696ع (ساڄي).
640. همايون، 1530-1556ع، جو روپو (چانديءَ جو) سڪو.
641. اڪبر، 1556-1605ع، جو سونو سڪو.
642. شمس الدين التتمش، 1211-1236ع ۽ غياث الدين بلبن جو ٽامي جو سڪو.
643. رضيہ سلطانہ، 1236-1240ع، جو ٽامي جو سڪو.
644. اڪبر، 1556-1605ع، جو روپو سڪو.
645. جهانگير، 1605-1627ع، جو بُرجي سڪو، 1613ع ۾ گهڙيل.
646. جهانگير، 1605-1627ع، جو روپو سڪو.
647. شاهجهان، 1628-1658ع، جو روپو سڪو.
648. شاهجهان، 1628-1658ع، جو سونو سڪو.
649. محمود غزنويءَ، 997-1030ع، جو سونو سڪو.
650. سلطان محمد بن سام، 1192-1206ع جو ٽامي جو سڪو.


651


652


653


654


655


656


657


658


659


660


661


662


663


664

## ڏکڻ ايشيائي ۽ يورپي سونا ۽ روپا سڪا

651. المُعِز، 968ع، جو فاطمي دينار.
652. عبدالمالڪ، 691-693ع، جو عربي سڪو.
653. هارون الرشيد، 795ع، جو عباسي درهم.
654. باختر جي بادشاهه ديميتريس جو هاٿيءَ جي کل جي تاج وارو چانديءَ جو چئن درهمن جو سڪو، ٻين صدي ق.م.
655. شاهه عالم-ٻئين، 1760-1806ع، جو سونو سڪو.
656. شاهه عالم-ٻئين، 1760-1806ع، جو روپو سڪو.
657. اورنگزيب، 1658-1707ع، جو روپو سڪو.
658. اورنگزيب، 1658-1707ع، جو سونو سڪو.
659. اڪبر، 1556-1605ع، جو سونو سڪو.
660. هند جو آڳاٽو سڪو.
661. ايران جو بادشاهه سائرس ڊيڪاريندڙ سڪو.
662. ايٿنس ۽ ڪورنٿ، يونان، جا آڳاٽا روپا سڪا.
663. چانديءَ جي لسري، نقشِ جان، ايران.
664. اهم يوناني ٻيٽائين واپاري شهر ايجينا جي ماٿهن ايشيا مائنر ۾ هلندڙ سڪن جا فائدا تڪڙا جانچي ورتا ۽ 560 ق.م ڌاري پنهنجا سڪا جاري ڪرڻ شروع ڪيائون. سندن سادا هڪ پاسي ٺپيل ڏزائن وارا چانديءَ جا ٽڪرا پهريون يورپي چالو سڪو هئا. ٻيارا سڪا انهن کان ستت پوءِ اچي ويا ۽ اهو خيال پاڙيسري يوناني شهرن ۾ پکڙيو ۽ اڳتي هلي اٽليءَ ڏانهن ۽ اجا اڳتي اولهه پاسي پکڙيو.

ٻين ملڪن ڏانهن ويندڙ زرعي پيداواران ۾ لاک، رنگ، مسالا، ڳاڙها مرچ، کنڊ، نِيرُ، سوٽي چادرون ۽ انهن جو ڪپڙو، ٿالهيءَ جو ڪاٺ، چانور ۽ جُوَر شامل هئا. زرعي پيداوارن کان سواءِ سنڌ پنهنجي ساموندي بندر باربيريڪان تان ٻيو مال جهڙوڪ هماليه ۽ تبت مان ايندڙ جانورن جا چوڙا ۽ وار (اُنَ، پشم، ڏاس)، قيمتي پٿر، هاٿي، شينهن، ليپرڊ، گينڊا، مُشڪ، واڳون ۽ سِپون/ڪوڏ گهڻي ڀاڱي مصر ۽ رومي سلطنت ڏانهن اماڻيندي هئي. هي ڪنهن وڏيل ويجهيل ۽ سٺي بندوبست واري ريجاڻي زراعت ڏانهن اشارو آهي. سِٽي ٻوڏي ٽي ويا هئا. ڪجهه ٻوڏي ٿُل سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ آهن.

مٿي ڄڻايل فصلن منجهان ڪجهه ٻارها آهن. سنڌوءَ جي الهندي چاڙهه ٻارهو وهندي هئي. انهي مان جيڪو به واهه نڪرندو هوندو سياري ۾ لهي ويندو هوندو ۽ پاڻي چڪڻ لاءِ نار جي گهرج پوندي هوندي. نار ٿي سگهي ٿو هن ئي جُڳ ۾ آيو هجي.

20 ق.م ۾ وِٽرُووِيَس پاڻيءَ واري جاندهه جي ڳالهه ڪئي آهي، جنهن مان پڌرو ٿئي ٿو ته پاڻيءَ جي طاقت اَنُ پيهڻ لاءِ بِلج پمپ جي ابتڙ طريقي سان عام ڪتب اچڻ 30 سال اڳي شروع ٿي چڪي هئي. انهي ئي دور ۾ بِلج پمپن مان نار ٿيا.

فين شينگ -چِيهه شُو ”ائن ايگريڪلچرسٽ بڪ آف چائنا“ پهرين صدي عيسوي ۾ لکيو. انهي ۾ پوکائي ڪرڻ، ٻجن جي بيماريءَ کان بچاءَ، مختلف قسمن جي فصلن جي پوکائيءَ جي تاريخ، ثقافتي رواجن، لاباري/لوڙهه/چوند/ميڙ ۽ اپت سانڊي رکڻ جي بنيادي متن بابت ڄاڻ ڏنل آهي.




**ڪُشانن، گپتن، پارٿين، مغلن،**
**باختري يونانين ۽ ڪيانين جا سڪا ۽ ڪوڏيون**

665. ڪُشاني سڪو، ٻين صدي عيسوي.
666. گپتن جو سڪو.
667. جهانگير، 1605-1627ع جو روپو سڪو.
668. ڪُشاني سڪو، ٻين صدي عيسوي.
669. سَمُدرا گپتا جي سڪي تي لڪشمي.
670. مغل بادشاهه جهانگير، 1605-1627ع، جي سوني سڪي تي راس منڊل وهڙو.
671. اتر الهندي هند جي باختري يوناني ڏاهي-بادشاهه منيندر، 115-90 ق.م، جو سڪو. سڪي جو پٺيون پاسو يوناني اٿين ديوي ڏيکاري ٿو.
672. بهرام-2، 276-293ع، جي سڪي جو پٺيون پاسو.
673. ڪيانين جو سونو ڊٽرڪ (دارا-1 جي نالي پٺيان)، پنجين صدي ق.م.
674. اوائلي پارٿي روپو درهم. گهڻو ڪري مِترادِيٽس-1، 171-138ق.م، جو.
675. ارڙهين صديءَ تائين چالو سڪي طور هلندڙ ڪوڏي انگريزن بند ڪئي. هڪ ڪوڏي هڪ رپئي جي برابر هوندي هئي.
676. پارٿي روپو سڪو، مِترادِيٽس-2، 123-88 ق.م، جو، تصوير سان.
677. مِترادِيٽس-1 جي درهم جي پٺئين پاسي آرسِس جي تصوير.
678. اَردشير-1، 224-241ع، جو روپو درهم.
679. سڪي جي پٺيئن پاسي اگني قربانگاهه.
680. شاپور-1، 241-272ع، جو روپو درهم.
681. خسرو-2، 590-628ع، جو سونو دينار.
682. اڪبر، 1556-1605ع، جو سڪو.


683


684


685


686


687


688


689






690


691

692




693


694

695



696





## ساساني شيون، پهلوي ۽ ڪوفي لڪتون

683. ساساني گڄ جي سينگار تختي، گل جي شڪل سان، نيشاپور مان.
684. ساساني گڄ جي سينگار تختي، ٽيسي فون ويجهو اُمزا قربانگاهه تان.
685. ساساني گڄ جي گهوڙو مڇي.
686. ساساني گڄ جي سينگار تختي، مرونءَ جي منڍيءَ سان، دمغان مان.
687. هڪ ساساني مهر جي ڇاپ، گهيٽو ڏيکاريندڙ. مهر جي گهڙت: خاڪي روهي پٿر جو گول چڪرو، ٽري وٽان سڌو ڪيل.
688. هڪ ساساني ناسي عقيق جي مهر جي ڇاپ، مرداڻو مٿيون ڌڙ ڏيکاريندڙ.
689. هڪ ساساني بي رنگ عقيق پٿر جي مهر جي ڇاپ، ٻُور جهلي بيٺل هٿ ڏيکاريندڙ. مهر جي گهڙت: ٻنهي پاسن ۽ ٽري وٽان سڌو ڪيل گول چڪرو.
690. ٺڪريون، ڪن وڪرن جو مقدار ماپڻ لاءِ ڪم ايندڙ ديو ناگري لڪتن سان، ڀنڀور مان.
691. هڪ ساساني سنگ مرمر جي مهر جي ڇاپ، اڏامڪ گهوڙو ڏيکاريندڙ.
692. پهلوي - ساساني لڪت.
693. هباري دور، 907ع، جي ڪوفي لڪت، ڀنڀور مان.
694. روپو ڪٽورو، خسرو-پهريون نوشيروان اميرن جي وچ تي.
695. زرهه پاتل هڪ ساساني بادشاهه گهوڙي تي سوار، 590-628ع.
696. لڪت اڪريل ڪاشي چڙهيل ٺڪر جا ٽانوَ، ڀنڀور مان لڌا، عباسي دور يا اڃا پوءِ جا آهن.

# پارٿي راڄ (46_78ع) ۾ ڪُشان راڄ (اتر سنڌ: 78_175ع)، پارٿي راڄ (لاڙ سنڌ: 78_175ع ۽ سڄي سنڌ: 175_283ع) دوران ريجاڻي

## پارٿي

پارٿي، ڪاسپي سمنڊ جي اڀرندي پاسي تي جانئن شھسوارن جي جُوءِ پارٿيا جا رھواسي ھئا. انھن سيليُوڪَس راڄ گھراڻي ڪان 250 ق.م ڌاري باختري يونانين سان گڏ آزادي حاصل ڪئي ۽ فارس جو پارٿي (ارسڪِدان) راڄ گھراڻو ٺاھيائون. جيڪو پنج صديون ھليو جيستائين ساساني راڄ گھراڻي اچي سندن جاءِ ورتي. ھِ سو سال اڳتي ھلي پنھنجي بادشاھي انھن دنگن تائين وڌايائون، جيڪي ڪيانين جا 519 ق.م ۾ ھئا. سنڌ کي پنھنجي ملڪ ۾ 46ع ۾ گڏايائون، پر سندن راڄ ٿورو عرصو ھليو ۽ ڪو نشان نہ ڇڏيائون. ۽ٻين پارٿي راڄ گھراڻي جو گجرات جو حاڪم رُدردَمن اھم راجا ھو، جنھن جي ڪنٽرول ھيٺ سنڌ 10 سال (135 - 145ع) رھي. پارٿين جي پھرئين راڄ گھراڻي اينرو تہ ٿورو عرصو راڄ ڪيو جو ريجاڻي زراعت ۾ سندن ڪارنامن جي ورلي ڪا ڄاڻ آھي. ڪُشانن اتر سنڌ تي 100 سال ڪن راڄ ڪيو، تڏھن پارٿي لاڙ سنڌ تي قابض ھئا. 175ع ڪان پوءِ پارٿين سڄي سنڌ تي ھڪ صديءَ ڪان ڪجھ وڌيڪ تائين راڄ ڪيو ۽ پوءِ ساسانين سندن جاءِ ورتي.

| | | |
|---|---|---|
| 1. | گونڊوفيرس (پنجاب ۽ خيبر پختونخوا) | 20/21 - 50ع |
| 2. | گونڊوفيرس (سنڌ) | 46 - 50ع |
| 3. | پيڪورس (سنڌ، پنجاب ۽ خيبر پختونخوا) | 50 - 65ع |
| 4. | اٽچاتل پارٿي (رڳو سنڌ) | 65 - 78ع |
| 5. | اٽچاتل پارٿي ۽ ڏيھ واسي راڄ گھراڻا | 175 - 283ع |

سندن بادشاھ ھئا:

سنڌو-پارٿي سِڪا جيتوڻيڪ بيھڪ ۽ نموني ٻنھي ۾ باخترين جي سڪا سازيءَ جي اثر ھيٺ، پر ٿلھي ليکي ڏانءَ ۾ اڻنگا آھن، مٿان جانورن ۽ انسانن جي خاڪن جي سٽ ٿيل اٿن. اھي ڏيھي جوڙجڪ ۽ احساسن جو تاثر ڏين ٿا. منجھن باربيريڪان جا عنصر بہ ايترائي ڏيان ڇڪائيندڙ آھن. سڪا معاشي ۽ ثقافتي تباھيءَ جي چِٽي تصوير پَسائن ٿا ۽ ڏڪار جي ڪري ٿيل معاشي اَپرائيءَ جي پوري پوري جھلڪ ڏين ٿا.

سنڌ، بنيادي طور اشوڪ ڪان پوءِ ٻوڏي ملڪ ھئي، جو تہ باختري يوناني، سِٿي ۽ پارٿي ٻوڌي ٿي ويا ھئا ۽ ھن ڌرم کي پنھنجي بادشاھيءَ ۾ مٿاھون ڪيو ھئائون.

ھِپالَس نالي اسڪندريا جو يوناني عدن ڪان پاٽيءَ رستي ھلي سنڌوءَ جي ڇوڙ-ٻيٽاري واري بندر باربيريڪان آيو ۽ واٽ ۾ ايندڙ ڪنھن بہ بندر کي ڇُھڻ بنا 45ع ۾ موٽي ويو. ھي ڏکڻ ايشيا جي واپار ۾ ھڪ وڏو انقلاب ھو. انھي ايريٿرائي سمنڊ (ڳاڙھو سمنڊ، ھاڻ عربي سمنڊ) ۾ ٻيڙين جو ڪناري ڪناري سان واپار ڪرڻ ختم ڪري ڇڏيو ۽ تدمر رستي مصر تائين واري سُڪيءَ جي گَسَ کي پڻ ختم ڪري ڇڏيائين. اوپر واسين کي چؤماسي جي ھوائن بابت ڄاڻ اڳيئي ھئي، پر يونان وارا ان ڪان بي خبر ھئا. ھن ڄاڻ سان ۽ ڏکڻ-اولھ ڪان اتر-اوپر لڳندڙ چؤماسي جي ھوائن جي مدد سان جھاز اپريل ۾ ڳاڙھي سمنڊ مان ڏکڻ ايشيائي بندرن ڏانھن نڪري سگھيا پئي ۽ آڪٽوبر ۾ پاسو مٽائي ابتيون لڳندڙ ھوائن آڌار موٽ جو سفر شروع ڪري سگھيا پئي. ساموندي ناڪئن ۽ واپارين لاءِ سونھون ڪتاب پيرِپِيلَس آف ايريٿريَن سِي (ڳاڙھي سمنڊ جي چئني پاسي ساموندي سفر) پھرين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري لکيو ويو. ھي واپاري ھوائن ۽ باربيريڪان جي بندر تان سودجندڙ واپاري وکرن تي ھڪ اھم ماخذ آھي ۽ سنڌ مان پرڏيھ ويندڙ زرعي پيداوار مال جا نالا ٻڌائي ٿو.

چؤماسي ھوائن جي ڇھ ماھي چڪر واري ھن دريافت سنڌ لاءِ ڏور رس اثر ڇڏيا، جو تہ سنت ئي اڳتي جھاز ڳاڙھي سمنڊ مان نڪري سڌا ھندستان جي بندرن ڏانھن وڃڻ لڳا ۽ باربيريڪان پنھنجي پوري اھميت وڃائي ويٺو، جو تہ ھندستان جي الھندي ڪنڌيءَ وارن بندرن تان ھاڻ ايراني نارِ ۽ عربي اُپٻيٽ سان سمنڊ ڪنڌيءَ رستي واپار لاءِ مال سنڌ جي باربيريڪان بندر ڏانھن نہ پئي موڪليو ويو.

عيسوي دور جي پھرين 60 سالن دوران سنڌ جو رومي سلطنت سان

# نقشو نمبر 17

## 200 ق-م _ 200ع

## سنڌ ۽ اولهه وچ ۾ واپاري گس

وارمنگٽن، وُڊڪاڪ، ٽائيمس انٽيشيئنٽ اٽلس،
ٽوسانٽ، هرمٽن ڪنڊر ۽ وارنر هلجمٽن آڏار

**ڏسڻي**

1 چين کان ريشم جا گس
2 باربيريڪان ڏانهن واپار کان اڳ واءِ وارا گس
3 واپار کان پوءِ واءِ وارا گس
مرحلو 1
مرحلو 2
مرحلو 3
مرحلو 4
4 اندروني گس
5 پُونوچ جا گس

6 وڏا شهر
7 ننڍا شهر

**ڪاڇو**

1000 800 600 400 200 0



| پراڻا نالا | هاڻ انهن جي جاءِ تي | پراڻا نالا | هاڻ انهن جي جاءِ تي | پراڻا نالا | هاڻ انهن جي جاءِ تي | پراڻا نالا | هاڻ انهن جي جاءِ تي | پراڻا نالا | هاڻ انهن جي جاءِ تي |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ايڊيُولس | زُولا يا مَسوؤا جو هاٿوڪو پاڳو | ڪين | هسن غوراب | هندو ڪش جبل | پٽرا پنيسوس ڪاڪيسوس | نَمادوس | نيوبُڏا | سيلِبيُر | سيلون جي اترئين چيڙي جي سامهون |
| اڳڊيوئي | گوٿا؟ | ڪيپ آف اسپائيسس | رَاس عاصِر | سٽي-سنڌ | لاڙ سنڌ | نؤرا | ڪنانور | سپاپَنا | شراپاني |
| اٿلانا | عقبا | ڪرمانا | ڪرمان | انٽيرِيم سمنڊ | پُونوچ سمنڊ | ناٿلوپٽولمائيون | ٽوڪوينا | سرڊيڪا | صوفيا |
| اليگزيندريا يا اَريوئي | هرات | چرسونيسوس | ڪارواڙ پوائنٽ | ازاٽيڪ يا ازاٽِڪ | يزد | نيلسنڌا | ڪوٽاَيام | سگيرَس | راجاپور يا جئگڙهه |
| اليگزيندرو پولس | قندار | چيريڪس | مُحَمرا | لِيوس پيٽ | ڪبوتر پيٽ | نينوَس | نينوا | سَنوپ | سناب |
| آميسوس | ايسڪي-سَمسُوم | ڪوپٽوس | ڪيفٽ | ليوڪوس لائيمن يا البسپورٽس | ڪوزيئر | اَوسيلي | سيلا ويجهو | سَنگيڊونَم | بلغراد |
| اَپاميا | بريجَڪ | ڪوفين يا اورٿوسپانا | ڪابل درياءُ | ليوس ڪم | ايل-هؤرا | اورائي | سونمياٽي ساموندي چُڪ | سوڪوترا | ڏايوسڪوريڊا |
| اپولونوس | وَادي گيمل | ڏاگزانا | سنگنفو | ملائو | بربرا | اوزين | اُجين | سَدومَن | سيوهڻ |
| عربستان يودائيمن | يمن ۾ عدن پڻ | ڏوسرن | اوَڙيسا | مساليا | مسوليپٽم | پٽيٽانا | پٽيٽان | سُپارا | بمبئي ويجهو |
| اراڪوسيا | قندار پرڳڻو | ڏرينجيانا | سيستان | مارِب | مارِيابا | پالِيبوٿرا يا پٽالِيپٽر | پٽنا | سائين | آسام |
| آرسنوئي يا ڪليوپيٽرس | اردشيرُود سوئيز ويجهو | ايڪبتانا | همدان | مرجِيانا | مَرو | پنو | راس بينا | سائرِيسٽرين | ڪاٺياواڙ |
| ايَولائيٽس | زِيلا | ايريٿرائي سمنڊ | عربي سمنڊ | مَرِاڪندا | ثمرقند | پٽالا | بهمڻ آباد ويجهو يا ان جاءِ تي | تبائي ڪيپ | راس چينارِف |
| باختر | بلخ پرڳڻو | گنڌارا | پشاور-راولپنڊي پرڳڻو | مودرا | مُترا | پرسيپولِس | استخر 200ع کان پوءِ | ٽگارا | ڪولهاپور يا ناگرام |
| باربيريڪان | پنيور يا ديبل | ڏيرها | ڪويت | موسيلون | راس مَنترا ۾ | فالاڪرو | ڏويگ | ٽائنڊس | پَناني |
| بارِيگزا | بروچ | غازا | غزه | موشا | خور رِيري | فرا | فَرَح فَرح | زرغوز جبل | جبل طاق |
| بيرينس | عُميل اپسمنڊ تي بيناس ڪان هيٺ | آئرنون نار | رڻ ڪڇ | مَندس | بندر حيث | پوڪلئس | پُشڪال اَويٽر هاڻ چارسده سرات مٿان | | |
| بائِزَنشن | وزادروگ؟ | بيرِيس نار | ڪڇ نار | مُزيرس | ڪرينگانور | رهيج | تهران ويجهو | | |
| ڪائنيپولڪ | ڪناب | هيروپولائيٽ نار | سوئيز نار | مُوزا | موڪا | رهمباڪيا | لسٻيلي ويجهو | | |
| ڪاليانا | ڪليانا | هائراسڪيمينوس | مَهرَّڪا | مايوس هرمز | ابو شعار | رائنو ڪوليُورا | ايل-عريش | | |

واپار پنهنجي چوٽ تي پهتو. رومي رڪارڊ (پلائني ۽ پيريپلَس) ٻڌائن ٿا تہ سنڌ پنهنجي بندر باربيريڪان (پنيور) تان ڇا ڇا پرڏيهہ اماڻيندي ۽ ڇا ڇا پرڏيهہ مان گهرائيندي هئي. پرڏيهہ مان گهرائبا هئا: اوني ڪپڙا، چادرون ۽ چادرن جو ڪپڙو، سُرهيون شيون، چاندي، سون، شراب، شيشي جون چادرون (درن درين ۾ ٻين ڪمن ۾ ڪم ايندڙ لَسو شيشو) ۽ شيشي جو ٻيو سامان ۽ گهڻ مُلهہ وارا پٿر ۽ ٻاهر اماڻبا هئا: سوٽي مال، ريشم (چيني) نِيرُ ۽ ٻيا رنگ، جانورن جون کلون، هماليہ ۽ تبت مان ايندڙ جانورن جا وار، گهڻ مُلهيا پٿر، ڪٽڪ، چانور، ڪنڊ، هاٿي، شينهن، ليپرڊ، گينڊا، مُشڪ، واڳون ۽ سِپون/ڪوڏ - گهڻو تڻو مصر ۽ رومي سلطنت ڏانهن.

لاڙ سنڌ پٽالين سڏبي هئي. باربيريڪان ڏانهن ويندڙ سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهہ کي ٿالمي ساگاپا سڏيو هو ۽ انهي جو سنڌ جي زرعي اُپت (هن ليکڪ پاران انٽرنيشنل ٽريڊ آف سنڌ ۾ تفصيل ڏنل) سندس بندر باربيريڪان رستي پرڏيهہ اماڻڻ ۾ هڪ اهم ڪردار هو. باربيريڪان گهڻ ۾ گهڻ ٻين صدي ق.م کان وٺي موجود هو، جيتوڻيڪ اهو چوٿين صدي ق.م تائين آڳاٽو ٿي سگهي ٿو. باربيريڪان، منجهس ٽين کان تيرهين صدي عيسوي تائين آباد ايراني يهودين پاران سندس نالو مٽائي ديبل رکڻ تائين، چڱو ڊگهو عرصو هليو. ديبل لفظ ديول جو بگاڙ هو. يهودي ٿي سگهي ٿو پنهنجي عبادتگاهہ کي ديول سڏيندا هجن. اها ڪوٺائي ڪرڻ وارن کي ناهي لڌي.

## سنڌ ۾ ڪُشان راڄ: 78 _ 176ع

ڪُشان، اصل ۾ يُوئي چِي لاڏائو، چين جي دنگن مان 165 ق.م ڌاري نيڪالي ملڻ کان پوءِ پنهنجي مال لاءِ چراگاهہ ڳوليندا اولهہ پاسي هلندا تَڪلامڪان يا گوبي ريگستان لتاڙي ۽ اڃا بہ اولهہ پاسي سِٽين کي سِير درياءَ جي اترئين پاسي کان ڪڍندا ۽ پڇاڙيءَ ۾ باختر ۾ وڃي آباد ٿيا، جنهن تي ڪنهن زماني ۾ باختري يونانين جو قبضو هو. 78ع ۾ هاڻوڪي پاڪستان ۾ پنهنجو راڄ قائم ڪيائون، راڄڌاني پشاور ۾ هئي، جنهن خيبر لڪ کان بچاءُ جو ڪم ٿي ڪيو. سندن بادشاهيءَ جي پکيڙ وڌ ۾ وڌ ڪَنِشڪ-2 جي دور ۾ اتر ۾ افغانستان، هندوڪش ۽ پامير جبل، ڏکڻ ۾ ونڌيا جبل ۽ اوڀر ۾ گنگا جي ماٿريءَ تائين هئي. هنن چيني ترڪستان پر ڳٽي ۾ خوتان، يَرڪ ۽ ڪاشغر (ڪشغار) پڻ فتح ڪيا. ڪَنِشڪ، ڪشمير فتح ڪيو.

ڪُشان، پارٿي بادشاهن کي گنڌارا مان 65ع ۾ ڌِڪي ڪڍيو، پر سنڌ 70-80ع تائين پارٿين جي ڪنٽرول ۾ رهي. پيريپلَس جي لکجڻ جو سنہ گهڻو ڪري اهو هو. انهي کان پوءِ ڪَنِشڪ سنڌ کي 135-145ع جي وچ تي ٿوري عرصي لاءِ پنهنجي ملڪ ۾ گڏايو. سِٿيُن 150ع تائين لاڙ سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ مالوا فتح ڪيا. ڪُشان ٿي سگهي ٿو لاڙ سنڌ ورائي فتح ڪئي هجي، پر سٿين اها موٽائي ورتي ۽ ٿي سگهي ٿو تہ سنت ئي سموري سنڌ. سَڪَن يا سِٿِيُن سنڌ تي گهڻو ڪري اٽڪل 100 سال راڄ ڪيو.

ڪُشانن جا بادشاهہ هئا:

### اتر سنڌ

| | | |
|---|---|---|
| .1 | ڪَنِشڪ-1 | 78 - 101/02ع |
| .2 | وَسِشڪ-1 | 102 - 106ع |
| .3 | هرِشڪ | 106 - 119ع |
| .4 | هرِشڪ ۽ ڪَنِشڪ-2 | 119- 138ع |
| .5 | ڪَنِشڪ-2 | 138- 145ع |
| .6 | واسوديو-1 | 145 - 176ع |

### لاڙ سنڌ

| | | |
|---|---|---|
| .1 | پارٿي | 78 - 135ع |
| .2 | سِٿي | 135 - 145ع |
| .3 | پارٿي | 145 - 176ع |

ڪُشان بادشاهہ ۽ ڪانئن اڳين جا جاگيردار ۽ نواب سنسڪرِت نالا رکندا هئا ۽ هندي خطاب پڻ، جهڙوڪ: سچاڌرمتيداس، يَواڳس، مهيشوَراسو، راجادِراجَس، سَروَلوگ، اِيشوَرَس، ترِادَتيَس، مهاراجَس، هِيماڪَپيسَس، ترَدَت وغيره، ڇاڪاڻ تہ هي خطاب سموري آباديءَ کي وڻندا هئا. هي ۽ لڳ ڀڳ ساڳي معنيٰ وارا ٻيا خطاب ويهين صديءَ تائين گهڻي ڀاڱي ايشيائي ملڪن ۾ هليا.

ڪُشانن جي سرڪاري ٻولي پراڪرِت هئي، جيڪا اُڪرُن لاءِ پڻ ڪم آندي ويندي هئي. سنسڪرِت کي ساهتي (ادبي)، گياني (سائنسي) ۽ ڌرمي (مذهبي) لکتن جي ٻولي ڪري اختيار ڪيو ويو، جيتوڻيڪ اها هڪ غير متحرڪ ٻولي بڻجي وئي هئي. ڪَنِشڪ کان وٺي ٻارهين صديءَ تائين سموريون ٻوڌي ڌرمي لکتون سنسڪرت ۾ آهن ۽ ٻوڌي لکتن جي ان ۾ گڏايل پٽي نٿو لڳي تہ ڪو برهمڻي لکتن کان گهڻ هوندي.

ڪَنِشڪ لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهو نئون ٻوڌي ٿيو هو. اهو هن ڌرم جو پروموٽر بڻجي ويو ۽ پنهنجي راڄ جي پڇاڙڪن سالن ۾ ٻڌ جي مورتن سان گڏ يوناني ٻوليءَ ۾ پنهنجي نالي وارا سڪا ڇاپيائين. هن مان سندس پڪِتي پڌري ٿئي ٿي. انهي وقت تائين ٻڌ ڌرم زرتشتي، هندي، ڪرستاني، ناستڪ ۽ يوناني عنصرن جي اثرن هيٺ اچي مٽجي چڪو هو ۽ مهايان يا ”وڏي گاڏي“ سڏجڻ لڳو هو. انهي عملي طور ٻڌ کي ڦيرائي شرڌالن جون وينتيون ٻڌڻ لاءِ کليل ڪنن وارو ديوتا بڻائي ڇڏيو. ان جو سنڌ ۽ ڏکڻ پنجاب تي تمام گهرو اثر پوڻو هو، جتي نوان ٻوڌي ٿيڻ وارا ڪن پراڻن ديوتائن ۽ نون يوگين کي تعظيم ڏيندا آيا. اجوڪو پيرن ۾ ويساهہ انهي جو ئي هليو ايندڙ اثر آهي ۽ اسماعيلي داعي، صوفي ۽ انهن جا فقير انهي کي پنهنجو مطلب ڪڍڻ لاءِ ڀرپور ڪم آڻيندا رهيا آهن.



نقشو نمبر 18
140ع
ڏکڻ ايشيا ۾ ڪُشان سلطنت
ڪَنِشڪ جي حاڪميءَ هيٺ
پنهنجي وڌ ۾ وڌ پکيڙ وقت
ڏسٽي
1. ڪُشان سلطنت جو دنگ
2. هاڻوڪا صوبائي دنگ
3. سَڪا يا سِٿي
4. درياءُ
5. شهر
6. آنڌرا
7. ڪَلِنگا
تاشقند
بخارا
ثمرقند
هُـــن
ڪاشغر
يرقند
خوتان
باختر
ڪَپيش
قندار
وارسَڪ
پشاور
ٽيڪسلا
مانڪيالا
جهلم درياءُ
بياص درياءُ
ستلج درياءُ
سنڌو درياءُ
ملتان
اَسيگراما
بِنا گرا (الور)
ٽُل مير رُڪڻ
سيوهڻ
جهرڪ
پٽالا
باربيريڪان
ساموندي ڪنڌي
متُرا
تـــبـــت
ڪؤشمبي
سرناٿ
سراوَستي
مــگــد
بنارس
پٽاليپتر
گايا
تمرالپٽي
سانچي
پئيٿانا
آ ز ا د آنــــــڌرا
آ ز ا د
سَــڪــا
آ ز ا د
سَـڪـا يا سِـتـي
باريگزا
ايــرِيــٿــرائي سـمـــنـــڊ
سائينَس گينگٽيڪَس
مـــئـــري
ڊا ڪِسينا
پـــراســوڊِم
سَـمُــنــدرا
پَـــنـــڊيـــا
اتر
ڪاڇو
ميل
400 350 300 250 200 150 100 50 0


 

ڪَنشڪ ٻڌ ڌرم جي شاهي سرپرستي ڪندي ٻوڌي ديني علم ۽ متن سان لاڳاپيل ماهرن جي ڇنڊڇاڻ لاءِ "چوٿين ٻوڌي سڀا" ڪوٺائي.

برهمڻن ٻوڌي للڪارن کي منهن ڏيڻ لاءِ مرڪنديا برهماند ۽ وايُو پُراڻ ۾ سڌارا آندا.

هن دور ۾ برهمڻن، ٻڌ مت جا ڪجهه متا اختيار ڪيا، ڪجهه جانورن جو ماس کائڻ مڃيائون ۽ پنهنجي ڌرم جو روپ مٽائي اهو ڪيائون، جيڪو هاڻ هندو مت ڪري ڄاتو وڃي ٿو. هن سڌاري ايترو تہ زور پڪڙيو جو ڪُشان راجا واسُوديو (146-176ع) پنهنجي راض خوشيءَ سان 145ع ۾ هندو ڌرم قبوليو. تنهن هوندي بہ هندو مت ٻڌ مت کي ڏکڻ ايشيا کان ٻاهر ڌِڪڻ پونين ڪُشانن نہ پر گُپتن (270-500ع) جي دور ۾ شروع ڪيو. اهي ئي ذميوار هئا پراڻي اُپنيشَد ڌرم کي ٻيهر جياري اهو روپ ڏيڻ جا، جنهن تي هن کان پوءِ هندو مت نالو پوڻو هو، جيڪو لفظ اٽڪل انهن ئي ڏينهن ڌاري گهڙيو ويو.

چينين ٻين صدي عيسوي جي پهرئين چوٿين ۾ پنو ناهڻ شروع ڪيو.

"پيريپلَس آف ايريٿرين سِي" نالي رومي ڪتاب ڳاڙهي سمنڊ کان ايسٽ انڊيز تائين واپار ۽ ساموندي سفر جي سونهين طور 70-71ع ڌاري لکيو ويو. ڪجهه ماهر سمجهن ٿا تہ اهو 10 سال اڳي لکيو ويو هو ۽ ٻيا وري 10 سال پوءِ ٿا ٻڌائن. اڃا بہ ٻيا وري سمجهن ٿا تہ اهو 110-115ع ۾ لکيو ويو. ڪتاب ۾ سنڌ بابت ڪجهه دلچسپ تفصيل ڏنل آهن، جهڙوڪ: باربيريڪان (ٻنڀور) کي سمِنَّس (سنڌو) جي چوڙ وارو بندر، مِيناگرا (برهمڻ آباد؟) کي پارٿين جي قبضي هيٺ مکيہ شهر ۽ لاڙ سنڌ کي سڪاديپ يا سِٿيا يا سِٿيُن جو ديس ڪري ڄاڻائڻ. سنڌ ۾ پرڏيهہ مان ايندڙ مال ۾ پُکراج، مونگو (مرجان)، سلاجيت، لوبان، ڪائي جا ٿانوَ، چاندي ۽ سون ۽ سنڌ مان پرڏيهہ ويندڙ مال ۾ نِيرُ، سوٽي وکر، ريشم، وار (اُنَ، پشم، ڏاس)، سُنبل هندي (ٻوٽو جنهن مان سرهاڻ تيار ٿئي ٿي)، ڪنئورَ ۽ عطرَ ٻڌايل آهن.











**موهنجي دڙي جو ٿُل، پارٿي ۽ عرب جوڌا**

697. خيالي سڄو ڪيل موهنجي دڙي جو ٿُل، پهرين صدي عيسوي، مارشل مطابق.

698. سنڌن گهوڙيسوار ٻاٽين جي ڏانءُ پارٿين کي رومين جون هلائون روڪڻ لائق بڻايو. پنهنجي مشهور "پارٿي ڌَڪ" سان ڪيترن ئي لشڪرن کي شڪست ڏنائون. گهوڙيسوار دستو دشمن کي پنهنجي پويان لائڻ لاءِ ڀاڄ جو ڍونگ ڪندو هو، انهي کان پوءِ پارٿي پنهنجا هنا ڦيريندا هئا ۽ پويان ايندڙ لشڪر تي ٻاڻن جو وسڪارو لائيندا هئا. پهرين صدي عيسوي.

699. "پارٿي ڌَڪ". ڪنجهي جي هڪ مورتي هڪ گهوڙيسوار ڏيکاري ٿي جيڪو پوئتي مڙي پيچو ڪندڙ تي تير ڇڏي ٿو. گهوڙيسواريءَ جي هن ڪرتب ذريعي پارٿين، جيڪي اصل سٿيا جا هئا، پڄندي چوڙيل هڪ ميزائل يا پڄڻ تاري کي پنهنجو نالو ڏنو. 70 ق.م.

700. عرب سپاهين اسلام جي ڄمر جي هڪ صديءَ اندر پراڻي ڪياني سلطنت، اتر آفريڪا ۽ اسپين جا وڏا علائقا ٻهاري ورتا.

701. ڊوڙندي گهوڙي تان نشانو ڇنيندڙ پارٿي، پهرينءَ کان ٽين صدي عيسوي. ايراني، منگول ۽ باختري يوناني ڪارڙ نسل پارٿين هند-يوناني مقابلن ۾ پاڻ موکيو ۽ ٽيڪسيلا ۾ هڪ مقامي راڄ گهراڻو برپا ڪيائون.

702



703





704

## ڏرمي انداز، اڏاوتون، شيون ۽ هيُون سانگ

702. ڪاهو جي دڙي ميرپورخاص مان لڌل برهما، جنهن کي روايتي ٽن مُنهن بدران چار مُنهن آهن. هن منجهان هندو مت جو اثر ۽ ٻُڌ مت سان تيرهين صدي عيسويءَ تائين پاڻيچاري سان رهڻ پڌرو ٿئي ٿو. (ڪزنس).

703. جين مندر، پوڏيسر، 1375ع.

704. هيُون سانگ، ٽُن هُوانگ (هزار ٻُڌ) غار، اولهه ڪانسُو، چين، مان هٿ آيل هڪ تصوير.

705. گوڙي مندر، نئون ويراواهه، 1440ع.

706. پُوت ڪوٺجندڙ ديوتا ۽ سندس چوڌاري عربي لکت. (ڊئريڪٽر جنرل آرڪيالاجي).



705





706

باب ارڙهون

# ساسانين جي راڄ ۾ ريجاٽي
# (283_356ع)

## سنڌ تي ساسانين جو راڄ (283 _ 356ع)

ساسانين ايراني سلطنت تي 176ع کان 651ع تائين راڄ ڪيو. 519 ق.م کان ٻين صدي عيسوي جي ٽئين چوٿي جي پڇاڙيءَ تائين سنڌ تي ڪيانين، سڪندر، مورين، باختري يونانين، سِٿين ۽ پارٿين راڄ ڪيو. 519 ق.م ۽ 76ع جي وچ تي ڪُشانن سنڌ تي گهٽ ۾ گهٽ ڪجھ عرصي لاءِ پارٿي راڄ گهراڻي جي راڄ دوران، راڄ ڪيو. انهن سمورن راڄ گهراڻن وٽ ڪياني سلطنت يا فارس بزرگ جو ڪو نہ ڪو پاڳو هو. ساسانين جي سلطنت پنهنجي وڌ ۾ وڌ پکيڙ ۾ ميسوپوٽامر (هاڻ عراق) کان خراسان، بلوچستان ۽ افغانستان تائين پکڙي. تنهنڪري سمجهيو ويو تہ پاڻ کان اڳين وانگر انهن پڪ سان سنڌ بہ فتح ڪئي هوندي ۽ پنهنجي ڏاڪي وارن ڏينهن ۾ ان تي قابض رهيا هوندا. اهو چوڻ غلط آهي. اهي ڪُشانن جا ڏکيا ڏينهن پڻ هئا، جن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي سنڌ تي اختيار نہ پئي رکي سگهيا. ڪڇ تي 135-395ع جي وچ تي پارٿي حاڪم رُدردَمن ۽ ان جي پونيرن جو راڄ هو. انهن پاران سنڌ ۾ وڏي اچڻ جو ڪو ثبوت ڪونهي. مالوا جا گپتا 270ع ۾ ايريا ۽ انهن جو پڻ سنڌ تي اختيار نہ هو. ساسانين پاران سنڌ تي 283-356ع جي وچ تي راڄ ڪرڻ جو ڪجھ ثبوت آهي. مطلب تہ چئي سگهجي ٿو تہ سنڌ ۾ 176-283ع جي وچ تي گهڻو ڪري ننڍيون ننڍيون آزاد بادشاهتن جو راڄ هو.

سنڌ تي قابض هجڻ دوران ساساني راڄ ڏٽي هئا:

| | | |
|---|---|---|
| .1 | بهرام-2 | 276 - 293ع |
| .2 | نورسيهہ | 293 - 302ع |
| .3 | اُهرمزد-1 | 302 - 309ع |
| .4 | شاپور-2 | 309 - 379ع |

ساسانين جون ڏکڻ ايشيا تي ڪاهون اردشير جي دور ۾ شروع ٿيون، پر ان ۾ هينين سنڌو ماٿر شامل نہ هئي، جنهن جا مٿيان پاڳا شاپور جي ڏينهن ۾ ۽ لاڙ سنڌ گهڻو ڪري بهرام-2 (276-293ع) جي دور ۾ قبضي ڪيا ويا. 283ع ۾ بهرام-2 جي سلطنت ۾ مڪران، وچولي (هاڻ اولهہ پنجاب) ۽ لاڙ سنڌ وارو علائقو، ڪاڇيها (ڪڇ)، ڪاٺياواڙ ۽ مالوا شامل هئا.

265ع ۾ اُهرمزد، بهرام-2 خلاف بغاوت ڪئي ۽ سَڪن (سِٿين) ۽ ڪُشانن اُهرمزد جو ساٿ ڏنو. بهرام-2 بغاوت ڪي چٿيو، سمورو سَڪَستان فتح ڪيائين ۽ پنهنجي پٽ بهرام-3 کي شهنشاهہ (سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ مالوا جو بادشاهہ) ڪري رکيائين. سنڌ تي سگهي ٿو ساسانين خلاف سٿين ۽ ڪشانن سان گڏجي پئي هجي ۽ آزاد ٿي وئي هجي. هي ٿي سگهي ٿو بهرام-2 پاران علائقو ورائي فتح ڪرڻ هجي. 356/57ع ۾ شاپور-2 ڏکڻ ايشيا تي ڪاهہ ڪري 357ع ۾ پنجاب جي راجا ڪِندرا کي شڪست ڏني ۽ پوءِ سنڌ مان ڪارروايون ڪندي ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ فتح ڪيائين. تنهن هوندي بہ ڪاٺياواڙ ۽ ڪڇ ستت ئي آزاد ٿي ويا ۽ پوءِ وري چندر گپت-2 ۽ وِڪرم آڏتيا 388 ۽ 397ع جي وچ تي فتح ڪيا. وڪرم آڏتيا ٿي سگهي ٿو سنڌ جي چوڙَ-ٻيٽاري (ڊيلٽا) واري علائقي تي ڪاهہ ڪئي هجي، جيئن مِهرالِي جي لوهي ٿنڀ واري اُڪر مان پڌرو ٿئي ٿو تہ اهو سنڌوءَ جا ست چوڙ اُڪريو هو، جنهن مان مراد هئي چوڙَ-ورهاڱي کان هيٺ وارو علائقو. پر اهو پڪ سان ڪو اوچتو ڇاپو هوندو، راڄڌانيءَ جي فتح نہ. جيڪا گهڻو گهڻو ڪري چوڙَ-ٻيٽاري واري علائقي کان اٽڪل 100 ميل پنڌ تي برهمڻ آباد يا 270 ميل پنڌ تي الور هئي. سنڌ تي واهليڪن جو راڄ هو، جيڪي تمام گهڻا سگهارا هئا. مطلب تہ سنڌ تي سگهي ٿو تہ 356/57ع کان ستت پوءِ آزاد ٿي وئي هجي. چيو وڃي ٿو تہ بهرام-گور (420-440ع) ڪنهن ڏکڻ ايشيائي راجا جي ڌيءَ پرڻيو هو ۽ انهي ڪيس سنڌ ڏاج ۾ ڏني هئي. اها ڳالهہ پڌرو ڪري ٿي تہ سنڌ 356-420ع جي وچ تي ساسانين جي ڪنٽرول هيٺ نہ هئي. سنڌ ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن سلطنت جو حصو نہ هئي تنهنڪري هيءَ ڳالهہ پروسي جو ڳي نٿي لڳي.

هرشاورڌن، پُلاڪيسِين ۽ چلُوڪِيُن جي ڏينهن ۾ هندستان جي سامونڊين جون واپاري سرگرميون جپان تائين پئي هليون. سنڌ بہ پڪ سان پنهنجو روايتي مال جهڙوڪ نِيرُ، رنگ، اوچ (ڪپڙو)، چانور، سوٽي وکر، کنڊ (دوا طور)، مسالا ۽ گهڻو ڪري جانورن جا وار (اُنَ، پشم، ڏاس) ۽ ڪلون ۽ افغانستان، الهندي تبت ۽ سِنڪيانگ مان ايندڙ مال جهڙوڪ آفيم، جانورن جا وار ۽ چيني ريشم پرڏيهہ اماڻيندي هوندي. اوچ جي رنگن جو راز ڪجھ وڻن جي چوڏن مان ۽ قدرتي رنگن کي ڦٽڪيءَ ۽ ٻين ڪيميائي مسالن سان ملائي پڪا رنگ ٺاهڻ ۾ هوندو آهي. سنڌ ۽ ڏکڻ پنجاب ۾ پڻ

نقشو نمبر 19

نقشو نمبر 20

نقشو نمبر 21

نقشو نمبر 22

**سنڌو درياءَ جي وهڪرن ۾ ايل وڏا ڦيرا جن مٿن ٿيندڙ 50 سيڪڙو**
**ٻنيون ڦٽائي ڇڏيون ۽ آبادي اڌواڌ گهٽائي ڇڏي**

| نقشو نمبر 22 | نقشو نمبر 21 | نقشو نمبر 20 | نقشو نمبر 19 |
|---|---|---|---|
| 1250 - 1750ع<br>سنڌوءَ جا ڏکڻ سنڌ<br>۾ وهڪرا | سنڌوءَ جا ساڄي پاسي<br>ڏهين کان ارڙهين صدين ۾<br>ڪلري، بگهاڙ، رچل ۽<br>اوڇتو وهڪرا | سنڌوءَ جا لاڙ سنڌ ۾<br>ڪاٻي پاسي<br>ڏهين کان چوڏهين صدين ۾<br>ٻلڙي، گونگڙو، گولاڙچي ۽<br>احمد راجو وهڪرا | سنڌوءَ جا وچولي سنڌ ۾<br>ڪاٻي پاسي<br>ستين کان تيرهين صدين ۾<br>نارو، سامارو، پراڻ<br>شهدادپور ۽ نصرپور وهڪرا |

نير ۾ آريتا ٿيندا هئا، جن منجهان پڪا رنگ ٺاهيا ويندا هئا. وَرَهميِهيرا جي لکيل ڪيميائي مسالن جي ڇهين صديءَ واري پُستڪ بِريهَت سَمهِتا ۾ اهڙن قسمن جي مسالن ٺاهڻ جون ڪيتريون ئي واٽون ڏنل آهن.

هن دور ۾ ٿيندڙ ريجاڻيءَ بابت ڪا ڄاڻ ڪانهي. زراعت ۽ درياءَ جي صورتحال تي ڄاڻ ڪانهي. ايراني، عربي سمنڊ ۽ هندستان جي الهندي ساموندي ڪنڌيءَ تي ٿيندڙ جهازن جي اچ وڃ تي ڇانيل هئا. ايراني يهودي ديبل ۾ ٽين صدي عيسوي ۾ آباد ٿيا ۽ سنڌ جو مال ايران ۽ اڳتي رومي سلطنت ڏانهن اماڻڻ جو ڪاروبار ڪندا هئا. مال ۽ واپار بابت ڄاڻ گهٽ آهي.



نقشو نمبر 24

## 400ع

## سنڌ جا واهليڪا ۽ گُپتا سلطنت

**نوٽ:**

سنڌ جا واهليڪا ٿي سگهي ٿو سَڪا نسل جا هجن، پر اهي ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ وارن سَڪن کان الڳ هئا.

### ڏسٽي

1 هاٽوڪا صوبائي دنگ
2 چوٿين ۽ پنجين صدي عيسوي جا شهر
3 چندر گپت-پهرئين (320- 325ع) جي سلطنت
4 سامُودر گپت (335 - 385ع) پاران وڌايل
5 سامودر گپت جا ٿوري وقت لاءِ ڏَنُ پريندڙ
6 چندر گپت-ٻئين (385-413ع) پاران وڌايل
7 ڏَنُ پريندڙ قبيلا ۽ رياستون
8 گپتا گهراڻي جي هلندي پڇنديءَ هيٺ (380-410ع)
9 سنڌ جا واهِليڪا (آزاد)

ڪاڇو



# سنڌ جي واهليڪا گهراڻي (356_415ع ڌاري تائين) ۽ ننڍين ننڍين ڏيهي بادشاهين (500ع تائين) جي دور ۾ ريجاڻي

واهليڪن، سنڌ تي راڄ ڪيو ۽ چندرگپت-2 جا همعصر هئا، جنهن 375-415ع چاليهه سال راڄ ڪيو. انهن ڏينهن ۾ سَڪن (ستين) گجرات، ڪڇ ۽ ڪاٺياواڙ تي راڄ پئي ڪيو، جيڪي علائقا چندرگپت-ٻئين 395ع ۾ زير ڪري پنهنجي ملڪ ۾ گڏائي ڇڏيا. انهي لاءِ چيو وڃي ٿو ته سنڌ جي واهليڪن سان مهاڏو اٽڪايو هئائين ۽ انهن کي ماري مات ڪرڻ لاءِ سنڌوءَ جا ست ڇوڙ اُڪريو هو، پر راڄڌاني فتح نه ڪئي هئائين، جيڪا يا ته الور ۾ هئي يا برهمڻ آباد ۾. اهو ٿي سگهي ٿو لاڙ سنڌ تي ائين ئي رڳو ڪو ڇاپو هجي. جيئن ته سندس وڏيون ويڙهيون سَڪن يا سِٿِيُن سان 388-409ع جي وچ تي لڳيون، ٿي سگهي ته هي ڇاپو 405ع ڌاري هنيو هجيس. هن مهل تائين سمجهيو ويندو هو ته سنڌ ويهين سٽراپيءَ ۾ يا مالوا جي سَڪن جي هٿن هيٺ هلي وئي هئي. مٿيون واقعو ان کي غلط ثابت ڪري ٿو.

واهليڪن جي اقتدار ۾ اچڻ توڻي سندن راڄ جي انت جي ٺيڪ ٺيڪ سنه بابت پڪ نٿي ٻيهي. گهٽو ڪري اهي 356/57ع ۾ اڀريا، جڏهن ساسانين جو سنڌ تان ڪنٽرول ختم ٿي ويو. ايراني، سنڌ تي ٿورو عرصو 283-356ع ڌاري تائين قابض رهيا. واهليڪن ٿي سگهي ٿو انهن جي گورنرن يا سٽراپن کان اقتدار ڦريو هجي ۽ ٿي سگهي ٿو آزاد ٿي ويا هجن. سندن راڄ ٿي سگهي ٿو 500ع تائين هليو هجي ۽ تڏهن راءِ گهراڻي سندن جاءِ ورتي هجي. هڪڙو ڏُکو اهو به آهي ته ٿي سگهي ٿو ته انهن کي هُنن اچي ڪڍيو هجي، جن مٿان سنڌ 465 کان 475ع ۾ فتح ڪئي هجي ۽ پوءِ سنڌ تي 500ع تائين هُن گورنرن جو راڄ رهيو هجي.

گهڻي ڀاڱي ماهرن کي سنڌ تي هُنن جو راڄ هجڻ تي شڪ آهي، ڇو ته هُنن هندو مت مڃي ورتي هئي ۽ اهي ايڏا ته ڪٽر هئا جو جيڪر ٻڌ مت کي سنڌ ۾ هلڻ نه ڏين ها.

وچ ايشيا جي اڀرندي وارن علائقن مان هُنن جي ڪاهن جو ڪارڻ اتي ڇتو ڏڪار پوڻ ڪري پنجين صدي عيسوي جي منڍ ۾ سندن اتان هلڻ هو. انهن گپتا سلطنت کي ڏاهي ناس ڪيو. سندن دٻاءَ سبب راجستان جا ڪيترائي قبيلا اتان ڀڄي نڪتا ۽ انهن جي جاءِ نون قبيلن ورتي، جيڪي ڪجهه راجپوت گهراڻن جا وڏا بڻيا ۽ ايندڙ صدين ۾ ڏکڻ ايشيا جي اترين ڀاڱن جي تاريخ تي وري ڇانئجڻ وارا هئا. انهن راجپوتن اڳتي هلي پاڻ کي کتري يا ويڙهاڪ کوٺايو، جيتوڻيڪ اهي ويدن وارا اصل کتري نه هئا.

وڏن عملدارن کي پگهارون روڪ نه ڏنيون وينديون هيون پر کين ٻنيون دان ڪيون وينديون هيون، جيئن ساساني ۽ گپتا ڪندا هئا. اها جاگيرداريءَ جي شروعات هئي، جيڪا ساسانين 283ع ۾ شروع ڪئي هئي، پر انهن جو سنڌ تي ڪنٽرول رڳو 75 سال هليو ۽ گپتن سنڌ تي راڄ ئي نه ڪيو. سنڌ مان لڏي ويل ڪڇ جي جاڙيجن سمن راڄ ڌڻين (1148-1948ع) ۾ ڀائيت جو هجڻ پڌرو ڪري ٿو ته جاگيرداريءَ جون سنڌ ۾ پاڙون سنڌ ۾ مغلن جو دور اچڻ تائين نه هيون.

## واپار

گپتن سموري ڏکڻ ايشيا جي پورهيت منڊلين کي وڌائي ڪاروباري سيڙپ ڪندڙن لاءِ مال تيار ڪندڙ وڏا ادارا بڻائي ڇڏيو هو ۽ اهي پڪ سان سنڌ ۾ به آيون هونديون. ڪيترن ئي قسمن جو ڪپڙو نهڻ سنڌ جي مُک صنعت هئي. ڪجهه ريشم چين مان پڻ ريشم واٽ رستي سنڌ ۾ ايندو هو، جيتوڻيڪ هُنن جي ڪاهن تائين انهي وکر جي واپار جو وڏو ڀاڱو وچ ايشيا جي وچان لنگهندڙ ريشم واٽ سان هلندو هو. مِڻيُ يا لاجوَرد پڻ سنڌ ۾، اڳتي ٻين ملڪن ڏانهن اماڻڻ لاءِ، بدخشان مان ايندو هو. انهي کان سواءِ چانور، سنڌ ۽ پنجاب جا نِيرُ ۽ آريڻا، قسمين قسمين جو ڪپڙو، کنڊ ۽ پنسار پڻ سنڌ جي بندر باربيريڪان تان پرڏيهه ويندڙ مکيه وکر رهيا، جنهن تي ديبل نالو گهڻو ڪري پنجين صدي عيسوي ۾ يهودين جي سِنِگاگ يا ديول جي ڪري پيو. واهليڪن جي دور ۾ نيرُ ۽ سُٽُ سنڌ جا پرڏيهه ويندڙ مکيه وکر هئا.

717



718



719



720



721



722



## ڌرمي اڏاوتون

717. ميرپورخاص وارو ٿُل، ڪزنس پاران کوٽائيءَ کان پوءِ.

718. ٿُل مير رُڪڻ.

719. سيدپور ٿُل يا سڏيرڻ جو دڙو. (آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا 1918ع).

720. ڊگوبا يا تبرڪ رکڻ جي جاءِ، 6 فٽ 9 انچ ڊگهي، اُس ۾ سڪايل سرن جي نهيل، اصل ۾ هڪ ھوڏي اڏاوت هئي، جيڪا اڳتي هلي سڏيرڻ جي دڙي ۾ پيتيءَ ۾ بند ڪئي وئي، ASI، 1918.

721. برهمڻ آباد منارو يا ٿُل. اصل ۾ ھوڏي ٿوپ، 1900ع ۾ ڪڍيل تصوير.

722. ٿُل مير رُڪڻ جو اندريون ٿُل ۽ پٽ جون گلڪاريءَ واريون ڪناريون.

## گرم گهميل جُڳ ۽ ٻوڏي ڏاڪو (400_700ع)

400-700ع تائين ڪوساڻ ٿي ۽ ملڪ سکيو ستابو ٿيو. رڪارڊ موجود آهن جيڪي ٻڌائين ٿا ته: سنڌ جي واهليڪا راڄ ڏٽين چندر گپت-2 کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏنو: راءِ سهارس-2 ايراني لشڪر کي 600ع ۾ مڪران ۾ شڪست ڏني، جيتوڻيڪ پاڻ پنهنجي سِر مارجي ويو: راءِ سهاسي-2، 620-630ع جي وچ تي هرش کي پڇايو ۽ برهمڻن ڏاهر جي مهنداريءَ ۾ عربن جي چوڙهن ڪاهن کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏنو. لڳ ڀڳ سمورا وڏا ٻوڏي ٿُل سنڌ جي انهن معاشي سکيائپ وارن ٽي سو سالن ۾ ٺهيا آهن، جيڪا پلي آبهوا جي آندل هئي، جنهن بابت چاڻ ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ (سنڌي ترجمو پيرائتي سنڌ ڪٿا) ۾ ڏني وئي آهي.

جيتوڻيڪ هن دور ۾ ريجاڻيءَ بابت چاڻ جي کوٽ آهي، پر اٽسڌي چاڻ ٻڌائي ٿي ته ملڪ سکيو ستابو هو ۽ راڄ ڏٽي سگهارو هو. سنڌ جي بادشاهه کي سگهه رڳو پلي ريجاڻي زراعت مان ئي ملي پئي سگهي. اها چاڻ مِهرالِي جي لوهي ٿنڀ واري اُڪَر مان ملي ٿي.

سڄو اپياس ٻڌرو ڪن ٿا ته سنڌ ۾ ڪيترن ئي ٿُلن جي اڏاوت يا مرمت چوٿينءَ کان ستين صدين ۾ ٿي، نڪي ٻين ۽ ٽين صدين ۾، جيئن هن مهل تائين سمجهيو پئي ويو. اها ئي ڳالهه سدا بهار تاريخي ڌرمي اڏاوتي ڏانءَ سان به لاڳو ٿئي ٿي. ڏانءُ، هنر، فن، ڪاريگري جتادار سُک سانت ۽ سکيائپ ۾ ئي وڌندو سنورندو آهي. سنڌ جي حوالي سان اهو سنڌوءَ جي وهڪري جي جتاءَ ڪري وهڻ جو نتيجو هوندو، ممڪن آهي گهٽ ۾ گهٽ هڪ جوڙي صدين تائين. نقشو نمبر 6 سنڌو درياءَ جا وهڪرا ۽ ان دور ۾ مٿس وسيل شهر ڏيکاري ٿو. شهرن جو وڏو انگ زرعي اسمن جي واڌو اُپت ظاهر ڪري ٿو، جيڪا شهري زندگيءَ جي اوسر جي واٽ ٺاهيندي آهي.

اولهه (رومي سلطنت) سان سنڌي واپار جي پڇاڙيءَ دوران ڏکڻ-اوڀر ايشيا ۾ نوان واپاري علائقا کليا. انهي ۾ سنڌ جي سڌي پائيواري نه هئي، پر پنهنجو مال ڏکڻ هندستان جي بندرن ڏانهن اڳتي اماڻڻ لاءِ اماڻيندي هئي.

ايراني، سنڌ ۽ ڏکڻ ايشيا جي اولهه سان واپار لاءِ اڪيلا پلاوٺا (دلال) بڻجي ويا. انهن منجهان گهڻي ڀاڱي يهودي هئا. باربيريڪان (ڀنڀور يا ديبل) ۾ يهودي واپارين جي هڪ بيٺڪ ٺهي.









**ڀنڀور جي شهر پناهه، نقشِ رستم ۽ الور**

723. ڀنڀور (ديبل) شهر پناهه ڪوٽ.
724. نقشِ رستم وٽ اردشير-پهرئين (224-241ع) جي ڪوري اپاريل خلعت پوشي.
725. الور يا اروڙ قلعي ۽ شهر جا ڦٽل آثار. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 1، 1965).
726. ڀنڀور جو اتر-اڀرندو دروازو.

727


728



729


730


731


732


733


734


735


736


727. ميرپورخاص ٿل جي رٿا، 600ع.
728. ٿل جي رٿا.
729. ٿل جو سيڪشن، A-B ليڪ تي اولهہ منهن.
730. ميرپورخاص ٿل جي مُهاڙي، 600ع.
731. يوڻي ۽ لنگم هندو ڌرم جو ديوتا هو. هي پنيور واري مندر مان لڌو، جنهن جي جاءِ تي مسجد اڏي وئي هئي، پنجين کان ائين صدي عيسوي.

732. ٿل جي الهندي پاسي واري مُهاڙي.
733. ڪنهن تصوير جو فريم، برهمڻ آباد.
734. ميرپورخاص ٿل، 600 ع.
735. A نيڪر جو ٽڪرو.
736. ڏيپر گهانگهري وارو ٿل.

باب ويهون

# سنڌ جي راءِ گهراڻي جي راڄ ۾ ريجاڻي

## (500_641ع)

چچنامي مطابق راءِ گهراڻي سنڌ تي هڪ سو ستيتيهه چنڊ جا سال 632ع تائين راڄ ڪيو، پر جيئن ته ڏکڻ ايشيا وارا هر ٽئين سال هڪ مهينو وڌيڪ جوڙيندا هئا، سو گهراڻو شروع ٿيڻ کان 500ع تائين سج جا هڪ سو ٽيتيهه سال بيهندا. جيئن ته هِيُون سانگ 640/41ع ۾ ڪنهن شودر راجا ڪي راڄ ڪندي ڏٺو، سو راءِ سِهاسي-2 تي سگهي ٿو ته 641ع تائين راڄ ڪيو هجي.

راءِ گهراڻي جا سنڌ جا راڄ ڌڻي هينيان هئا:

| | | |
|---|---|---|
| .1 | راءِ ديواجي | 500 - 641ع |
| .2 | راءِ سِهارس-1 | |
| .3 | راءِ سِهاسي-1 | |
| .4 | راءِ سِهارس-2 | |
| .5 | راءِ سِهاسي-2 | |

600ع ڌاري راجا سِهارس-2 مڪران ۾ ساساني گورنر (نمروز يا سِجستان جو بادشاهه سڏجندڙ) سان لڳل هڪ ويڙهه ۾ مارجي ويو. ساساني لشڪر ڪي ان هوندي به شڪست ٿيءِ پاڇ ڪاڏائين. پٽس راءِ سِهاسي-2 پيءُ جي گادي سنڀالي. ساسانين متان انهي جي نتيجي ۾ ملتان تي ڪجهه وقت لاءِ قبضو ڪيو هجي.

هِيُون سانگ راءِ گهراڻي وارن کي شودر ڀانئي ٿو ۽ چچنامو کين چِتوڙ جا راجپوت ٻڌائي ٿو. ڪُشانن جي زوال کان وٺي باختري، ستي، ڪشان، پارٿي ۽ يُوئي-چِي ويڙهاڪ امير ڏيهي ويڙهاڪ وڏيرن سان ثقافتي طور توٽي سنگين بندين ڳنڍجي هڪ ٿي ويا. انهن جو اولاد پاڻ کي راجپوت (راجائن جا پٽ) يا کتري ڪوٺائي هندو ديوتائن کي پوڄڻ لڳا ۽ راجپوتانا، سنڌ، گجرات ۽ ڪانياواڙ جي اقتدار لاءِ حق ڄمائڻ لڳا. راءِ به تي سگهي ٿو اهڙي ئي نموني جا ڪي هجن، پر پوڏي هجڻ ڪري گهٽو ڪري ڏکڻ ايشيا جي هندو بادشاهين ۾ اهي شودر ڪونبا هئا ۽ وري متان اهي اصل هتان جا هجن ۽ انهي ڪري راجپوت کين شودر ڪوٺيندا هجن.

راءِ سِهاسي-2 لاڙڪاڻو (ايراني مڪران) 630 ۽ 640ع جي وچ تي ساسانين کان فتح ڪيو. عربن انهي تي 680-700ع جي وچ ڌاري قبضو ڪيو. سنڌ جي برهمڻن واڳ ڏڻين اهو علائقو موٽائي وٺڻ جي ڪا ڪوشش نه ڪئي، چو ته اتي آبادي تمام گهٽ ۽ معاشي طور سڃو هو ۽ ان مان ڪنهن وڏي لاڀ جو آسرو نه هو. راءِ سِهاسي-2 ڪيڪانان (خضدار) پڻ 641ع ۾ فتح ڪيو. شوَرتزبرگ انهي کي ڪوئيٽا، زهوب ۽ لورالائي ضلعا ٻڌائي ٿو. ائين ٿي سگهي ٿو، چو ته ساسانين کي عربن، خليفي عمر جي دور ۾ 634ع ۾ شڪست ڏني هئي ۽ انهي لُڙ هلندي سنڌ پنهنجا دنگ انهن علائقن ۾ پکيڙيا، جيڪي اڳ ساساني سلطان يزدگرد بن شهريار بن پرويز جا هئا.

سنڌ جي راءِ سِهاسي-2 جو همعصر هرش هو. هاٺوڪي راجستان تي گجر پرَتيهارن جو راڄ هو. راجا رامل چتوڙ تي راڄ پئي ڪيو. هرش پنهنجي راڄڌاني قنوج مان سموري اتر هندستان يعني اتر پرديش، بِهار، هريانا وغيره تي راڄ پئي ڪيو. اتر پنجاب تي شاهيُن جو راڄ هو.

سنڌ جي بادشاهي چئن پرڳڻن (ڊويزنن) تي ٻڌل هئي:

1. **برهمڻ آباد:** هن ۾ لاڙ سنڌ ۽ ڪڇ جو ٻيٽ اچي ٿي ويا. راڄڌاني برهمڻ آباد هئس، جنهن جو اڳتي هلي عربن نالو مٽائي منصوره رکيو.
2. **سِوِستان:** هن ۾ ڏکڻ-اولهه سنڌ (جنهن ۾ سڄي ڪراچي، دادو، لسٻيلي ضلعي جا ٽڪرا ۽ قمبر تعلقي جا ٽڪرا پڻ شامل هئا) اچي ٿي وئي، راڄڌاني سيوهڻ هئس.
3. **الور** (چچنامي پاران اِسڪندا سڏيل): هن ۾ هاٺوڪا خيرپور، سکر، جيڪب آباد، شڪارپور ۽ رحيم يار خان ضلعا اُڃ تائين اچي ٿي ويا ۽ سبي-ڪڇي ۽ جهلاوان ضلعا پڻ.
4. **ملتان:** هن ۾ ملتان، مظفر ڳڙهه، ڊيرا غازي خان، خانيوال ۽ بهاولپور ضلعا اچي ٿي ويا. ملتان ٿي سگهي ٿو ايرانين جي هٿن ۾ هليو ويو هجي، گهٽ ۾ گهٽ ٿوري عرصي لاءِ 610-620ع جي وچ تي، چو ته خُسرو پرويز انهي عرصي ۾ ملتان ۾ چاندي ۽ سون جا سڪا ناهيا هئا. گهڻو ڪري انهن اٽيٽن جي ڪري ئي جڏهن رومي شهنشاهه هرڪيوليس (610-641ع) خُسرو پرويز کي 617ع ۾ شڪست ڏني ته سنڌ جي راجا (راءِ سِهاسي-2) پنهنجو ڏُوت (سفير) مبارڪباد جو پيغام ڏئي قسطنطنيه موڪليو. اٽيٽ ٿي سگهي ٿو نمرُوز جي گورنر جي سنڌ تي 600ع ۾ حملي جي ڪري به ٿي هجي، جنهن ۾ راءِ



نقشو نمبر 25
640ع
سنڌ جو راءِ سهاسي ـ ٻيون،
هرش جي سلطنت ۽
همعصر ننڍو کنڊ (ڏکڻ ايشيا)
اتر
ڪشمير
ساسانين جا صوبا
تبت
ملتان
راءِ سهاسي ـ ٻئين
جي بادشاهي
اُچ
سبي
خضدار
الور
سيوهڻ
ڪيچ
ٻيلو
بهمڻ آباد
نيرُون
ديبل
هاٿوڪي سامونڊي ڪنڌي
ٿانيسر
اندرپرَسٿ
ڪنياڪُبج
قنوج
گُرجر پرَتيهار
نيپال
ڪامروپ
پرياگ
ڪاشي
وئسالي
پتاليپُتر
بوڌ گايا
هرش جي سلطنت
سانچي
اُجين
وَلاڀي
تَمراليپتي
بنگالي
سامونڊي چُڪَ
(بحرِ هرقند)
ٿانا
چلُوڪي
پُلاڪيسين ـ ٻئين
جي مهنداريءَ هيٺ
پوري
چڪاڪول
ڪالنگا
نندر
ملوان
ائهول
ايرندي وارا چلُوڪي
وينگي
امراوتي
ڪنتاڪسيلا
سريسيلام
ڪاچو
ميل 400 350 300 250 200 150 100 50
ڏسٽي
1 هند-پاڪ جا بين الاقوامي دنگ
2 آريائي رياستن جا دنگ
3 سنڌو ۽ ٻين دريائن جا هاڻوڪا وهڪرا
4 هاڻوڪا صوبائي دنگ
5 سنڌ ۾ 640ع ۾ سامونڊي ڪنڌي
6 سنڌ ۾ هنوقت سامونڊي ڪنڌي
7 شهر
لاڙي سمنڊ (بحر لاڙوي)
اپارا سمُندرا
پُروا سمُندرا
منگلور
ڪانچي
ڪيليڪٽ
ڪاويري پَٽنم
قلون
اِنڊيڪس
(هندي وڏو سمند)
اوشيَنَس
سهالا
(سرانديپ)
نوٽ:
هي گرم آبهوا ۽ گهٽي مينهن ۽ نتيجي ۾ ڏيهي
راڄ گهراڻن جي اُسرڻ وارو دور هو، جن زرراعت
کي همٿايو ۽ ان سان اپت ۽ واپار کي هٿي ملي.
وڏا شهر 400ع کان ٿيا ۽ سنڌ ۾ ٻوڌي ٿوپ
(اسٽوپا) انهي دور ۾ ٿيا، جنهن مان پڌرو ٿئي ٿو
تہ ملڪ سکيو ستابو هو ۽ واپار شهري ٻوڌين جي
هٿن ۾ هو، جن شاندار ڏرمي اڏاوتون جوڙڻ ۾
حصو ملايو.

سِهارس-2 مارجي ويو هو.

گھٽو ڪري ستين صديءَ جي وچ ڌاري ڪنهن وقت چينين گھوڙي لاءِ ڪنڌ وارو ساج (ڪنڌاڻ) ايجاد ڪري وهٽ کي پنهنجو نڙگھٽ گھُٽڻ بجاءِ ڪلهن سان ڇڪ ڏيڻ جوڳو بڻايو. اهو تڪڙو ئي سڄي دنيا ۾ پھچي ويو. ڏاندن لاءِ اهڙو ڪو ساج عام نہ ٿيو آهي، حالانڪ اهو وهٽ جي صلاحيت ۾ چڱو پلو وڌارو ڪري سگھي ٿو. ڏاند لاءِ ڪنڌاڻ هن ليکڪ ٽنڊو ڄام ايگريڪلچر ورڪشاپ ۾ سٺ واري ڏهاڪي جي وچ تي ٺاهيو هو، پر ستت ئي ٽريڪٽرن اچي ڏاندن جي جاءِ وٺڻ شروع ڪئي ۽ ڪنڌاڻ عام ٿيڻ کان اڳ ئي اجايو ٿي ويو. ڪنڌاڻ جو نہ هجڻ ڏاند جي ڇڪ واري سگھ ٽين پتيءَ کان اڌ تائين گھٽائي ڇڏيندو هو، جنهن جو مطلب ٿيو تہ هاري ڏاندن جي جوڙي سان نسبتن گھٽ ٻني کيڙي پئي سگھيو. انهي اوڻائيءَ هارين کي غريب بڻائي ڇڏيو، جيڪي ڪڏهن ڪڏهن تہ آباديءَ جي اسي سيڪڙو کان بہ وڌيڪ هوندا هئا.

400-700ع کان وٺي گرم آبهوا ۽ گھٽا مينهن پوڻ (ڏسو باب چوٿون) لاءِ ٻڌايو ويو آهي تہ ڪنهن سوڪ آبهوا پر ريجاڻيءَ واري ملڪ ۾ مذهب سدائين پنهنجو پاڻ کي حڪومت جي اختيار هيٺ رکندو آهي. آمر حاڪم ۽ سندن عملدار يا تہ راڄ جو مذهب مڃي وٺندا آهن يا انهن کي زوريءَ پنهنجي مذهب ۾ آڻيندا آهن. رڳو انهي ئي طريقي سان رعيت (راڄ) کي پاڻ ۾ ٻڌي ڪرڻ ۽ ڏيهي ڌرم کي رياست جي مخالفت لاءِ ڪم آڻڻ کان روڪي سگھجي ٿو. راءِ گھراڻي جو راڄ سُک سانت وارو سمجھيو وڃي ٿو ۽ ماڻهو سکيا ستابا ڄاتا وڃن ٿا. ڇچ جڏهن راءِ گھراڻي جي آخري راءِ جي گادي سنڀالي تہ انوقت سِهاسي-2 جا سنڌ ۾ سمورا ڇهہ ئي گورنر ٻوڌي هئا. انهن منجھان هڪڙو، جيڪو ٻوڌي ڀائو هو، ٻُڌيا ديس ۾ لڳل هو، ٻيو اگھم (اگھاماڻي) ۾ ۽ ٽيون ارميل (لسٻيلو) ۾. انهن کي ڇچ، جيڪو پاڻ هڪ برهمڻ هو، سندن عهدي تي رهڻ ڏنو. اهوسڀ کان سولو طريقو هو راڄ کي خوش ڪرڻ جو، جنهن منجھان گھڻائي ٻوڌين جي هئي. ملڪ لاءِ چيو وڃي ٿو تہ سکيو ستابو هو ۽ ان جو ڪارڻ سٺي انتظام واري ريجاڻي زراعت هئي. جيئن تہ سنڌ ۾ ان ڏيڍ صديءَ دوران سک سانت هو، تنهنڪري ريجاڻي نظام پڪ سان وڏي علائقي تائين پکڙجي آباديءَ ۾ واڌ جو ڪارڻ بڻيو هوندو. جيئن واهليڪن واري باب ۾ ٻڌائي چڪا آهيون تہ چوٿين ۽ ستين صديءَ جي وچ وارو دور سدا بهار تاريخي اڏاوتي ڏانءُ پڌرو ڪندڙ ٻوڌي ٿُلن جي وڏي انگ جي اڏجڻ جو دور هو. اهو اڻسڌو ثبوت آهي اثرائتي ريجاڻيءَ، سنڌو درياءَ جي جٽاءُ ڪري وهڻ ۽ پرڏيهي واپار جي ڪري ايندڙ معاشي سکيائپ جو.

جيتوڻيڪ سنڌين جي گھڻائي ٻوڌي هئي، اهي گھڻي ڀاڱي ٻني ٻارو ڪندڙ ۽ مال ڌاريندڙ ڪڙمي هئا، اهي جانور ماريندا هئا ۽ وڏو ۽ ننڍو گوشت کائيندا هئا، هزارن جي انگ ۾ سندن ڀاوا کو ڪم نہ ڪندا هئا ۽ اهي جيتوڻيڪ ويس پکشوئن وارو پائيندا هئا، پر نِپَٽ ڪُپَتيا (بي ايمان) ۽ ڪَامِي (عياش) هوندا هئا. راءِ گھراڻي جي سموري راڄ دوران ٻڌ ڌرم پوئتي پوندو ويو.

گپتن جي راڄ ۾ هندستان ۾ گئوگھات (ڳئون کھڻ) تي پابندي لڳي. سنڌ ۾ وڏين ايراضين تي گئوچر هئا. ڪڙمين جي اڌ کان وڌيڪ ڪمائي مال ڌارڻ مان هوندي هئي. گوشت سنڌين جي کاڌي جو حصو هو. ٻڌ ڌرم ماس کائڻ جي موڪل ڏئي ڇڏي هئي، جيڪڏهن کائڻ وارو جانور کي مارڻ ۾ شامل نہ ٿئي تہ. ان رسمي اٽڪ کي وَسَ ۾ آڻڻ لاءِ ڪاسائين جي هڪ نيچ ذات پيدا ڪئي وئي. معيشت گوشت، خاص ڪري وڏو، ڇڏي ڏيڻ جي اجازت نہ پئي ڏني ۽ ان ليکي برهمڻ مت قبولڻ جي اجازت نہ پئي ڏني. سو سنڌين ٻڌ مت ۾ ئي رهڻ ٺيڪ ڀانيو، جنهن جا ڀاوا کين گوشت کائڻ جي ڇوٽ ڏيو ويٺا هئا. راءِ پڪا ٻوڌي هئا ۽ ڌرم جي سرپرستي ڪندا هئا. ٿُل مير رُکڻ ۽ ڊِليا (ڪاهو جو دڙو) وارو ٿُل پڪ سان انهي جُڳ جا اهم ٻوڌي پوتر آستان هوندا. اهي سندن راڄ ۾ اڏيا ويا. نائين ۽ ڏهين صدي عيسويءَ ۾ انهن ٻنهي ۾ ڪجھ واڌارا ٿيا ۽ مرمت ٿي. موهنجي دڙي وارو مَٺُ ڇهين صدي عيسوي تائين هليو. ممڪن آهي تہ جھُڪر، ڌامراهو جو دڙو، نيرون ڪوٽ، سُڌيرڻ جو دڙو، سيوهڻ، ديبل، ٻُڌ جو ٽڪر، جهرڪ ۽ نئون ڪوٽ وارا ٿُل سندن دور ۾ وڏي ويجھي رهيا هجن. ٻيا ماڳ جتي ٿل هجڻ جو امڪان آهي سي بوبڪ، آراضي، بختيارپور ۽ ٿلٽي ٿي سگھن ٿا، جتان جا ڳوٺ گھڻو ڪري ٿلن وارن دڙن جي چوٽين تي ٻيٺل آهن. هن دور ۾ سنڌ ۽ اولھ جي وچ تي واپار گھڻي ڀاڱي سمنڊ رستي هلندو هو. واپاري گسن ديبل (باربيريڪان) کي ايراني نارِ رستي دجلہ تي آباد ٽيسي فون سان ۽ عدن، ڳاڙهي سمنڊ ۽ بيرنيس رستي اسڪندريا سان ڳنڍي ڇڏيو هو. اسڪندريا مان مال اڳتي الجيريا جي قرطاج، روم، ميلان، قسطنطنيہ وغيره ڏانهن وڃي پئي سگھيو. سنڌ کي ٿورڙا اصلي مسالا پرڏيهہ اماڻيندي هئي. انهن ڏينهن ۾ مسالن جي وصف هيٺ رنگَ، کنڊ، نير، عطرَ، رنگ روغن، ڪنئورَ، ڏُوپ (لوبان)، پنسار، معدنيات، رنگ پڪو ڪندڙ وکر وغيره اچي ٿي ويا، جن منجھان سنڌ ڪجھ پڪ سان پرڏيهہ اماڻيندي هوندي. اوچ (ڪپڙو)، کنڊ، سُٽ مان ٺهيل شيون ۽ نير سنڌ جا پرڏيهہ اماڻڻ وارا مکيہ وکر هئا. چين جو ريشم ۽ پشم، تبت جون ڪلون ۽ پشم، هماليہ جو مُشڪ پڪ سان ديبل (باربيريڪان، جنهن جو نالو ايراني يهودين جي سِنِگاگ يا ديول جي ڪري ڦري اهو ٿيو) مان جهازن تي لڏبا هوندا. رومي شهنشاهہ جَسٽِينيَن نيون واٽون ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ڇو تہ رَئي ۽ همدان کان ٿي لنگھندڙ ريشم واٽ تي ساسانين جي پڪڙ مضبوط هئي. عربن جو رومي سلطنت ۽ ڏکڻ ايشيا وچ ۾ ڀلاوٽن وارو ڪردار اڃا سوڌو هليو پئي. 550ع تائين رومين چين مان ريشم وارا ڪينئان چوريءَ هٿ ڪري ورتا ۽ انهن کي ڪم تي لائي چين جو ريشم جو واپار گھٽائي ڇڏيائون. چيني ڀائي هيُون سانگ جنهن جا سفرناما اڃا آهن چانورن، ڪٽڪ، ٻاجهريءَ، ڪاڄرو اَنن، گلن، ميون ۽ ڏيهہ اندر ٿيندڙ مختلف قسمن جي اناجن جا نالا ڏنا آهن.



نقشو نمبر 26
641 - 662ع
چچ جي سنڌ ۽ ان جا پرڳڻا
جيئن هيُون سانگ ڏٺا
شاهي گهراڻو-پهريون
اوڪاڙو
راوي درياءُ
خانيوال
ملتان
سڪاهِ
اسڪاليند
بابياهِ
بهاولپور
سوتي وهار
ملتان ڊويزن
اُچ
ڊي. جي. خان
فورٽ سنڊيمن
ڪوئيٽا
مستونگ
سبي
الور ڊويزن
جيڪب آباد
رحيميارخان
ماٿر
ماٿيلو
وڃنوٽ
درٻ ڏيلاڙي
روهڙي
سکر
بکر
الور
لاڙڪاڻو
نوابشاهه
ٽل مير رُڪڻ
ٽڪي
سيوستان ڊويزن
سيوستان
ٻرهمڻ آباد
ڊيپر گهانگهرو
نصرپور
حيدرآباد
راوڙ
سُدِيرڻ
ٻُڌ جو ٽڪر
ٺٽو
ڏيبل
ڪراچي
منجاباري
هاڻوڪي ساموندي ڪنڌي
ساموندي ڪنڌي ستين صديءَ ۾
لاڙي سمنڊ
برهمڻ آباد ڊويزن
نئون ڪوٽ
ويراواهه
ننگرپارڪر
پاري نگر
ڪڇ نارِ
ڪڇ بيٽ
راجا
اتر
قلات
نوشڪي
چاغي
دالبندين
نوڪ ڪُنڊي
ايراني صوبا
(لونگ ڪائي-لو)
خاران
هامون-ئي-لورا
هامون-ئي-ماشخيل
تُوران
مڪران ڊويزن
پسني
اورماڙو
ڪاڇو
0 50 100 150 200 250 300 ميل
ڏسڻي
1 چچ جي بادشاهيءَ جا دنگ
2 ڊويزنن جا دنگ
3 ساموندي ڪنڌي ستين صديءَ ۾
4 هاڻوڪي ساموندي ڪنڌي
5 سنڌوءَ جو پراڻو وهڪرو
6 سنڌوءَ جو هاڻوڪو وهڪرو
7 ستين صديءَ جا شهر
8 هاڻوڪا شهر
9 ستين صديءَ جا پوڏي ٺوپن وارا شهر
10 ڊويزنن جون راڄڌانيون
11 سنڌ جو هاڻوڪو دنگ
12 پاڪستان جو سياسي دنگ
نوٽ:
ڪڇ، سنڌ کان 685-695ع جي وچ تي ڇڇي ويو.
هيُون سانگ ڊويزنن جا نالا هنريت ڏنا آهن:
1. او تائين پيو-چيتانت = ٻهمڻ آباد
2. پيو تو شِي-تو = سيوهڻ
3. او-فان چا = الور
4. مُو-لو-سان پُو-لُو = ملتان
5. مڪران ڊويزن ايرانين جي عربن هٿان شڪست کان سُتت پوءِ گڏائي وئي.
هڪڙو ايراني صوبو لونگ-ڪائي-لو نالي هو، جيڪو ڪڇي سبي ۽ قلات ضلعا ڪري سڄاتو ويو آهي.
سنڌ جو دنگ ملتان کان 40 ميل کن اتر ۾ هو، ڪشمير تائين نه. اتر پنجاب ۽ افغانستان تي شاهي گهراڻي جو راڄ هو.

باب ايڪيهون

# برهمڻ گهراڻي جي راڄ ۾ ريجاڻي
# (سڄي سنڌ: 641_712ع ۽
# ايرندي سنڌ: 715_725ع)

راڄ گهراڻي جو باني چچ هو، جنهن راءِ سِهاسي-2 جي گذاري وڃڻ تي مرحيات راجا جي راڻي سُوهن ديويءَ سان پرڻجي انهي جي موثر ساٿ سان زوريءَ گادي ڦباڻي هئي. چتوڙ جي راجا ۽ سِهاسي جي مائٽ راڻا مَهرَت سندس موت، دوڪيبازيءَ سان سندس وارثن ۽ مٽن مائٽن جي مارجڻ ۽ گاديءَ تي چچ پاران زوريءَ قبضو ڪرڻ جو بڌي سنڌ تي ڪاهه ڪئي، پر هڪ ٺي ويڙهه ۾ مارجي ويو. الور ۾ سندس گادي سنڀالڻ کان ستت ئي پوءِ سندس بادشاهيءَ جي هين چئن صوبن ملتان، اِسڪندا (اُچ)، سِوستان ۽ برهمڻ آباد سيني آزاديءَ جو اعلان ڪري ڇڏيو، پر چچ سيني کي ماري مات ڪيو. مڪران، ڪئڪان (قلات) ۽ گنداوا پڻ پنهنجي بادشاهيءَ ۾ آندائين، جيڪي گهٽو ڪري ساسانين پاران ملتان کي 610 ۽ 627ع جي وچ تي پنهنجي بادشاهيءَ ۾ ملائي ڇڏڻ کان وٺي ايراني سلطنت جو حصو هئا ۽ 630-640ع ۾ راءِ سِهاسي-2 فتح ڪيا هئا.

هن گهراڻي جا راڄ راڻا هي هئا:

| | | |
|---|---|---|
| .1 | چچ پٽ سيلاڄ | 641 - 662ع |
| .2 | چندر پٽ سيلاڄ | 662 - 669ع |
| .3 | ڏاهر پٽ چچ (اتر سنڌ) * | 669 - 712ع |
| .4 | دُوراڄ پٽ چچ (لاڙ سنڌ) ** | 669 - 670ع |
| .5 | ڏهرسينا پٽ چندر (لاڙ سنڌ) | 670 - 700ع |
| .6 | ڏاهر پٽ چچ (سڄي سنڌ) | 700 - 712ع |
| .7 | جئسينا پٽ ڏاهر (ايرندي سنڌ) *** | 715 - 725ع |

* اتر سنڌ ۾ الور، اُچ، ملتان، بولان، سبي ۽ ڪڇي اچي ٿي ويا.

** لاڙ سنڌ ۾ برهمڻ آباد، سيوهڻ، الهندي سنڌ، لسٻيلو، مڪران ۽ ڪڇ اچي ٿي ويا، جنهن تي چاوڙن 685-695ع جي وچ تي قبضو ڪري ورتو هو، پر ڏهرسيا توڙي ڏاهر ڪنهن بہ ورائي قبضو ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي.

*** ايرندي سنڌ ۾ سنڌو درياءَ جي ايرندي پاسي وارا سمورا علائقا اچي ٿي ويا، جيڪو تن ڏينهن ۾ هاڪوڙي روهڙي ڪئنال جي پيٽ مان وهي شهدادپور ۽ برهمڻ آباد کان ٿيندو سَر ڪاريءَ ڏانهن هليو ٿي ويو.

برهمڻ گهراڻي جو اوتپ ان جي باني چچ جي مهنداريءَ ۾ پلو ٿيو، پر سندس پاءُ ۽ گادي سنڀاليندڙ چندر جي 669ع ۾ مرڻ کان پوءِ شيون بگڙندي ٿيون ڏسجن. ڪارڻ سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ لاڙ سنڌ ۾ آيل ڦيرا هئا، جن معاشي زندگيءَ ۾ ڦيتارو آڻي وگوڙي حالتون پيدا ڪري ڇڏيون. 669ع ۾ سنڌ جو ورهاڱو ٿي چڪو هو: اتر سنڌ ڏاهر جي هٿن ۾ هلي وئي هئي ۽ لاڙ سنڌ سؤٽس ڏهرسيا پٽ چندر جي هٿن ۾. ڏهرسيا جي 700ع ۾ مرڻ کان پوءِ ڏاهر سڄي سنڌ تي پنهنجي بادشاهي ڄمائي ورتي. هڪڙي رپورٽ آهي تہ سنڌ جي هڪ مکيہ ۽ گهڻ آبادي قبيلي ڪانيا جا ماڻهو وڏي انگ ۾ سنڌ مان ڪچ ڏانهن لڏي ويا ۽ اتان پوءِ ڪانياواڙ هليا ويا، جنهن تي سندن نالي پنيان اهو نالو پئجي ويو. ايڏي وڏي برادريءَ جي اٿين گڏجي لڏڻ جو ڪارڻ رڳو سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ڪو وڏو ڦيرو اچي پراڻو پيٽ ڦٽي وڃڻ ۽ انهي جي ڪري ريجاڻي نظام جو ڦٽي وڃڻ ئي ٿي سگهي ٿو. انهي ڦيري جي نتيجي ۾ ڏهرسيا ۽ ڏاهر جي لاڙ سنڌ تي هلندي پڇندي ختم ٿي وئي. هڪڙو ڏُکو اهو بہ آهي تہ تيستائين هاڪڙي ۾ پڻ پاڻي گهٽجي چڪو هو ۽ انهي خريف لاءِ ملندڙ پاڻيءَ کي چڱو پلو متاثر ڪيو هو. 700 کان 900ع تائين سڄي دنيا ۾ سوڪ آبهوا وارو جُڳ هو. سوڪ آبهوا جي هلائڻ ۽ سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ڦيري بابت ڄاڻ اڳلي باب ۾ ڏني وئي آهي.

711ع ۾ عرب لاڙ سنڌ مان بنا رنڊ روڪ ڏُوڪيندا ويا. جنگي مشينون جهڙوڪ منجنيقون (ڪئٽاپُلٽ) ۽ پٿين تي چڙهڻ واريون مشينون ڪٽي ايندڙ ٻيڙيون سمنڊ رستي موڪلي سنڌوءَ ذريعي اگهمر ڪوٽ (اگهاماڻي) جي ويجهو پهچايائون. انهي منجهان پڌرو ٿئي ٿو تہ چوڙَ-ٻيٽاري واري علائقي ۾

## ڪاهو جي دڙي ۽ سُڏيرڻ جي دڙي ۾ ڪم آندل ڀوڏي چوڪيون ۽ ٻيون سرون


737


738


739


740


741


742


743


744


745


746


747


748


749


750


751


752


753


754


755


756


757


758


759


760


761


762


763


764

ڇهين ۽ ستين صدين ۾ سنڌي ٻوڌي پنهنجي ٺُلن ۾ ڪارب وڏل سرون ڪم آڻيندا هئا. انهن منجهان گهڻي ڀاڱي تي گلڪاري ٿيل هوندي هئي ۽ ڪجھ تي بت ٺهيل هوندا هئا. هن صفحي تي ڏنل تصويرن ۾ ڪيترن ئي نمونن جا گل ڏسجن ٿا. مزي جي ڳالھ اها آهي تہ ان دور جي گهڻ ۽ چوڪين سرن تي بہ اهڙيون ئي ڊزائنون آهن. سومرا دور جي چوڪين سرن واريون ڊزائنون ٻوڌي ڊزائنن مان نڪتيون. ڪجھ ڊزائنن اڳتي هلي دهلي سلطنت ۽ مغل اڏاوتي ڍنگ ۾ بہ پنهنجي جاءِ ٺاهي ورتي. مصري، يوناني، سيلٽي، ٻوڌي ۽ اسلامي هنر وارا جاميٽريائي نمونا هوريان هوريان ٺهي راس ٿيا ۽ ڪانئن اڳ وارن بہ مٿن پنهنجو اثر ڇڏيو. پڪ ناهي تہ سومرا دور ۾ هي چوڪيون سرون مذهبي عمارتن ۾ ڪم ايندڙيون هيون يا عام عمارتن ۾. (ڪزنس).

ماڻهن جي آبادي گهٽ هئي ۽ واهه وهندڙيون بہ نہ هئا. ان ڪان پوءِ ڏاهر، عربن کي سنڌو درياءَ جي ساڄي پاسي سيوهڻ تائين اهڙوئي ڇڊي پاڊي آباديءَ وارو علائقو بنا مهاڏي فتح ڪرڻ ڏنو. ريجاڻي نظام جي ناڪامي ئي پڪ سان ڏاهر جي شڪست جو مکيہ ڪارڻ بڻي هوندي، جو تہ هونئن نہ تہ برهمڻ گهراڻي، عربن جي 642 ۽ 709ع جي وچ تي چوڏهن مهمن کي ڪاميابيءَ سان منهن ڏنو هو - مهمن جا سال هئا: 642، 658، 663، 665، 667، 668، 694، 704 ۽ 709ع.

هن ليکڪ جي راءِ ۾ درياءَ ۾ اهو ڦيرو ايرندي پراڻ ڪان الهندي پراڻ ڏانهن وارو هوندو، چو تہ عربن جي فتح وقت ڪنهن بہ اهميت جو ڪو بہ شهر انهي علائقي ۾ موجود نہ هو. بي سڄي سنڌ ۾ واڌو ريجاڻي زرعي اپت تي پلجندڙ شهري زندگي نيڪ ناڪ ڄميل هئي ۽ هنن نالن وارا وڏا شهر رپورٽ ٿيا آهن: اُچ، مائو، ماٿيلو، وڄٽوٽ، ڊرٻ ڏيتاڙي، ديهات، ڏامراهو، باڊهہ، ٿل مير رُڪڻ، ڏيپر گهانگهرو، ميان واهيون، ڊليا (ميرپورخاص)، راوڙ، ٻڌ جو ٽڪر، نيرون ڪوٽ، سُڏيرڻ، جهرڪ، گجو، نئون ڪوٽ، پير پٺو، ڪافرڪوٽ، سيوهڻ، ٽلٽي، ڪَڪَڙ، خانپور، لڪي، آمري ۽ ديبل - نقشي ۾ ڏيکاريا ويا آهن.

ان آڏار اهو نتيجو ڪڍيو ويو آهي تہ ستين صديءَ دوران ريجاڻي سنڌي ڄميل هئي ۽ چڱي بندوبست سان پئي هلي، پر سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ لاڙ سنڌ ۾ صديءَ جي پڇاڙيءَ يعني 700ع ڌاري آيل ڪجهہ ڦيرن ريجاڻي نظام ڦٽائي ڇڏيو ۽ ائين ڪجهہ علائقو غير آباد ڪري ڇڏيائون. نقصان جو ڪاٿو لڳائڻ ڏکيو آهي، پر پڪ سان نيڪ ناڪ ٿيو هوندو ۽ انهي برهمڻ راڄ گهراڻي جو انت آندو. سنڌو درياءَ ۾ آيل آبي ڦيرن ڪان سواءِ سوڪ آبهوا جي هلائڻ تر ۽ ڪوهستان جي مال تاتڻ واري سگهہ گهٽائي ڇڏي ۽ ائين ڪري انهن علائقن ۾ آبادي بہ گهٽائي ڇڏيائون.

نارو-هاڪڙو دريائي سرشتو ٻارهو وهندڙ نہ رهيو هو، پر انهن ڏينهن ۾ ستلج جي بهاولپور ضلعي ۾ اٿل ۽ سنڌوءَ جي گهوٽڪي ضلعي ۾ اٿل جي پاڻيءَ تي رڳو مهينو کن وهندو هو. هاڪڙي هاٽوڪي منڊ جمڙائو ويجهو ورهائجي بہ چاڙهون ڪيون هيون. الهندي چاڙهہ برهمڻ آباد جي پر مان وهڻ لڳي، جتي سنڌوءَ جي ايرندي چاڙهہ بہ اچي ٿي گڏيس. علائقي جي زمين مان پتو پوي ٿو تہ ٿي سگهي ٿو تہ نارو-هاڪڙو صدين تائين ائين

ورهائجي وهندو رهيو هجي. ساموندي ڪنڌي پڪ سان هاٽوڪيءَ ڪان ڏهن ڪان پندرهن ميل ڪن اندر سڪيءَ پاسي هوندي. سنڌوءَ ورهائجي ٽي چاڙهون ڪيون: هڪ الهندي چاڙهہ سلطان ڪوٽ ۽ جيڪب آباد جي وچان لنگهي منڇر ڍنڍ ڏانهن پئي وئي؛ ٻين ۽ مکيہ چاڙهہ لوهاڻي ڍوري مان پئي اُڙهي ۽ ٽين الور گارج مان لنگهي ۽ خيرپور ميرس ويجهو لوهاڻي ڍوري سان وڃي پئي ملي. گهٽو ڪري سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ايرندي پراڻ ڪان الهندي پراڻ ڏانهن وارو ڦيرو ڏهرسيا (670-700ع) جي ڏينهن ۾ آيو. اهڙن ئي آبي ڦيرن جي نتيجي ۾ لاڙ سنڌ ۾ معاشي ڏکيائيون پيدا ٿيون، جتي اهميت وارا رڳو ڪي ٿورا شهر وڃي بچيا.

اهو ئي دور هو جڏهن ٻڌ مت هندو مت هٿان هارائڻ شروع ٿي ۽ اڳتي هلي ستت ئي اسلام هٿان هارايائين. راڄ ڏٽين وٽ ٻڌ مت لاءِ سهپ هئي، پر ٻوڏي ڏاهن جاتو ٿي تہ اهي هوريان هوريان هندو مت ۾ رَلجي ويندا. چندر (662-669ع) ٻڌ مت جي سکيائن ڪان متاثر هو ۽ ٻوڏي لکيا پڙهيا ماڻهو انتظامي عهدن تي رکيا هئائين. ڏاهر جو لاڙ سنڌ تي 670 ڪان 700ع تائين 30 سال ڪو اختيار نہ هو. انهي برهمڻ راڄ دوران ماڻهو هندو مت ۽ ٻڌ مت سان وفادارين ۾ ورهائجي چڪا هئا. ڏاهر وٽ پڻ سنڌوءَ جي وهڪرو متائڻ ڪري ريجاڻي علائقن کي پهتل نقصان جي پورائي جو وقت نہ هو. هندو مت ٻڌ مت جي بنهہ وجود لاءِ خطري جو اهڃاڻ ٿي چڪي هئي ۽ انهي کي گهٽي پاڳي ڏکڻ ايشيا مان نيڪالي ڏئي چڪي هئي. ٻوڏي جيئن تہ ڪڙمي ۽ مالوند هئا، تنهنڪري درياءَ جي وهڪري ۾ ڦيري سان تمام گهٽا متاثر ٿيا. راڄ جي ماڻهن جي ورهايل وفادارين جي ڪري ڏاهر، ڪڇ ڪليائڻ راڄ چاوڙي کي سدائين لاءِ ڇڏي ڏيندو ٿو ڏسجي. ٻوڏي ڪاروبارين سان ميٺ محبت ۾ رهندڙ شهري ڏاهن جو مفاد ايران ۽ وچ ايشيا سان ڪاروباري لاڳاپا جوڙڻ ۾ هو، جن تي عرب اڳيئي قابض ٿي چڪا هئا، تنهنڪري انهن اهي واپاري واٽون کلڻ آسري هن تبديليءَ جي آجيان ڪئي. ديبل ۾ آباد ايراني يهودين جا ڪاروباري مفاد پڻ اهي ئي هئا ۽ انهن ديبل قلعي جا دروازا کولڻ ۾ سهڪار ڪيو، جيئن لڳ ڀڳ انهن ئي ڏينهن ۾ ٽوليڊو (اسپين) ۾ ڪيو هئائون.

زرعي پيداوار ۽ پرڏيهہ ويندڙ وکر ساڳيا اهي ئي هئا، جيڪي راءِ گهراڻي جي ڏينهن ۾ هئا ۽ پنئين باب ۾ ڄاڻ ڏني وئي آهي.



هِيُون سانگ جو موٽڻ

765. هيون سانگ 15 سالن جي عالماڻي سفر ۾ ميڙيل ٻوڌي قلمي نسخن جا پندار لڏي 645ع ۾ چيني (تئانگ راڄ گهراڻي) راڄڌاني چئانگ-آن موٽي پهتو.



نقشو نمبر 27
711 - 714ع
سنڌ جو عربن هٿان فتح ٿيڻ
ذسٽي
1 ڏاهر جي بادشاهيءَ جو ڏنگ
2 ڊويزنن جا ڏنگ
3 ساموندي ڪنڌي اڻين صديءَ ۾
4 هاڻوڪي ساموندي ڪنڌي
5 سنڌوءَ جو اڻين صديءَ ۾ وهڪرو
6 سنڌوءَ جو هاڻوڪو وهڪرو
7 اڻين صديءَ جا شهر
8 هاڻوڪا شهر
9 ڊويزنن جون راڄڌانيون
10 سنڌ جو هاڻوڪو ڏنگ
11 پاڪستان جو سياسي ڏنگ
12 محمد بن قاسم جو سُڪيءَ وارو گُس
13 محمد بن قاسم لاءِ ساموندي مدد جو گُس
14 مختلف شهرن جي فتح جا سنه هنريت آهن:
پنجگور 711ع
اَرميل 711ع
ديبل 711ع
نيرُون 711ع
سِوستان 712ع
سِيسام 712ع
راوَڙ 712ع
ڊَليا 712ع
بهمڻ آباد 713ع
الور 714ع
بغرُور 714ع
بابياهه (پاٽيا) 714ع
ملتان 715ع
نوٽ:
1. 711ع ڌاري عربن مڪران، تُوران ۽ خضدار جي ڪجهه ڀاڱن تي قبضو ڪري ورتو هو، جيڪي ان کان اڳ سنڌ جي ماتحت هئا.
2. ڪڇ، 695ع ۾ چاوڙن جي هٿن ۾ هليو ويو.
شاهي
گهراٽو
ملتان
سِڪان
ملتان ڊويزن
اَسڪَنداهه
بهاولپور
پاٽياهه
ديراوَر
ڪوئيٽا
نوشڪي
مستونگ
سبي
دالبندين
قلات
ڊيرا بگٽي
الور ڊويزن
قندابيل
بڊو نئن
ماٿو
سَرواهي
ماٿيلو
قُصدار
سکر
بغرُور
(روهڙي)
الور
ديهات
سِوستان ڊويزن
سيسام
گرواگ
تُوران
نوشهرو
پنجگور
سوستان
ڪوٽ لالُو
نال نئن
ٿل
بارهووار؟
اَرميل
ٻيلو
مڪران ڊويزن
ساوَندي
بهمڻ آباد
وڏاهٽياهه
ڪَرڇات
سڪرند
ڊَليا
عمرڪوٽ
نيرُون
ٽاٽو بولا خان
ديبل سب ڊويزن
شهر
(جهرڪ)
بهرُور
(نري)
بهمڻ آباد ڊويزن
بيٽ
راوَڙ
(تلهار)
نئون ڪوٽ
اتر
ڪراچي
ٺٽو
ديبل
فارسي سمنڊ
هاڻوڪي ساموندي ڪنڌي
ڪاڇو
ڪڇ
ڪاري
ڪڇ جا چاوڙا
300ميل 250 200 150 100 50 0

باب ٻاويهون

# سنڌ ۾ اُموين جي گورنرن (711_746ع)
# ۽ عباسين جي گورنرن (751_854ع)
# جي دور ۾ ريجاڻي

سنڌ، محمد بن قاسم 711 کان 714ع تائين فتح ڪئي ۽ فتحن جو سلسلو پورو ٿيندي ئي ستت کيس پوئتي گهرايو ويو. چاڪاڻ ته سندس سهرو ۽ بصري جو گورنر حجاج بن يوسف مري ويو ۽ نئين گورنر ۽ حجاج جي دشمن کيس ٻڌرائي ۽ مارائي ڇڏيو. ٻن اهم عنصرن سنڌ جي برهمڻ راڄ ڏٺي ڏاهر خلاف اڳيئي ڪم پئي ڪيو: پهريون هو سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ڦيرو، جنهن هاڪوڪي ڪوٽڙي ٻيراج ۾ ريجاڻي نظام ڦٽائي سنڌ ۾ گهٽ ۾ گهٽ 25 سيڪڙو ريجاڻي علائقو اجاڙي ڇڏيو هو ۽ ٻين هئي سوڪ آبهوا، سڄي دنيا ۾ 700 کان 900ع جي وچ تي. ڏکڻ يونوچ جي ملڪن ۾ سوڪهڙو 630ع ۾ شروع ٿي چڪو هو. انهن ٻنهي عنصرن جي ڪري سنڌ جا ماڻهو عربن، اموين توڙي عباسين ٻنهي، جي گورنرن خلاف 714-854ع واري سندن سڄي دور ۾ بغاوتون ڪندا رهيا. هيٺين ٽيبل ۾ گورنرن جي لسٽ ۽ مقامي گهرو ويڙهه ۾ سندن پڇاڙيءَ ٿيندڙ حشر ڏنل آهي، جنهن جا ڪارڻ هئا: سوڪهڙي سبب سنڌو درياءَ ۾ پاڻيءَ جي کوٽ ۽ گورنرن جي بي ڌيانيءَ سبب واهن ۽ ريجاڻي نظام جو ڦٽي وڃڻ. ڇو جو اهي سنڌوءَ جي نرالي چلت کان اڻڄاڻ هئا ۽ انهي ڪري واهن جي وهڻ لاءِ گهرجن ۽ ساليانيءَ ڪاٽيءَ کان به اڻڄاڻ هئا.

| نمبر | گورنر جو نالو | حڪومت جو عرصو | راءِ |
|---|---|---|---|
| **اموين جا گورنر** | | | |
| .1 | محمد بن قاسم | 711 - 715ع | سندس سهري حجاج جي مرڻ کان پوءِ حجاج جي دشمن نئين گورنر کيس پوئتي گهرائي، قيد ڪرايو ۽ مارائي ڇڏيو. |
| .2 | زيد بن ابي ڪباشه | 715 / 716ع | سنڌ ۾ پهچڻ جي ارڙهين ڏينهن مري ويو. |
| .3 | عامر بن عبدالله | 715 / 716ع | پهچڻ جي ٽورن ئي مهينن اندر مري ويو. |
| .4 | حبيب بن مُهلب | 716 - 717ع | ڪڍي ڇڏيائونس، چاڪاڻ ته ڏاهر جي پٽ جئسينا سنڌ جا سنڌوءَ جي اپرندي پاسي وارا علائقا موٽائي قبضو ڪري ورتا ۽ هي گورنر انهي سان پڄي نه سگهيو. |
| .5 | امرُو بن مسلم | 717 - 719ع | نئين خليفي ڪڍي ڇڏيس. |
| .6 | هلال اَل تميمي | 719/20 - 724ع | نئين خليفي هشام بن عبدالمالڪ هٽائي ڇڏيس. |
| .7 | جنيد بن عبدالرحمان | 724 - 729ع | سڄي سنڌ ورائي فتح ڪيائين، گجرات، اُجين، چتوڙ، ڪڇ ۽ بروچ تي چڙهايون ڪيائين، پر اموي مخالف تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ ڪري ڪڍي ڇڏيائونس. |
| .8 | تميم اَل عُتبي | 729/30 - 730/31ع | عربن ۽ عرب راڄ خلاف اٿيل بغاوت جي ڪري سنڌ ڇڏي ويو ۽ انهي ڪري ڪڍي ڇڏيائونس. |
| .9 | حَڪَم اَل ڪلبي | 730/31 - 738ع | هن سنڌ عربن کي وري فتح ڪري ڏني ۽ برهمڻ آباد جو نالو مٽائي منصوره رکيائين، جتي سڄي سنڌ مان عربن کي آڻي آباد ڪيائين. مقامي بغاوت ۾ ماري وڌائونس. |
| 10 | امر بن محمد بن قاسم | 739 - 743ع | نئين خليفي وليد بن يزيد ڪڍي ڇڏيس. |
| .11 | يزيد اَل ڪلبي | 743/44 - 746ع | يزيد اَل ڪلبي کي عرب باغي منصور بن جمهور شڪست ڏني ۽ جيئرو ساڙائي اذيتون ڏئي ماريائينس. |
| .12 | منصور بن جمهور (آزاد حڪمران) | 746 - 751/52ع | اپرندي عباسي سلطنت جي گورنر ابو مسلم هٿان شڪست کائي ٿر منهن ڪيائين جتي اڃ وگهي مري ويو. |

## ٺڪر جا ٿانوَ، گهڻي ڀاڱي ڀاڻيائيون شيون سنڀالي رکڻ لاءِ



766



767



768



769



770



771



772



773



774



775



776

766. چٽسالي ٽيل سوڙهي ٽري وارو مَٽ. ان قسم جا ٿانوَ موهنجي دڙي مان لڌا هئا. هن نموني گهڙيل پاسن، سوڙهي ٽري ۽ ويڪرن ڪلهن وارو مٽ سنڌو ثقافت ۾ عام هو. (مارشل 1931، پليٽ LXXXI، 26 ۽ ميڪي 1943، 78). ٽِن ائينءَ ڪان چوڏهين صدين جي خاص سجاٽپ آهي. (نيشنل ميوزيم).

767. ويڪري مُنهن واري دَڪي، گولائين ٽري ۽ نليءَ نموني ٽُن سان. سونهن پيدا ڪرڻ لاءِ سج جي شڪل ٽن سائيزن ۾ ٺپيل اٿس، آهن گول پر وچ تي وٽيون الڳ الڳ اٿن. ڪليل مُنهن ۽ ڪلهن واري دَڪي موهنجي دڙي واريءَ جهڙي آهي. (مارشل 1931، پليٽ LXXVI، I). هن تي ٺپيل گول ڊزائن پاڙيسري ملڪ ۾ ڪنن جي ڳهن تي هلندڙ ڊزائن سان ملي ٿي. (نيشنل ميوزيم).

768. سنڌي ڪوُنرو. گول گهگهيءَ نموني ڏگهي ڳچيءَ، سوڙهي مُنهن، ڪڙي ۽ نليءَ نموني ٽُن وارو ٿانءُ، برهمڻ آباد مان لڌو. هي ويهين صديءَ جي اهڙي ئي ننڍي ڪوُنري جي پيٽ ۾ ڏکيائيءَ سان ڪم آڻي سگهجي ٿو. (ڊِي. جِي. اي).

769. سهڻي ڊزائن ٺپيل مَٽ. ڪڙو مٿي، سنڌو ترو ۽ سوڙهو مُنهن. ساڻس سپ ڪان وڌيڪ ملندڙ ٿانءُ موهنجي دڙي وارو آهي (مارشل 1931، پليٽ LXXX)، جيتوڻيڪ مُنهن هن جي پيٽ ۾ وڏو اٿس، تصوير نمبر 13 ۾ ڏيکاريل آهي. مَٽَ جي ٻيهڪ ڏاڍي وڻندڙ آهي. (نيشنل ميوزيم).

770. برهمڻ آباد-منصوره جو مٽ، تصوير نمبر 13 ۾ ڏيکاريل موهنجي دڙي واري مٽ جهڙو. (نيشل ميوزيم).

771. سنڌي ٽري ۽ ٽُنِ واري دَڪي. هيءَ دڪي ميل آهي ويڪرن گول ڪلهن واري دڪيءَ جو سنڌي ٽري واري دڪيءَ سان ۽ اهڙي دڪي موهنجي دڙي مان لڌي هئي، تصوير نمبر 10. (ميڪي 1938، پليٽ LXV، 21 ۽ ميڪي 1938، پليٽ LX، 31). (نيشنل ميوزيم).

772. ڪانپ ۽ ڪلهن تي سهڻي ڊزائن ٺهيل مٽ. مُنهن سوڙو، وڏا ڪلها ۽ ڪلهن ڪان هيٺ گولائين شڪل اٿس، جيڪا سهڻو بڻائيس ٿي. هن سان ڏکڻ ايشيا جي سنڌو يا ان کان اڳ واري ثقافت جو ڪو ٿانءُ نٿو ملي. (ڀنڀور ميوزيم).

773. ٺڪر جو ڌُرو مٽ، سومرن جي ماڳ شاهه ڪپور تان صحيح سلامت لڌو. گولائي 33 س.م، اوچائي 38 س.م. گهڻو ڪري شراب ٺاهڻ لاءِ ڪم ايندو هوندو. (عمر سومرو).

774. ٻار لاءِ ويهڪڙي يا وهنجارڻ جي ڪُوناري، ميوا رکڻ لاءِ ٻاٽ به سمجهي وڃي ٿي، پر ميون لاءِ ٻاٽ ليکي گهڻي ڳري آهي. (ڀنڀور ميوزيم).

775. چٽ نڪتل مٽ، گهڻو ڪري شراب لاءِ. (نيشنل ميوزيم).

776. تمام سهڻو چِٽيل ۽ ڳِرنهن وارو مٽ، گهڻو ڪري شراب لاءِ، برهمڻ آباد-منصوره مان. (نيشنل ميوزيم).

## عباسين جا گورنر

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | موسيٰ بن ڪعب آل تميمي | 751/52 - 757/58ع | پنج سال حڪومت هلائي ۽ بيماريءَ سبب پٽ جي حوالي ڪري ڇڏيائين. |
| 2. | عينہ آل تميمي | 757/58 - 759/60ع | لِڱڙو گورنر - بغاوت ڪيائين - نئين گورنر هٿان هارايائين ۽ مارجي ويو. |
| 3. | امر بن حفص عَتقي | 759/60 - 767ع | شيعا نواز هو. آفريڪا بدلي ڪري ڇڏيائونس. |
| 4. | هشام بن امرو ۽ ڀاڻس بِستام بن امرو | 767 - 773ع | ملتان ورائي فتح ڪيائين، جيڪو محمد بن قاسم جي پوئتي گهرائجڻ کان پوءِ آزاد ٿي ويو هو. عزت سان بغداد موٽي ويو. |
| 5. | معبِد تميمي | 773 - 775/76ع | سنڌ ۾ مري ويو. |
| 6. کان 10. | روح بن حاتم<br>نصر الشيث<br>عبدالمالڪ مصمئي<br>نصر الشيث ۽<br>زيد بن عباس | 775/76 - 777ع | جاٽن جي بغاوتن جي ڪري بدلي ٿيو. ڪائنس پوءِ اچڻ وارا چارئي گورنر جاٽن جي بغاوتن کي ڪنٽرول نہ ڪري سگهيا ۽ هڪبئي پنيان بدلي ٿيندا ويا. |
| 11. | مُسَبِح تغلبي | 777/78ع | حجازي ۽ يمني عربن وچ ۾ سخت ويڙهيون ٿيون، گورنر انهن تي ڪنٽرول نہ ڪري سگهيو ۽ ڪيي ڇڏيائونس. |
| 12. | نصر الشيث | 777/78 - 780/81ع | منصوره ۾ مري ويو. |
| 13. | ليث بن طريف | 781/82 - 786/87ع | سنڌ جي جاٽ باغين کي ڪنٽرول نہ ڪري سگهيو ۽ ڪيي ڇڏيائونس. |
| 14. | سليم يونِسي | 786/87 - 790/91ع | سنڌ ۾ اٿندڙ بغاوتون ڪنٽرول نہ ڪري سگهيو، تنهنڪري بدلي ڪري ڇڏيائونس. |
| 15. | اسحاق هاشمي ۽ يوسف هاشمي | 790/91 - 792ع | سنڌ ۾ مري ويو، سندس جاءِ تي ٿوري وقت لاءِ پٽس يوسف کي رکيائون ۽ پوءِ انهي کي بہ هٽائي ڇڏيائون. |
| 16. | تيفُور الحمري | 790/91 - 792ع | پاڻ يمني هو سو يمنين ۽ مضارتين جي ويڙهہ ۾ يمنين جو پاسو کنيائين ۽ ڪيي ڇڏيائونس. |
| 17. | جابر طائي | 792 - 793ع | بغاوتون ڪنٽرول نہ ڪري سگهڻ ڪري ڪيي ڇڏيائونس. |
| 18. | ڪثير ڪلبي | 793 - 794/95ع | بغاوتون ڪنٽرول نہ ڪري سگهيو ۽ ڪيي ڇڏيائونس. |
| 19. | محمد ثعلبي | 794/95 - 798ع | سنڌ ۽ ملتان کي ڪنٽرول نہ ڪري سگهيو، تنهنڪري ڪيي ڇڏيائونس. |
| 20. | عبدالرحمان | 798 - 798/99ع | سنڌ ۾ مانار نہ رکي سگهيو ۽ ڪيي ڇڏيائونس. |
| 21. | ايوب بن جعفر | 798/99 - 800ع | مانار نہ رکي سگهيو ۽ ڪيي ڇڏيائونس. |
| 22. | مغيره بن يزيد مُهلبي | 800 - 801ع | عرب قبيلن وچ ۾ جهيڙو نباري نہ سگهيو، تنهنڪري ڪيس هٽائي ڀاڻس دائود کي آندائون. |
| 23. | دائود مهلبي | 801 - 820/21ع | جهيڙيڪار عربن کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ وسندين جون وسنديون تباهہ ڪيائين ۽ منصوره ۾ 20 ڏينهن تائين ماڻهن جو ڪوس ڪرايائين. سنڌ ۾ مري ويو. |
| 24. | بشار بن دائود مهلبي (آزاد حڪمران) | 820/21 - 828ع | بغاوت ڪيائين ۽ ڏنُ نٿي ڏنائين، تنهنڪري شڪست ڏئي ماري ڇڏيائونس. |
| 25. | غُسان مهلبي | 828/29 - 831ع | حالتون سڌارڻ ۾ ٽي سال لڳايائين ۽ عزت سان بغداد بدلي ڪيائونس. |
| 26. | موسيٰ بن يحيٰ برمَڪِي | 831 - 838ع | سنڌ ۾ مري ويو، پر مانار آندي هٿائين. |
| 27. | عمران برمڪي | 838 - 840/41ع | جاٽن ۽ ميدن بغاوت ڪئي ۽ چٿجي ويا. حجازين ۽ يمنين جي ويڙهہ ۾ يمنين جو ساٿ ڏنائين ۽ سنڌي ٿي ويل حجازي عرب قبيلي جي سربراهہ عمر بن عبدالعزيز هباريءَ هٿان مارجي ويو. |
| 28. | امباسہ بن اسحاق | 840/41 — 849/50ع | ڪيي ڇڏيائونس. |
| 29. | هارون بن علي خالد | 849/50 - 854/55ع | رڳو نالي ماتر گورنر هو، ڇو تہ عباسين جو سنڌ تي ڪو اختيار نہ هو. عمر بن عبدالعزيز هباري ڪيس مارائي ۽ پاڻ راڄ ڌڻي بڻجي ويو. |

ماڻهن ۾ ٽيڪس ڀرڻ جي سگهہ نہ بچي هئي ۽ وري جڏهن عرب گورنر زور ڪندا هئا تہ وڙهڻ تي لهي ايندا هئا ۽ سو بہ ايڏو دليريءَ سان جو گورنرن منجهان 21 کي دمشق ۽ بغداد بغاوتون ڪنٽرول نہ ڪري سگهڻ ڪري ڪيي ڇڏيو، 13 مقامي ويڙهين ۾ مارجي ويا ۽ محمد بن قاسم کان سواءِ رڳو 5 ٻيا عزت سان موٽي ويا .

## جَڳَ، ڪُپا، پيِر ۽ ڪاشِيَل ۽ رنگيل گلدان


777


778


779


780


781


782


783


784


785


786


787


788


789

777. مضبوط ۽ ٿلهي ڪڙي ۽ وڏي پيٽ وارو جڳ. موهنجي دڙي ۾ ڪڙن وارا ڪُپا هئا، پر وڏن ٿانون ۽ ڪُپن کي ڪڙا نه هئا. (نيشنل ميوزيم).

778. وڏي پيٽ وارو جڳ. اوچائي 13 س.م، ٻاهرين گهير مُنهن وَٽ 7.75 س.م، اندرين گهير ڇاتيءَ وٽ 10.1 س.م، اندرين گهير ڳچيءَ وٽ 5.9 س.م، تري واري گِرنهن 6.6 س.م، ڪڙي جي چوٽيءَ تائين اوچائي 14.35 س.م، مُنهن تائين اوچائي 13.2 س.م. (سنڌالاجي ميوزيم).

779. نازڪ ڪڙي وارو جڳ، برهمڻ آباد-منصوره. -نيشنل ميوزيم).

780. ڊگهو پر سنهو جڳ. (نيشنل ميوزيم).

781. جڳ، 780 جهڙو، برهمڻ آباد-منصوره. (نيشنل ميوزيم).

782. تمام ويڪري مُنهن وارو جڳ، برهمڻ آباد-منصوره. (نيشنل ميوزيم).

783. پٽر جو جڳ پڳل ڪڙي سان ۽ مٿان ڪوريل پنن جي ڊزائن سان. (نيشنل ميوزيم).

784. ٽڙيل منهن وارو ڪُپو. اهڙا ئي ڪُپا موهنجي دڙي مان لڌا آهن (ميڪي 1938، 201، ميڪي چانهو دڙو 1943، 79 ۽ ميڪي 1938، پليٽ LXI، 21)، تصوير 8 ۽ 9 ۾ ڊيڪاريل. ٻاهرين گهير چوٽيءَ وٽ 7.95 س.م، ڳچيءَ جي گهير 5.7 س.م، ڇاتيءَ جي گهير 7.1 س.م، اوچائي 128 س.م، وڌ ۾ وڌ اندرين گهير ڳچيءَ وٽ 6.7 س.م. (سنڌالاجي ميوزيم).

785. رنگيل ٿانون جي ٽڪرين تي جاميٽريائي ڊزائنون ۽ مڇيون وغيره، ڀنڀور. (ڀنڀور ميوزيم).

786. رنگيل ٿانون جي ٽڪرين تي جانورن ۽ پکين جون ڊزائنون، برهمڻ آباد-منصوره. (نيشنل ميوزيم).

787. نائينءَ کان ٻارهين صديءَ جو گهاٽي نيري ڪاشي چڙهيل مٽ، انگورن جي ڇڳي جي اپريل ڊزائن ۽ نازڪ چلي نموني ڪڙن سان، گهٽو ڪري شراب لاءِ. اهڙا ئي ڪڙا سومرا دور جي ٿانون ۾ ورجائبا رهيا. (نيشنل ميوزيم).

788. نازڪ ڪُپڙو، گهٽو ڪري شراب پيئڻ لاءِ، شاهه ڪپور تان لڌو. (عمر سومرو).

789. ڪُپن، پيالن ۽ ڏياٽين وغيره لاءِ پير، وڌ ۾ وڌ اوچائي 14.3 س.م، تري جي ٻاهرين گهير 19.55 س.م، تري جي اندري گهير 8.9 س.م ۽ مٿان 11.55 س.م، نليءَ جي گهير 5.9 س.م. (سنڌالاجي ميوزيم).

ڪارڻ رڳو هڪڙو ئي ٿي سگهي ٿو - ريجاڻي نظام جو ڦٽڻ - پوءِ اهو سنڌو درياءَ ۾ آيل ڦيري جي ڪري ڦٽو هجي يا ٻي ڏيائيءَ جي ڪري ويتر بگڙيو هجي، جو ته درياءَ جي نرالي چلت جي ڪري واهن جي سار سنڀال سان جڙيل منجهيل مامرن بابت نون عملدارن وٽ شايد ئي ڪا ڄاڻ هجي. هي عملدار ايرانين جي پيروي ڪندي پنهنجو پاڻ ئي جاگيردار بڻجي ويا. واهن جي ڪاٽيءَ ڪان اڻچاٽائيءَ سبب هيڪر انهن تي ڏيان نه ڏنو ويو ته پوک هيٺ ايراضي گهٽجي وئي، اوڳاڙيءَ ۾ لاٽ آئي ۽ نوان واهه کوٽائڻ يا جيڪي هئا تن جي ناهڻ سنوارڻ واري سموري صلاحيت ختم ٿي وئي. مسئلن جو اٽڪٽ سلسلو هيڪر شروع ٿيو ته انهي ڪي رڳو مرڪزي پندار (خزاني) مان موڙي لائي ئي وَس هيٺ آڻي سگهجي ٿو. اسان ڄاڻون ٿا ته مرڪز وٽ موڙي موجود هئي، پر نه دمشق ۽ نه بغداد ڪنهن به اهڙي قسم جي ڪا رقم نه ڏني. انهي سان پڪ سان پوک هيٺ ايراضي گهٽجي وئي هوندي ۽ ان جي نتيجي ۾ صوبي جي آبادي. ريجاڻي نظام ڪي هبارين هٿان 854ع ڪان پوءِ بحال ٿيڻ لاءِ سوا صديءَ ڪان وڌيڪ انتظار ڪرڻو پيو.

واهن جي سار سنڀال ۾ ٻي ڏيائيءَ پوک هيٺ ايراضي گهٽائي ڇڏي. انهي وري بي روزگاري پيدا ڪئي ۽ گورنرن خلاف بغاوتون ڪرڻيون ڪرايون. امن امان جي صورتحال ۾ بگاڙ سان واهن جي سار سنڀال ۾ وڌيڪ ڏيان ٽريو ۽ ائين مسئلن جو اٽڪٽ سلسلو شروع ٿي ويو.

## سوڪ آبهوا، سنڌ جو عربن هٿان فتح ٿيڻ ۽ عربن خلاف گهرو ويڙهه جا هڪ سو چاليهه سال

700 ڪان 900ع سڄي دنيا ۾ سوڪ آبهوا وارو جُڳ هو. اسلام جي پکڙجڻ ۽ بازنطيني سلطنت جي هيٺي ٿيڻ جو ڪارڻ ڏڪڻ يونوچ جي ملڪن جي چوڏاري 630ع ۽ ان ڪان اڳتي وارو سوڪهڙو سمجهيو وڃي ٿو. 700ع ڏاري سنڌو درياءَ پنهنجو وهڪرو مٽائي سموري لاڙ سنڌ ۾ واهن جي نظام ڪي اجاڙي ڇڏيو، جتان جي آبادي لڏي علائقو خالي ڪري وئي ۽ عربن جو لشڪر محمد بن قاسم جي مهنداريءَ ۾ انهي ويران علائقي مان بنا ڪنهن مهاڏي يا رنڊ روڪ ڏُوڪيندو ويو. ٿورڙن ئي سالن جي سوڪهڙي سنڌ ڪي ايترو ته هيٺو ڪري ڇڏيو هو جو اها عربن جي لشڪر جو سولو شڪار بڻجي وئي.

عربن جي گورنرن جي راڄ ۾ لڳاتار وڳوڙ، فساد، مقامي بغاوتون ۽ ويڙهيون هلنديون رهيون ۽ گورنر تڪڙو تڪڙو مٽجندا، بدلي ٿيندا ۽ عهدو وڃائيندا رهيا. ڪجهه موقعا اهڙا آيا جڏهن عربن منجهان گهٽن کي سنڌ مان ڀڄائي ڪڍيو ويو ۽ انهن پاران سنڌ ورائي فتح ڪرڻ لازمي ٿي پيو. 714 ۽ 746ع جي وچ تي محمد بن قاسم ڪان پوءِ اموين جا هڪيهٺي پنيان پارهن گورنر آيا. عباسين جي هڪ سو ڇٽن سالن واري دور ۾ اٺيهه گورنر مٽيا، جن منجهان گهٽن کي گورنريءَ تان لاٿو ويو ۽ اڄرچ جهڙي ڳالهه ته اهو سڀ ڪجهه تڏهن ٿيو جڏهن عرب سلطنت پنهنجي ڏاڪي جي بلڪل چوٽ رسيل هئي.

طبري لکي ٿو ته جاگيرداري نظام (ٻني پٽي تي ڏيڻ) ناهيو ساسانين هو، عربن اهو نقل ڪيو ۽ سنڌ ۾ آندائون. پٺئي سڄي ڏکڻ ايشيا ۾ اهو دهليءَ جي سلطانن آندو ۽ اهو پوري طرح وڏي راس اڪبر جي منصبداري نظام هيٺ ٿيو. اهو پنهنجي پوري پوري استحصالي ڏاڪي تي شاهجهان جي ڏينهن ۾ پهتو، جڏهن ڪڙمي ٻنيون آباد ڪرڻ بجاءِ اهي ڇڏي ڀڄي ويا، جنهن جو پيرائتو احوال مِيرَڪ، مظهر شاهجهاني ۾ ڏنو آهي.



790. منگولن جي ملازم راشدالدين جي جامع التواريخ تان ورتل تصوير. منگولن جهڙي پوشاڪ پاتل محمود جو لشڪر ۽ سندس پت تي چڙهڻ واريون مشينون ڏيکاريا اٿس. (اي. ايل. اي).

نقشو نمبر 28

# 737 - 900ع

## سنڌ ۽ اولهه وچ ۾ واپاري گس ۽ واپاري وکر

**ڏسڻي**

1. شهر ........................
2. ساموندي گس ..........
3. سُڪيءَ جا گس ..........
4. واپاري وکر ..............
5. سنڌ جا ڏنگ ..............
6. هند جا راڄ ڌڻي ........ ولايي



**نوٽ:**

هن صديءَ دوران عرب مصر ۽ اتر آفريڪي ساموندي ڪنڌيءَ جي وچ ۾ سمنڊ ڪان وڌيڪ قافلا استعمال ڪندا هئا. جنيد جي گجرات ۽ ڏکڻ هندستان ۾ ڪاهن جي ڪري عدن، بصري ۽ الهندي هندستان وچ ۾ جهازن جي سڌي اچ وڃ جو سلسلو ٽٽي چڪو هو.

سُڪيءَ جي گسن رستي مال جي آڻ نيڻ تي لاڳت وڌي وڃڻ ڪري واپار ٺٽ وارن وکرن تائين محدود ٿي ويو.

بازنطينين ڪيسپيئن سمنڊ (ڍنڍ) جي اتر ڪانوئي ريشم واٽ تائين گس ٺاهيا.

سنڌ جي واپار ۾ ڏکڻ هندستان جا مسالا، لاک، اوچ (ٽيڪسٽائيل)، ڪنڊ، نيرُ، چانور، عاج، دوگي ڪاٺ، ستيون ڦڪيون، ڪاٺ وغيره شامل هئا.

**ڪاڇو**

ميل 500 400 300 200 100 0

باب ٽيويهون

# سنڌ تي هبارين جي راڄ ۾ ريجاڻي
# (854_1011ع)

## سُڪار جا ڏينهن

900-1250ع وارو دؤر سڄي دنيا ۾ تمام گرم ۽ گهميل آبهوا وارو دؤر ليکيو وڃي ٿو - مينهن گهٽا وسندا هئا ۽ سنڌو درياءَ ۾ پاڻي جام ايندو هو. اهو دؤر سڄي دنيا ۾ سڪار وارو دؤر چيو وڃي ٿو.

سنڌ جا هباري، قريشي قبيلي بنو اسد جي هبار بن الاسد جي اولاد مان هئا. هبار جي پونيرن مان ابن زبير سنڌ جي گورنر حَڪَم اَل ڪلبي سان گڏ 730ع ڌاري سنڌ ۾ آيو. هنن لڏي ايندڙن پاڻ سان رڳو ٿورڙيون مايون آنديون هيون. اڳلي سوا صديءَ دوران سنڌين سان سڱابنديون ڪيائون، ڏيهي ٻولي سکيا، ڏيهي ويس پاتائون، ڏيهي رسمون رواج ڪيائون، زميندار بڻيا. ڏيهه واسي سنڌي قبيلن ۾ هلندي پڄندي ناهيائون ۽ پڇاڙيءَ ۾ 854ع ۾ عباسين جي گورنر کي ڪڍي پنهنجو آزاد راڄ گهراڻو ناهيائون، جنهن 157 سال راڄ ڪيو.

سنڌن راڄ راڻا هئا:

| | | |
|---|---|---|
| .1 | عمر بن عبدالعزيز | 854/55 - 883/84ع |
| .2 | عبدالله بن عمر | 883/84 - 903ع |
| .3 | موسيٰ بن عمر | 903 - 912/13ع |
| .4 | عمر بن عبدالله | 912/13 - 941/42ع |
| .5 | محمد بن عبدالله | 941/42 - 970/71ع |
| .6 | علي بن عمر | 970/71 - 985/86ع |
| .7 | ؟ بن علي بن عمر | 985/86 - 1010/11ع |

هنن جي راڄ دوران ڪوڙ سارا عرب گهومڙائو، واپاري ۽ جاگرافيدان سنڌ ۾ آيا ۽ جيڪو ڏٺائون وائٺائون سو لکيائون، جيڪو پڌرو ڪري ٿو ته:

1. سنڌ هڪ سُک سانت وارو ۽ سکيو ستابو ملڪ هو.
2. زراعت زورن تي هئي ۽ ڪوڙ پوکون، ٻاڄيون ۽ ميوا ٿيندا هئا ۽ پرڏيهه اماڻيا ويندا هئا. عرب گهومڙائو، جاگرافيدان ۽ تاريخ نويس جهڙوڪ ابن خوردادبہ، ابوزيد، يعقوبي، همداني، بزرگ بن شهريار، مسعودي، يُنبئي، ابن حوقل، اِستخري ۽ مقدسي سنڌ ۾ آيا يا ڄاڻ گڏ ڪيائون.
3. وڻن ٻين عقيدن - هندو مت ۽ ٻڌ مت - لاءِ سهپ هئي ۽ پاڙيسري ملڪن جي هندو راجائن سان سٺا لاڳاپا ناهي ورتا هئائون. ڏيهه واسي ماڻهن ۽ قبيلن سان پڻ سندن لاڳاپا سٺا تا ڏسجن. آثاري ثبوتن مان پتو پوي ٿو ته سندن راڄ دوران ٻوڌي ٺُلن جي مرمت ٿيندي رهي ۽ اهي نوان سنوان ٿيندا رهيا.
4. امن امان جو ڪو مسئلو نہ هو.
5. سپاهين لاءِ تَر جي وڏيرن تي ڀاڙڻ بجاءِ پنهنجو 80 هاٿين ۽ 40،000 سپاهين تي ٻڌل لشڪر ناهيائون، جنهن جو خرچ مرڪزي خزاني تي هوندو هو.
6. ڏکڻ ايشيا ۽ مسلمان ملڪن سان واپاري لاڳاپا اوج تي پهتا.

اهڙو امن ڀريو ماحول، سلامتي ۽ ڪاروبار جي آزادي پڌرو ڪن ٿا ته انهي دور ۾ ريجاڻي نظام، جيڪو اموين ۽ عباسين جي گورنرن جي دور ۾ ڦٽي ويران ڇڪو هو، بحال ٿيو ۽ جيئن جيئن آبادي وڌي اهو هوريان هوريان وڌيڪ پکڙيو. زرعي اپت ايتري واڌو پئي لٽي جو سرڪاري سپاهہ ۽ شهري آباديءَ جي پورت ڪيائين پئي ۽ گڏوگڏ پرڏيهي واپار لاءِ بہ بچي پئي. اموين ۽ عباسين جي دور ۾ آباديءَ ۾ ڀڪ سان لاٿ آئي هوندي ۽ هبارين جي دور ۾ ريجاڻي نظام ۾ آيل سڌاري سان آبادي وري وڌي ۽ وڌيڪ ايراضي آباد ٿي. انگريزن کان اڳ ڪلهوڙن جي دور وارن ڏينهن ۾ سنڌ ۾ ريجاڻيءَ هيٺ ٿيندڙ ايراضي تي سگهي ٿو 2.1 ملين (ايڪيهہ لک) ايڪڙن تائين پهتي هجي، جنهن ٽي ملين (ٽيهہ لک) آباديءَ جي پورت پئي ڪئي. ائين بلڪل ٿي سگهي ٿو ته اٽڪل هڪ صدي هلندڙ ڪنهن سک سانت واري دور ۾ پوکي ان انگ تائين پهچائي سگهجي ٿي ۽ آباديءَ ۾ ايتري واڌ آڻي سگهجي ٿي. پر ڪلهوڙا انهي انگ تائين پنهنجي دور جي پهرين پنجاهہ سالن ۾ ئي پهچي ويا هئا. نقشي ۾ هبارين جي بادشاهي، سنڌوءَ جو نائين ۽ ڏهين صدين ۾ وهڪرو ۽ اهم شهري مرڪز ڏيکاريل آهن. هبارين جو ڀاڳ زور هو جو سندن دور ۾ سنڌو درياءَ جون سمورن پَٽن کي هڪجيترو پاڻي ڏيندڙ قدرتي ڇاڙهون هيون. مثال طور:

نقشو نمبر 29

**نائين صدي**
**عباسي سلطنت جي ٽٽڻ**
**جي شروعات ۾ سنڌ**




نقشو نمبر 30

**ڏهين صدي**
**ڪارمي، قرمطي، بُواحدي**
**۽ سماني ۾ سنڌ**




نقشو نمبر 31

**يارهين صدي**
**غزنوي سلطنت**




نقشو نمبر 32

**ٻارهين صدي**
**سلجوقن جون ڪاهون**
**۽ غزنوي ۾ سنڌ**



1. سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهه جيڪا مُک ڏارا مان ڪنڊڪوٽ ۽ ڪشمور جي وچ تان نڪري ڪنڊڪوٽ ۽ ٺُل تعلقن جي وچان ٿيندي شهدادڪوٽ تعلقي ڏانهن هلي پئي وئي، جتان ڏکڻ پاسي مڙي منڇر ڍنڍ ڏانهن هلي پئي وئي.
2. هڪڙي ڇاڙهه مٿينءَ منجهان شڪارپور جي اتر-اوپر وٽان شروع ٿي هاڻوڪي وارهه شاخ جي پيٽ ۾ وڃي ٿي ڇوڙ ڪيو. اتان اها ڏکڻ پاسي وڃي خيرپور ناٿن شاهه تعلقي ۾ ڪَڪَڙ ويجهو وري الهندي ڇاڙهه سان پئي ملي.
3. مُک درياءَ جو پيٽ ڪنڊڪوٽ ۽ سکر تعلقن ۾ سنڌ ڍوري مان هو. رُڪ وٽان ڏکڻ-اوپر وڪڙ ڪري لوهاڻي ڍوري ۾ وڃي ٿي پيو.
4. انهي نوشهري وٽ هڪ الهندي ڇاڙهه ڇڏي، جيڪا قاضي احمد ويجهو اڙل واهه (منڇر مان پرجندڙ ۽ ان ۾ ئي ڇوڙ ڪندڙ) سان وڃي ملي.
5. درياءَ جي مُک وهڪري مان هڪڙي ٻي اپرندي ڇاڙهه نوابشاهه ڪان اٽڪل پنجويهه ميل اتر وٽان شروع ٿي ساماري تعلقي ۾ اپرندي ناري سان وڃي گڏي.
6. لاڙ سنڌ ۾ درياءَ جي ڇاڙهن جا پيٽ هئا: ڍورو پراڻ، الهندي پراڻ، احمد راجو ۽ پڃاڙيءَ ۾ تلهار ڪان پنيور.
7. مُک درياءَ پاڻ کي گولاڙچي ڇاڙهه تائين محدود رکيو.
8. سَرَسوَتي-هاڪڙو سرشتو اجا تائين ڇاڙهه جي منڊ ۾ سنڌوءَ ۽ ستلج جي اُتل جي پاڻيءَ تي وهيو پئي. جيتوڻيڪ پاڻي گهٽ ٿي آيس، تنهن هوندي به خريف جي فصلن کي پاڻي پهچائڻ وارو پنهنجي پتيءَ جو ڪم ڪيائين پئي، خاص ڪري هاڻوڪي منڊ جمڙائو ڪان هيٺ، جو ته اپرندي ناري گهرج آهر پاڻي هيٺ ڇڏڻ واري ڍنڍ جو ڪم پئي ڪيو.

مٿيان وهڪرا آڏاريل آهن اڏامندي ڇڪيل تصويرن جي اپياس تي جيڪو هومز ڪيو ۽ هن ليڪ ان کي درست ڪيو. ان جُڳ جا مکيه شهر هئا: منصوره (برهمڻ آباد)، جهمر (جهمپير)، ديبل، ڪلاري، ٻولهاڙي، اناڙي، الور، بگهرور، سَدُوسَڻ (سيوهڻ)، منجاباري (منگهوپير)، نيرون، ٻاٽيا، ماٽيا، وڄٽوٽ، ماٿيلو، ٺُل مير رُکڻ، ڍليا (ميرپورخاص)، نئون ڪوٽ، تلتي، ٻُڌ جو ٺَڪر ۽ گُجو.

سنڌ ۾ ريجاڻي وري اٺ سو سال پوءِ ڪلهوڙن ۽ 1900ع ڌاري انگريزن جي دور تائين ڪڏهن به انهي درجي نه رسي. پوکيءَ جو انگ ٿي سگهي ٿو ويهن لکن ايڪڙن تي پهتو هجي ۽ آبادي اٽڪل ٽيهن لکن تي. اهڙي خوشحاليءَ هلندي هندو مت، ٻڌ مت ۽ اسلام گڏ گڏ وڌندا ويجهندا رهيا ۽ ٻوڏي ٺُلن ۾ نواڻ ايندي رهي.

سنڌ ۾ ٿيندڙ زرعي جنسون، جيڪي ان دور ۾ ايندڙ عرب گهومڙائن ٻڌايون آهن، سي هيون:

* ڪمند، سڀ کان اهم فصل،
* ليمو،
* ادرڪ،
* انب،
* نارنگي (سنگترو)،
* ڦٽي (ووناڻ)،
* چانور (ساريون)،
* ڪٽڪ،
* جُوَر ۽ ٻاجهري،
* ڪافور،
* زعفران،
* جيرو،
* گل، ميوا ۽ ڀاڄيون،
* پنسارڪيون ٻوٽيون،
* ڪنوار ٻوٽي ۽
* ماکي (ٻيلن، باغن ۽ وٽڪار جي پيداوار).

صنعتي فصل جهڙوڪ نِيرُ ۽ آرينا کاڄرو اَن (چانور، ڪٽڪ ۽ جَوَ)، تيلي ٻجن، دالين ۽ ساين ڀاڄين ڪان علاوه هئا. مکيه صنعتي فصل ڦٽي هئي. اَنَ، مکڻ، تيل، کلون ۽ اوڄ (ڪپڙو) پرڏيهه ويندڙ وڏا اسم هئا.

ڪمند ٻارهو فصل آهي، جنهن جو ٿيڻ پڌرو ڪري ٿو ته چڱي وڏي علائقي ۾ ٻارهو وهندڙ واهه هئا، جن منجهان پاڻي سياري ۾ نارن ذريعي کڄندو هو. (استخري ٻڌائي ٿو ته سڄو ملڪ پوکن، باغن ۽ وڻن سان ڍڪيل هو). ليمي نسل جي ڪٽي ميوي جي جنم ڀومي هندستان ۽ مني جي چين هو. ڏهين صدي عيسويءَ ۾ ليمي نسل جو منو ميوو هندستان ۾ اچي چڪو هو ۽ پوکيو پئي. سنڌ جي گرم آبهوا ليمي نسل جي ميوي کي سنڌ ۾ ٿيڻ ڏئي ٿي، پر گهڻو ساهه ڪٽڻ جي گهرج مناڻن جي گهڻي ڳرڻ جو ڪارڻ بڻجي ٿي ۽ انهي ڪري ليمي نسل جو ميوو سنڌ ۾ جهٽ ڪٽي مان منو ٿي وڃي ٿو ۽ جيڪڏهن تڪڙو نه پڄيس ته ڪنو ٿي گهٽ درجي جو ٿي وڃي ٿو. انهي ڪري ليمي نسل جو ميوو ٿورو ڪٽو هوندي ئي پٽبو آهي. اهو ئي سبب آهي جو عرب گهومڙائن سنڌ ۾ ٿيندڙ ليمي نسل جي سڀني ميون کي ليمو سڏيو - ليمي نسل جو ڪٽو ميوو.

انهي دور ۾ ٿر ۽ ڪوهستان پڻ اڄوڪي ڪان ٻيڻو مال ۽ ٻيڻي انساني آبادي تاتي پئي سگهيا. ڏاريل جيئرو مال ۽ ان مان ٿيندڙ ٻيون شيون پڪ سان ڏيهه اندر واپرائڻ توڻي پرڏيهه اماڻڻ جا اهم اسم هوندا.

عباسين جي دور ۾ 751ع کان پوءِ اهم ڪاروباري مرڪز بڻجي دمشق جي جاءِ وٺندڙ بغداد تي فاطمين جي دور ۾ ڏهين صديءَ ۾ قاهرا جو پاڇو وري آيو. يورپ ۾ وينِس، قسطنطنيه تي چڙهت ڪري چڪي هئي. ديبل ۾ ٽين صدي عيسويءَ کان وٺي وسيل ايراني يهودين پوري ايشيا جي وڏن شهرن ۾ وينل ٻين يهودين جي ساٿ سان اچا سوڊو سرگرميءَ سان واپار ڪيو پئي.

دينار هڪ اهم ۽ هندي وڏي سمنڊ سان دنگ لڳندڙ ملڪن ۾ هر هنڌ هلندڙ سڪو بڻجي چڪو هو. هبارين پنهنجا سڪا ڇاپيا.



نقشو نمبر 33
854 - 1011ع
هباري ۽ پر پاسن سان
951ع ۾ مقامي عرب بادشاهيون
نوٽ:
1. تُوران تي 951/52ع ۾ مغيره (معين) بن احمد جو راج هو. راڄڌاني قلات (ڪنڪان) ۾ هئس.
2. ابوالقاسم تُوران تي 969ع ۾ قبضو ڪيو.
3. خضدار کي تُوران جي راڄڌاني 985/86 ۾ بڻايو ويو.
4. خارجين تُوران تي خضدار ۾ راڄڌاني هوندي 994ع ۾ قبضو ڪيو.
5. خضدار (گهٽو ڪري سمورو تُوران) 833-841/42ع ۾ يا ان کان پوءِ به سنڌ جو ڀاڱو هو.
6. مٿين ڦيرڦار ٻڌائي ٿي ته تُوران هڪ حاڪم کان ٻئي ڏانهن هٿ مٽائيندو رهيو ۽ ڪو راڄ گهراڻو اتي جٽاءُ نه ڪري سگهيو. ٿي سگهي ٿو ته چڙواڳيءَ واري صورتحال ۾ به رهيو هجي.
ڏسڻي
1 نوان شهر
2 ڏهين صديءَ جا شهر
3 ڏهين صديءَ وارن شهرن جي جاءِ تي هاڻ
4 سنڌو درياءَ جو هاڻوڪو وهڪرو
5 هاڪڙي درياءَ جو پراڻو وهڪرو
6 بادشاهين جا ڏنگ
7 سنڌ جا هباري
8 بنو سامہ
9 مڪران جا معاڏن
10 تُوران جا عرب بادشاهہ
11 ڪڇ جا سنڌي سما
12 ساموندي ڪنڌي ڏهين صديءَ ۾
13 سنڌو درياءَ جو پراڻو وهڪرو
14 بين الاقوامي ڏنگ
اتر
ڪاڇو
150ميل 100 50 0
سامہ عربن جي بادشاهي (902-997ع)
ملتان
بهاولپوره
اُچ
ڏي. جي. خان
شاهي گهراڻي
بادشاهي
سمانـــي 832-997ع
آزاد عرب بادشاهيون ۽ چڙواڳي (951-994ع)
معاڏن عرب بادشاهي (951-1078ع)
هباري عربن جي بادشاهي (854-1011ع)
ڪڇ تي چاوڙن ۽ سمن جو راڄ (810-985ع)
فارسي سمنڊ
ڪوئيٽا
مستونگ
نوشڪي
چاغي
هامون-ئي-لورا
دالبندين
قلات
خاران
هامون-ئي-ماشخيل
نوڪ ڪنڊي
خضدار
پنجگور
وَڊ
ڪيز (ڪيچ)
تربت
تيز (گوادر)
پسني
اورماڙو
ڪنڊراج
آرميل (لسٻيلو)
سبي
ڍاڍر
گنداوا
جيڪب آباد
ماتيلو
وجهوٽ
سکر
بغرور
الور
لاڙڪاڻو
دادو
ٿُل مير رُڪڻ
نوابشاهہ
سدوسن (سيوهڻ)
ڪلاري
منصوره (بهمڻ آباد)
ميرپورخاص
نيرون ڪوٽ (حيدرآباد)
نصرپور
جهم
جهرڪ
ڪراچي
ديبل
ٺٽو
سُدَيرن
نئون ڪوٽ
ماٺو
ويراواهہ
پاري نگر
ڪيٽي بندر
ڪڇ ڪاري

نقشو نمبر 34

# 925ع

## ڏکڻ ايشيا 925ع ۾
## ۽ سنڌ ۾ هبارين جي بادشاهي

**ڏسٽي**

1 بادشاهين جا ڏنگ
2 ڏهين صديءَ جا شهر
3 هاڻوڪا صوبائي ڏنگ
4 راڄ گهراڻن جا نالا — شاهي
5 گرجر پرتيهار
6 پالا
7 راشٽرڪوٽ
8 هباري
9 ڪالنگا
10 سامه
11 شاهي
12 ڪڇ

ميل 400 350 300 250 200 150 100 50 0



نقشو نمبر 35

# 1025ع
# خفيف سومرو ۽ همعصر ڏکڻ ايشيا

ڪاڇو

400ميل 350 300 250 200 150 100 50 0

ڏسٽي

1 بين الاقوامي دنگ
2 ڏهين صديءَ جا شهر
3 درياءَ
4 اڏنبريل دنگ (چولا)
5 غزني سلطنت جو دنگ
6 مقامي عرب بادشاهن جو دنگ
7 معاذن جو دنگ
8 سنڌ جي خفيف سومرن جو دنگ

778. بکر قلعي، سکر، جو ڏيک.

باب چوويهون

# سومرن جي راڄ ۾ ريجاڻي

## (1011_1351ع)

سومرن سنڌ تي 340 سال - سنڌ يا ڏکڻ ايشيا جي ڪنهن به ڀاڱي ۾ ڪنهن به گهراڻي پاران ڊگهي ۾ ڊگهو عرصو - راڄ ڪيو. هن گهراڻي جا راڄ راڻا هي هئا:

| نمبر | راڄ ڌڻي | راڄ جا سال |
|---|---|---|
| .1 | خفيف - پهريون | 1011 - 1026ع |
| .2 | سومار | 1026/27 - 1054/55ع |
| .3 | ڀونگر - پهريون | 1054/55 - 1068/69ع |
| .4 | دودو - پهريون | 1068/69 - 1092ع |
| .5 | زينب/تاري (دودي جي ڌيءُ. پنهنجي صغير پاءُ سنگهار بدران سنڌس سامائجڻ تائين راڄ هلايائين) | 1092 - 1098ع |
| .6 | سنگهار (ساماٽل) | 1098 - 1106/07ع |
| .7 | خفيف - ٻيون (سنگهار جو سالو) | 1106/07 - 1141/42ع |
| .8 | عمر - پهريون (خفيف ٻئين جو پاءُ) | 1141/42 - 1180/81ع |
| .9 | دودو - ٻيون | 1180/81 - 1194/95ع |
| .10 | ڀونگر - ٻيون (دودي پهرئين جو پونيَر، دودي ٻئين جو نہ) | 1194/95 - 1222ع |
| .11 | چنيسر - پهريون | 1222 - 1228ع |
| .12 | گٽيرو - پهريون | 1228 - 1236/37ع |
| .13 | چنيسر - پهريون (ٻيهر) | 1236/37 - ؟ |
| .14 | گٽيرو - پهريون (ٻيهر) | ؟ - 1241/42ع |
| .15 | تُور (محمد تُور - گٽيري پهرئين جو پٽ) | 1241/42 - 1256ع |
| .16 | گٽيرو - ٻيون | 1256 - 1259ع |
| .17 | دودو - ٽيون (گٽيري ٻئين جو پٽ) | 1259 - 1273/74ع |
| .18 | طائي (دودي - ٽئين جو پٽ) | 1273/74 - 1283/84ع |
| .19 | چنيسر - ٻيون | 1283/84 - 1300/01ع |
| .20 | ڀونگر - ٽيون | 1300/01 - 1315ع |
| .21 | خفيف - ٽيون | 1315 - 1332/33ع |
| .22 | دودو - چوٿون | 1332/33 - 1350ع |
| .23 | عمر - ٻيون | |
| .24 | ڀونگر - چوٿون | |
| .25 | همير (دودو) | 1350 - 1351/52ع |






نقشو نمبر 37

**سکر_روهڙيءَ ويجهو ٻيٽ**

نقشو نمبر 38

**سکرءِ هاٽوڪا ماحول**



792. سکر گارج ۾ خواجه خضر ٻيٽ.



793. سکر گارج ۾ ساڌٻيلو ٻيٽ.

هنن جي ڪاميابيءَ جو راز ان دور جي آبهوا ۾ لڪل آهي، جيڪا پنين ڏهن هزارن سالن ۾ پلي ۾ پلي سمجهي وڃي ٿي. سنڌوءَ جون ڪيتريون ئي ڇاڙهون ۽ حڪومت انهن ماڻهن جي هٿ وَس هيٺ هيون، جن ڪي سنڌ ۾ ريجاڻي گهرجن جي چڱي طرح ڄاڻ هئي. سنڌ مان لڏي ويل سمن پاران ڪڇ ۾ 1147ع ۾ عام ڪيل پائيت پڪ سان سنڌ واري پائيت يا پائيپيءَ جو نقل هوندي، جنهن هيٺ برادرين کي ماڻهن جي گهرجن آهر پوکيءَ لاءِ وچ جي پني ڏني ويندي وئي، جيڪي انهي مان پوريون ٿينديون هيون.

900 کان 1250ع تائين وارو عرصو گرم جُڳ هو ۽ پنئين باب ۾ ٻڌايل "سڪار جا ڏينهن" هليا پئي. آبادي تيهہ لک ماڻهو ۽ ريجاڻيءَ هيٺ ايراضي ويهہ لک ايڪڙ رهي.

هي عرصو هڪ ڳجهہ رهندو آيو آهي، ڇاڪاڻ تہ تاريخي لکتون موجود ناهن. هن جُڳ سان لاڳاپيل لوڪ گيت اصل ۾ پندرهين صديءَ ۾ رچيا ويا. ماخذن جي هڪ وڏي انگ ۾ ٽڙيل پکڙيل لڳ ڀڳ نہ برابر ڄاڻ منجهان هي ليکڪ ان جڳ جي واقعن جي ترتيب جوڙڻ ۾ سوڀارو ٿيو آهي ۽ "ائن السٽريٽيڊ هسٽاريڪل اٽلس آف سومرا ڪنگڊم آف سنڌ" پڻ ڇپرايو اٿس، جنهن ۾ زراعت ۽ ريجاڻيءَ تي هڪ تفصيلي باب ڏنل آهي. (انهي ڪتاب جو سنڌي ترجمو هن سنڌيڪار ڪيو جيڪو "تصوير سنڌ - سومرن جي بادشاهيءَ جا نقش ۽ نشانيون" نالي سان ڇپيو).

لاڙ سنڌ ۾ شهر ۽ وسنديون گهاٽيون گهاٽيون آهن. سنڌو درياءَ جا هبارين جي دور وارا وهڪرا سومرن جي دور وارن وهڪرن سان پيٽڻ سان ڇِتو پِتو لڳي ٿو تہ درياءُ پنهنجو پراڻو وهڪرو ڇڏي ريجاڻي نظام کي ڦِتائي ويران ڪري ڇڪو هو. اتر سنڌ هن عرصي دوران ٽڪڙو ٽڪڙو هٿ مٽائيندي رهي. سنڌ کي سلطان محمود غزنوي 1026ع ۾ ڏَن ڀَرُو ملڪ بڻايو هو، پر سندس مرڻ کان ستت پوءِ يا دير ۾ دير 1040ع تائين اها وري آزاد ٿي وئي. 1206ع ۾ سنڌ کي قباچا نالي قطب الدين ايبڪ جي هڪ جنرل زير ڪيو ۽ اتر سنڌ سيوهڻ تائين انهي کي ڏني وئي. لاڙ سنڌ 1228ع ۾ التتمش جو ٻيلپو ڏيڻ قبوليو هو، پر 1239ع ڌاري تائين سڄي سنڌ سومرن جي مهنداريءَ ۾ آزادي ماڻي. وري سنڌ کي 1297ع ۾ علاءُالدين جي جنرل اچي ماري مات ڪري سومرن کي ٻيلپو ڏيڻ مڃايو. 1333ع کان ستت پوءِ سنڌ سومرن ۽ سمن جي گڏيل اڳواڻ ڄام انڑ جي مهنداريءَ ۾ وري آزاد ٿي. انهي سومرن کان 1351/52 ڌاري گادي ڦُري. پڪ سان چوڻ ڏکيو آهي تہ سومرن جو هڪڙو ئي راڄ گهراڻو هو يا وڌيڪ، جن سنڌ تي اهي ٽي سو چاليهہ سال راڄ ڪيو.

پنهنجي راڄڌاني اتندي واري راڄڌاني شهر منصوره مان لڏائڻ کان ٽي ڀيرا پوءِ بہ لڏايائون. راڄڌانيون مٽائڻ جا اندازن سن هي آهن:

- 1026 ۽ 1040ع جي وچ تي: منصوره کان نري (ماتليءَ کان اٺ ميل ڏکڻ ۾).
- 1241 ۽ 1257ع جي وچ تي: نريءَ کان الهندي پاسي نئين ڇاڙهہ تي جنهن تي جوڻ جو شهر هو.
- 1257 کان 1300ع تائين: جوڻ کان محمد تُور (مهاتم تُور)، سنڌو درياءَ جي ڇاڙهہ گونگڙي تي.
- 1300ع کان ستت پوءِ محمد تُور کان نٽو.

ڪين پهريان ٽي ڀيرا راڄڌانيون سنڌو درياءَ پاران هر ڀيري وهڪرو مٽائڻ جي ڪري مٽائڻيون پيون. وهڪري ۾ پهريون ڦيرو 1026ع کان ستت پوءِ آيو، جڏهن درياءُ منصوره کان پري هليو ويو. نقشو (1000-1525ع) ٻڌائي ٿو تہ درياءُ گهٽو گهٽو ڪري هاٽوڪي نوابشاهہ (شهيد بينظيرآباد) ضلعي ۾ پراڻو وهڪرو ڇڏي ۽ نريءَ کان پنجن کان ڏهہ ميل ڪن اوپر ۾ الهندي پُراڻ سان وڃي گڏيو. ٻيو وڏو ڦيرو محمد تُور سومري (1241/42 - 1256ع) جي ڏينهن دوران آيو جڏهن درياءُ پاڻ اڏيري لال ۽ نصرپور ويجهو جتائي بيٺو ۽ سندس هڪڙي ڇاڙهہ هاٽوڪي ٽنڊي محمد خان جي اتر ۾ ڪِٽڪوٽ وٽان مُک ڌارا کان ڇڄي لاڙي بندر ڏانهن هلي وئي. ٻي ڇاڙهہ نڪتي گونگڙو جنهن جي مٿان راڄڌاني شهر محمد تُور اڏيو ويو. سنڌوءَ جي هڪڙي الهندي ڇاڙهہ بہ هئي، جيڪا منجهانئس ڪشمور جي اتر وٽان ٽي نڪتي ۽ سومرن جو شهر جٽاڻي انهي جي ڪَڙَ تي قمبر تعلقي ۾ وارهہ شهر کان چار ڪلوميٽر اولهہ ۾ اڏيل هو، جتي پراڻي وسنديءَ جا ڪنڊر موجود آهن. ان ئي نالي واري ديهہ ۽ هڪ ننڍو انسپيڪشن بنگلو اڄا تائين جٽاڻيءَ ۾ موجود آهن. (هن شهر جا آثار هاڻ الات ٽي پوک هيٺ اچي چڪا آهن - سنڌيڪار) عرب گهومڙائو ابن بطوط هن شهر ۾ 1333ع ۾ آيو.

سنڌوءَ جي وهڪري ۾ چوٿون ڦيرو 1300ع کان ستت پوءِ آيو، جڏهن درياءُ پنهنجي گونگڙي ڇاڙهہ کي ڇڏي ويو ۽ سندس پاڻيءَ جو وڏو ڀاڱو بگهاڙ ڇاڙهہ مان وهڻ لڳو. ڪلري ڇاڙهہ، جيڪا گهاري کاريءَ ۾ وڃي ٽي پئي، تنهن ۾ ويندڙ پاڻي پڻ گهٽائي ڇڏيائين. اهو ورهاڱو هاٽوڪي شهر بلڙيءَ ويجهو ٿيو. سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهہ بہ پنهنجو پراڻو وهڪرو ڇڏيو ۽ اوپر پاسي، پر منڇر ڍنڍ تائين پراڻي جي پوروچوٽ، هڪڙو ٻيو پيٽ وڃي ناهيائين.

وهڪرن ۾ آيل پهرين ٽن ڦيرن لاڙ سنڌ کي پڪ سان متاثر ڪيو هوندو، پر چوٿين ڦيري نہ رڳو لاڙ سنڌ کي متاثر ڪيو پر اتر-الهندي سنڌ يعني جيڪب آباد، شڪارپور، لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعن واري علائقي کي پڻ تمام گهڻو متاثر ڪيائين. لاڙ سنڌ کان وڏي پيمانې تي ماڻهو اتر-الهندي سنڌ ڏانهن لڏي ويا. انهن لڏي ويندڙن ۾ گهٽي پاڳي سمن جون ذاتيون هيون، جيڪي اڄ بہ انهي علائقي جي آباديءَ ۾ گهڻائيءَ ۾ آهن. انهي سان سمن کي اقتدار لاءِ جتن ڪرڻ ۾ وڏو ٻَل مليو ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ اڳتي انهن سومرن کان گادي ڦري ورتي. 1226ع ڌاري وارن ڏينهن ۾ ئي هاڪڙو سنڌوءَ ۽ ستلج جي اٿل جو پاڻي گهٽ اچڻ ڪري صفا سڪي ويو ۽ مٿس ويٺل ماڻهن کي لڏڻو پيو. اهڙي ريت سنڌ هنن ٽي سو چاليهن سالن ۾ پنهنجو ريجاڻي واهن جو نظام ٽي ڀيرا ڦٽندي ڏٺو. هر ڀيري

## 1011 _ 1351ع سنڌو درياءَ ۽ ان جي واهڙن جا سومرا دور دوران سنڌ جي مختلف علائقن ۾ وهڪرا

نقشو نمبر 39
سنڌوءَ جا اٺين کان چوڏهين صدين ۾ ساڄي پاسي جيڪب آباد، شهدادڪوٽ ۽ وارهہ وهڪرا

نقشو نمبر 40
سنڌوءَ جا اٺين کان چوڏهين صدين ۾ ساڄي پاسي وارهہ، الهندو نارو ۽ دادو وهڪرا

نقشو نمبر 41
سنڌوءَ جو ستين کان چوڏهين صدين ۾ کاٻي پاسي خيرپور وهڪرو

نقشو نمبر 42
سنڌوءَ جا ستين کان تيرهين صدين ۾ کاٻي پاسي وچولي سنڌ ۾ خيرپور، سانگهڙ، شهدادپور ۽ سامارو وهڪرا












ايندڙ ڦيرو پاڻ سان ڏڪار واريون حالتون، ماڻهن جي لڏ پلاڻ، لاڏائو مالوند وجي ٿيڻ، بيماري، موت ۽ آباديءَ ۾ لاٿ آڻيندو هو ۽ ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ متان حڪومت ۾ بہ ڪي ٿورا گهڻا ڦيرا ايندا هجن. هنن آبي ڦيرن جي ڪري ٺٽِي محمد خان ڪان الهندي ۽ ايرندي واري سَنڌي ڪان هيٺ لاڙ سنڌ ۾ شهرن جو هڪ وڏو انگ ڦٽي ويران ٿي ويو. اتي جيڪي واهہ هئا، تن جي نالن جو ڪو رڪارڊ ڪونهي. ان جُڳ سان لاڳاپيل لوڪ گيتن منجهان تاريخي، معاشي ۽ سماجي حالتون سوڌي ڪيڻ جون ڪوششون ٿينديون رهيون آهن، پر اهي لکتون پروسي جو ڳيون ناهن، ڇو تہ اهي پندرهين صديءَ ۽ ان ڪان پوءِ رچيون ويون. انهن جي حيثيت ڏيهاڻين روايتن آثار هنيل ڏُکن ڪان وڌيڪ ناهي. هن دور ۾ ايرندڙ هڪڙي اهم صورتحال ديبل (پراڻو باربيريڪان يا ڀنڀور) جو جلال الدين خوارزم شاهہ هٿان 1226ع ۾ سڙڻ هو. سڪندر جي تاريخ لکندڙن جنهن کي سڪندري بندرگاهہ ڪري سڏيو آهي اهو گهڻو ڪي هيءُ ئي هو. گهاري ڪاريءَ ۽ سنڌو درياءَ جي ڪلري ڇاڙهہ تي آباد هن وسنديءَ اٽڪل سورهن سو سالن تائين سنڌ جو سرواڻ سامونڊي بندرگاهہ تي ڪم ڪيو. درياءَ جي ڪلري ڇاڙهہ پڻ ستت ئي پوءِ پنهنجو وهڪرو مٽائي وئي. نئون بندر سنڌو درياءَ جي بگهاڙ ڇاڙهہ تي ٺهيو ۽ لاڙي بندر نالو پيس. بگهاڙ ڇاڙهہ هڪ هنڌ جتاءُ ڪري نہ بيني ۽ وهڪرا مٽائيندي رهي ۽ متس ٺهيل لاڙي بندر بہ ڪيترائي ڀيرا پنهنجي جاءِ مٽائي. لاڙي بندر سڏجندڙ ڪوڙ سارا ماڳ سچ پچ بہ سمورا لاڙي بندر ئي آهن. جيڪي تيرهين ڪان سترهين صديءَ جي وچ تي وسندا ۽ اجڙندا رهيا. اهڙي هڪڙي وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل ماڳ تي پورچوگيزن جو سورهين صديءَ ۾ اڏيل قلعو ۽ گرجا گهر آهن، جيڪي هاڻ کنڊر ٿي چڪا آهن.

بي جيڪا اهم صوتحال پيدا ٿي سا هئي هاڪڙي جو صفا سڪي وڃڻ ۽ انهي جي ڪري سانگهڙ ۽ ٿرپارڪر (هاڻ هي ضلعو ٿن ضلعن ميرپورخاص، عمرڪوٽ ۽ ٿرپارڪر ۾ ورهائجي ويو آهي) ضلعن ۾ ڪجهہ ايراضيءَ جو متاثر ٿيڻ. جتي گهڻو ڪري باقائدگيءَ سان نہ پر اٽڪل هڪ مهيني لاءِ ايندڙ سنڌوءَ ۽ ستلج جي اُٿل جي پاڻيءَ تي جُوَر ۽ ٻاجهريءَ جون پوکون ٿينديون هيون.

اندازي طور هن دور ۾ سنڌ مان پرڏيهہ ويندڙ زرعي شيون هيون: سُٽُ ۽ ان مان ٺهيل شيون، اوچ (ڪپڙو)، نيرُ، آرينا، چانور، کنڊ ۽ آفيم. هنن منجهان گهڻي پاڳي شيون ايران ۽ عربستان موڪليون وينديون هيون، جتان اهي اڳتي ٻين ملڪن جي واٽ وٺنديون هيون.

هتان جا ماڻهو جور، مٽر، ماهيو ڪير ۽ مڇي واپرائيندا هئا، جيئن ابن بطوطہ 1333ع ۾ سنڌ ۾ هوندي ٻڌايو آهي. آفيم لاءِ پُست (ڪس ڪس) منجر ڊنڍ جي چوڌاري ڪاهبي هئي.

”سڪار وارا ڏينهن“ اٽڪل 1180 يا 1200ع تائين هليا ۽ پوءِ ستت ئي ٽڏو جُڳ شروع ٿي ويو، جنهن ۾ مينهن پوڻ گهٽجي ويا ۽ درياءَ جي پاڻيءَ ۾ لاٿ آئي. هاڪڙي جي صفا سڪي وڃڻ جو ڪارڻ ٿي سگهي ٿو موسمي ڦيرا هجن، جن جي ڪري هاڪڙي ۾ ايندڙ ستلج ۽ سنڌوءَ جي اٿل جو پاڻي گهٽجي ويو. درياءَ جي پاڻيءَ ۾ لاٿ اچڻ سبب سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ تمام گهڻ ڦيرا آيا، جيڪو هالا ۽ ڪوري ڪاريءَ جي وچ تي اڏيري لال ڪان نصرپور، شيخ پرڪيو، ماتلي، بدين، ڪيڻ ۽ لنواري وغيره اٽڪل پنجن صدين تائين جتائي بينو رهيو. سوڪ آبهوا سومرن لاءِ 1250ع ڪان پوءِ يا دير ۾ دير 1300ع تائين ڏکيائيون پيدا ڪيون، ڇو تہ انهن ڏينهن ڌاري اها کني ڪان ڪني ٿيندي وئي. نتيجي طور 1333ع ڪان ستت پوءِ سمن اتر سنڌ ۾ پنهنجا پير ڄمائي ورتا. 1351ع ڪان پوءِ نيٺ سمن، سومرن ڪان گادي ڦري ورتي. سومرن جون ٻنيون زوريءَ ڦٻائڻ لاءِ سمن انهن کي ڏکڻ ايشيا ۾ نيچ طبقو ليکجندڙ ڪاريگرن ۽ ڪاسبين وارا ڌنڌا ڪرڻ تي مجبور ڪري کين ڊکڻ، لوهر، ڪنڀر، حجم، سرون وجهڻ وارا، رازا ۽ رنگريز وغيره بڻائي ڇڏيائون. سندن ٻنيون ان ڪري زوريءَ ڦٻايائون تہ واهہ سموريون ٻنيون ريجائي نہ پئي سگهيا. جيئن سڪار وارن ڏينهن ۾ ريجايائون پئي. جڏهن بہ درياءَ ۾ ڪو وڏو ڦيرو ايندو هو تہ اهو واهن کي اجاڙي ڇڏيندو هو ۽ بغاوتون شروع ٿي وينديون هيون، حڪومت مٽجي ويندي هئي، سوپارا ٿيڻ وارا اپت جا بنيادي ذريعا جهڙوڪ ٻني ۽ پاڻي پنهنجي هٿ ڪري وٺندا هئا ۽ هارائڻ وارن کي نيڪالي ڏئي ڇڏيندا هئا. سمن، سومرن سان ائين ڪيو ۽ ٽالپرن، ڪلهوڙن ۽ انهن جي ساٿارين سان ساڳيو ئي ڪم ڪيو.

هن جُڳ جي اوج جون بہ اڳڙيون لڌيون آهن. انهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي گجرات جون آهن، پر انهن جون ڍڙائنون سنڌ جي موجوده هلندڙ اوج (خاص ڪري اجرڪ ۽ لُنگي) جي ڍزائنن سان تمام گهڻو ميل ڪائن ٿيون.

سنڌ ۾ ٿيندڙ فصلن ۾ اناج طور ڪٽڪ، چانور، تيلي ٻج، داليون، جور، ٻاجهري ۽ جَوَ ٿيندا هئا. ڪمند سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهہ تي هاٺوڪن دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ ڪاهبو هو. ميون ۾ انب، نارنگيون، ڄمون، ٻير (گول ۽ ڄگرا)، ادرڪ (سُنڊ)، ڪافور، زعفران، جيرو، ڪنوار ٻوٽي ۽ ڪجهہ پنسارڪيون ٻوٽيون پوکبيون هيون. ڪجهہ پاڃيون پڻ ٿينديون هيون.



**ٺڪر جي ٿانون جا سانچا**

794. ٺڪر جي ٿانون جا سانچا اسلام ڪان اڳ جا سمجهيا وڃن ٿا، پر اهڙا ئي نمونا سومرن جي دور ۽ پوءِ جي چوڪين سرن ۾ بہ ڏسجن ٿا، تنهنڪري هن هنر جو سومرا دور سان ڳانڍاپو لڳي ٿو. (پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 1، 1964).



نقشو نمبر 43
1236ع
ڏکڻ ايشيا آلتمش جي مرڻ مهل
منگولن جي خاني
خوارزم شاهه جي شاهي
ڪابل
غزني
قندار
پشاور
تبت
نيپال
دهلي سلطنت
اجمير
فارسي سمنڊ
گجرات جا چالوڪي
يادو
ڪاڪاتيا
هوسالا
پانڊيا
ڪالچوري
ڪلنگا (اوڙيسا)
چانديلا
لکنائور
سنڌ
ڪاڇو
ميل 400 350 300 250 200 150 100 50 0
اتر
ڏسڻي
1. هندستان ۽ پاڪستان جا هاڻوڪا صوبائي دنگ
2. دهلي سلطنت جو دنگ
3. بيلي ملڪ
4. آزاد بادشاهيون
اوڙيسا
نقشو نمبر 44
1220ع
خوارزم شاهه جي شاهي ۽ منگولن جي ڪاهن جا سنه
نوٽ: سنڌ 1220ع ۾ دهلي سلطنت جو حصو نه هئي.
1206 خوارزم شاهه جو اختيار
چنگيز خان جون ڪاهون
هلاڪو خان جون ڪاهون
آرمينيا
قبرص
يروشلم
1206
1212
1216
1220-25
1258
1260

## نقشو نمبر 45

# ڪزنس جو ڏاهيل برهمڻ آباد_منصوره ۽ اوسي پاسي جو نقشو ۽ مختلف ماهرن پاران ڪيل سڃاڻپون

1778ع: رينل، جيمس
پٽالا يا برهمڻ آباد

1833ع: مڪ مردو
ديبل ڪانگڙو يا ڏيپر گهانگهرو

1834ع: برنس، اليگزينڊر
پٽالا يا برهمڻ آباد

1853ع: هينري ايليٽ
برهمڻ آباد

1884ع: هيگ
برهمڻ آباد
ڏهاٽي
ساونڊي
مَتل
منصوره

1892ع: راورٽي
منصوره
برهمڻ آباد

1900ع: خان خداداد خان
ٻانيٽوا، ٻانيٽا، برهمڻ آباد

1954 ۽ 1964ع: ڊاڪٽر بلوچ
پاران ڪيل ماڳن جي سڃاڻپ
چچنامي ۽ تاريخ طاهري تي
ڏنل نوٽ سا ڳيا هيگ وارا آهن

1854ع: بيلاسس ۽ رچرڊسن
برهمڻ آباد يا ٻانيڻ ڪا ٿل

1871ع: اليگزينڊر ڪننگهام
منصوره

1964ع: لئمبرڪ
ڏڦاني
جلوالي
نؤوهار
ساونڊي
ساونڊي
محفوظ
برهمڻ آباد - منصوره

1967ع: ڊاڪٽر ايف. اي. خان
منصوره

1978ع: پاڪستان جو آثار پرڪ کاتو
برهمڻ آباد - منصوره

1982ع: اشتياق خان
منصوره ۽ برهمڻ آباد جاڙا شهر

اتر

ڪاڇو
0 ¼ ½ ¾ 1 ميل

ڪزنس جو برهمڻ آباد - منصوره جو نقشو سندس ڏنل اصل نالن سان (1922) ۽ ايم. ايڇ. پنهور پاران اڏامندي ڇڪيل تصويرن آڌار مٿان رڪيل وڌيڪ ڦٽل ماڳ ۽ درياءَ جا وهڪرا



## عاج مان ٺهيل شيون

795. پنيور مان لڌل عاج مان ٺهيل وٿون


نقشو نمبر 46
1239 - 1310ع
منگول سلطنتءِ ڏکڻ ايشيا
منگول ڪوئيٽا، ڊيرا اسماعيل خان ۽ پشاور وارن علائقن تي قبضو ڪري چڪا هئا. اچ ۽ ملتان تي هر سال حملا پئي ڪيائون. دهلي سلطنت گهٽي ٻاگي پنجاب ڇڏي چڪي هئي. ان سومرن کي آزاد ٿي وڃڻ جو وجهه ڏنو. 1239 کان 1297ع تائين، جڏهن وري علاءُ الدين کين زير ڪيو.
گولڊن هورڊ جي خاني
چغتائي خاني
خان اعظم (قبلائي) جي سلطنت
الخان جي سلطنت
سُنگ سلطنت
دهلي سلطنت
مائينتائيز
عربستان
عربي سمنڊ
هندي وڏو سمنڊ
بنگالي سامونڊي ڇُڪ
هندو رياستون
ڪمرجي بادشاهي
مائيٽو وڏو سمنڊ
ڪاسپي سمنڊ
ارل
قازان
ريزان
ڪيف
ڪراڪو
موهي
ولنا
روم
بُدا
ڪاڪا
ڪف
نئون سراءِ
استراخان
پراڻو سراءِ
تبريز
موصل
حلب
دمشق
يروشلم
عين جالوت
قاهرا
بغداد
اصفهان
شيراز
ڪرمان
مرو
هرات
خوا
بخارا
ثمرقند
تاشقند
ڪاشغر
يرقند
ختن
پشاور
ڪابل
ملتان
لاهور
دهلي
آگرو
امرڪوٽ
الور
سبي
سيوهڻ
ديبل
ٺري
پٽنا
جبلپور
لهاسا
پُونا
بمبئي
ڪيليڪٽ
مدرا
برما
چٽاگانگ
پگان
پيگو
يونانگ
هنوئي
ڪئنٽون
دواراوتي
جاوا تي ڪاهه
پيڪنگ
ڪائي فينگ
نان ڪنگ
هينگ چائو
مدينو
مڪو
1243
1223
1395
1236
1219
1211
1215
1221
1220
1258
1260
1297
1327
1277
1288
1257
1258
1285-88
1283
1287
1273-74
1281 ۽
1292-93
اتر
ڪاڇو
ڪلوميٽر
ڏسٽي
1. چنگيز خان جي مهنداريءَ ۾ مهمن جا گس
2. سندس وارثن جي مهمن جا گس
3. خان اعظم (قبلائي) جو دنگ
4. چغتائي خانيءَ جو دنگ
5. الخان جي سلطنت جو دنگ
6. گولڊن هورڊ جي خانيءَ جو دنگ
7. سنڌ جو دنگ
8. ٻارهين صديءَ جا شهر
9. آزاد ملڪ
مائينتائيز



796. علاءُ الدين جي تلوار

## نقشو نمبر 48

# 1333ع
# ابن بطوطہ جا گسَ
# جٽاٽيءَ، سيوهڻ ۽ لاڙِي (لاهري)
# بندر ڏانهن ۽ اتان ٿي
# ملتان ۽ دهليءَ ڏانهن

| | |
|---|---|
| 1 سنڌ جو هاٽوڪو دنگ | — × — × — |
| 2 سنڌوءَ جو هاٽوڪو وهڪرو | - - - - - - |
| 3 سنڌوءَ جو پراڻو وهڪرو 1333ع ۾ | (ٿلهي ليڪ) |
| 4 سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهه ۽ هاڪڙو درياءُ | (سنهي ليڪ) |
| 5 ابن بطوطہ جا گسَ | ⇄ ⇄ ⇄ ⇄ |
| 6 نوان شهر | حيدرآباد |
| 7 پراڻا شهر 1333ع ۾ موجود | ○ |

**نوٽ:**

سنڌ اچڻ لاءِ سندس گسُ هو: ڪيسپيئن سمنڊ جي اتر ۾ السارا، خوارزم، الڪات، بخارا، ثمرقند، ڪِش، تِرمِذ، بلخ، قُندُوز، اَندراب، غزنا، گومل لَڪ، فورٽ سَنڊيمَن، ميڪتار، بارڪان، ڊيرا بگٽي، ٿُل تعلقو.

اتان اڳتي جٽاٽي، سيوهڻ، نصرپور ۽ لاڙي بندر.

سنڌ مان موٽڻ جو گسُ هئس: لاڙي، نصرپور، درٻيلو، بکر، اُچ، ملتان، اجوڌان، ابُوهَر، سَرستي، هانسي ۽ دهلي.





نقشو نمبر 49
1351ع
ڏکڻ ايشيا
محمد تُغلق جي مرڻ مهل
نوٽ:
سومرا حقيقت ۾ جام انڙ پاران 1333ع ۾ بغاوت ڪرڻ ۽ سيوهڻ تي قبضو ڪرڻ کانوئي آزاد هئا. 1348ع تائين اهي مڪمل آزاد ٿي چڪا هئا ۽ محمد تُغلق کي کين مات ڪرڻ لاءِ مٿن ڪاهه ڪرڻي پئي، جيڪا سونڊا وٽ سندس مري پوڻ ڪري ناڪام ٿي. اڳلا 17 سال سنڌ سمن جي حاڪميءَ هيٺ آزاد رهي ۽ اهي رڪي رڪي دهلي سلطنت جي علائقن تي حملا ڪندا رهيا.
آمـــون جـا پـاســا
چيـــن
تـــبـــت
ڪـشـمـيـر
افـغـانـسـتـان
ڪابل
غزني
قنڌار
پشاور
سري نگر
سيالڪوٽ
پيرا
لاهور
ڪانگڙا
جلنڌر
پاڪ پتڻ
ملتان
سبي
قلات
اُچ
حصار
دهلي
امروها
بدايون
مٿرا
آگرو
لکنؤ
بکر
روهڙي
سيوهڻ
سـومـرا
جيسلمير
ناگور
مرٽا
اجمير
آ ز ا د
گوالِيار
ڪلپي
جونپور
پٽنا
ترهٽ
امرڪوٽ
نرئي
جلور
ديبل
چتوڙ
آبو
تـغـلـق سـلـطـنـت
گايا
راج محل
بـنـگـال
پلسا
سونارگائون
ندیا
آزاد
اُجين
جبلپور
کنبي
ڏار
سورٺ
سومنات
ڏيو
نواسري
دمن
چٽاگانگ
اڙيسا
بـهـمـڻـي بـادشـاهـي
(1347)
ٿانا
بمبئي
چؤل
پُونا
دابول
بيدار
ورنگال
گلبرگا
راجامندري
رائيچور
گوئا
وجئه نگر
وجـئـه نـگـر سـلـطـنـت
(1336)
ڪامپيل
ڪيليڪٽ
مالابار
(1335)
تنجور
مدُرا
سيلون
اتر
عربي سمنڊ
بنگالي سامونڊي ڇڪ
هـنـدي وڏو سـمـنـڊ
ڪاچو
ڪلوميٽر
ڏسٽي
1. هاڻوڪا بين الاقوامي دنگ
2. هاڻوڪا صوبائي دنگ
3. تُغلق سلطنت جو دنگ
4. آزاد علائقا
5. 1351ع ۾ سنڌوءَ جو وهڪرو
6. 1351ع ۾ موجود شهر

بيلاسِس ۽ ڪزنس ڪي برهمڻ آباد-منصوره مان 1854 ۾ ڪيل کوٽاين ۾ لڌل ٺڪر جا ٿانوَ.
پوءِ وارن سومرن (1011–1351) ۽ سمن (1351–1525) جي دورن وارن ٿانون تي ساڳيا نمونا ۽ ڊزائنون ڏسجن ٿا.


797


798


799


800


801


802


803


804


805


806


807


808


809


810


811

797. پاڻيءَ جو جڳ، سوڙهي پيٽ ۽ ڪڙي سان.
798. ڪپو يا جڳ.
799. ڪپو.
800. ڪپو يا جڳ.
801. ٻن ڪڙن سان سهڻا چِٽ رنگيل چؤنري، چٽ سنڌو ثقافت ٿانون سان ملن ٿا.
802. دَڪي، ڪنگري يا ٽيو.
803. ڪپو.
804. ٻن ڪڙن واري هنڊي.
805. ٽِن وارو مٽ.
806. سوڙهي ڳچيءَ واري گهڙي، مٽي ٽنگڻ لاءِ.
807. ڍڪڻي.
808. سوڙهي مُنهن واري ڪُنڙي.
809. مٺاڻ لاءِ وٽڙي.
810. شراب لاءِ ڪپڙو.
811. ڏيئو.

سمورا خاڪا ڪزنس جي ويسٽرن سرڪل وارين اصل رپورٽن تان ورتل آهن. بيلاسس جون برهمڻ آباد جي کوٽائيءَ جي ڊرائنگن جون 23 شيٽون برٽش انڊيا آفيس لائبريري، لنڊن، ۾ رکيل، اسان ڪي هن ڪتاب ۾ ڇاپڻ لاءِ ملي نه سگهيون.

## سومرا دور جون هنري شاهڪار چوڪيون ۽ ٻيون سرون



812



813



814



815



816



817

818



812. سهڻي ڪوريل چوڪي سر. ڪنارين تي گل جي شڪل جو گول نمونو ٺپيل اٿس ۽ چاقوءَ يا ٽڪنبڙي ڦر واري ڪنهن تکي اوزار، جهڙو چيرائين لڪت ۾ ڪم ايندو آهي، سان ٽڪنبڻ ڇُگهن جون ٻه قطارون ڪوريل اٿس. (لاڙ ميوزيم).

813. ڪارب وڏل چوڪي سر. ڊزائن ڪنن جي زيورن وارين ڊزائنن سان ملي ٿي. اهڙا نمونا هندستان جي پيلو دور جي ڳهن جي ڊزائنن سان ملن ٿا (لاڙ ميوزيم).

814. ڪارب وڏل سهڻي ڊزائن واري چوڪي سر. سانچا ساڳي سائيز جا ناهن. اهڙا ٻن قسمن جون ڊزائنون آهن. ٻاهرين ڊزائن ۾ ٽي گول آهن، هر گول ۾ گولاوان چاٽا يا مٽيا 1، 6 ۽ 12 جي ترتيب سان آهن. ٻي ڊزائن ۾ پڻ ٽي گول آهن؛ وچ تي گول گل، ٻيو گول هيٺ ڏنل ۽ ٽيون گول چوڌاري ڦريل ننڍڙا گولاوان چاٽا يا مٽيا. سر جي ڪنارين تي چاقوءَ سان ڪوري ٽڪنبيون گُڏيون ٺاهيل آهن. (لاڙ ميوزيم).

815. ڪارب وڏل چوڪي سر. (لاڙ ميوزيم).

816. ڏاڍي سهڻي ڪارب وڏل چوڪي سر. ڊزائن ٽن وڏن گولن واري سمجهي سگهجي ٿي؛ اندريون ۽ ٻاهريون هيٺ پيئل ۽ وچون مٿي اڀريل. ٻاهرئين گول ۾ ان دور ۾ ڪنن ۽ نڪ جي زيورن ۾ عام هلندڙ مٽين جي شڪل جي ڊزائن آهي. گولن کي مستطيل اڀريل ڪناري ڏنل آهي ۽ ڪنارين جي وچ واري وِٿي پرڻ لاءِ ڏنل ٻه گول هيٺ پيئل آهن، جن جي وچ تي ننڍڙو ڇُگهه ڏئي اک جي شڪل ٺاهيل آهي. اڀريل ڪناريءَ ۾ تکي اوزار سان لاڳيتا مڏيڙا ڪوريل آهن. وڌ ۾ وڌ ڊيگهه 9.3 س.م، ويڪر 6.9 س. م، ٿولهه 2.8 س. م، ڊزائن جي اونهائي 1.2 س. م. (سنڌ ميوزيم).

817. پيئل مڏيڙن ۽ چوڪڙين واري ڪوريل چوڪي سر. (لاڙ ميوزيم).

818. ڪارب وڏل سهڻي چوڪي سر، سچ نموني ٽالهيءَ سان، جنهن تي مٽين جا ٻه گول آهن؛ اندرئين گول ۾ 6 مٽيا ۽ ٻاهرئين گول ۾ 18 مٽيا آهن. مٽين کي اڀريل ڳِرنهون ڏئي محفوظ بڻايو ويو آهي. ٽالهيون ٽڙن ۽ پنن سان ڳنڍيل آهن. پنن ۾ پڻ مٽين جون چار قطارون آهن. هيءَ ڊزائن سنڌي اجرڪ تي ٺاهي وئي آهي. (سنڌ ميوزيم).

## سومرا دور جون هنري شاهڪار چوڪيون ۽ ٻيون سرون



819



820



821



822

819. ڪارب وڏل چوڪي سر تي گلڪاريءَ جا چار نمونا بلڪل درست ڪيل آهن. گهڻو ڪري پٿر جي سانچي سان. انتهائي درست ڊزائن آهي ۽ ڪنهن ماهر ڪاريگر ڪئي آهي، سنا جاميٽريائي اوزار ڪم آڻي. جهڙا جديد انجنيئرن ارڙهينءَ ڪان ويهين صدين ۾ ڪم آندا. ڊيگهه 23.5 س. م، ويڪر 15.25 س. م، ٿولهه 4.25 س. م. (سنڌ ميوزيم).

820. ٽڪنڊا، چوڪڙيون ۽ مڏيٽڙا ڪوريل چوڪي سر. ٽڪنڊا ۽ چوڪڙيون چاقوءَ سان ڪوريل آهن ۽ هڪجهڙي سائيز جا ناهن ۽ تري وارو پاڱو ڪهرو آهي. ٿولهه 3-4 س.م، وڌ ۾ وڌ ڊيگهه 18.4 س. م، وڌ ۾ وڌ ويڪر 9.1 س. م. (سنڌ ميوزيم).

821. ڪارب وڏل چوڪي سر. هن سر تي گل جي ائن پتڙين واري ڊزائن ٺهيل آهي. گل ڪنڊ سان ڪنڊ ملائي مستطيل بيهڪ ۾ پنجن قطارن ۾ رکيا ويا آهن ۽ هر هڪ قطار ۾ 1، 3، 4، 3 ۽ 1 گل رکيل آهن، پر مستطيلن جي وچ واري وٿي هڪجيتري ناهي. گلن ڪي نزاڪت سان اٺ پتڙيون ڏينون ويون آهن ۽ سيني جي سائيز ساڳي آهي. ڊيگهه 25.4 س. م، ويڪر 18.4 س. م، ٿولهه 4.25 س.م. (سنڌ ميوزيم).

822. سهڻي ڪارب وڏل چوڪي سر اندرين يا ٻاهرين سونهن لاءِ. هن تي ٻه نمونا آهن: هڪڙو اپريل ۽ ٻيو ٻه اپريل پر انهي ۾ ڇهن پتڙين وارو پيئل گل آهي. (سنڌ ميوزيم).

## سومرا دور جون هنري شاهڪار چوڪيون ۽ پيون سرون

سنڌ ۾ ڪارب وڏل ٺپيل ۽ ڪوريل چوڪين ۽ ٻين سرن جي شروعات گهڻو آڳاٽي جُڳن ۾ ٿي. چاقوءَ سان ڪوريل سرون موهنجي دڙي تان لڌيون آهن ۽ اهڙي قسم جون چوڪيون ۽ ٻيون سرون ڪاهو جي دڙي ۽ سڌيرڻ جي دڙي جي ٻوڌي ٿلن تان ڪوٺي ڪڍيون ويون آهن. ڪورڻ جو ڪم تڏهن ڪيو ويندو هو جڏهن سر اجا آلي هوندي هئي. ڪم ڏاڍو نازڪ، ڏانءَ وارو ۽ وقت وٺندڙ هوندو هو. هاڻ اهو ڪو نه ٿو ٿئي، ڪارڻ آهي دهلي سلطنت ۽ مغلن جي اڏاوتي ڏانءَ جي طريقن جو تمام گهڻو اثر. جيڪي وري پاڻ به ايران ۽ وچ ايشيا جو نقل هئا. ڪارب وڏل چوڪين سرن تي ڊزائنون آهن، جيڪي پاڙيسري ملڪن جي ڪن ۽ نڪ جي ڳهن جو نقل هيون ۽ ڪجھ ڊزائنن جون تصويرون هڪجهڙائپ ڏيکارڻ لاءِ ڏنيون ويون آهن. ڪارب وڏل چوڪين سرن تي گلڪاريءَ جون ڪيتريون ئي ڊزائنون ڇهين صديءَ تائين جون آڳاٽيون هيون ۽ هي هنر سورهين صديءَ جي اڳياڙيءَ تائين هليو. تصوير نمبر 812 کان 827 هن دور جون چوڪيون سرون آهن.



823




824



825



826



827

823. ڪارب وڏل چوڪي سر گهڻو ڪري مذهبي مقصدن لاءِ مسجدن ۽ قبرن ۾ ڪم ايندڙ. هن تي گلڪاريءَ جو تمام سهڻو نمونو آهي ۽ پاسي سان رکيل تصوير تفصيل ٻڌائي ٿي. 8 پتڙين وارو گل ڏکڻ ايشيائي نيلوفر ناهي. وَٽِ سان ٻيا گول الڳ الڳ ڊزائنن وارن اندرين ۽ ٻاهرين گولن ۾ ورهايل آهن. تمام وڏي ڏانءَ واري ڪاريگري آهي ۽ ڪاٺ جي ڪارب جي مٿاڇري تي پڪ سان ڏاتوءَ جا سانچا جڙيل هوندا يا ٿي سگهي ٿو سر وجهڻ واري ڪالن ڪي هيٺان تري ۾ ڏيڻ واري پٽر تي ڊزائن ڪوريل هجي. ويڪر 18.03 س. م، اوچائي 25.4 س. م، ڊيگھ ڪلهن تائين 20.3 س. م، ٿولھ 8.2 س. م. (سنڌ ميوزيم).

824. سومرا دور جي چوڪي سر، سڄي ڪيل. هيءَ چوڪي سر 823 جي ڪاريگريءَ جو اعليٰ معيار ڏيکارڻ لاءِ ليڪڪ پاران ٺاهيل ڊرائنگ آهي. (ايم. ايڇ. پنهور).

825. ڪارب وڏل چوڪي سر يا ڪِني واري چوڪي سر. هن تي هڪڙي پاسي سانچي سان ٺپيل گل آهن ۽ ٻئي پاسي چاقوءَ سان ڪوريل نمونا. ڪنارين تي چاقوءَ سان ڏندا ڪوري ٽڪنڊيون ڳڏيون ٺاهيون ويون آهن. گل ڏار ڪري ڏيکاريا ويا آهن. (لاڙ ميوزيم).

826. ڪارب وڏل سر خاص گهڙن، قبرن ۽ مسجدن جي اولي جي سونهن لاءِ ٺاهيل. (لاڙ ميوزيم).

827. سومرا دور جي چوڪي سر، ليکڪ پاران سڄي ڪيل. چورس سر تي پنن ۽ گلن جون چار ڊزائنون سانچي سان برابر برابر پندرهن قطارن ۾ ٺپيل آهن. قطارن کي ڏار ڪرڻ لاءِ چار چوڪڙيون تکي اوزار سان هٿ سان ڪڍيون ويون آهن. وچ تي گول گل الڳ الڳ سائيزن جي سورهن پنن تي ترتيب سان رکيا ويا آهن. ڪاريگري شاندار ڪوالٽيءَ واري آهي. اصل سر سنڌ ميوزيم ۾ آهي. (ايم. ايڇ. پنهور).

## هٽرادو سوجهرو

اوندهہ ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ سوجهري جي گهرج پوندي آهي. ماڻهو وچولي پلائيسٽوسين جُڳ کان وٺي ڪاٺ ۽ سٽپ جي باهہ کي سوجهرو ڪرڻ سميت مختلف مقصدن لاءِ ڪم آڻيندو رهيو آهي. نيولٿڪ (زرعي) جُڳ جي شروع ٿيڻ ۽ ڪاٿرو تيل جي پيداوار کان پوءِ ٺڪر جا تيل ٻاريندڙ وَٽِ وارا ڏيئا عام ٿيا. اهي ٺي نمونا ۽ ڊزائنون، جيڪي ڪوٽ ڏيجي ۽ موهنجي دڙي ۾ هلندا هئا، اڄ تائين ٺهندا پيا اچن. خاص موقعن ۽ ڏڻن تي گهڻين وَٽين وارا ڏيئا اڄا تائين استعمال ٿين ٿا. هڪڙو 5-وَٽئو ڏيئو (ڏيائي) ڪوٽ ڏيجيءَ مان لڌو هو ۽ اهڙو ئي 4-وَٽئو ڏيئو سومرا دور جو بہ آهي.


831


830


829


828


835


834


833


832


836


837

828. شاهہ ڪپور تان لڌل ننڍڙو سهڻو گهڙيل ڏيئو. اهڙي قسم جا ڏيئا اڄڪلهہ ڪجهہ مئل ماڻهن جا مريد ڪم آڻن ٿا، جن جي مزارن تي عقيدت طور اهي ڏيئا ٻارن ٿا، ٿورڙو تيل وجهي، جيئن ڪلاڪ ڪن يا اڃا بہ گهٽ مس هلن. (عمر سومرو).

829. 4-وَٽي ڏيائي، تري ۾ هيٺان ڳن وجهڻ لاءِ ٺهيل ڪَپَ سان، جيئن انهي کي هيڏي هوڏي کڻي وڃي سگهجي. (لاڙ ميوزيم).

830. ڏاتوءَ جو پيرن وارو ڏيئو. (ڀنڀور ميوزيم).

831. ساڳيو 830 جهڙو ٻئي نموني جي پيرن سان. (ڀنڀور ميوزيم).

832. 4-وَٽي ڏيائي، تري ۾ ڳن يا ڪليءَ لاءِ ننڍڙي ڪَپَ سان. (لاڙ ميوزيم).

833. 832 سُبَتي.

834. 5-وَٽي ڏيائي، ڪوٽ ڏيجيءَ (3000 ق.م) مان لڌل، تري ۾ هيٺان ڳن يا ڪلي وجهي کڻي هلڻ يا ڪوڙڻ لاءِ ٺهيل ڪَپَ سان. هي رواج اڃا تائين هلي پيو. (سنڌ ميوزيم).

835. ٺڪر جو ڏيئو. گهير 2.5 س.م، اوچائي 3.5 س. م. (سنڌالاجي ميوزيم).

836. گاربو بتي، وڏن وڏن ڪانچن واري هڪ سهڻي گهڙي. اهڙيون ئي گهڙيون گجراتي گاربو ناچ ۾ استعمال ٿينديون هيون، جن ۾ اندران ڏيئا يا اگر ٻرندا رهندا هئا ۽ انهن جو سوجهرو ٽمڪندو ڪانچن مان ٻاهر پوندو رهندو هو. مايون اهي مٿن تي کڻي ۽ ناچ ڪنديون هيون. اوچائي 8.8 س. م، وڏ ۾ وڏ گهير وچ وٽ 7.85 س. م، منهن وٽ گهير 4.4 س. م. موهنجي دڙي مان لڌل ڪجهہ ڇيهيل ٿانوَ، جن کي هيٺ يا سگريون ڇيو وڃي ٿو، ٿي سگهي ٿو ڏيئن مٿان چانورو ڪرڻ لاءِ ڏجندڙ ڍڪ هجن. (مارشل 1931، پليٽ LXXXIV، 13، ميڪي 1938، پليٽ LXII، 32 ۽ پليٽ LXVII، 13) جيئن تصوير نمبر 5، 6، ۽ 7 ۾ ڏيکاريل آهن. اهي گاربو ناچ لاءِ ڪم نہ ايندا هوندا ڇو تہ انهن جي ترن ۾ بہ ڇيهہ هئا. ڇيهيل ننڍڙا ٿانوَ پڻ آهن ۽ اهي ڏيئن مٿان چانورن جو ڪم نہ ڏيندا هوندا. (مارشل 1931، پليٽ LXXXIV ۽ ميڪي 1939، پليٽ LXII). هڪڙو ٿانءُ (ميڪي 1938، پليٽ LXVII) جيئن تصوير نمبر 6 ۾ ڏيکاريل آهي، ويڪري مُنهن سان آهي ۽ ڏيئي جي مٿان ڏئي سگهجي ٿو. (سنڌ ميوزيم).

837. 8-وَٽئو پتل جو ڏيئو، ڇت ۾ يا ڪنهن گهوڙيءَ يا منجيءَ ۾ ٽنگڻ لاءِ تار ٻڌڻ لاءِ پتل جي بونبڙيءَ سان. وڏ ۾ وڏ ويڪر 9.4 س. م، اوچائي 9.4 س. م، گهير 7.35 س. م، تري وٽ گهير 4.0 س. م. (سنڌ ميوزيم).

## باب پنجويهون

# سمن جي راڄ ۾ ريجاڻي
# (1351_1522ع)

سمن، سومرن کان 1351/52ع ۾ راڄ ڦريو. هي گهڻ آباديو قبيلو هو. سنڌن پهرئين راڄ ڌڻي ڄام انڙ، جيڪو دهلي سلطنت جو عملدار هو، 1335ع ۾ سيوهڻ جي گورنر کي ماري، خزانو ڦريو ۽ سزا کان بچڻ لاءِ پنهنجي ذات وارن وٽ وڃي پناهه ورتائين. انهي همير (دودو) سومري کي هڪ ٿي ويڙهه ۾ شڪست ڏني ۽ 1351ع ۾ پنهنجو راڄ قائم ڪيو. سنڌن راڄ راڻن جي سن وار ترتيب هن ريت آهي:

| نمبر | راڄ ڌڻيءَ جو نالو | راڄ جو عرصو |
|---|---|---|
| 1. | ڄام انڙ (1351 تائين سومرن جي پاڇي هيٺ) | 1333 - 1352ع |
| 2. | ڄام جُوڻو - پهريون | 1352 - 1368ع |
| 3. | ڄام ٻانڀيو (جُوڻي سان گڏ) | 1352 - 1368ع |
| 4. | ڄام تماچي (توڳاچيءَ سان گڏ) | 1368 - 1370ع |
| 5. | ڄام جُوڻو - پهريون (ٻيهر) | 1371 - 1388/89ع |
| 6. | ڄام تماچي (ٻيهر) | 1389 - 1392ع |
| 7. | صلاح الدين | ٿورو عرصو |
| 8. | ڄام نظام الدين - پهريون | 1392 - 1404/05ع |
| 9. | ڄام علي شير | 1404/05 - 1406/07ع |
| 10. | ڄام تماچيءَ جو پٽ | 1406/07 - 1412/13ع |
| 11. | ڪَرَڻ | 1412 - 1413ع |
| 12. | صدرالدين | ٿورو عرصو |
| 13. | ڄام سڪندر | 1412/13ع |
| 14. | فتح خان | 1412/13 - 1428ع |
| 15. | تغلق (اُڪر) | 1428 - 1453ع |
| 16. | مبارڪ | 1453ع |
| 17. | سڪندر - ٻيون | 1453 - 1454ع |
| 18. | سنجر | ٿورو عرصو |
| 19. | رائيڌڻ | 1454 - 1461ع |
| 20. | ڄام نندو (ڄام نظام الدين - ٻيون) | 1461 - 1508ع |
| 21. | فيروز | 1508 - 1522ع |



نقشو نمبر 50
1365 - 1368ع
فيروز تغلق جون سنڌ تي ڪاهون ۽ ورتل گس
ڪڏهن ڇا ٿيو
1. 1364ع سنڌ تي ڪاهه ڪرڻ جو فيصلو.
2. 1365ع 90,000 گهوڙا ۽ سپاهي دهليءَ مان ۽ 5,000 ٻيڙيون ملتان اُچ ۽ بکر مان گڏ ڪرڻ.
3. 1364ع اونهارو ٺٽي تي چڙهائي.
4. 1365ع آڪٽوبر سمن جي لشڪر هٿان 5000 ٻيڙين جي تباهي ۽ شاهي لشڪر جي شڪست.
5. 1365ع آڪٽوبر - مارچ 1366ع فيروز شاهه جو گجرات ڏانهن موٽي وڃڻ.
6. 1366ع مارچ - سيپٽمبر 1367 ٺٽي تي ٻين چڙهائيءَ جي تياري.
7. 1367ع آڪٽوبر - نومبر فيروز شاهه جو اپرندي سنڌ رستي سنڌوءَ جي ڪابي ڪنڌيءَ ڏانهن وڌڻ.
8. 1367ع نومبر عمادالملڪ ۽ ظفر خان لوڌي درياءَ ٽپيا پر سمن هٿان شڪست کاڌائون.
9. 1368ع عمادالملڪ دهليءَ مان ٽين ڪاهه لاءِ نئون لشڪر گڏ ڪيو.
10. 1368ع آخري ويڙهه ۽ سمن جو مخدوم جهانيا اُچ واري جي وچ تي پوڻ ڪري هٿيار ڦٽا ڪرڻ.
اتر
ڏسٽي
1. چوڏهين صديءَ جا شهر
2. چوڏهين صديءَ ۾ دريائي وهڪرا
3. هاڻوڪا دريائي وهڪرا
4. لشڪر ۽ گهوڙيسوار دستي پاران چڙهائيءَ جو گس
5. شاهي ٻيڙي جو گس
6. سنڌ جو هاڻوڪو (صوبائي) دنگ
7. هاڻوڪو بين الاقوامي دنگ
8. هاڻوڪا شهر
ڪراچي
ٻيڙيون گڏ ڪيون ويون
ٻيڙيون گڏ ڪيون ويون
ٻيڙيون گڏ ڪيون ويون
5000 ٻيڙين جو گس
90,000 گهوڙيسوارن ۽ لشڪر جو گس 1365ع اونهارو - سرءُ
عمادالملڪ جي مهنداريءَ ۾ ٽين ڪاهه جو گس 1368ع اونهارو - سرءُ
ٻئين شاهي لشڪر کي شڪست نومبر 1367ع
ٻين ڪاهه جو گس آڪٽوبر - نومبر 1367ع
گجرات ڏانهن موٽي وڃڻ آڪٽوبر 1365ع - مارچ 1366ع
ٻين ڪاهه لاءِ تياري مارچ 1366ع - آڪٽوبر 1367ع
هٿيار ڦٽا ڪرڻ 1368ع جي بهاري
ماپو
ڪلوميٽر 200 150 100 50 0 50
غزني
ڪوهاٽ
اٽڪ
راولپنڊي
بنون
جهلم
ڊي. آئي. خان
جهنگ
لاهور
امرتسر
هوشيارپور
جلنڌر
بلاسپور
فيروزپور
لڌيانا
روپڙ
نابا
پٽيالا
امبالا
سهارنپور
ڪرنال
پاڻيپت
لورالائي
ملتان
ڊي. جي. خان
شجاع آباد
والستان
پاڪپتڻ
بهاولپور
اچ
حصار
هانسي
دهلي
مٺڻ ڪوٽ
چُرو
ماٿيلو
بکر
روهڙي
ڪوٽ ڏيجي
گهوٽڪي
شاهگڙهه
ڪنڊيارو
تجل
جيسلمير
پوڪرڻ
سکر
جئپور
اجمير
سيوهڻ
جوڌپور
ٽونڪ
بيواڙ
هالا
نصرپور
نيرون
عمرڪوٽ
ڍگهڙي
جهرڪ
ڪراچي
ٺٽو
سجاول
بدين
نئون ڪوٽ
مٺي
ڏيپلو
ننگرپارڪر
شاهبندر
بُوندي
اديپور
پٽڻ
منداسور
راجگڙهه
جاکن
ڀڄ
ڪنٿڪوٽ
احمدآباد
رتلام
اُجين
ڀوپال
موروي
ڳوڌرا
ڏوهاڙ
نڊياڊ
اندور
هوشنگ آباد
ميهائو
جام نگر
راجڪوٽ
ڳونڊل
بڙودا
ڊوراجي
ڀاونگر
ڀروچ
ڪنڊوا
گاٽيساگون
بمبئي

سنڌن راڄ هلنديَ پورچوگيزن 1498ع ۾ ڏکڻ هندستان ڏانهن سامونڊي گس ڳولي لڌو ۽ اڳين صديءَ تائين دنيا جي سمورن سمنڊن جا سائين بڻجي ويا. پورچوگالي، ڏکڻ ايشيا جي سمورن بندرن تي سيني کي سمجهه ۾ ايندڙ ٻولي بڻجي وئي. ساڻن ڏيڍ سو سالن کان مٿي هلندڙ لاڳاپن سبب ڪيترائي پورچوگالي لفظ سنڌي ٻوليءَ ۾ شامل ٿي ويا.

## وچٽري آبهوا (1300_1525ع) ۽ سمن جو راڄ

سمن جي ڏينهن (1333-1522ع) ۾ آبهوا پلي ڪٽي سوڪ هئي، پر بلڪل ڪنور سوڪهڙي واري نه هئي. جيتوڻيڪ پوڪيءَ هيٺ ايراضي گهٽجي چڪي هئي ۽ ساڳيو حال آباديءَ جو به ٿي چڪو هو، پر صورتحال اهڙي اُگري نه هئي جهڙي جهُڪر، جهانگار يا عربن جي گورنرن جي ڏينهن ۾ هئي، تنهڪري اهي مالڪي سنپالڻ تي حالتون سڌاري ۽ وڳوڙ ٽاري سگهيا.

سمن جي ڏينهن ۾ آبهوا وچٽري (نه گهٽي ڪوسي نه گهٽي ٿڌي) هئي، مينهن وچترا ٿي پيا، درياءَ ۾ پاڻي پڻ وچٽرو ٿي آيو ۽ درياءَ پنهنجي وهڪري ۾ ڪا ڦيرقار نه آندي. ٿلهي ليکي حالتون عام رواجي هيون. موسمي حالتون سڄي دنيا ۾ بنا ڪنهن ڦيرقار جي هلنديون رهيون. دهلي سلطنت جي حالت تغلقن جي دور ۾ بگڙي چڪي هئي، ڪارڻ هو چوڏهين صديءَ جي پهرئين اڌ ۾ ايندڙ سوڪهڙو - اهو دور جنهن سومرن جو زوال پڻ آندو هو. وچ ايشيا ۾ پوري تيرهين صدي هلندڙ سوڪهڙي واريون حالتون، جيڪي منگولن جي ڪاهن جو ڪارڻ بڻيون هيون ۽ عباسي خلافت جو انت آندو هئائون، نيٺ چوڏهين صديءَ ۾ سموري وچ ايشيا ۾ ننڍيون ننڍيون منگول رياستون ٺهي وڃڻ جو ڪارڻ بڻيون هيون ۽ اهي پاڻ ۾ ننڍن ننڍن ڳالهين تي وڙهندا رهيا هئا ۽ هڪبئي وچ ۾ دشمنين ۾ ڦاٿل رهيا هئا. نه ڏکڻ ايشيا ۾ ۽ نه ئي وچ ايشيا ۾ ڪا ڏاڍي طاقت بچي هئي جيڪا سنڌ تي قبضو ڪري، تنهنڪري پندرهين صدي امن سڪون وارو دور هو.

سومرن جي دور وانگر هن دور دوران به ريجاڻي نظام جو سڌو ثبوت اٿلي آهي، پر موجود ڪوڙ ساري اڻسڌي مواد مان سني بندوبست سان هلندڙ ريجاڻي نظام پڌرو ٿئي ٿو، جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته سندن راڄ جي هڪ سو پاهتر سالن دوران سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ڪو ڦيرو نه آيو. رڳو هڪڙو ڦيرو آيو، سو اهو هو ته سنڌوءَ هاٽوڪي دادو ضلعي ۾ هاٽوڪي راڌڻ ريلوي اسٽيشن جي سامهون الهندي پاسي هڪ منگلي جڏي، جيڪا وڪڙ کائي بوبڪن جي سامهون ٿلٽيءَ جي ڏکڻ ۾ وري درياءَ ۾ اچي پيئي. انهي زماني وارو اتريون دادو ضلعو هنن وهڪرن تي بلڪل پَڌي سگهيو پيئي؛ الهندي چاڙهه اوير پاسي پاڻ درياءُ ۽ وچ تي منگلي. هن واهيءَ جون نشانيون هاڻ ماها، سُتيارو، جاڪپري، پير گهٽيو، ٿلٽي ۽ ڪيترين ئي ٻين ننڍين ننڍين ڍنڍن جي لانڍ جي روپ ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿيون. هن باغبان ڪي هڪ اهم شهر ۽ سيوهڻ سرڪار ڪي سڄي سنڌ ۾ سڀ کان سڪيو ستابو علائقو بڻائي ڇڏيو. نقشي تي اک ڦيرائڻ سان هن سرڪار ۾ تمام گهاٽا گهاٽا شهر ڏسڻ ۾ ايندا. انهي دور جا اهم ماڻهو جهڙوڪ دريا خان (مبارڪ خان) مخدوم بلاول ۽ مبارڪ (ابوالفضل ۽ فيضيءَ جو پيءُ) هن علائقي ۾ رهندا هئا. هن علائقي جي ريجاڻي زراعت جي زرخيزيءَ ارغونن کي ڪاهي اچڻ، فتح ڪرڻ ۽ اتي ئي وسي وڃڻ لاءِ هرڪايو. انهن هن علائقي جي دل شهر باغبان تي حملو ڪيو ۽ انهي کي ڦريو لٽيو. ارغونن کي وڌ ۾ وڌ مهاڏو به هن علائقي ڏنو. انهي دور جا مختلف واهه جن جو احوال پنجن ڪتابن ترخان نامي، طاهري، مظهر شاهجهاني، معصومي ۽ بيگلارنامي ۾ ملي ٿو، سي آهن:

- مير ابڙو، چانڊڪا پرڳڻي (لاڙڪاڻو ضلعو) جو هڪ وڏو واهه هو، اهو ابڙن کوٽايو هو ۽ هڪ وڏي ايراضيءَ کي پاڻي پهچائيندو هو. ٿي سگهي ٿو اهو گهاڙ واهه هجي يا انهي کان اڳ جو ڪو واهه. مظهر شاهجهانيءَ مطابق اهو ڏاڍي پلي بندوبست سان پٽي هليو.
- خان واهه، دريا خان سنڌو درياءَ مان نئي جي اتر وارين ٽڪرين جي پاڙ وٽان ڪيرايو هو، ساڪري پرڳڻي کي پاڻي پهچائڻ ۽ نئي جي بچاءَ واري ٻٽي مقصد سان. هي پڪ سان ڪو تمام وڏو واهه هوندو، جنهن جو ڪجهه پاڳو هاٽوڪي ڪلري واهه جي پيٽ مان وهندو هوندو، جيئن تاريخ طاهريءَ ۾ آيو آهي.
- جبلن تان لهندڙ ٽن نئِين ناري، پوري ۽ نئنگ کي دريا خان گڏائي، واهه ٺاهي ۽ منڇر ڍنڍ ڏانهن مُنهن ڪري ڇڏيو. هي واهه نيرون پرڳڻي جون ٻنيون ريجائيندو هو ۽ انهي مان سرڪار کي هڪ لک رپين جي اوڳاڙي ٿيندي هئي، جيئن مظهر شاهجهاني ۾ چيو ويو آهي.
- ساواهه يا سوراهه واهه جبل تان لهندڙ پاڻيءَ (گهٽو ڪري گاج جو پاڻي) کي موڙڻ لاءِ ڄام نظام الدين جي چاڳلا نالي هندو وزير ۽ دريا خان کوٽايو هو. اهو بوبڪ پرڳڻي ۾ ڪا ايراضي ريجائيندو هو، سيوهڻ کان اٺيهه ميلن جي پنڌ تي هو، جيئن مظهر شاهجهاني ۾ ٻڌايو ويو آهي.
- ڪائي ۽ نئنگ چشمن جو پاڻي پڻ پوکيءَ لاءِ ڪم ايندو هو، جيئن مظهر شاهجهاني ٻڌائي ٿي.
- مارئي واهه، ماها ڍنڍ (ڪَڪَڙ تعلقي ۾) مان نڪرندو هو ۽ هاٽوڪي ابراهيم ڪَڇِي (دادو تعلقو) ويجهو ديهه مارئيءَ کي ريجائيندو هو، جيئن مظهر شاهجهاني ٻڌائي ٿي.
- داديجي نالي ڳوٺ جي نالي سان کوٽجندڙ ۽ نار نالي ڳوٺ ويجهو وهندڙ داديجي واهه بوبڪ پرڳڻي ۾ ڪا ايراضي ريجائيندو هو، جيئن مظهر شاهجهاني ۾ ٻڌايل آهي.
- بولان نئن پاڻي ڪٽي منڇر ڍنڍ پهچندي هئي. انهي جو پاڻي ريجاڻيءَ لاءِ ڪم آڻڻ لاءِ واهن ذريعي موڙيو ويو. اهڙا ٻه واهه سرواهه ۽ موز واهه سبي ۽ گنداوا ضلعن جون ٻنيون ريجائيندا هئا، جيئن مظهر


نقشو نمبر 51
1400ع
ڏکڻ ايشيا جو نقشو
جنهن ۾ تُغلقن جو ڪِرڻ ۽ ننڍين
رياستن جو اسرڻ ڏيکاريل آهي
آمـــون جا پـاسـا
چـيـــن
ڪـشـمـيـر
افـغـانـسـتـان
تـبــت
تـِرهَـٽ
ڪابل
غزني
پشاور
قندار
شال
سبي
قلات
قُندوز
ملتان
لاهور
پاڪ پٽڻ
دهـلـي سـلـطـنـت
سـنـڌ جـا سـمـا
1524 - 1351
راجپوت رياستون
اُچ
بکر
سيوهڻ
ٺٽو
جيسلمير
ناگور
اجمير
گواليار
دهلي
حصار
امروها
لکنؤ
جونپور جا سـلـطـان
1476 - 1395
بنارس
گايا
پٽنا
لکونتي
1575 - 1338
گؤر
سنار ڳائون
چانڊپور
چٽگانگ
سَت گائون
مالوا
وڳوڙ
ماروا
اُجين
ڌار
جبلپور
گونڊواڙا
وڳوڙ
خان ديش
1530 - 1370
اسير
برهانپور
ڪيمبي
1572 - 1396
بالاسور
ڪٽڪ
پوري
اوڙيسا
گانجم
سريڪُرهن
وزاگاپَٽَم
سِمهاچالَم
راجا مُندري
بـنـگـالـي سـامـونـڊي چُـڪ
جام نگر
ڏيو
دمن
نوسري
بمبئي
چؤل
ڏاپول
ناسڪ
ديوگيري
بـهـمـنـي بـادشـاهـي
1526 - 1347
پونا
بدار
ورنگال
گلبرگا
بيجاپور
رائچور
وِجئه نگر
گوئا
آزاد
هونيار
وجـئـه نـگـر
1340
اُدئگري
آرڪاٽ
ڪرنکلپٽ
ڪٽانور
ڪيليڪٽ
تنجور
مدُرا
مـدُرا
1565 - 1334
ميسرڪوئل
سيلون
هـنـدي وڏو سـمـنـڊ
فـارسـي سـمـنـڊ
اتر
ڪاڇو
ڪلوميٽر 500 400 300 200 100 0 100
ڏسٽي
1. بين الاقوامي دنگ
2. هاڻوڪا صوبائي دنگ
3. تُغلق سلطنت جو دنگ
4. آزاد رياستن جا دنگ
5. 1400ع ۾ موجود شهر
6. آزاديءَ جو سال
7. سنڌ ۾ چوڏهين صديءَ ۾ دريائي وهڪرا
8. جنگبندي سَنڌو (1948)

شاهجهاني ۾ ٻڌايل آهي.

- اپرندو نارو تيستائين سڪي چڪو هو ۽ گهڻن نالن جهڙوڪ هاڪڙو، واهند ۽ واهڻ وغيره سان سڏبو هو، جيئن تاريخ طاهري ٻڌائي ٿي.
- بيگلارنامي واهن ۽ ڍنڍن جا ڪيترائي نالا ڏنا آهن ۽ ٻنهي کي ساڳين نالن يعني آب ۽ ڪولاب سان سڏي ٿو. ڍنڍون چاڙهه واري منڊ ۾ پربيون هيون ۽ انهن مان واهه (اصل ۾ وهندڙيون ۽ ڪسيون) نڪرندا هئا. سمن جي حڪومت وجڻ کان پنجانوي سال پوءِ ڇاپيو ويو ته هي واهه ۽ ڪولاب موجود هئا. انهن جا هاڻوڪا هنڌ هي آهن:
- چنيجا واهه: ٺٽي ضلعي ۾.
- سبزا واهه: اگهاماڻي ويجهو ماتلي تعلقي ۾.
- ڪَتيرا واهه: ٺٽي ضلعي ۾ (هن جي ڪڙ سان گنهور ذات جا ماڻهو وينل هئا).
- ناهڻ واهه: سنڌو درياءَ جي پُراڻ چاڙهه تي.
- تلاءُ سهتا: نوابشاهه ضلعي ۾.
- ترنگڇي ڪولاب: نصرپور واري علائقي ۾.
- تاراپاري ڪولاب: نوابشاهه (شهيد بينظير آباد) ضلعي ۾.
- جهاراڻي: شاهه ڳڙهه قلعي ويجهو نصرپور واري علائقي ۾.
- رينڻ اگهم: گهڻو ڪري ماتلي تعلقي ۾ اگهاماڻي ويجهو رينڻ درياءَ مان نڪرندڙ ڪو واهه.
- سرڻ ڪولاب: بدين ضلعي ۾.
- سامارو ڪولاب يا سامارو ڍنڍ: جيڪا ٿورو وقت اڳ تائين موجود هئي.
- معهُود ڪولاب: ساماري تعلقي ۾.
- پوکر ڪولاب: بدين تعلقي ۾ پراڻ جي پاسي ۾.
- لانبا ڪولاب (عمرڪوٽ ڍنڍ).
- ناهڻ واهه: الور پر ڳڻي ۾ يا پراڻ تي پُر نالي ڳوٺ جي ويجهو.
- سپنا واهه: ٺٽي کان ڇئن ميلن جي پنڌ تي.

جيئن ته سنڌ ۾ 1522 ۽ 1700ع جي وچ تي مڪمل افراتفري هئي ۽ سرڪار گهڻي ڀاڱي ٻهراڙين وارن علائقن ۾ ڪم نه پئي ڪري سگهي، سو ڪلهوڙن جي دور وارا واهه ٿي سگهي ٿو سمن جا واهه ئي هجن.

جيئن ته درياءُ ان عرصي دوران جٽائي پئي وهيو، سو صوبو شاهوڪار ۽ سکيو ستابو ٿي ويو. ڄام نظام الدين جي راڄ دوران، جنهن کي سمورن تاريخدانن هڪ راءِ ٿي واکاڻيو آهي، هي ملڪ پنهنجي سياسي سگهه جي چوٽ تي پڻ پهتو هو. اهڙين امن ڀرين حالتن ۾ هيءَ ننڍڙي بادشاهي هڪ ڏاتار رياست بڻجي وئي. هتان جي ٻولي سنڌيءَ جي پڻ اوسر ٿي ۽ منجهس موجود اوائلي روايتي لوڪ ڪهاڻين منجهان گهڻيون پندرهين صديءَ ۾ رچيون ويون. هڪڙو ٻيو ثقافتي ميدان هو اڏاوتي ڏانءُ، تنهن ۾ تمام گهڻي اڳڀرائي ٿي. گجراتي ڪاريگرن مسلمانن جي مذهبي اڏاوتن ۾ ڪيترائي هندڪا لچڻ ۽ نمونا پيري ڇڏيا. ساڳيو ئي لاڙو سنڌ ۾ به پليو، جيئن ڄام نظام الدين جي مقبري ۾ ڏسڻ ۾ اچي ٿو. وڌيڪ پکڙجندڙ ريجاڻي آباديءَ جي واڌ ۾ مددگار ٿيندي آهي. 1522ع ۾ پوکيءَ هيٺ ايراضي پڪ سان گهٽ ۾ گهٽ سورهن لک ايڪڙ ۽ آبادي چوويهه لک هوندي.

پندرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ (1498ع) تائين پورچوگيزن ڏکڻ ايشيا کي سامونڊي گس ذريعي کولي لڌو. انهن جو سنڌ سان ڪاروبار سُٽ، اوچ، نير (ٺٽي شيون ريجاڻي زراعت جي پيداوار) ۽ قلمي شوري جو هوندو هو. اناج پڻ پرڏيهه اماڻيا ويندا هئا. پورچوگيزن تماڪ، انناس، ڪاڄا، مڪئي، لاهوري گجر ۽ پپيتو (ڪاٺ گدرو) آمريڪا مان؛ لِيچي ۽ مني نارنگي چين مان؛ بوهي مُڱ (مُگيرا) آفريڪا مان ۽ ڳاڙهو مرچ پرنامبُوڪو مان سورهين صديءَ ۾ آندا. هنن منجهان ڪجهه شيون سنڌ ۾ پڻ آيون، پر سنن بابت پڪ سان نٿو چئي سگهجي. پورچوگيزن ۽ ٻين يورپين شهرن ۾ وڏيون برادريون ڪپهه مان قسمر قسمر جي اوچ (ڪپڙو) اُٺندي ڏٺيون. ڪپهه (ڦٽي/ وونڻ) سنڌ جي ريجاڻي ٻنين ۾ ٿيندي هئي. ٻيا وکر، جيڪي پورچوگيز ٻين ملڪن ڏانهن اماڻيندا هئا، سي هئا: کنڊ، کنئورَ (لاک/اُگهر/گگرال)، ٽنيڻ، مرچ ۽ چانور. سنڌ جو واپار ايڏو ته وڏو هو جو سنڌوءَ ۾ سيوهڻ ۽ ٺٽي جي وچ تي چاليهه هزار ٻيڙيون ياڙي سگهبيون هيون، جيئن سورهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ لکيل آئين اڪبري ۾ ٻڌايو ويو آهي. چاليهه هزار ٻيڙين جو هَلَٽُ خيبر پختونخوا، پنجاب، ڪشمير، افغانستان ۽ ويندي سِنڪيانگ، چترال، الهندي تبت ۽ سنڌ جو مال ۽ پيداوار لاڙي بندر ڏانهن ڍوئيندو هو. لاڙي بندر، عراق جي خوارزم شاهه هٿان ديبل جي سڙڻ کان پوءِ 1228 ۽ 1333ع جي وچ تي ٺهيو. ان واقعي کان ستت ئي پوءِ سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ڦيرو اچڻ ۽ ڪلري چاڙهه جي سڪي وڃڻ ڪري سنڌوءَ جي بگهاڙ چاڙهه تي لاهري (لاڙي) بندر نالي هڪ نئون بندر ٺهيو. لَٽَ جي ڪري درياءَ تي ڪو به بندر هڪ هنڌ جٽائي نٿي سگهيو ۽ بندرن جا هنڌ وري وري مٽبا رهيا. هن بندر جا ڇپيا ويندڙ کوڙ سارا ماڳ گهڻو گهڻو ڪري سمورا تيرهين ۽ سترهين صديءَ جي وچ تي ٺهندڙ لاڙي بندر ئي آهن. انهن منجهان هڪڙو ماڳ وڏي ايراضيءَ تي پکڙيل آهي ۽ مٿس گهڻو ڪري پورچوگيزن جو قلعو ۽ گرجاگهر آهي.

هن صديءَ ۾ ڏکڻ ايشيا ۾ ٺهندڙ جهاز سائيز ۾ يورپي جهازن کان وڏا هوندا هئا، جيئن نِڪولوڪونٽي ٻڌايو آهي. ڪجهه جهاز ڀاڱن ۾ ناهي ڳنڍيا ويندا هئا ته جيئن جيڪڏهن ڪو هڪڙو ڀاڱو تباهه ٿي وڃي ته ٻين ڀاڱن تي منزل تائين رسي سگهجي. صديءَ دوران گجرات وڏي سامونڊي طاقت بڻجي ويو. ايلفنسٽون ٻڌائي ٿو ته سلطان محمود بيگڙي وٽ سامونڊي ڪنڊين تي آزار مچائيندڙ سامونڊي ڦورن کي ماري مات ڪرڻ لاءِ هڪ وڏو آرماڙ هوندو هو.

پندرهين ۽ سورهين صدين ۾ سوٽي اوچ، ڇُريل ڪپڙو، سوٽي ڪپڙو (ڪيٽلِيڪو - ڪلڪتي ۾ ٺهندڙ هرڪ، بافتو)، ريشمي ڪپڙو، ڇيٽ ۽ ململ سکر، بکر، دربيلي، ڪنڊياري، سيوهڻ، نصرپور ۽ ٺٽي ۾ ٺهندا هئا. پونين جاين تي اجرڪ ۽ لُنگيون ٺهندا هئا.

نقشو نمبر 52

# 1508ع

## جام نظام الدين جي دور ۾ سنڌ جا دنگ

## ۽ سنڌس موثر هلندي پُڄنديءَ هيٺ علائقا



اوچ کان سواءِ ٻين واپاري وکرن ۾ ملتاني غاليچا ۽ فراسيون، پرت، چمڙي جون شيون، ڪشميري شالون، آرينا، ڪشمير ۽ خيبر پختونخوا جو ڪاٺ، ڪاٺ جو سامان، تنبو ۽ تنبن جو ڪپڙو، قلمي شورو، نِيرُ، سوٽي اسم، ڪٽڪ، آفيم، چانور، ڪڻڪ ۽ اناج شامل هئا. پرڏيهه مان ايندڙ مال ۾ چاندي، سون، ڌاتو، ڌاتوئي سامان، شيشو، چينيءَ جا ٿانوَ، گھوڙا، مسالا، ڪنئورَ، ٽنيڻ، عطرَ، ليپَ (ملمون)، سينگار جو سامان، شيون سانديڻ ۾ ڪم ايندڙ مادا، ميڻَ، سُرهاٽيون، گرم مسالا (ويگر)، ڪارا مرچ (ڪاري، اڇي ڳاڙهي رنگ ۾)، ڳاڙها مرچ، دالچيني ۽ ڪمال پٽ شامل هئا.

ان جُڳ ۾ سنڌ جو سڪيو ستابو هجڻ ٺٽي ويجهو مڪليءَ جي ٽڪرين تي سما دور جي اڏاوتن، خاص ڪري ڄام نظام الدين ۽ دريا خان جي مقبرن، تي ٿيل اُڪر مان چٽو ڏسڻ ۾ اچي ٿو. مڪليءَ تي حماد جماليءَ جي خانقاهه ۽ مسجد پڻ ڪاريگريءَ جا اعليٰ نمونا پيش ڪن ٿيون.









**تغلق، سندن سڪا، ٽپال جي سهولت، ابن بطوطہ ۽ منجنيق**

838. محمد تغلق (وفات 1351ع، سونڊا وٽ). (رضا لائبريري رامپور).

839. فيروز شاهه تغلق (پڳ ٻڌڻ 1351ع، سونڊا وٽ). (رضا لائبريري رامپور).

840. محمد تغلق جو پتل جو سڪو (زوريءَ ٺاهيل سڪو، ٿومس تان).

841. ابن بطوطہ.

842. پهچندڙ ٽپالي جن جو احوال ابن بطوطہ ڏنو آهي ۽ بارٽل فريئر سنڌ ۾ ڪم آندا. (ڏُوارتي، سيوهڻ).

843. پاڙيتو گھوڙيسوار. فلورينس ۾ شاهڪار مجسمو.

844. 711-714ع، منجنيق جو هڪ قسم، جيڪا عربن ديبل تي ڪڙو چاڙهڻ وقت ڪم آندي. اها اصل يوناني ايجاد هئي، جنهن ۾ سڌارا آٿي رومين راس ڪيو. ايران جي پارٿين ۽ ساسانين انهن تان نقل ڪئي ۽ محمد بن قاسم پاران عراق ۽ ايران مان پرتي ڪيل فوجين هلائي. محمود غزنويءَ پڻ اهڙي قسم جون مشينون ڪم آنديون. ڏکڻ ايشيا جي ماٺهن اهي وڏي پئماني تي ڪم نہ آنديون. (ايم. ايڇ. پنهور).




**نوٽ:**

نندين نندين بادشاهيون اُسرڻ سان ڏيهي ثقافتن ۽ ڏيهي ٻولين جي اوسر ٿي ۽ ڏيهي واپارين کي اڏاوتي ڏانءَ سميت هر ميدان ۾ پير ڄمائڻ جو موقعو مليو، جنهن جو اثر اڄ تائين هلندو پيو اچي. ان سان ڏيهي معيشت ۾ زراعت کي وڏي هٿي ملي. سنڌ 1385 ۽ 1388ع جي وچ تي ڏن ڀريندڙ ملڪ هو.

مختلف بندرگاهن تي واپاري ڳڙهه ٺهڻ جي سلسيوار ترتيب هن ريت هئي:

ڪيلِيڪَٽ 1498

ڪوچين 1502

گوئا 1501

جافنا 1519

چئي سگهجي ٿو ته لاڙي بندر ۾ جتان وچ ايشيا، افغانستان، هاڻوڪي پاڪستان ۽ اوپر پنجاب جو مال پرڏيهه ويندو هو، انهن 1510-1512ع جي وچ تي موڪلائي يا بنا موڪلائڻ جي پنهنجو ڪارخانو هنيو هوندو.

باب چويهون

# آخري برفاني جُڳ
# سنڌ ۾: 1530_1700ع ۽
# ڏکڻ ايشيا جي اترين ڀاڱن ۾: 1850ع

ڏکڻ ايشيا جي اترين ڀاڱن ۾ ٿيل هڪ سچر کوجنا (1850ع) پڌرو ڪيو آهي ته پوري دنيا جا گرمي پد 1430ع کان ڪِرڻ شروع ٿيا. وچ ايشيا ۾ ڦيرا اٽندي 1480ع ڌاري محسوس ٿيا، پر اتي صورتحال بگڙڻ 1500ع کان پوءِ شروع ٿي، جنهن وچ ايشيائي قبيلن جي 1530 کان 1660ع تائين ڏکڻ ايشيا ڏانهن لڏ پلاڻ ڪرائي. هن عمل جو سنڌ سان لاڳاپو ڪيئن ٿو نهي، هن ريت سمجهائي سگهجي ٿو.

جيڪڏهن گرمي پد ڏکڻ ايشيا جي پَٽن ۾ $0.5^0$ سينٽيگريڊ ڪِري پوي ۽ هماليه ۾ $1^0$ سينٽيگريڊ ته انهي جو سنڌ تي اثر عام سال جي ڀيٽ ۾، مثال طور 1930ع لاءِ، ٿيندو:

1. برف، جيڪا عام طور تي هماليه ۾ پهرين اپريل ڌاري ڳرندي آهي، اٽڪل پندرهن کان ٽيهه ڏينهن دير سان ڳرندي، يعني پندرهين اپريل کان پهرين مئي تائين ڳرڻ شروع ٿيندي.
2. برف جو ڳرڻ، جيڪو هاڻ پندرهين جون ڌاري چوٽ تي پهچي ٿو، جون جي پڇاڙيءَ تائين پوئتي هليو ويندو، ڇاڪاڻ ته عام سالن ۾ چؤماسي جا جهڙ گرمي پد ۽ برف جو ڳرڻ گهٽائي ڇڏيندا آهن، پر گهٽ گرمي پَدَ چؤماسي کي هماليه ۾ اٽڪل پندرهن ڏينهن وڌيڪ پٺتي ڪري ڇڏيندا.
3. آب ڪلاٽيءَ جي مند اٽڪل پندرهن ڏينهن پوئتي هلي ويندي ۽ برف ڳرڻ (چؤماسو نه) سان ايندڙ ٻوڏ سنڌ ۾ چوٽ تي جولاءِ جي پڇاڙيءَ ڌاري تائين پهچندي.
4. سنڌوءَ ۾ پاڻيءَ جي سطح عام سطح کان ڪيترائي فٽ هيٺ هلي ويندي. چؤماسو پندرهن ڏينهن پوئتي هليو ويندو ۽ پهرين جولاءِ جي بجاءِ پندرهين جولاءِ کان پندرهين آگسٽ تائين ايندو.
5. چؤماسي جا مينهن سنڌوءَ ۾ ٻوڏ جو پاڻي آٽيندا ۽ انهي جو سنڌ ۾ چوٽ پهرين آگسٽ کان پهرين سيپٽمبر تائين ٿيندو.
6. سانوڻي گهٽ ۾ گهٽ پندرهن ڏينهن دير سان يعني هاڻي وانگر پهرين اپريل تي شروع ٿيڻ بجاءِ پندرهين اپريل تي شروع ٿيندي.

گرمي پد ۾ ايندڙ هن $0.5^0$ سينٽيگريڊ لاٿ جي وڪڙ ۾ آب ڪلاٽي ريج تي ٿيندڙ پوکون جهڙوڪ ساريون، ڦٽيون ۽ ٻيون هينئن ايندين:

- واهه پندرهن ڏينهن دير سان وهڻ شروع ٿيندا ۽ سارين جو رونبو ڪري سگهڻ جيترو پاڻي پهرين جولاءِ جي بجاءِ پندرهين جولاءِ کان ملي سگهندو، جيئن بٽراج کان اڳ وارن ڏينهن ۾ ٿيندو هو.
- درياءَ ۾ پاڻي پهرين سيپٽمبر کان لهڻ شروع ٿي ويندو ۽ واهه پندرهين سيپٽمبر کان پوءِ ڪنهن صورت ڪو نه وهندا.
- پندرهين جولاءِ تي رونبيل ساريون واڌ ته ڪنديون پر سيپٽمبر ۾ پاڻي نه ملڻ ۽ آڪٽوبر ۾ سيارو شروع ٿي وڃڻ ڪري صحيح نموني پچي نه سگهنديون. رڳو هلڪيون جنسون جهڙوڪ رتڙيو، گنجو ۽ ڪنگڻي وغيره ئي ڪري سگهبيون، سڳداسيءَ جهڙيون سٺيون جنسون نه، جن کي پچڻ لاءِ 120 ڏينهن گهرجن.
- سارين جون هلڪيون جنسون سٺين جنسن جي ڀيٽ ۾ گهٽ لهنديون آهن، پنجاهه کان سٺ سيڪڙو، تنهنڪري ڪل اپت گهٽجي ويندي.
- پاڇاٽيون پوکيل سارين کي جهٽ پڇرائڻ لاءِ رونبي جي بجاءِ ڇَٽَ ٿينديون. انهي سان پيداوار ويتر گهٽجي ٻه ڀاڱي ٽي وڃي بچندي.
- ائين سارين جي پيداوار عام جي ڀيٽ ۾ رڳو چاليهه کان پنجاهه سيڪڙو ٿيندي.
- جُوَر، ٻاجهري ۽ ٻيون ٿورا ڏينهن بيهندڙ پوکون پوکبيون ۽ پچنديون. اهي سارين جي جاءِ وٺنديون، پر انهن جي في ايڪڙ پيداوار سارين جي پيداوار جي ڀيٽ ۾ گهٽي گهٽ ٿيندي آهي، تنهنڪري انهن تي سنڌ جي آبادي پلجي نه سگهندي.
- ڏگهو هلندڙ سيارو ڪڻڪ ۽ سياري جي ٻين پوکن جي پيداوار وڌائڻ ۾ مدد ڏيندو، پر سياري ۾ پاڻي نه ملڻ ڪري اهي فصل ٿورڙي ايراضيءَ تي پوکبا. ڪچي ۾ ڪڻڪ ۽ تيلي ٻج ٿيندا، پر ايراضي ٿوري هوندن.
- ماڻهو مالوند وڃي ٿيندا، ٿر ۽ ڪوهستان جي سڃن علائقن ۾ وڌيڪ

## ڏکڻ ايشيا جا مهندار صوفي

تيرهين، چوڏهين ۽ پندرهين صديون

| نالو | شهر | مسلک | مرڻ جو سن |
|---|---|---|---|
| شرف الدين بُو علي قلندر | پاڻيپت | سُهروردي | 1324ع |
| لال شهباز قلندر | سيوهڻ | ؟ | 1252ع |
| نظام الدين اولياءَ | دهلي | چشتي | 1325ع |
| امير خُسرُو | دهلي | چشتي | 1325ع |
| رُکن الدين عبدالفتح | ملتان | سُهروردي | 1335ع |
| محمد امام | دهلي | چشتي | 1335ع |
| مير حسن علي سنجاري | ديوگيري | چشتي | 1336ع |
| ضياءُ الدين برني | دهلي | چشتي | 1338ع |
| برهان الدين غريب | ديوگيري | چشتي | 1340ع |
| ضياءُ الدين بخشي | بدايون | چشتي | 1350ع |
| فريدالدين | ناگور | چشتي | 1351ع |
| ناصرالدين چراغ | دهلي | چشتي | 1356ع |
| اکِي سراجُ الدين | گؤر | چشتي | 1357ع |
| حميدالدين قلندر | دهلي | چشتي | 1367ع |
| سيد محمد بن مبارک ڪِرماني | دهلي | چشتي | 1368ع |
| شرف الدين يحيٰ مانيري (فردوسي) | راجگير | چشتي | 1371ع |
| يوسف چشتي | دهلي | چشتي | 1372ع |
| سيد جلال الدين مخدوم جهانيہ | اُچ | سُهروردي | 1383ع |
| امير ڪبير سيد علي همداني (ڪُبراوي) | سري نگر | ؟ | 1383ع |
| عبدالمقتدر | ڪلپي | چشتي | 1389ع |
| اشرف جهانگير سِمناني | ڪبيرآباد | چشتي | 1405ع |
| مير سيد گيسُو دراز | گلبرگا | چشتي | 1422ع |
| سيد محمد عالم | احمدآباد | سُهروردي | 1425ع |
| شير خان بَک | دهلي | چشتي | 1433ع |
| زناد شاهہ مداري | ماڪنپور | مداري | 1436ع |
| برهان الدين قطب عالم | بٽيرا | سُهروردي | 1459ع |
| سيد محمد بن جعفر | سرهند | چشتي | 1484ع |
| شيخ عبدالله شطاري | گواليار | شطاري | 1485ع |
| شيخ حسين | ناگور | چشتي | 1496ع |
| سيد محمد غوث | اُچ | چشتي | 1517ع |
| عبدالقادر-ٻيون | اُچ | ؟ | 1533ع |




### نقشو نمبر 54

# 14 هين _ 18 هين صديون سنڌ ۾ ثقافتي، ڌرمي، انتظامي ۽ واپاري ڳڙهہ

ڪاڇو

50 40 30 20 10 0 5 10 ميل

1. هاڻوڪو بين الاقوامي دنگ
2. هاڻوڪو صوبائي دنگ
3. سنڌو درياءَ جو هاڻوڪو وهڪرو
4. سنڌو درياءَ جو سورهين صديءَ ۾ وهڪرو
5. سورهين صديءَ ۾ اچ وڃ جا گسَ
6. مسلمانن جون مزارون
7. هندو تيرٿ
8. جيني مندر
9. پاٽيءَ جا ديوتا
10. سرڪار جي راڄڌاني
11. مسلم درسگاهون
12. واپاري ڳڙهہ
13. ساموندي ڪنڌي سورهين صديءَ ۾
14. سورهين صديءَ جا شهر

1330 - 1400 گهٽي ۾ ٻاگي ڏکڻ ايشيا ۾ ڪارو ڏڪار هو: گهٽ مينهن، سوڪهڙو، گهٽ اُپت، سجائي، بک، لنگهڻ، بيماريون ۽ جيڏانهن تيڏانهن موت. اهڙي صورتحال ۾ ماڻهن کي آٿت ڏيڻ لاءِ مسلمان صوفي ۽ هندو ڀڳت اٿيا، اڳتي هلي گرو نانڪ جا پوئلڳ سِکَ ٿيا. بلڪل اُئين جيئن ڇهين صدي ق-م واري ڏڪار سماج سڌارک جهڙوڪ ڪَنفيُوشَس، زردشت، ٻُڌ ۽ مهاوير پيدا ڪيا هئا.

ڊور ڏاريندا ۽ ٿورڙن وسيلن مٿان گهڻن ڊورن جو دٻاءُ ٿر ۽ ڪوهستان ڪي صفا پينگ ڪري وڌيڪ ڊور پالي سگهڻ جهڙو نه ڇڏيندو.

- ٿلهي ليکي ڪاڏي جي شين جي ڪوٽ ۽ ڏڪار ٿيندو، جنهن سان ماڻهن جي موتن ۾ واڌارو ايندو، جيستائين وڃي آبادي گهٽجي اوتري بچي، جيڪا جيڪو ڪجهه موجود آهي تنهن سان ڊاپي سگهي.
- آخري برفاني جُڳ سنڌ ۾ انهن ڏينهن ڏاري آيو جڏهن اها 1522ع ۾ ارغونن هٿان فتح ٿي. گرمي پَدَ ڪرندا رهيا ۽ ساڳيو ئي حال ٻنيءَ جي پيداوار جو به ٿيو. ڏيهه اندر بغاوتن ڪَر ڪنيا ۽ اهي ويندي سنڌ ۾ ارغون-ترخان دور جي 1591ع ۾ پڇاڙيءَ تائين دٻائجي نه سگهيون. اهي اڳتي مغلن جي دور ۾ به هلنديون رهيون.
- آخري برفاني جُڳ جي سنڌ ۽ ڏکڻ ايشيا تي پوندڙ تاريخي اثرن جو پتو هيٺين مثالن مان لڳائي سگهجي ٿو:
- اٽڪل 1578ع ڌاري سنڌ ۾ ڏاڍو ڏڪار پيو جيڪو ست سال ڪن هليو. ارغون حاڪم مرزا باقي اَنُ گدامن ۾ لڪائي ڇڏيو، جيڪو ڪنهن ڪي به ڪنهن قيمت تي نٿي ڏنائين، پلي ان لاءِ پنهنجي ئي ماڻهن ڪي مارڻو چو نه پويس.
- آخري برفاني جُڳ سموري ڏکڻ ايشيا ڪي پڻ ڏَڪيو ۽ ايستائين جو مغلن کي نئين راڄڌاني فتحپور سِڪري 1575ع ۾ ڇڏڻي پئي هئي، چو ته جمنا درياءَ جو پاڻي انهي تائين نه پئي نيئي سگهيا.
- انهن ڏڇن هلندي اڪبر سنڌ فتح ڪري پنهنجي ملڪ سان ڳنڍائي ڇڏي، پر آخري برفاني جُڳ جي ڪري ڪاڏي جون شيون آباديءَ جي گهرج جي پيٽ ۾ گهٽ ٿي لٿيون ۽ سنڌ جي قبيلن جون بغاوتون هلنديون رهيون.
- آخري برفاني جُڳ 1655ع تائين پنهنجي بدترين ڏاڪي تي پهتو، جڏهن سرڪاري اوڳاڙي گهٽجي پنجهٺ سال اڳ 1600ع ۾ ٿيندڙ اوڳاڙيءَ جي پنجين پتي مس وڃي بچي.
- سنڌ ۾ آخري برفاني جُڳ 1700ع ڌاري هٽيو، پر ٿوري عرصي لاءِ، چو ته 1760 کان 1850ع وارو عرصو وري ٿڌ هلي.
- اتر پنجاب ۾ وڌيڪ سو سال 1800ع تائين هليو، جنهن جي ڪري سِکن واريون بغاوتون ٿيون.
- بغاوتون سموري ڏکڻ ايشيا تائين پکڙيون ۽ ارڙهين صديءَ جي منڊ ۾ مغل سلطنت جو انت آندائون.
- يورپ ۾ آخري برفاني جُڳ 1850ع تائين هليو.
- مغل سلطنت جو ٿهڻ ۽ ڊهڻ ڏکڻ ايشيا ۾ 1522 کان اٽڪل 1700 يا 1725ع تائين هلندڙ آخري برفاني جُڳ سان جوڙيو وڃي ٿو.

## آخري برفاني جُڳ جا سماجي ۽ معاشي اثر

آخري برفاني جُڳ جا نتيجا اهي نڪتا ته پيداوار گهٽجي وئي، ڏڪار پيا ۽ بک وگهي ماڻهو مٿا ۽ انهي ڪري 1522 کان 1700ع تائين ارغونن، ترخانن ۽ مغلن خلاف بغاوتون ٿينديون رهيون. وگوڙي حالتن سنڌ جي ماڻهن کي سنڌ ڇڏي ڪڇ، ڪانياواڙ، گجرات ۽ برهانپور ڏانهن لڏي وڃڻ تي مجبور ڪيو. ڪيترائي سنڌي حِدي، مڪي ۽ مديني ڏانهن پڻ لڏي ويا، جتي انهن جا پونير اجا تائين پاڻ کي السنڌي سڏائيندا پيا اچن. سنڌ جا ماڻهو لاڏائو بڻجي ويا ۽ مال ڌارڻ ۽ چارڻ ڪي وڃي لڳا. واهه رڳو اهي پئي وهيا، جيڪي هيٺانهن علائقن ۾ هئا. اهڙن علائقن ۾ هاٽوڪا جيڪب آباد، شڪارپور ۽ لاڙڪاڻو ضلعا ۽ دادو ضلعي جو اتريون پاسو اچي ٿي ويا. درياءَ جي ڪابي پاسي ورلي ڪن واهن پئي ڪم ڪيو ۽ هاٽوڪن نوشهرو فيروز، نوابشاهه (هاڻ شهيد بينظير آباد)، سانگهڙ ۽ حيدرآباد ضلعن وارو سمورو علائقو سمن جي مختلف ذاتين جي مهنداريءَ ۾ ٿيندڙ بغاوتن هيٺ رهيو. اوڳاڙيون رڳو ڪاتي ڪنڌ تي پئي ٿيون. گهٽي پاڳي واهن جي ڪاتي ڪانه ٿي ۽ اهي لَٽجي بيهي ويا. ٿُلهي ليکي، پيداوار گهٽجي 1522ع جو اڌ وڃي بچي ۽ ساڳيو حال آباديءَ جو به ٿيو. گهٽ ۾ گهٽ اڌ آبادي باغي ٿي وئي ۽ ڏڪار وارن ڏينهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ڪجهه موقعن تي ماڻهن ماڻهوءَ جو ماس به کاڌو.

ماڻهن ڪي آئت ڏيڻ/ڏيان مٿائڻ لاءِ صوفي، ڀڳت ۽ مذهبي سماج سڌارڪ پيدا ٿيا. 1500 کان 1700ع جي وچ تي ڇهن گوسوامڻن ويشناوا ايشور وديا ترتيب ڏني، ڪبيرداس (1500-1600ع) سَڪيون ۽ نِرگنا ڀڳتي تحريڪ شروع ڪئي. انهي عرصي دوران ويشناوا شاعره ميراٻائي، آسام جي هڪڙي ٻئي ويشناوا شاعر شنڪر ديوا، ڪِرشرا ڀڳتي مسلڪ جي مهان انڌي ڪَوِي سُورداس ۽ مهاراشٽر جي تُڪارام پڻ انتر ڏيان جي سکيا ڏني. ان دور جا ٻيا سماج سڌارڪ شِرينِواس، ڪرشناداس وغيره هئا.



846. شاهجهان مسجد ٺٽي جي ڪاشيءَ جي سر.



845. جامع مسجد ٺٽي جي ڪاشيءَ جي سر.


نقشو نمبر 55
1517 - 1523ع
شاهہ بيگ جون سنڌ ۾
فوجي ڪارروائيون
1. 1517/18: ڪوئيٽا (شال) کان سِبيءَ ڏانهن ۽ سبي پهچڻ.
2. نومبر 1518: ڳاها، باغبان کي ڦرڻ ۽ سبيءَ موٽڻ.
3. نومبر 1520: فتحپور رستي ٺٽي تي چڙهائي ڪرڻ ۽ باغبان کي ڦرڻ ڦٽائڻ.
4. نومبر-ڊسمبر 1520: باغبان مان ٺٽي ڏانهن چڙهائي ڪرڻ.
5. 21 ڊسمبر 1520: مبارڪ خان کي مارڻ.
6. 22 ڊسمبر 1520 کان 1 جنوري 1521: ٺٽي ۾ ڪوس ڪرائڻ.
7. فيبروري-مارچ 1521: ٺٽي کان سيوهڻ ڏانهن هلڻ.
8. 14 ڊسمبر 1521: شاهہ حسن جو ڪوئيٽا (شال) مان ٺٽي لاءِ نڪرڻ. 3 جنوري 1522 تي سيوهڻ پهچڻ ۽ جام صلاح الدين کي شڪست ڏئي مارڻ.
9. مارچ 1522: سبيءَ مان باغبان ڏانهن هلڻ ۽ ماڇي قبيلن جو ڪوس ڪرائڻ.
10. اپريل-مئي 1522: باغبان کان بکر ڏانهن چڙهائي ڪرڻ ۽ ڏاريجن چگن مڙسن جو ڪوس ڪرائڻ.
11. بهار 1523: جيڪب آباد ضلعي جي 42 بلوچ ڳوٺن ۾ ڪوس ڪرائڻ.
12. نومبر 1523 کان جون 1524: بکر کان اگهاماٽي ڏانهن چڙهائي ڪرڻ، سنڌوءَ جي ٻنهي ڪنڌين وارن قبيلن کي سزا ڏيڻ.
13. 26 جون 1524: شاهہ بيگ جو اگهاماٽي ۾ مرڻ.
ڏسٽي
1 سنڌوءَ جو سنڌ ۾ هاڻوڪو وهڪرو
2 سنڌوءَ جو سورهين صديءَ ۾ پراڻو وهڪرو
3 ڪاهن جا گَسَ
4 سورهين صديءَ جا شهر
5 سنڌ جو هاڻوڪو دنگ
6 نوان شهر
7 سنڌ جو 1517ع ۾ دنگ
اتر
ڪاڇو
0 50 100 150ميل
زهوب
راوي
خانيوال
ملتان
ڊيرا غازي خان
شال
ڪوئيٽا
مستونگ
سبي
قلات
گنداوا
جيڪب آباد
بلوچن جا ڳوٺ
اُچ
بهاولپور
ديراوَر
رحيميارخان
اباوڙو
ماٿيلو
سکر
بکر
روهڙي
لاڙڪاڻو
چٺائي
دربيلو
باغبان
دادو
ٺلٽي
نوابشاهہ
سيوهڻ
منصوره (کنڊر)
هالاکنڊي
ميرپورخاص
نصرپور
حيدرآباد
امرڪوٽ
ڇاڇرو
ٺٽو
جهمپير
ڪلري ڊنڍ
ڪراڇي
لاڙي بندر
شاهہ ڪپور (کنڊر)
فتح باغ
مٺي
ويراواهہ
نگرپارڪر
رڻ
ڪڇ
راڌنپور
پَٽڻ
راڻ ڪنگهار جو ڪڇ
احمدآباد
گجرات سلطنت

# ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي سنڌ ۾ گورنرن جي راڄ ۾ ريجاڻي
# (1525_1701ع)

آخري برفاني جُڳ جي پنئين باب ۾ ڏنل احوال مان اهي حالتون پڌريون ٿين ٿيون، جن ارغونن ۽ ترخانن کي سنڌ فتح ڪرڻ ۽ انهن قبيلن کي وچ ايشيا مان وڏي پئماني تي لڏائي سنڌ ۾ آڻي وسائڻ تي مجبور ڪيو. پنهنجي مقالي "هيروئڪ اسٽرگل آف سنڌ اگينسٽ فيوڊلزم" ۾ هن ليکڪ انهي صورتحال جي چنڊڇاڻ ڪئي آهي، جنهن هيٺ هن عرصي دوران سنڌ ۾ وڳوڙي حالتون پيدا ٿيون ۽ معيشت تباھ ٿي. انهي صورتحال جي جهلڪ پسائڻ لاءِ ڪجھ اهم واقعن جو احوال سن وار ترتيب سان هيٺين پيراگرافن ۾ ڏجي ٿو:

ارغونن، ترخانن جي مدد سان سنڌ سمن کان 1522ع ۾ فتح ڪئي. مٿن بابر جو قنڌار خالي ڪرڻ لاءِ دٻاءُ هو ۽ ڪين ڪو نئون ٺاڪ ڳولڻو هو. مٿن اصل ڏيھ واسي ماڻهن کي شهري علائقن مان نيڪالي ڏئي پنهنجن قبيلن کي سنڌ ۾ وسائڻ وارو دٻاءُ پڻ هو.

ٺٽي ۾ 20 ڏينهن تائين ماڻهن جو ڪوس ڪيائون. اتان ۽ ٻين شهرن مان ڏيھ واسي ماڻهن کي ڪيڍي ارغون ۽ ترخان قبيلن لاءِ جاءِ ٺاهيائون. هڪ همعصر تاريخ نويس مطابق: "جيڪي گهوڙيسوار هٿيا ۽ تلوار هٿن ۾ هئن، تن کي هر پاڇاري هٿن ۾ هو ۽ ٻنين ۾ ڏاند پٺيءِ وهايائون". پر شاھ حسن جي حد تائين حڪمت عمليءَ ڪم ڪيو. همايون جي فوجين ڪيمپ جا جانور ماري ۽ ڪاٺي ڇڏيا. سندس ٻہ لک فوجين واري لشڪر جو تمام وڏو ڀاڱو ڪيمپ ڇڏي سنڌ ۾ هيڏي هوڏي ڪاڌي ۽ مٽي چانوَ جي ڳولا ۾ پٽڪندو رهيو. ڪن موقعن تي تہ همايون کي پنهنجي دشمنن يعني سنڌ ۾ موجود ايجنٽن ۽ مقامي گورنرن کي اناج ڏيڻ لاءِ چوڻو پيو. سندس اها منٿ هر پيري مڃي وئي تہ جيئن اهو چتو نہ ٿئي ۽ جنگ تي نہ لهي اچي. ڏڪاري حالتن جي ڪري وٺائون چانيل رهيون، جن شاهي پوئلڳن کي وڏو جاني نقصان رسايو. لشڪر ڇڏي وڃڻ وارا ڪجھ شاھ حسن سان وڃي گڏيا. پڇاڙيءَ ۾ ماڻهو مارائي، خزانو ڪٺائي ۽ پوئلڳن جو ويساھ وڃائي نيٺ همايون انهن شرطن تي ٺاھ ڪيو تہ ڪيس سنڌ مان صحيح سلامت لنگهہ ڏنو ويندو ۽ سڄي واٽ سيڌو سامان پهچايو ويندو.

1555ع ۾ شاھ حسن جي مرندي ئي گهرو ويڙھ شروع ٿي وئي. بکر ۾ راڄ ڪندڙ سلطان محمود سيوهڻ سرڪار تي قبضو ڪرڻ گهريو ۽ ٺٽي ۾ راڄ ڪندڙ مرزا عيسيٰ ترخان بہ ساڳيو ئي ڪم ڪرڻ گهريو. ترخانن، ارغونن سان هلندڙ گهرو ويڙھ ۾ پورچوگيزن کان ڪن شرطن تي مدد گهري. اهي شرط پورا نہ ڪيائون ۽ پورچوگيزن کي 1555ع ۾ سنڌ جي سڪئي ستابي وسندڙ راڄڌاني شهر ٺٽي کي ڦرڻ، باهيون ڏئي ساڙڻ ۽ ڦٽائڻ جو بهانو مليو.

انهن حالتن جي ڪري وڏي انگ ۾ واپاري، ڪاريگر، ڏاها ۽ صوفي سنڌ ڇڏي ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، حيدر آباد دکن ۽ عربستان لڏي ويا.

سنڌ ۾ ڏڪار آخري برفاني جُڳ جي ڪري پيو هو، جيڪو سنڌ تي 1530ع ۾ ڪڙڪيو هو. ڏڪار بدترين ڏاڪي تي 1575-1585ع ڌاري پهتو. اڪبر منصبداري نظام لاڳو ڪيو. منصبدار هڪ فوجي گورنر هوندو هو، جيڪو ڍل ۽ آبيانو اوڳاڙيندو هو. انهي جي ئي هٿن ۾ انصاف، امن امان جي انتظام لاءِ پوليس، واهن جي کاٽي ۽ ٻنيءَ جي نئين سِر ورهاست هئا. اهو حقيقت ۾ چڻ تَرَ جو ڏاڍو مڙس هو، جنهن وٽ اڻ مَيا اختيار هئا ۽ جوابده رڳو سلطان آڏو هو.

بکر واري سلطان محمود کي پٽاڻو اولاد نہ هو ۽ اهو پنهنجي ڏيءُ دهليءَ جي اڪبر بادشاھ جي حرم ۾ موڪلي چڪي ويو هو تہ سندس مرڻ تي بکر سرڪار اڪبر کي ملندي. اهو 1587ع ۾ مري ويو ۽ سنت ئي اڪبر 1591ع ۾ سنڌ کي فتح ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. سنڌ کي ٽن سرڪارن: بکر، سيوهڻ ۽ ٺٽي ۾ ورهايو ويو ۽ ٽنهي تي گورنر رکيا ويا. هر گورنر پنهنجي مُنهن آزاد هو.

## مغلن جا بکر ۾ گورنر
## (1575_1679ع)

بکر هڪ سو چئن سالن ۾ پنجاھ گورنر ڏٺا. ايترو تہ جهٽ جهٽ مٽيا جو سنڌن سراسري مدو اٽڪل بہ سال بيٺو، جنهن دوران ڪين انتظام هلائڻو هو، جيڪو لڳ ڀڳ ڏاڍ راڄ وارو هو، فوج رکڻي هئي ۽ هڪ مقرر رقم مرڪزي خزاني ۾ ڏيڻي هئي. اوڳاڙين جو بار ٻنيءَ جي اپت تي هو، جنهن جو دارومدار واهن ذريعي ٿيندڙ ريجاڻيءَ تي هو، جيڪي هر سال کاٽي گهرندا هئا ۽ انهي لاءِ گورنر کي رقم رکڻي هوندي هئي. گورنرن کي پنهنجو مدو هڪ سال هلڻ جي بہ پڪ نہ هوندي هئي، تنهنڪري اهي انهي

## نقشو نمبر 56

# 1525 - 1658ع
# ٽن مسلمان رياستن
# عثماني، صفوي ۽ مغل
# جي وڌ وڌ ۾ پکيڙ




اڪبر سنڌ کي پنهنجي سلطنت ۾ ان ڊپ کان ملايو ته متان صفوي ان تي قبضو ڪري وٺن. اهو ئي ڪارڻ هو جو جيتوڻيڪ جاني بيگ ۽ غازي بيگ ترخانن کي نالي ۾ ته سنڌ جو حاڪم بڻايو ويو، پر ڪين ڪڏهن به ٺٽي ۾ مقرر نه ڪيو ويو. گهڻو ڪري ساڳيو ئي ڪارڻ هو جنهن هيٺ مرزا عيسيٰ خان ترخان-ٻئين کي ٺٽي ۾ مقرر ڪيو ويو، پر 18 ڏينهن کان پوءِ کيس بدلي ڪيو ويو.

لاءِ رقم نه رکندا هئا ۽ نتيجي ۾ پوکيءَ هيٺ ايراضي ۾ اوڳاڙيون گهٽجي وينديون هيون. تنهن کان سواءِ انهي سان آبادگارن لاءِ ڏکار واريون حالتون به پيدا ٿينديون هيون.

1679ع کان پوءِ بکر ڏانهن کو گورنر نه موڪليو ويو. مختلف ٽڙيل پکڙيل رڪارڊن مان پتو پوي ٿو ته سموري سرڪار تي تَرَ جي هنن قبيلن قبضو ڪري ورتو هو: جيڪب آباد ۽ شڪارپور ضلعن تي دائودپوٽن: سکر تعلقي ۽ لاڙڪاڻي ضلعي تي ڪلهوڙن ۽ دادو ضلعي تي پنهورن. 1660ع کان ستت پوءِ سمن جي ڪجھ قبيلن بکر سرڪار جي سنڌو درياءَ جي ڪاهِي پاسي هاٿوڪي گهوٽڪي ضلعي ۽ روهڙي تعلقي وارن علائقن تي پڻ قبضو ڪري ورتو.

## مغلن جا سيوهڻ ۾ گورنر

بکر کان به اڳي گهٽي پاڳي سيوهڻ سرڪار تي تَرَ جي قبيلن قبضو ڪري ورتو هو ۽ انهن سمورن قبيلن، ڪلهوڙن کان سواءِ، سرڪاري طرح مغلن جا ڪارندا ٿي ڪم پئي ڪيو ۽ ٿورو گهڻو ڏَنُ پئي ڀريائون.

## مغلن جا ٺٽي ۾ گورنر

1591 ۽ 1738ع جي وچ تي سنڌ جا مغل يا ترخان گورنر 60 ٿيا، جن جو سراسري مدو اڍائي سالن کان به گهٽ بيهي ٿو. ان ٿورڙي مدي ۾ بي يقينيءَ سرڪار لاءِ ساڳيا بکر ۽ سيوهڻ وارا مسئلا پيدا ڪيا.

مغلن جي صوبائي انتظام جي مکيه اوڻائي اها هئي ته همايون جي شير شاهه هٿان شڪست کان پوءِ انهن مقامي مسلمانن مٿان ڀروسو ڪرڻ ڇڏي ڏنو هو ۽ مغلن کي منصبدار وغيره ڪري ٿي موڪليائون. مغلن پاران ذميواري ملڻ لاءِ اهل اهو هو جيڪو رنگ جو اڇو/ڀورو هجي (ايرانين ۽ وچ ايشيائين وانگر)، ڏکڻ ايشيا کان ٻاهر ڄائو هجي ۽ ڪا ڏيهي مسلمان مائي پرڻيل نه هجي. ڏيهي ٻولين جي ڄاڻ هجڻ ضروري نه سمجهيو ويندو هو. نتيجو اهو ٿيو ته اصل هتان جا مسلمان پاڻ کي ڪنهن نه ڪنهن ٻئي مسلمان ملڪ مان لڏي آيل ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. جيڪي نوان آيا، تن هتان جي ڀوري رنگ وارين ماين سان شاديون ڪيون ته جيئن سندن ٻار مغلن جي عهدن لاءِ اهل ٿي سگهن ۽ ان سان ايران ۽ وچ ايشيا کان لڳاتار ٿيندڙ لڏپلاڻ کي ويتر هٿي ملي. ان کان به وڌيڪ اڪبر جي ان فيصلي ته ڪنهن منصبدار جي مرڻ تي انهي جي منقولا توڙي غير منقولا ملڪيت، سندس حرم سميت، سرڪار جي قبضي ۾ هلي ويندي، منصبدارن کي گهڻ خرچائو بڻائي ڇڏيو، جن ان کان پوءِ محل نه اڏيا، پر پنهنجي جيئري ئي پنهنجي آخري آرامگاهه لاءِ شاندار مقبرا جوڙائي ڇڏيائون.

انهن سمورن عنصرن جي ڪري ڪرڙمي ٻنيون ڇڏي پچي ويا. جن ٻنيون آباد ڪيون پئي، تن کي منصبدار کي سندس پنهنجي خرچ پکي ۽ مرڪزي خزاني ڏانهن ٻنڌاڻ رکيل رقم موڪلڻ لاءِ تمام وڏا ٽيڪس ڀري ڏيڻا ٿي پيا.

ان قسم جي انڌ ڌنڌ سرڪار جي نتيجي ۾ وِڳوڙي حالتون پيدا ٿيون، جن بابت ڄاڻ هيٺين پيراگرافن ۾ ڏجي ٿي:

مقامي سمن جو راڄ ۽ بلوچ قبيلا گڏ ٿي اٿي کڙا ٿيا ۽ ارغونن ۽ ترخانن سان گهرو ويڙهه سنڌ جي اڪبر هٿان فتح ٿيڻ تائين هلندي رهي. انهي وچ ۾ ريجاڻي سرشتو اجڙڻ شروع ٿي ويو. 1634ع ۾ يوسف مِيرَڪ شاهجهان ڏانهن اٺ سو صفحن جو هڪ خط لکيو، جنهن ۾ مغلن جي گورنرن جي وِيَل قسم جي انتظام، واهن جي سرشتي تي ڌيان نه ڏيڻ ۽ سمن ۽ ٻين ذاتين جي بغاوت جو پيرائتو احوال ڏنائين. گهرو ويڙهه نموني جي بغاوت ارغونن جي ڏينهن جي منڍ ۾ ئي شروع ٿي وئي هئي ۽ شاهجهان جي ڏينهن تائين هلندي رهي ۽ ان جو احوال بيگلارنامي، ترخان نامي، طاهري ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي رڪارڊن (ايڊٽ، فوسٽر) ۾ ملي ٿو، جنهن جو 1635-1662ع جي وچ تي ٺٽي ۾ ڪارخانو هو. وَرٿنگٽن، مينرِق، مَنُوچِي ۽ هيملٽن نالي يورپي گهومڙائن پاران ڏنل احوال ۽ اورنگزيب پاران ملتان جو گورنر هجڻ دوران پنهنجي پيءُ ڏانهن لکيل خط (رُقعاتِ عالمگير ۽ مُقعاتِ عالمگير) ان جي تصديق ڪن ٿا.

اهڙين وِڳوڙي حالتن هلندي سنڌ ۾ ريجاڻي سرشتو ٻنهه اجڙي ڪندر بڻجي ويو. مِيرَڪ چوي ٿو ته گورنرن، منصبدارن ۽ بادشاهه پاران ٻنيون ماڻيندڙن منجهان گهڻا ريجاڻي زراعت کان ڪورا اڻڄاڻ هئا ۽ واهه لَٽيل پيا رهيا. باغي قبيلا اَهنڊ بڻجي ويا ۽ جن ماڻهن ٻنين ۾ آبادي ٿي ڪئي انهن کي ڦُرڻ لڳا. پيرائتن احوالن مان لڳي ٿو ته:

- گهٽ ۾ گهٽ اڌ آبادي باغي ٿي وئي. اهي مال ڌارڻ ۽ چارڻ کي وجي لڳا، پاڻ رهتون ڏيڻ کان کُتو جواب ڏئي انهن تي حملا ڪرڻ لڳا جن آبادي ڪئي پئي ۽ ٽيڪس ڀريا پئي.
- ٽيڪس رڳو تلوار جي زور تي پئي اڳڙيا.
- واهن منجهان گهڻن جي ڪاٽي نه ٿي ۽ اهي لَٽجي ويا.
- ڪيترين ئي پليون ٻنيون ويران ٿي ويون.
- ريجاڻي ايراضي گهٽجي وڃڻ ڪري ڪاڌي جي پيداوار گهٽجي وئي ۽ ساڳيو حال آباديءَ جو به ٿيو.

ڏڪاري حالتون ايڏيون اُگريون ٿي ويون جو گهٽ ۾ گهٽ ڪجھ موقعا اهڙا آيا جو ماڻهو ماڻهوءَ جو ماس کائڻ لڳا. 1662ع تائين سنڌ جي ريجاڻيءَ هيٺ ايراضي توڙي آبادي پڪ سان گهٽجي 1522ع جي ڀيٽ ۾ اڌ کان به گهٽ وڃي بچيون هونديون. ٺٽي سرڪار مان مرڪزي خزاني کي ٿيندڙ آمدني 1665ع ۾ 1600ع واريءَ جو ويهه سيڪڙو هئي، جيئن آئينِ اڪبري ۽ برنيئر انگ اکر ڏنا آهن.

1662ع کان پوءِ جو ڪو رڪارڊ ڪو نه ٿو ملي ۽ وِڳوڙي حالتون



همايون جي سنڌ ۾ هل هلان
07.07.1540 لاهور مان سنڌ ڏانهن وڃڻ جو فيصلو ڪيائين.
ڊسمبر 1540 جو پڇاڙڪو هفتو اُچ پهتو.
جنوري 1541 جي شروعات اُچ ۾ سنڌ جي وچ وارو گارا ٽپيو.
26.01.1541 روهڙيءَ جي ٻاهران پهتو.
20.07.1541 بکر ڇڏي پاٽ ۾ سيوهڻ ڏانهن هليو.
29.08.1541 پاٽ ۾ حميدا بيگم سان لانئون لڌائين.
02.09.1541 پاٽ ڇڏيائين.
06.11.1541 سيوستان (سيوهڻ) تي گهرو چاڙهڻ شروع ڪيائين.
04.03.1542 سيوستان تان گهرو لاٿائين ۽ بکر ڏانهن هليو.
07.05.1542 بکر مان اُچ لاءِ نڪتو.
28.06.1542 اُچ ڇڏي راجستان ۾ مالديو جي علائقن ڏانهن هليو.
29.06.1542 ديراور (دلاور) پهتو.
03.07.1542 واصلپور ۾ ترسيو.
جولاءِ 1542 جو وچ ستلمير پهتو.
13.08.1542 پٽودي ۽ ڪٽيجودي مان لنگهي جيسلمير پهتو.
22.08.1542 ڪوري، مياجيار ۽ نئين چور کان ٿيندو امرڪوٽ پهتو.
11.10.1542 امرڪوٽ مان جوڻ لاءِ نڪتو.
14.10.1542 امرڪوٽ کان 24 ميلن تي پهتو.
15.10.1542 اڪبر اعظم امرڪوٽ ۾ ڄائو.
18.12.1542 حميدا بيگم جوڻ لاءِ نڪتي.
26.12.1542 حميدا بيگم جوڻ پهتي.
12.04.1543 بهرام خان جوڻ پهتو.
11.07.1543 مرزا شاهه حسن ارغون سان ٺاهه ڪرڻ کان پوءِ جوڻ ويجهو ٻيڙين واري پل ٽپيو ۽ نيرون، آمري، لڪي، سيوهڻ، گنداوا، سٽي، مُولا لڪ ۽ منگوچر کان ٿيندو مستونگ هليو ويو.
16.10.1543 مستونگ کان شال (ڪوئيٽا) ۽ چمن رستي قنڌار ۽ ايران ڏانهن هليو.
اتر
شال (ڪوئيٽا)
مستونگ
منگوچر
مُولا لڪ
سٽي
گنداوا
سنڌ
راوي
جهلم
لاهور کان
ستلج
اُچ
ديراور
گارا
اباڙو
ميرپور ماٿيلو
سکر
گهاڙ واهه
بکر
لاڙڪاڻو
هاڪڙي جو
واصلپور
ستلمير
پٽودي
ڪٽيجودي
جيسلمير
راجپوتانا
ڪوري
مياجيار
سڪل ٻيٽ
پاٽ
منڇر ڍنڍ
سيوهڻ
آمري
نوابشاهه
منصوره (ٿُل آثار)
نئون چور
امرڪوٽ
نصرپور
(نيرون ڪوٽ) حيدرآباد
ٽاٽو بولا خان
نري (ٿُل آثار)
جوڻ
فتح باغ
ڇاڇرو
ڪوراشي
بلڙي چاڙهه
ٺٽو
ساڪرو
بگهاڙ چاڙهه
هاٿوڪي ساموندي ڪنڌي
ڪيٽي بندر
سورهين صديءَ واري ساموندي ڪنڌي
بدين
محمد طور (ٿُل آثار)
مٺي
اسلام ڪوٽ
ڊيپلو
ويراواهه
نگرپارڪر
ڪاڇو
ڪڇ
ميل
20 10 0 20 40 60
ڏسٽي
1. سورهين صديءَ ۾ درياءَ جا وهڪرا
2. سورهين صديءَ جا شهر
3. نوان شهر
4. همايون جا گس اچڻ موٽڻ
5. سنڌ جو هاڻوڪو ڏنگ
6. سنڌوءَ جو هاڻوڪو وهڪرو
نقشو نمبر 57
1541 - 1543ع
همايون جو سنڌ ۾ رُلڻ

ايتريون وڏي ويون جو مغلن جي ملتان ۾ گورنر (جيڪو اڳتي هلي سلطان بهادر شاهه-1 ٿيو) هڪڙي مقامي قبيلي (پنهور ذات جو) جي سربراهه کي هاٽوڪي دادو ضلعي جي اترئين پاڱي ۽ لاڙڪاڻي ضلعي جي ڏاکڻئي پاڱي لاءِ موروثي سرڪاري گورنر ٿي ڪم ڪرڻ لاءِ قبول ڪيو. هي بندوبست ڪيترائي سال هليو ۽ انهن کي ديني ۽ دنياوي اڏاوتون ۽ شڪارپور نالي راڄڌاني شهر اڏڻ جو وقت ملي ويو. پڇاڙيءَ ۾ ڪو گهڻو زور لائڻ بنا ئي ڪلهوڙن هٿائي ڇڏين، جيڪي ايڏا سگهارا ٿي ويا هئا، جو شاهي لشڪر کي دادو ضلعي ۾ شڪست ڏني هئائون ۽ ملتان جي گورنر کي مجبور ٿي ڪين پنهورن جي جاءِ تي موروثي سرڪاري گورنر مڃڻو پيو هو. لڳي ٿو ته پنهور قبيلي کي سومرن يا سمن ڪنهن نندي چاڙهه تي آڻي ويهاريو هو جيڪا سنڌو درياءَ مان راڌڻ ڪان ٿلتيءَ تائين سومرن جي دور جي پڇاڙيءَ يا سمن جي دور جي اڳياڙيءَ ڌاري نڪتي هئي. اها چاڙهه سورهين صديءَ تائين سڪي وئي ۽ پنهورن کي سمن اتان اتاري الهندي ناري جي ڏاکڻئي پاڱي جي ڀنهي پاسن سان دادو، جوهي ۽ سيوهڻ تعلقن ۾ ويهاريو. سترهين صديءَ جي پوياڙيءَ ڌاري مقامي گورنر يا صوبيدار طور قبول ٿيڻ ڪان پوءِ قمبر ۽ خيرپور ناٿن شاهه تعلقن ۾ پڻ ڀنيون قبضي ڪيائون. قمبر ۽ وارهه تعلقن ۾ پنهورڪي نالي واهه هو، جيڪو 1931ع تائين وهيو. خيرپور ناٿن شاهه تعلقي ۾ ڳاڙهِي نالي شهر پڻ وسايائون. ڪلهوڙن انهن ڀنهي تعلقن واريون ملڪيتون ڦري ورتن.

آخري برفاني جُڳ هلندي پاڻيءَ جا وهڪرا ۽ سنڌوءَ ۾ پاڻي گهٽو گهٽ ٿي ويا ۽ واهه پرجي نٿي وهيا. رِضاڻي ( سنڌوءَ جي ڇَرَ سان ڀڏندڙ) هيٺ ايراضي جيتوڻيڪ گهٽجي وئي، پر ڪاڏو اپائيندڙ ذريعن ۾ ٻين ڪان سٺي هجڻ واري اهميت ماڻيائين. ساڳي طرح سان ڪوهستان ۽ ڪاڇي ۾ ڪاڇا ايراضي (مينهن جي پاڻيءَ سان ڀڏندڙ) ڪاڏو ۽ گاهه اپائيندڙ ٻي ايراضي ٻٽجي وئي. ارغونن، ترخانن ۽ مغلن واهن جي ڪم ڪرڻ، سنڌوءَ جي نرالي چلت ۽ واهن جا منهن لَٽجي وڃڻ ڪان اٽڃاڻ هجڻ ڪري ريجاڻيءَ تي ڌيان ئي نه ڏنو. انهي عرصي دوران ڪو نئون واهه نه کوٽايو ويو. مِيرَڪ ٻڌائي ٿو ته جوهي تعلقي ۾ ڄام نظام الدين جي ڏينهن ۾ گاج ۽ ٻين نئِيُن تي ڏيڍ صدي اڳ اڏيل ساواهه نالي ۾ پيل گهارو نه ٻڌو ويو، جيتوڻيڪ اهو وچولي سنڌ جي گورنر جي هيڊڪوارٽر سيوهڻ ڪان ڪو گهڻو پري نه هو. جن ٻنين کي پاڻي ڏيڻو هوندو هو، تن جي سنوت ڪان هيٺ وهندڙ واهن تي هُرلا جُتندا هئا. ان ڪان سواءِ پندرهن ڪان ويهه فٽ اونهن پڪن توڙي ڪچن کوهن تي پڻ نار چاڙهي انهن مان پاڻي ڇڪي ريجاڻيءَ لاءِ ڪم آندو ويندو هو. اهو ٻنيءَ کي پاڻي ڏيڻ جو ڇُهي طريقو سڏبو هو.

فصل ساڳيا اهي ئي پئي ٿيا، جيڪي سمن جي دور ۾ ٿيندا هئا. مثال طور: چانور اتر-الهندي سنڌ ۾ ويندي سيوهڻ جي اوسي پاسي تائين ۽ ڪوٽڙي بئراج وارن علائقن ۾ ٿيندا هئا؛ خشڪ پوکون جهڙوڪ ٻاجهري، جور، ڦٽيون ۽ ڪمند پاڻي کڄڻ وارن علائقن ۾ ٿينديون هيون ۽ ڪڻڪ، جَوَ، تيلي ٻج، مٽر ۽ ڇؤنرا ڪچي وارن علائقن ۾ ٿيندا هئا. ڪاڇي جي باراني (مينهاڻي) علائقن ۾ جور ۽ ٿر ۾ رڳو ٻاجهري ٿيندي هئي. ڪچي وارن علائقن ۾ سياري ۾ ڪڻڪ، جو ۽ تيلي ٻج ٿيندا هئا ۽ هيڪڙ ٻيڪڙ سانوڻيءَ ۾ جور ۽ ٻاجهري ٿينديون هيون. مڪئي پوءِ آئي، پورچوگيزن آمريڪا مان آندي. پورچوگيزن تماڪ، پپيتو، زيتون، انناس، ڪاڄا ۽ لاهوري گجر ڏکڻ آمريڪا مان، بوهي مڱ (مڱيرا) آفريڪا مان، ڳاڙها مرچ پرنامبُوڪو مان ۽ لِيچي ۽ مٺي نارنگي چين مان پڻ ڏکڻ ايشيا ۾ آندا. اهي سنڌ ۾ ڪڏهن آيا، سنن جي ڄاڻ ناهي، پر تماڪ، مڪئي ۽ ڳاڙها مرچ پڪ سان اوائلي ڏينهن ۾ ئي اچي ويا هوندا. تماڪ ڇڪڻ جا ڏاڍا سهڻا سينگاريل حقا 1665-1700ع دور جا خداآباد، ضلعي دادو، مان لڌا آهن. مٺيون نارنگيون ڏکڻ ايشيا ۾ اڳيئي ڄاتل سڃاتل هيون، پر ٿي سگهي ٿو وڌيڪ کي نيون جنسون آيون هجن. سنڌ پاڻيءَ ۾ ٿيندڙ قدرتي ٻوٽن جا ميوا ۽ پاڙون جهڙوڪ ٻِهَ، ڪُمَ، لوڙهه، نَپ ۽ پبڻ ڪائي مزا پئي ڪيا. ٻُوري پَنِ جي قسم ڏِير جي پاڙن مان نڪرندي هئي.

وونئڻ، جيڪي سنڌ ۾ سومرن ۽ سمن جي دور ۾ جام ٿيندا هئا، واهن کي ڌيان نه ملڻ ڪري گهٽجي ويا، تنهن هوندي به هڪ اهم فصل هئا. وونئڻ گجرات ۾ ٿيندا هئا ۽ اتان ڪپهه ڪڇ رستي سنڌ ۾ اچي نٽي جي ٻن هزارن آڏاٽن ۾ ڪم ايندي هئي، جيئن ميِنرِق ڏنو. وونئڻ ٻن قسمن جا ٿيندا هئا: نيرِي (نئين سال نوان) ۽ نُراڙي (سڄو سال هلندڙ وڻ). سڄو سال هلندڙ يا ٻارها وڻ تمام ڊگها هوندا هئا ۽ ننڍن ننڍن نانگن سان پريا پيا هوندا هئا، جيئن معصومي ۾ آيو آهي. ڦٽيون چونڊڻ ڪان پهريان وڻن کي ڏُوٽو ڏئي نانگ ڇاڻٽا پوندا هئا. ڪيترن ئي قسمن جا گدرا، هنداڻا (ڇانهان) ۽ ولين واريون پاڇيون (ڪدو، تُوري، ونگو وغيره) مينهاڻي ۽ ڪچي وارن علائقن ۾ وَٽَ تي ٿيندا هئا. اوچ (ڪپڙو اُٽڻ) جا مرڪز ٺٽو، نصرپور، سيوهڻ، دربيلو، ڪنڊيارو، گمبٽ، سکر ۽ بکر هئا. آخري برفاني جُڳ جي آندل سوڪهڙي جي ڪري اوچ جي ڪاروبار سان ڪَتڻ ڪان وني اُٽڻ، ڇُرڻ ۽ وڪڻڻ تائين لاڳاپيل ميمڻ ۽ ڪٽي (ڪتري) ڪوٺائيندڙ ماڻهن جو هڪ وڏو انگ ڪپهه ۽ ان مان ٺهندڙ شين جي پٺيان ڪڇ، ڪاٺياواڙ، گجرات، برهانپور ۽ ٻين جاين ڏانهن هليو ويو.

وونئڻن، تماڪ، ڪمند ۽ آفيم ڪان پوءِ پنجون وڏو صنعتي فصل نِيرُ هو. پورچوگيزن نِيرَ کي ويسٽ انڊيز پهچايو. 1650ع تائين اهو ملڪ انگلينڊ ڏانهن نِيرُ موڪليندڙ وڏي ۾ وڏو ملڪ ٻڻجي ويو ۽ سنڌ ۾ نِيرَ جي پوک کي ٻُنجو اچي ويو. وچولي سنڌ يعني سيوهڻ سرڪار نِيرَ جي پيداوار جو ڳڙهه هئي. نِيرَ جي پيداوار ٻنهه بند تڏهن ٿي، جڏهن 1930ع ڌاري BASF انهي کي ڪيميائي ترڪيب ڏني ۽ ڪاروباري سطح تي سستن اڳهن تي ناهيو. آفيم هنڌين ماڳين پوکبو هو، پن (گانجو) ڦُوڪ پربا هئا، ٻج (ڪس ڪس يا پُست جي ڪڻ) گهوٽي يا ڪاڙهي ٿاڌل ۾ ڪم آندو ويندو هو ۽ ڏوڏيءَ مان آفيم ڪڍيو ويندو هو. ڪمند الائي ڪڏهانڪر ڪاهبو پئي آيو. سنڌ ۾ واهن، وهندڙين، اَڏُن ۽ ڪسين وغيره جي پاسن

## ڏسٽي

1. پرڳڻن جا دنگ
2. سرڪارن جا دنگ
3. سلطان محمود جي بادشاهيءَ جو دنگ (اتر سنڌ)
4. مرزا عيسيٰ خان ترخان جي بادشاهيءَ جو دنگ(لاڙ سنڌ)
5. همايون جي ملتان صوبي جو دنگ
6. سنڌ جو هاڻوڪو دنگ
7. سورهين ۽ سترهين صديءَ ۾ سنڌوءَ جو وهڪرو

ملتان پرڳڻو
مغل شاهي خاندان
(همايون)
ترين؟
اتر
سبي پرڳڻو
اُچ پرڳڻو
بلوچ قبيلا
(آزاد)
اباوڙو
ماٿيلو
ماٿيلو پرڳڻو
جتوئي
پرڳڻو
سکر
چانڊڪا پرڳڻو
ٻاڪار
پرڳڻو
لاڙڪاڻو
خيرپور
الور پرڳڻو
باغبان
پرڳڻو
ٻيلي جا جام قبيلا
(آزاد)
سرڪار
ڪڪري پرڳڻو
دربيلو پرڳڻو
دادو
ڳاها پرڳڻو
نيرون ڪوٽ پرڳڻو
سيوهڻ حويلي پرڳڻو
ٻوبڪ پرڳڻو
جوٽيجا پرڳڻو
نوابشاهه
ڪتا پرڳڻو
سيوهڻ
سن پرڳڻو
هالا
چاڪر هالا پرڳڻو
نصرپور پرڳڻو
حيدرآباد
نيرون
پرڳڻو
ڪراچي
عربي سمنڊ
ٺٽو
ٺٽو سرڪار
سڄاول
ٺٽو پرڳڻو
چاچڪاڻ پرڳڻو
جاڙيجا

نقشو نمبر 58

**1555ع**

**سنڌ ياڳا تي**

**ارغونن ۽ ترخانن ورهائي ڪنئي**

سان نوڙيون ۽ رسا وٺڻ لاءِ ڪم ايندڙ قدرتي مواد پاٽمرادا ڦٽندا هئا. انهن منجهان سَرَ جا مُڄ ۽ ڪيتريون ٻيون شيون عام هيون. مال ڌارڻ ۽ چارڻ وارو ڪم زراعت کان به اڳ کان هلندو پئي آيو. زراعت مال کي چارڻ لاءِ گاهه، اَنُ ۽ تيل موجود ڪري ڏنا ۽ مال جو ڪير وري صاف ستري مکڻ ۽ گيهه ۾ تبديل ٿيندو هو. مکڻ ۾ ڪَڻ هوندي هئي، تنهنڪري وڪڻڻ مهل جيترا پيرا هٿ مٽائيندو هو تور جي ٻٽيهين پتي ڪٽبي هئي. جانورن جا هڏا، کلون، اُنَ ۽ ڏاس اهم واپاري اسم هوندا هئا. اُنَ ۽ ڏاس مان ڪمبل ۽ کٿا ٺهندا هئا، جيڪي جسم کي ويڙهي سيءَ کان بچاءَ لاءِ ڪم آندا ويندا هئا. سنڌ ۾ مينهاٽي زراعت جو معيشت ۾ تمام ٿورڙو حصو هو. انهي تي ڪوهستان ۾ جُوَر ۽ ٿر ۾ باجهري ٿيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن مقبول تيلي ٻج تِرَ پڻ پوکبا هئا. سنڌ جي آبادي پڪ سان گهٽجي مِيرَڪ جي اچڻ (1634ع) تائين ڏهه لک کن وڃي بچي هوندي ۽ اڳلا چاليهه سال به پڪ سان اتي ئي بيٺل رهي هوندي. انهي صديءَ جي پڇاڙيءَ واري چوٿي ۾ ڏيهي قبيلا سگهارا ٿيا ۽ واهن جو بندوبست پاڻ هلائڻ لڳا. انهن سالن ۾ آبادي پڪ سان پنجاهه سيڪڙو کن وڌي هوندي ۽ 1700ع تائين پندرهن لکن تائين پهچي وئي هوندي.

سورهين صدي پورچوگيزن جي ڏکڻ ايشيا ۾ ڪاروبار جو چوٽ هو. سترهين صديءَ جي منڍ کان پورچوگيزن جو ڪاروبار ۽ طاقت ڏرڪڻ لڳا ۽ نين يورپي طاقتن ڊَچن (هالينڊ جا جرمن)، انگريزن ۽ فرانسيسين ڪاروبار وڌايو ۽ گڏوگڏ مغلن جي درٻار ۾ هلندي پڄندي به. پورچوگيز سنڌ جي مقامي سرڪاري عملدارن سان سٺا لاڳاپا اڪبر پاران سنڌ کي 1591ع ۾ فتح ڪرڻ کان پوءِ به رکيو آيا. ٻن صدين 1500-1700ع دوران سنڌ ۾ پرڏيهه مان ڌاتو گهرايا ويندا هئا، خاص ڪري چاندي. هڪڙو به ٻاهر ويندڙ ساموندي جهاز ڪنهن مقاميءَ جي ملڪيت نه هو. يورپين جي هڪ هٽي هئي. سنڌ جو پرڏيهه ويندڙ مال گهٽي پاڳي اوڄ (ڪپڙو) هئي. چاندي ۽ سون سدائين کان ڏکڻ ايشيا ۾ پرڏيهه مان ايندڙ وڏا اسم هئا، گهٽو ڪري هڙپا جُڳ کان وٺي. ڪڙمي طبقو پنهنجي آمدني ڳهن جي روپ ۾ قيمتي ڌاتن ۾ مٽائي ڇڏيندو هو، جيڪي انهن جون عورتون هر وقت پايو وتنديون هيون. اهي مهل پئي تڪڙ ۾ گروي رکڻ يا وڪڻي گهرج پوري ڪرڻ جو ڪم پڻ ڏيندا هئا. پنين صديءَ جي پوئين اڌ جي ڳالهه آهي، جڏهن چاندي پرڏيهه اماڻڻ جي موڪل ڏني وئي ۽ اها ڳهن واري ڌاتوءَ واري پنهنجي منفرد حيثيت وڃائي ويٺي. ان کان وٺي هاڻ اها صنعتي ڌاتو آهي. سرڪار، گهٽو ڪري دٻاءَ هيٺ يا غلط صلاح تي، 1950ع کان پوءِ اها پرڏيهه اماڻڻ جي موڪل ڏني ۽ انهي کان وٺي ان جي قيمت سٺُوٽي وڌي وئي آهي.

لاڙي بندر تي 1613ع ۾ پورچوگيزن جو قبضو هو، تڏهن انگريزن اتي ڪارخانو هڻڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ انهن ان تي اعتراض واريندي ڇڏي هليو وڃڻ جو دڙڪو ڏنو. گورنر ڏکي صورتحال ۾ اچي ڦاٿو، جو نه ڪيس بادشاهه کي اتان اڳڙندڙ ڪسٽم ڊيوٽيءَ مان پتيءَ طور هڪ ٻنڌاڻ رقم ڏيٽي هوندي هئي ۽ پورچوگيز مکيه ٽيڪس ڀريندڙ هئا. 1656ع ۾ مَنُوچي لاڙي بندر تي پورچوگيزن جو هڪ گرجا گهر ڏٺو. سال 1500ع کان اڳين صدين ۾ عربن ۽ ايرانين، ايراني يهودين سميت (1228ع تائين)، جي پوري ڏکڻ ايشيا ۾ - موزمبيق کان ملاڪا جي ڳچي سمنڊن تائين - سمنڊ رستي ٿيندڙ ڪاروبار ۾ سرسيءَ واري حيثيت هوندي هئي. گهٽي پاڳي گهاٽن تي سنڌن وسنديون هونديون هيون ۽ سنڌن ڪاروبار مقامي اختيارين لاءِ ايڏو ته گهڻ ملهائتو هوندو هو جو هر هنڌ آجيان ٿيندي هئڻ ۽ خاص رعايتون ملنديون هئڻ. پورچوگيزن انهن مسلمان ڪاروبارين کي انهن جي هندي وڏي سمنڊ ۾ سرسيءَ وارين جاين تان نيڪالي ڏئي ڇڏي.

واپاري وکرن ۾ سدائين وانگر مسالا به شامل هئا، جن جو پيگوئلٽيءَ پاران وڻجارن لاءِ ٺاهيل چؤپڙيءَ مطابق چوڏهين صديءَ ۾ مطلب نشيدار ٻوٽيون، رنگ، عطرَ، ليپَ (ملمون)، سينگار جو سامان، ڪاڌي جا مهانگا اسم، يارهن قسم ڪنڊ جا، ڪيترائي ميڻَ، ڪنئورَ، ٽنيڻ، سرهاٽيون، گرم مسالا (ويگر)، شيون ساندڻ لاءِ ڪم ايندڙ مادا، ڪارا مرچ (ڳاڙهي، اڇي ۽ ڪاري رنگ ۾)، ڳاڙها مرچ ۽ دالچيني وغيره ملائي به سو اناسي وکر هوندو هو.

لاڙي (لاهري) بندر ديبل جي تباهه ٿيڻ کان پوءِ ۽ گهٽو ڪري سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ڦيرو اچڻ ڪري 1228 ۽ 1333ع جي وچ تي ٺهيو. بندر جو درياءَ تي هجڻ غير موزون هو ۽ ماڳ تي سگهي ٿو ڪيترائي پيرا مَٽيو هجي. سنڌ جو پورچوگيزن سان هلندڙ پرڏيهي واپار رڳو سنڌ جي مال تي ٻڌل نه هو، پر ان ۾ پنجاب، خيبرپختونخوا ۽ افغانستان جو مال به شامل هو. انهي ۾ ڪشمير مان شراب، نشيدار ٻوٽيون ۽ ڪاٺ؛ سنڌ ۽ پنجاب مان ڪٽڪ، ڪٿيڪو (ڪلڪتي ۾ ٺهندڙ سوٽي ڪپڙو هرڪ، بافتو) ۽ آفيم؛ سنڌ مان لوڻ، چانور ۽ نيرُ ۽ افغانستان مان آفيم شامل هئا. سنڌ، ايران ۽ عربستان ڏانهن ڪنڊ پڻ موڪليندي هئي. پرڏيهه مان سنڌ ۾ ۽ اڳتي اتر ڏانهن ٽپي ويندڙ مال ۾ چاندي، سون، ڌاتن مان ٺهيل سامان، ڪائو (شيشو)، چينيءَ جا ٿانوَ، گهوڙا ۽ مسالا شامل هئا.

جيئن ته ريجاٽيءَ سان وڏا هاجا ٿيا هئا، سو ڦٽين جي اپت گهٽجي وئي. 1550ع کان اڳتي سنڌ اوڄ (ڪپڙو اُٽڻ) سان لاڳاپيل برادريءَ کي سنڌ مان ڏکڻ ايشيا جي ٻين پاڳن ڏانهن لڏي ويندي ڏٺو، پر تنهن هوندي به چڱو پلو انگ سنڌ ۾ ئي رهيو ۽ سوٽي اوڄ جو ڪاروبار ڪندا آيا.

وڏي مزي جي ڳالهه ته سنڌ مان لڏي وڃڻ وارا اهي ميمڻ سنڌي ٻوليءَ (ميمڻي ڪونجندڙ) کي لڳ ڀڳ چار سو سالن تائين پنهنجي مادري ٻولي ڪري سانڍيو آيا. اهي پاڻ کي ٺٽي (سرڪار) ۽ هالار (هالا پرڳڻو) جو سڏائن ٿا. انهن ڏينهن ۾ ٺٽي جو مطلب هو لاڙ سنڌ ۽ هالا پرڳڻي جو مطلب هو وچولي سنڌ.

نقشو نمبر 59

# 1605ع
# ڏکڻ ايشيا
# اڪبر جي مرڻ مهل

65 70 75 80 85 90

35 30 25 20 15 10 05

ڪابل
پشاور
قندار
جهلم
چناب
سنڌو درياءُ
راوي
لاهور
ستلج درياءُ
ملتان
سبي
اُچ
بکر
سيوهڻ
پيلو
عمرڪوٽ
ٺٽو
نگرپارڪر
لاڙي يا لاهري
جوڌپور
اجمير
اُديپور
سرخيج
احمد آباد
جوڌيا
کنڀي
ڏيو
ٻڙودا
ڀروچ
سورت
دمن
نربدا درياءُ
تپتي درياءُ
برهانپور
برار
دولت آباد
ناگپور
پاڻيپت
دهلي
پرتپور
آگرو
جمنا درياءُ
گوالييار
گنگا درياءُ
خيرآباد
دريا آباد
لکنئو
الله آباد
بنارس
پٽنا
راج محل
قاسم بازار
ڍاڪا
سيرمپور
(فريڊرڪس نگر)
ڪولڪتو
پپلي
بالاسور
بسين
بمبئي
چوَل
جنجيرا
احمدنگر
درياءُ
گوداوري
دابوئي
راجاپور
ڪولاپور
بيجاپور
گولڪنڊا
حيدرآباد
ڪرشنا درياءُ
وزاگاپٽم
بيموپٽم
مسوليپٽم
نظام پٽم
وينگوريا
گوئا
تنگڀدرا درياءُ
وڄئہ نگر
ڀٽڪل
باٽڪل
منگلور
نيلور
پليڪٽ
مدراس
سدراس
پونديچيري
فورٽ سينٽ ڊيوڊ
نيگناپٽم
ٽرانقبار
نيگاپٽم
تنجور
ڪيليڪٽ
ڪوچين
قلون
ٽوٽيڪورن
ڪايل
ڪولمبو
بنگالي سامونڊي چُڪَ
اتر
وڏو سمنڊ
هندي

1. 1605ع ۾ اڪبر جي سلطنت جو دنگ ..................
2. هاڻوڪا صوبائي دنگ ..................
3. بين الاقوامي دنگ ..................
4. درياءُ ..................
5. شهر ..................

ڪاڇو
ڪلوميٽر 500 400 300 200 100 0 100

نقشو نمبر 60

# 1605ع

## ڏل آبيانو ڪٽڻ جا مختلف سسٽم آئينِ اڪبري مطابق

ڏسٽي

1. ضَباطي
2. بَٽائي (بَٽَئي)
3. نَسَق
4. بَٽائي ۽ نَسَق
5. ضَباطي ۽ نَسَق
6. آزاد
7. سترهين صديءَ ۾ شهر
8. بين الاقوامي دنگ
9. هاڻوڪا صوبائي دنگ
10. سترهين صديءَ ۾ صوبائي دنگ
11. دريائي وهڪرا

ڪشمير
ڪابل
پنجاب
ملتان
دهلي
اجمير
آگرو
اَوَڌ
بهار
الله آباد
مالوا
ٺٽو
گجرات
برار
بنگال
ڪابل
پشاور
قندار
لاهور
سبي
اچ
پاڻيپت
دهلي
ڀڪر
سيوهڻ
بيلو
جوڌپور
اجمير
رڻٿنڀور
آگرو
گواليار
خير آباد
دريا آباد
لکنؤ
الله آباد
بنارس
پٽنا
راج محل
ڍاڪا
قاسم بازار
شيرپور (فريد ڪسن نگر)
ڪولڪتو
پپلي
بالاسور
عمرڪوٽ
ٺٽو
نگرپارڪر
لاڙي يا لاهري
اديپور
سرخيج
احمد آباد
ڪمبي
جوڏيا
ڀڙوداه
ڀروچ
ديو
سورت
دمن
برهانپور
برار
دولت آباد
ناگپور
بسين
بمبئي
چؤل
جنجيرا
احمدنگر
ڏابوئي
راجاپور
ڪولاپور
بيجاپور
گولڪنڊا
حيدر آباد
بيموپٽم
وزاگاپٽم
نظام پٽم
مسوليپٽم
وينگوريا
گوئا
وجيه نگر
ڀٽڪل
نيلور
ڀٽڪل
منگلور
پُليڪٽ
مدراس
سدراس
پونڊيچيري
فورٽ سينٽ ڊيوڊ
نيگناپٽم
ڪيليڪٽ
ترانقبار
نيگاپٽم
تنجور
ڪوچين
ڪولون
ٽوٽيڪورن
ڪايل
ڪولمبو
بنگالي سامونڊي چُڪ
وڏو سمنڊ
هندي
اتر
ڪاڇو
ڪلوميٽر 500 400 300 200 100 0 100

نقشو نمبر 61

# 1608 – 1700ع

# سنڌ جو انتظامي نقشو




**نوٽ:**

سترهين صديءَ ۾ انتظامي پرڳڻا ساڳيا سورهين صديءَ وارا هئا، سواءِ ان جي تہ 1608ع ۾ ڳاها ۽ باغبان پرڳڻا بکر سرڪار مان ڇني سيوهڻ سرڪار ۾ ملايا ويا.



نقشو نمبر 62
1658ع
ڏکڻ ايشيا
شاهجهان کان تخت ڦرجڻ مهل
ڪابل
پشاور
قنڌار
جهلم
چناب
راوي
لاهور
ستلج
ملتان
سبي
اُچ
سنڌو درياءَ
سکر
سيوهڻ
ٻيلو
عمرڪوٽ
ٺٽو
نگرپارڪر
جوڌپور
اجمير
پاڻيپت
دهلي
ڀرتپور
آگرو
جمنا
گنگا
گواليار
الله آباد
بنارس
پٽنا
ڍاڪا
اُديپور
احمدآباد
ڪئمبي
جوڌيا
ديُو (پ)
ٻڙوداه
ڀروچ
نربدا
تپتي
سُورت
دمن (پ)
ناگپور
دولت آباد
بَسين (پ)
بمبئي (ب)
چؤل (پ)
احمدنگر
جنجيرا
ڏاڀوئي
راجاپور
ڪولاپور
وينگوريا
گوئا
بيجاپور
گولڪنڊا
حيدرآباد
ڪرشنا درياءَ
گوداوري
بيمُوپٽم
مَسُوليپٽم
نظام پٽم
تُنگڀدرا درياءَ
وجيئه نگر
نيلور
پُليڪٽ (ڊو)
مدراس (ب)
سدراس (ب)
پونڊيچيري (ف)
فورٽ سينٽ ڊيوڊ (ب)
ٽيگناپٽم
ٽرانقبار (ڊ)
نيگاپٽم (ڊو)
منگلور
ڪيليڪٽ
ڪوچين (ڊو)
ٽُوٽيڪورن
سيرمپور
گولڪتو (ب)
پپلي
بالاسور
بنگالي سامونڊي چُڪ
وڏو سمنڊ
هندي
اتر
ڪاڇو
ڪلوميٽر
500 400 300 200 100 0 100
1707ع ۾ يورپي وسنديون
برٽش.................( ب )
ڊينش.................( ڊ )
ڊچ.................( ڊو )
فرينچ.................( ف )
پورچوگيز.................( پ )
ڏسٽي
1. اورنگزيب جي سلطنت جو دنگ
2. هاٿوڪو دنگ
3. بين الاقوامي دنگ
4. درياءَ
5. شهر

# ڪلهوڙا راڄ گهراڻي جو شجرو



باب اناويهون

# ڪلهوڙن جي راڄ ۾ ريجاڻي

# (1701_1783ع)

ڪلهوڙن جي اقتدار تائين اُسرڻ جو ٻانداپو سنڌي قبيلن جي زرعي زمين هٿ ڪرڻ لاءِ ڪيل جدوجهد سان جڙيل آهي. جيڪا ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي گورنرن جي هٿن ۾ هئي، 1522ع کان وٺي جاگيردارن ۽ منصبدارن کي ورچي ڏني وئي هئي، جن منجهان گهڻا مِيرَڪ چواڻي زراعت کان اڻڄاڻ هئا ۽ ان کان به وڌيڪ ريجاڻي زراعت ۽ سنڌ ۾ واهن اڏڻ توڻي انهن جي سار سنڀال لهڻ واري سرشتي کان اڻڄاڻ هئا. سنڌي قبيلن منجهان گهڻي ڀاڱي باغي ٿي چڪا هئا ۽ ڌنارڪي معيشت تي آڌاريل مال ڌارڻ ۽ چارڻ کي وڃي لڳا هئا. رڳو ٿورڙا قبيلا ۽ ذاتيون، جيڪي ريجاڻي حوالي سان چڱن هنڌن تي ويٺل هئا، جهڙوڪ لاڙڪاڻي، اتر دادو ۽ نئين ضلعن وارا، سي ريجاڻي زراعت کي لڳا رهيا. تڙيل پکڙيل حوالن منجهان لڳي ٿو ته پنهور ذات جي هڪ قبائلي سربراهه سيوهڻ جي گورنر جي طاقت ٽٽڻ کان پوءِ مقامي گورنر جا اختيار پاڻ سنڀالي ورتا هئا ۽ ريجاڻي نظام کي ڪنهن حد تائين سڌاريو هئائين، پر قبيلن جي گهڻائي وري به لاتعلق رهي ۽ شريڪ نه ٿي.

سما قبيلا، جيڪي فاتحن سان پوڙهين ٻن صدين (1522-1700ع) تائين پنهنجي حق لاءِ وڙهندا رهيا هئا ۽ ڌنار ٿي ويا هئا، تن وٽ اڳواڻي نه رهي هئي ۽ ڇڙوڇڙ ٿي ويا هئا. ڪو مرڪزي اڳواڻ نه هجڻ ڪري اهي اقتدار جي ڊوڙ کان ٻاهر هئا. اهي ئي وڳوڙي حالتون هيون جن هلندي ڪلهوڙا اسريا ۽ اتر دادو ضلعي ۾ پنهورن کي هٽائي پاڻ راڄ ڌڻي ٿي ويا. ڪلهوڙا، مغلن خلاف هڪ صديءَ کان وڌيڪ جدوجهد ڪري چڪا هئا. اهي موروثي پير هئا ۽ سنڌن مريدن منجهان گهڻائي ڊيرا غازي خان، مظفر ڳڙهه، سبي ۽ ڪڇي جي بلوچن جي هئي. اتر-الهندي سنڌ ۾ پڻ سنڌن مريد هئا. هي واهن ٺاهڻ جا استاد هئا ۽ جيئن اڳتي ڏسنداسين ته 1701 کان 1754ع تائين 700 کان 1000 نوان واهه اڏي ورتائون ۽ پراڻن کي نئون سنئون ڪري ٺاهي ورتائون. هنن لاڙڪاڻي ۽ اتر دادو ضلعن تي قبضو ڪيو ۽ شڪارپور (خداآباد) کي پنهنجي راڄڌاني بڻايائون. مغلن جي ملتان ۾ گورنر، شهنشاهه اورنگزيب جي سپ کان وڏي پٽ، گوڏا کوڙيا ۽ مصلحت طور کين 1701ع ۾ سرڪاري گورنر ڪري مڃيائين. ڪلهوڙا ڏينهون ڏينهن اڳتي وڌندا ويا ۽ وڏ کان وڏ علائقن تي قبضو ڪندا ويا. 1738ع تائين اهي سڄي سنڌ جا والي بڻجي چڪا هئا.

ڏنل چارٽ ۾ سنڌن شجرو ۽ سنڌن راڄ گهراڻي جا راڄ راڻا ڏنل آهن:

| | |
|---|---|
| نمبر 1. | مغلن جي ملتان ۾ گورنر جي حڪمن تي مارجي ويو. |
| نمبر 2. | پنهنجي ننڍي ڀاءُ نمبر 3 جي حق ۾ هٿ کڻي ويو. |
| نمبر 4. | چانڊڪا يا لاڙڪاڻي ضلعي ۾ خانگي ٻنين تي قبضو ڪيو هئائين. |
| نمبر 5. | سانگين ۽ ابڙن جي ٻنين تي زوريءَ قبضو ڪيائين ۽ بکر جي گورنر سان ويڙهه ۾ مارجي ويو. 1657ع ۾ سندس دور جي پڇاڙي ٿيڻ تائين انهن جو گهڻو ڪري رتيديري ۽ ميروخان تعلقن کي ڇڏي پوري لاڙڪاڻي ضلعي تي مڪمل ڪنٽرول ٿي چڪو هو. |
| نمبر 6. | ميهڙ ۽ ڪَڪَڙ تعلقن ۾ وڏ ۾ وڏ ٻنيون قبضي ڪرڻ شروع ڪيائين، پر ڳاڙهيءَ واري مير محمد پنهور سان ويڙهه ۾، جنهن سان سبيءَ جي گورنر مرزا خان جو ساٿ هو، مغلن گرفتار ڪيس. ڪيس دهليءَ موڪليائون جتان ڪن واعدن وچنن تي پوئتي موٽڻ جي موڪل مليس، جن تان اڳتي هلي ڦري ويو. سيوهڻ جي گورنر کان لاڪاٽ ٺيڪي ۾ ورتائين. هاٿوڪي نوابشاهه (شهيد بينظيرآباد) ضلعي ۾ مگڻ موري ۽ ساهتيءَ تي پڻ قبضو ڪيائين. سندس هيڊڪوارٽر ڳاڙهِي هو. |
| نمبر 7. | هن پنهورن کي مرڪپور، تعلقي دادو، ويجهو شڪست ڏني ۽ مير پنهور جي شهر فتحپور تي قبضو ڪيائين. دهليءَ مان ڪيس سيڪت ڏيڻ لاءِ موڪليل امير شيخ جهان کي ڳيريلي تعلقي وارهه ويجهو شڪست ڏيڻ ۾ سوڀارو ٿيو. معزالدين (اورنگزيب جو پوٽو ۽ ملتان جو گورنر) سڏايس ۽ ڦاهيءَ چاڙهائي ڇڏيائينس. |
| نمبر 8. ۽ نمبر 9. | نمبر 7 جي گرفتار هوندي نمبر 8 معزالدين جي مغل لشڪر کي نئن گاج جي ڪپر تي دادو ۽ جوهي تعلقن جي سَنڌي وٽ شڪست ڏني، پر سنت ئي مغل گورنر سان ناهه ڪيائين. مغلن کان سبي ۽ ڪڇي پڻ پابنديءَ سان ڏَنَ ڀري |



نقشو نمبر 63
1707ع
ڏکڻ ايشيا
اورنگزيب جي مرڻ مهل
1707ع ۾ يورپي وسنديون
برٽش.................(ب)
ڊينش.................(ڊ)
ڊچ.................(ڊو)
فرينچ.................(ف)
پورچوگيز.............(پ)
ڏسٽي
1. اورنگزيب جي سلطنت جو ڏنگ
2. هاٿوڪو ڏنگ
3. بين الاقوامي ڏنگ
4. درياءُ
5. شهر
اتر
ڪاچو
ڪلوميٽر 500 400 300 200 100 0 100
ڪابل
پشاور
قنڌار
سبي
ملتان
لاهور
جهلم
چناب
راوي درياءُ
ستلج
سنڌو درياءُ
اُچ
بکر
سيوهڻ
پيلو
عمرڪوٽ
ٺٽو
لاڙي يا لاهري
نگرپارڪر
راجپوت
جوڌپور
اجمير
اُديپور
سرخيج
احمدآباد
ڪئمبي
جوڌيا
ڊيو (پ)
بڙودا
ڀروچ
سورت
دمن (پ)
بسين (پ)
بمبئي (ب)
چوُل (پ)
جنجيرا
ڊاپوئي
راجاپور
ڪولاپور
وينگوريا
گوئا
ڀاٽڪل
منگلور
ڪيليڪٽ
ڪوچين (ڊو)
قلون (ڊو)
پوليگر
پاڻيپت
دهلي
جاٽ
ڀرتپور
آگرو
گواليار
خيرآباد
درياآباد
لکنؤ
الله آباد
بنارس
پٽنا
راج محل
قاسم بازار
ڍاڪا
سيرمپور
ڪولڪتو (ب)
(فريڊرڪس نگر)
پپلي
بالاسور
نربدا
تپتي
برهانپور
ناگپور
برار
دولت آباد
احمدنگر
مرهٽا
بيجاپور
گولڪنڊا
حيدرآباد
ڪرشنا درياءُ
گوداوري
بيموپٽم
وزاگاپٽم
مسوليپٽم
نظام پٽم
تنگاڀدرا درياءُ
وجئه نگر
نيلور
پُليڪٽ (ڊو)
مدراس (ب)
سدراس (ب)
پونڊيچيري (ف)
فورٽ سينٽ ڊيوڊ (ب)
نيگناپٽم
ٽرانقبار (ڊ)
نيگاپٽم (ڊو)
تنجور
ٽوٽيڪورن
ڪايل
ڪولمبو
بنگالي ساموندي چڪ
هندي وڏو سمنڊ

| | |
|---|---|
| | ڏيڻ عيوض ورتائين. ٺٽي جي گورنر اعظم خان سان صوفي عنايت خلاف ساٿ ڏيڻ عيوض، جنهن جي جهوڪ ۾ هجڻ اتان جي زميندارن ۽ بلڙيءَ جي سيدن جو لُڪيءَ ۾ ساهه ڪري ڇڏيو هو، ڪيس انعام ۾ لاڪڙي، ڏندو، حجم، دورانڪ، رجب، پيسر، پاڇٽ، ٿور، ڏُٻ، جهول وغيره يعني هاٽوڪا اتر نوابشاهه، سيوهڻ، ڪوٽڙي، محال ڪوهستان، ٺٽو ۽ ڪراچي تعلقا ڏنا ويا. مغل دربار پاران ڪيس منصبدار ۽ دهلي دربار جو ناظم بڻايو ويو. |
| نمبر 10. | نمبر ڏهين جي دور ۾ سڄي سنڌ 200 سالن ۾ پهريون ڀيرو ٻيهر هڪ ٿي. هن دائوپوٽن کي 1723-1726ع وارين جنگين ۾ شڪارپور مان نيڪالي ڏني. ٺٽو سرڪار 3 لکن عيوض اتان جي آخري گورنر صادق کان ورتائين. ڪراچي، خان آف قلات کان خريد ڪيائين. شورن جو شورش دٻائي نمبر 8 پاران فتح ڪيل محال ڪوهستان تي پنهنجو اقتدار پڪو ڪيائين. دائودپوٽن کي سنڌوءَ جي ٻيٽ دٻليءَ تان پڻ 1727/28ع ۾ نيڪالي ملي. انهن پنهنجا پير بهاولپور ۾ وڃي ڄمايا. 1739ع ۾ ڪڪرالي جي ڄامن ۽ ساموندي پٽيءَ وارن ڏاريجن سان جنگيون ڪيائين، پر اهي بي نتيجي رهيون. نيٺ ڪڪرالو 1744ع ۾ ۽ ساموندي پٽي 1747ع ۾ فتح ٿيا. ڪڇ جو ڪانجي وارو قلعو 1746ع ۾ فتح ٿيو ۽ سنڌ ملڪ ۾ گڏايو ويو. سنڌ جا ريگستاني علائقا سوڍن ۽ سميجن کان قبضي ۾ ورتا ويا. ڪلهوڙن جي وڏ وڏان کي ٻُنجو 1739ع ۾ آيو، جڏهن نادرشاهه، مغل بادشاهه محمد شاهه کي شڪست ڏني ۽ سنڌوءَ ۽ نهر سنڪري (الهندي پُراڻ) جي اولهه پاسي وارا سمورا علائقا پنهنجي قبضي ۾ وٺي ڇڏيائين. نادر شاهه شڪارپور دائودپوٽن کي ۽ سبي-ڪڇي-ديرا جات خان آف قلات کي ڏئي ڇڏيا. انهي کي ڏَنَ پَرُو سردار بڻايو ويو ۽ شاهه قُلي خان ۽ بائگي لقب ڏنا ويا. نادر شاهه جي 1747ع ۾ مارجڻ کان پوءِ احمد شاهه دُراني (ابدالي) سلطنت جا اوير وارا علائقا (سنڌ سميت) پنهنجي قبضي ۾ ورتا ۽ نور محمد کي شاهه نواز لقب سان نوازيو ويو. نور محمد وڌ کان وڌ علائقا پنهنجي ملڪ ۾ گڏائڻ جي رٿابندي اجا سوڌو ڪئي پئي، ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ کان 1748ع ۾ 29،700 رپين عيوض 15 بندوقون خريد ڪيون هئائين. |

| | |
|---|---|
| | دائودپوٽن کي شڪارپور مان 1745ع ۾ نادر شاهه جي چوڻ تي نيڪالي ملي. انهي جو ڪنٽرول نادر شاهه سڌو سنئون پنهنجي هٿن ۾ ٻن سالن تائين رکيو ۽ پوءِ وري درانين. |
| نمبر 15. | نمبر 15 مرادياب کي گادي نمبر 10 کان 1754ع ۾ ملي. هن مرادآباد نالي نئون راڄڌاني شهر جوڙايو. انهي ٿورڙي ڄمار واري شهر کي سنڌو 1757ع ۾ پائي ويو. |
| نمبر 16. کان نمبر 18. | سنڌو درياءَ ۾ 1755/56 ڌاري ڪجهه آبي ڦيرا اچڻ لڳا. درياءُ هالا کان حيدرآباد جي اولهه ۽ اتان هيٺ سمنڊ تائين لڳ ڀڳ پنهنجي هاٽوڪي وهڪري سان گڏگڏ نئون وهڪرو ٺاهي اتان وڃي وهڻ لڳو ۽ هالا کان اڏيرولال، نصرپور، شيخ ڀِرڪيو، جُوڻ، پراڻي بدين ۽ رهمڪي بازار کان ٿيندو ڪوري ڪاريءَ وارو پنهنجو پراڻو وهڪرو ڇڏي ويو. ريجاڻي زراعت هيٺ 1753ع ۾ ايراضي ايڪيهه لک ايڪڙ هئي، جيڪا درياءَ جي هن ڦيري گهٽائي اٽڪل يارهن لک ايڪڙ وڃي بچائي. اهڙا وڏا ڦيرا سنڌ ۾ سدائين حڪومتن کي ڪيرائڻ ۽ راڄ گهراڻن جي مَتجڻ جو ڪارڻ پئي بڻيا آهن. پهرين بغاوت جو منڍ بلوچ سردارن ڪڍيو ۽ ٻئي راڄ ٻه انهن جو ساٿ ڏنو. مرادياب جي گادي، نمبر 16 جي ٿورڙي حڪمرانيءَ کان پوءِ، غلام شاهه نمبر 19 سنڀالي. |
| نمبر 19. | نمبر 19 لائق حڪمران هو ۽ انهي سنڌ جي ساموندي پٽيءَ جي پر وارا ڪجهه علائقا سنڌ ملڪ ۾ گڏايا ۽ ان کان سواءِ ڪڇ تي ٽي ڀيرا چڙهايون ڪيائين جنهن جي ڪجهه بندرن تان ڦر لُٽ جو وڏو مال ميڙي آيو. |
| | احمد شاهه ابداليءَ، نور محمد ڪلهوڙي کي سبي ۽ ڍاڍر ۽ پٽس غلام شاهه کي ڊيرا غازي خان، ڊيرا اسماعيل خان ۽ ٿوري عرصي لاءِ ملتان پڻ ڏنو هو. نور محمد ڪلهوڙي 1718-1738ع جي وچ تي سڄي سنڌ تي قبضو ڪيو ۽ بلوچ قبيلن کي پنهنجي سپاهه ۾ ڀرتي ڪرڻ لاءِ ڪتب آندائين. انهي جي عيوض انهن جي سردارن کي سنڌ ۾ ٻنيون جاگير ۾ ڏنائين. |
| نمبر 22. | نمبر 22 نمبر 19 کان پوءِ گادي سنڀالي، سرفراز واهه جوڙايائين، جيڪو 1932ع تائين هليو، پر ڏهه لک ايڪڙ هليا وڃڻ ڪري ماڻهو باغي ٿي چڪا هئا. سندس جاءِ نمبر 20 ۽ 21 ورتي، پر درياءَ هٽان ريجاڻي ٻنيءَ جي نقصان 1783ع ۾ راڄ گهراڻي جو انت آندو. |

نقشو نمبر 64

# 1739-40ع

## نادر شاهہ پاران هند ۽ سنڌ تي ڪيل ڪاهن جا ڳس




ڏسٽي

1. ڪاهن جا ڳس
2. شهر
3. ملڪ
4. درياءَ
5. بين الاقوامي ڏنگ
6. سنڌ جو هاڻوڪو ڏنگ

ڪاڇو

ميل 400 300 200 100 0

هنن جي ڪاميابيءَ جو راز واهن جي نظام کي تڪڙو بحال ڪرڻ ۽ آبادگارن کي انهن تي وسائڻ ۾ آهي. ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ ۾ پوکيءَ هيٺ ايراضيءَ بابت الڳ الڳ اندازا آهن. لئمبرڪ جي خيال ۾ اهي تيهه لک ايڪڙن جي انگ تائين پهچي ويا هئا، جڏهن ته چبلاڻي جي خيال ۾ اهو انگ ايڪيهه لک آهي. هي ليکڪ ايڪيهن لکن واري محتاط اندازي کي مڃي ٿو، چاڪاڻ ته ڳوناڻي سماج ۾ بنيءَ جي هر ايڪڙ لاءِ اٽڪل ڏيڍ ماڻهو گهرجي ۽ ڏيڍ ماڻهو ئي مٿس پلبو ۽ 1757ع تائين، جڏهن ڪلهوڙن جي راڄ ۾ پوکي پنهنجي چوٽ تي پهتي هئي، سنڌ جي آبادي ٽيهن لکن کان مٿي نه ٿي سگهي هوندي. ڪلهوڙن ڪهڙا واهه اڏيا؟ تنهن جو پتو تحقيق سان ئي پئجي سگهي ٿو. سر چارلس نيپيئر جي واهن واري ڪاتي ڪجهه رڪارڊ گڏ ڪيا هئا، جيڪي سنت ئي وڃائجي ويا. وري ڪڏهن به انهي ڇاڻ ڪي ميڙي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ جي ڪا ڪوشش نه ٿي.

جيڪا ٿوري گهڻي ڇاڻ موجود آهي، تنهن آڌار ڪلهوڙن هيٺيان واهه کوٽايا:

- شاهه جي ڪُورَ: نور محمد ڪلهوڙي جي وزير شاهه بهاري اڏرائي.
- نصرت واهه: نصرت خان چانڊئي نور محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ کوٽايو.
- مراد واهه: مراد خان ڪلهوڙي کوٽايو.
- فيروز واهه: فيروز وير، ڪلهوڙا راڄ گهراڻي جي ڏينهن ۾ کوٽايو.
- سرفراز واهه: ميان سرفراز ڪلهوڙي کوٽايو.
- باغ واهه: سيال ذات جي باغ نالي شخص کوٽايو، جن کي ڪلهوڙن سنڌ ۾ آندو هو.
- نور واهه بيگاري واهه مان: نور محمد ڪلهوڙي کوٽايو ۽ سندس نالي پٺيان نالو پيس.
- نور واهه گهاڙ مان: نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ کوٽايو ويو.
- نور واهه الهندي ناري مان: هي پڻ نور محمد ڪلهوڙي جي دور ۾ کوٽايو ويو. هي عام طور ٻارهو وهندو رهندو هو، جيئن الهندو نارو واهه پنهنجي پڇڙيءَ وٽ هوندو هو، جتي اهو ليٽ آهر سجو سال پاڻي ڏئي سگهندو هو. انهي ئي نور واهه کي اڳتي هلي انگريزن سنڌوءَ مان پاٽ ڪان مٿان ناصراڻي ويجهو منهن ڏنو. هي نور واهه سندن راڄڌاني خدا آباد کي پاڻي ڏيندو هو.
- بيگاري: جيئن نالي منجهان ئي لڳي ٿو هي واهه بيگار يا زوريءَ ڇيڙ تي کوٽايو ويو هو ۽ ٿي سگهي ٿو ته ڪلهوڙن جي دور جي اوائلي ڏينهن ۾ وهڻ شروع ٿيو هجي، جنهن منجهان به ننڍ واهه نور واهه ۽ سون واهه نڪتا.
- شر واهه: شر قبيلي جي نالي سان سڏجندڙ هي واهه هاڻ گڊو بئراج ۾ رَلجي شرڪوٽ شاخ ٿي ويو آهي.
- ڪو اٽڃاتل واهه: جنهن کي ٽالپرن ڇڏي ڏنو هو ۽ نئون سنئون ٿي برڳ واهه ٿيو.
- رجب گهٽي (گهٽ واهه).
- مقصودا واهه: جيڪو ڪنهن زماني ۾ سنڌ ڍوري کي پرينندو هو ۽ ٽالپرن جي دور ۾ بيڪار ٿي ويو هو، تنهن کي جيڪب وري وهايو ۽ جيڪب واهه سڏجڻ لڳو. هن کي پڇاڙيءَ 1873ع ۾ ڊيزرٽ واهه جو روپ ڏنو ويو.
- سون واهه: مٿي ٻڌايل آهي، بيگاريءَ مان نڪرندو هو.
- مرزا واهه.
- ڳُڙنگ واهه: جيڪو اڄ تائين پنهنجي مُنهن آب ڪلاڻي واهه آهي، سنڌوءَ مان اتر سنڌ ۾ نڪري ٿو. (آب ڪلاڻي واهه ڦاٽ سڏبا آهن).
- گهاڙ: ڪاڇي جي مينهن تي وهندڙ نئيُن مان سنڌوءَ ڏانهن ايندڙ ڪو قدرتي نيڪر ٿو لڳي. ٿي سگهي ٿو ڪلهوڙن ڪيڙيو هجي يا اڃا به مٿان سمن جي دور وارو ابڙو واهه هجي.
- الهندو نارو: سنڌو درياءَ جي قدرتي ڇاڙهه هو ۽ ڪلهوڙا-ٽالپر دور ۾ وهندڙ هو.
- ڏاتي جي ڪُورَ: ڏاتي ڪهاوڙ نهرائي.
- شاهه جي ڪُورَ: نور محمد ڪلهوڙي نهرائي.
- نَو لکي، داد واهه ۽ ڏامبڙو واهه: سڀ سنڌوءَ جا پراڻا وهڪرا، جن کي ڪلهوڙن واهن ۾ تبديل ڪيو.
- گونگڙو: سنڌوءَ جي هڪ قدرتي ڇاڙهه، جيڪا ٿي سگهي ٿو ڪلهوڙن 1758ع کان پوءِ وهائي هجي، جڏهن سنڌوءَ هالن کان هيٺ پنهنجو هاٽوڪو وهڪرو ورتو.
- بگهاڙ: سنڌوءَ جي 1699ع ۾ هڪ قدرتي ڇاڙهه، ٿي سگهي ٿو 1758ع کان پوءِ ٻارهو وهندڙ ڌارا نه رهيو هجي ۽ انهي ڪري ميان غلام شاهه ڪلهوڙي واهه ڪري وهايو هجيس.
- ساڳي ئي ڳالهه اوچتو يا حجمڙو ۽ ڪلري واهن لاءِ به چئي سگهجي ٿي.
- مَکي ڍنڍ مان مِنڙائو، دين ۽ هيرڻ نالي ٿي واهه: جيڪي تڏهن چالو ٿيا، جڏهن فائيف اپرندي ناري کي سنڌوءَ مان روهڙيءَ کان اوپاري پاسي نئون مُنهن ڏنو، ٿي سگهي ٿو سومرن ۽ سمن جي جُڳ جا پراڻا واهه هجن ۽ اهو به ٿي سگهي ٿو ته هيڪڙ بيڪڙ ئي ڪڏهن وهندا هجن، جڏهن سنڌوءَ ۽ ستلج جي چڙ جو پاڻي اپرندي ناري ۾ اچي پوندو هجي. هي غلام شاهه ڪلهوڙي جي دور ۾ گهٽو ڪري ڪڏهن ڪڏهن ئي استعمال ٿيندا هوندا، چو ته رپوٽن مطابق انهي کي ئي ڳٽتي هوندي هئي ته چَڙ جو پاڻي اپرندي ناري مان پُراڻ رستي ڪڇ تائين نه پهچڻ گهرجي. ڪلهوڙن، ٽالپرن ۽ انگريزن جي جُڳ جا ڪيترا ئي واهه گڊو، سکر ۽ ڪوٽڙي بئراجن واري واهن جي نئين سرشتي ۾ رَلائجي ويا. واهن جي نظام جي آڳاٽائپ ۽ تاريخ بابت تصديق رڳو سب ڊويزنل انجنيئر سطح تي مقامي طور گهري ڇنڊ ڇاڻ ڪري ئي ڪري سگهجي ٿي.

847



848



849



850



851



852



## حيدرآباد واري قلعي جا ڏيک

847. حيدرآباد قلعي (پڪو قلعو) جو هڪ ڏيک. (ايس. اي. ايل. يُو).
848. مُک پهريدار ۽ سرڪاري گهر، حيدرآباد قلعو، 1771ع.
849. حيدرآباد قلعي جي اتر-الهندي مهاڙي، 1771ع.
850. حيدرآباد قلعي جو گول منارو، 1771ع.
851. حيدرآباد قلعي جو مُک لنگهه، 1771ع.
852. حيدرآباد قلعي جي گول مناري تان نظارو، 1771ع.
853. حيدرآباد جو شيخ مڪي قلعو (ڪچو قلعو)، 1758ع.

853



- بدقسمتيءَ سان هن اپياس جو ڪنهن قسم جو ڪو انجنيئري ڪارج ڪونهي، تنهنڪري ڪاتي لاءِ تمام گهڻ ڪارگر ٿيندو. اها سا اميد ڪري سگهجي ٿي ته ڪنهن ڏينهن معاشي ۽ سماجي تاريخدان ۽ آثار پارکُو ضرور اهو اپياس ڪندا.
- ڪلهوڙن جي دور وارن واهن جو ڪل انگ ٿي سگهي ٿو 1754ع ڌاري تائين 700 ڪان 1000 ٿي ويو هجي. ڪلهوڙن جي دور ۾ ريجاڻي زراعت 1758ع تائين گهڻ ۾ گهڻ ايڪيهه لک ايڪڙ ايراضيءَ تي پهتي، پر انهن ڏينهن ۾ وري هڪ وڏو آبي ڦيرو آيو. آخري برفاني جُڳ ڪان پوءِ واري گرم آبهوا ۽ دريائي وهڪرن ۾ واڌارو 1755/56 ڌاري سنڌو درياءَ ۾ آبي ڦيري جو ڪارڻ بڻيو. 1758ع ۾ درياءُ هالا ڪان حيدرآباد جي اولهه ۾ اتان هيٺ سمنڊ تائين لڳ ڀڳ پنهنجي هاڻوڪي وهڪري سان گڏگڏ نئون وهڪرو ٺاهي اتان وڃي وهڻ لڳو ۽ هالا ڪان اڏيرولال، نصرپور، شيخ پِرڪيو، جُوڻ، پراڻي بدين ۽ رهمڪي ڪان ڪوري ڪاريءَ وارو پنهنجو پراڻو وهڪرو ڇڏي ويو. هن ڦيري هالن ڪان اوپاري پاسي اٽڪل 500 واهه وهندا ڇڏيا ۽ ايترو انگ انهي ڪان لهوارو ڦٽائي ڇڏيائين.

ريجاڻي زراعت هيٺ ايراضي 1753ع ۾ ايڪيهه لک ايڪڙ هئي، جيڪا درياءَ ۾ آيل هن ڦيري جي ڪري گهٽجي اٽڪل يارهن لک ايڪڙ وڃي بيٺي.

غلام شاهه جي دعويٰ تي احمد يار خان ۽ عطر خان اعتراض واريو. عطر خان، احمد شاهه دراني‌ءَ ڪان سَنَدَ وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيو ۽ غلام شاهه سندس حق ۾ هٿ ڪڻي ويو. اهو مامرا نه هلائي سگهيو، جنهن جو بنيادي ڪارڻ اهو هو ته آبي ڦيرا اچا هليا پئي ۽ درياءُ اچا تائين پوري طرح هڪ هنڌ جٽائي نه بيٺو هو. تنهنڪري بلوچ سردارن وري غلام شاهه کي اچڻ لاءِ چيو، جنهن پنهنجي ٻنهي ڀائرن کي شڪست ڏني ۽ اهي هٿ ڪڻي ويا. اهڙي ريت 1759ع ۾ بنا تڪرار گادي سنڀاليائين. سنڌو درياءَ جي نئين وهڪري جي پهچ ۾ ايندڙ نين ٻنين تي وسنديون وسڻ شروع ٿي ويون. عام ڏينهن ۾ ائين ٿيڻ ۾ پنجاهه سال لڳي ويندا آهن. پنڊار (خزانو) پرڻ لاءِ ڪڪرالي جي جامن تي 1760ع ۾ ۽ ڪڇ تي 1761-1762ع ۾ ڪيترين ئي چڙهايون ڪيائين ۽ وري 1864/65ع ۾ ڪڪرالو، سنڌڙي (رڻ ڪڇ ۾ - 1819ع واري ڌرتي ڌوڏ ۾ ٻڏي تباهه ٿي وئي)، لکپت ۽ بستا فتح ڪري ۽ پنهنجي بادشاهيءَ ۾ گڏائي ڇڏيائين ۽ اهڙي ريت رڻ ڪڇ جو وڏو علائقو پنهنجي اختيار هيٺ آڻي ڇڏيائين. ان دوران گهرو جهيڙا ڪلهوڙن کي وڪوڙي ويا ۽ اڳلن 25 سالن تائين اهي انهن ۾ ڦاٿا رهيا ۽ تڏهن ٽالپرن هن راج گهراڻي جي جاءِ ورتي. انگريز تاريخدانن وٽ ڪلهوڙن جي واهن جي انتظام لاءِ وڏي عزت ڏسجي ٿي ۽ ايستائين جو 1937ع ۾ لئمبرڪ چيو ته انگريز سرڪار 1930ع تائين پنهنجي راج جي 87 سالن ۾ اوترو مس ڪري سگهي آهي جيترو ڪلهوڙا اڳيئي ارڙهين صديءَ جي وچ تائين ڪري ويا هئا.

1758ع تائين جيڪڏهن لئمبرڪ پاران ڪٿيل ريجاڻي ايراضيءَ جي ٽيهه لک ايڪڙن واري انگ جي جاءِ تي چِهلاڻيءَ جو محتاط ڪٿيل انگ ايڪيهه لک ايڪڙ رکجي، تڏهن به سنڌ جي آبادي اٽڪل ٽيهه لک هوندي. چِهلاڻي سمجهي ٿو ته 1600ع ڌاري سنڌ ۾ پوکيءَ هيٺ ايراضي تيرهن لک ايڪڙ هئي، جنهن منجهان اوڳاڙين جي لاڳو شرح، في ايڪڙ پيداوار ۽ اَنَ جي ملهه جي حساب سان وقت جي سرڪار کي 66،215،395 اڱڙيا هئا، جيئن آئين اڪبري ۾ ڄاڻايو ويو آهي. انهي حساب سان سنڌ جي آبادي 1600ع ۾ اٺويهه لک ماڻهو هوندي. اورنگزيب جي ڏينهن ۾ ان حقيقت کي ڌيان ۾ رکجي ته نئي سرڪار مان 1665ع ۾ آمدني، ناڻي جو ملهه گهٽجي وڃڻ جي باوجود، گهٽجي 1600ع واري آمدنيءَ جي ويهه سيڪڙو جيتري وڃي بچي هئي، ته پوءِ سنڌ ۾ پوکيءَ هيٺ ايراضي پڪ سان اجا به گهٽجي اٽڪل پنج لک ايڪڙ وڃي بچي هوندي. ان ليکي سولائيءَ سان چئي سگهجي ٿو ته ڪلهوڙا راڄ گهراڻي پاران سنڌ ۾ 1701ع ۾ راڄ سنڀالڻ ڪان پهريان ان جي آبادي ڪنهن صورت به ٻارهن لکن ڪان مٿي ۽ پوکيءَ هيٺ ايراضي اٽڪل ستن لکن ايڪڙن ڪان مٿي نه هوندي.

وري 1522 ۽ 1701ع جي وچ واري صورتحال جي ڄاڻ ليکي سولائيءَ سان چئي سگهجي ٿو ته سمن جي دور ۾ ڪل آبادي چوويهه لک ايڪڙ هوندي ۽ پوکيءَ هيٺ ايراضي سورهن لک ايڪڙ هوندي. وچ وارن 179 سالن ۾ نه رڳو سنڌ جي پوکيءَ هيٺ ايراضيءَ ۾ لاٿ آئي، پر آبادي پڻ گهٽجي وئي. ساڳيو ئي ورجاءُ 1758 ۽ 1843ع جي وچ تي ٿيڻو هو، جنهن جو ڪارڻ نئين صورتحال هئي، جنهن بابت سئي سگهي سميت پيرائتا انگ اکر، رڪارڊ، رپورٽون ۽ سفرناما موجود آهن. اهو آهي ٽالپر دور جنهن بابت ڄاڻ هن ڪان اڳتي ڏني وئي آهي.

## سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ ڦيرو ۽ سنڌ ۾ ڪلهوڙا سرڪار جو ڪِرڻ — 1758 _ 1783ع جا نتيجا

سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ 1758ع ۾ آيل ڦيري واهن تي ٿيندڙ پوکي ايڪيهن لکن ايڪڙن مان ڪيرائي يارهن لک ايڪڙ وڃي بچائي. ساڳئي وقت وري تڏ به ٿي وئي، خاص ڪري 1760ع ڪان پوءِ ۽ پوکيءَ هيٺ ايراضي خاطرخواهه وڌي نه سگهي. چِٽو ٿي ويو ته ڪاڏي جي پيداوار اڌ تائين گهٽجي وئي هوندي؛ آبادي پڻ گهٽجي اڌ وڃي بچي هوندي ۽ ائين بک، بيماريون ۽ موت پيا هوندا. مطلب ته ان جي نتيجي ۾ جياپي جي جنگ لڳي وئي. ڪلهوڙن راڄ ڏٺين پانيو ته سنڌن آنڌل ۽ جاگيرون ڏئي وسايل بلوچ قبيلا گهڻو زور وٺي ويا آهن ۽ ڪين ڏڪيا پيا پون، سو انهن جو زور ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪيائون. ٻئي پاسي بلوچ قبيلن ڏٺو ته اهي پنهنجي مٿن مائٽن کي بک مرڻ ڪان تڏهن ئي بچائي سگهن ٿا، جڏهن گهٽي ياڳي ٻنيون ڦٻائي وٺن. اهو ڌارون جي "جياپي لاءِ جتن" وارو قصو هو. اها حقيقي گهرو ويڙهه هئي جنهن جو منڍ ميان مراداياب خان جي

854



855



856



857



858



859



**عمرڪوٽ، نئون ڪوٽ، ڪوٽ ڏيجي، رني ڪوٽ، بکر ۽ مغلن جو ڳاڙهو (لال) قلعو**

854. سوڍن جو ٺهرايل عمرڪوٽ، گهٽ ۾ گهٽ 1000 سالن کان وڌيڪ پراڻو.
855. نئون ڪوٽ، 1814ع ۾ مرمت ڪئي ويس، اصل سوڍن جو ٺهرايل.
856. دهليءَ ۾ مغلن جي لال قلعي جو پکيءَ جي اک وارو ڏيک، 1770ع.
857. ڪوٽ ڏيجي قلعي جي شهر پناهه پٽ (ايس. اي. ايل. يُو).
858. رني ڪوٽ قلعو.
859. بکر قلعي جو هڪ لنگهه، 1100ع.
860. هڪ آرٽسٽ پاران ٺاهيل رني ڪوٽ قلعي جو چٽُ. هي دنيا جو وڏي ۾ وڏو قلعو هجڻ جي دعويٰ ڪئي وڃي ٿي. ٻاهرين پٽ جي گهير اٽڪل 24 ڪلوميٽر اٿس، 45 ق.م کان 100 ق. م جو (اي. پي. آر).



860

جاءِ تي غلام شاهه کي آڻڻ سان ٿيو هو ۽ هاڻ اها راڄ ڏٿين سان کلي جنگ بڻجي وئي هئي، جن پڻ مختلف حرفتون هلايون. مدد خان کي گهرائڻ سميت، جنهن وري بلوچ سردارن جو زور ٽوڙڻ لاءِ سڄي سنڌ کي ڦريو لٽيو. آخري گهمري ۾ ٽالپرن ڪلهوڙن کي تڙي ٻاهر ڪڍيو ۽ گهٽي پاڳي ٻنيون پاڻ ۾ ورهائي ڪنيائون. ڪجهه زميندارن کي زمينون ٽيڪس پري ڏيڻ عيوض رکڻ جي موڪل ڏني وئي. آبادي، جيڪا 1758ع ۾ اٽڪل ٽيهه لک هئي، گهٽجي چوڏهن لک وڃي بچي، جيئن انگريزن اچي 1843ع ۾ ڏني. انگريز ريجاڻي نظام ۾ بدانتظاميءَ جو ڏوهه ٽالپرن تي ڏين ٿا. اهو الزام دررست نٿو لڳي، ڇاڪاڻ ته درياءَ ۾ پاڻيءَ جي سطح تڏ جي ڪري، جيڪا 1850ع تائين هلي، ايتري ته ڍري ٿي وئي هئي جو ڪلهوڙن جا واهه جيڪي ڇهه وال ويڪرا هئا سي سُسي پنهنجي ويڪر جي ٽين پتيءَ جيترا وڃي بچيا هئا. ڪلهوڙن هٿان پوکيءَ هيٺ ايراضيءَ جي وڌڻ جو ڪارڻ سنڌوءَ ۾ ايندڙ گهڻو پاڻي هو، جنهن ڪين وڌي هٿي ڏني. انهي ڪم ۾ اڳتي بنيادي طرح سان ڪڙمي آيا، جن پنهنجي رضا خوشيءَ سان بنا عيوضي واهه کوٽيا ۽ انهن جي ڪاٽي ڪنئي ته جيئن اهي لاڏائو ڏنارن واري معيشت مان جند ڇڏائي وسي ويهي زراعت ڪرڻ واري معيشت ڏانهن ٽپي سگهن. اها هٿي ٽالپرن جي دور ۾ نه هئي. ميرن هالا جي ڏکڻ پاسي وارو واهه کوٽايو هو. انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته انهن ريجاڻيءَ لاءِ پنهنجي وَس هيٺ وسيلن جهڙوڪ جيترو پاڻي آيو پئي ۽ جيترو سنڌو چڙهيو پئي تنهن آهر پنهنجي پَتي ملائي هئي. ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن وچ ۾ انهي سموري ڇڪتاڻ ۾ جنهن ڏر سپ کان وڌ پوڄيو سي هئا آبادگار، جن کي سنڌن ٻنين لاءِ پاڻي ملڻ بند ٿي ويو ۽ ڏنار وڃي ٿيا ۽ هوريان هوريان موت جي ور چڙهندا ويا، ڇاڪاڻ ته ڪين تاتي سگهڻ جيترا چراگاهه به نه بچيا هئا. آبادي ٽيهن لکن مان گهٽجي چوڏهن لک ٽيڻ واري عمل ۾ موت ۽ بک کي منهن انهن ئي ڏنو، ڇاڪاڻ ته پوکيءَ هيٺ ايراضي ايڪيهن لکن ايڪڙن مان گهٽجي نَوَ لک ايڪڙ وڃي بچي. هاري يا هارپي تي ٻني ڪاهڻ وارو سنڌ ۾ ريجاڻي زراعت جي ڪرنگهي وارو هڏو هو ۽ انهي آبهوا جا جوڪا پنين انن هزارن سالن کان سدائين پئي پوڄيا آهن.

ٺورن لفظن ۾، جيڪي ڪجهه ٿيو تنهن جو ڏوهه نه ڪلهوڙن کي ڏئي سگهجي ٿو ۽ نه ٽالپرن کي. اهوڙرين پاران، ان اهڙي صورتحال ۾ جڏهن هر ٻيون ماڻهو بک وگهي مرڻو هو، ”جياپي لاءِ جتن“ ۽ ”جو اڳي سو تڳي“ وارو قصو هو. پوکيءَ هيٺ ايراضي سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ آيل ڦيري جي ڪري اڌواڌ گهٽجي چڪي هئي ۽ 1758-1850ع تڏ جو زور هليو، جنهن ۾ درياءَ ۾ پاڻي اچڻ گهٽجي ويو، واهه پرجي نه پئي وهيا ۽ پوکيءَ هيٺ ايراضيءَ ۾ ايتري تڪڙي نه پئي آئي جو صورتحال ۾ ڦيرو آڻي سگهي.

ٺلهي ليکي ائين چئي سگهجي ٿو ته جڏهن صورتحال اهڙي هجي جو هر ٻيون ماڻهو مرڻو هجي تڏهن ڪا اخلاقيات ناهي هلندي ته ڪير ٿو ڪنهن کي ماري. ”جياپي لاءِ جتن“ ۽ ”جو اڳي سو تڳي“ جو اهو ئي اصول هوندو آهي. ننڍين ننڍين ڳالهين ۽ ڪوڙن ٻهانن تي هڪٻئي جو ڪوس ڪرڻ جو ڏوهه نه ڪلهوڙن تي ڏئي سگهجي ٿو ۽ نه ٽالپرن تي. ٻئي هڪجيترا ئي بيڏوهي آهن.











**چؤکنڊي ۽ نڪر جون ڇاريون**

861. چؤکنڊي قبرن وارو هنر 14 کان 18 صدين ۾ اوائلي پٿر کور مان سرجيو ۽ سمن، ارغونن، ترخانن ۽ مغلن جي پٿر کور مٿس پنهنجو اثر ڇڏيو. سورج مکي ڇيو ويندڙ اصل ۾ ڪنول آهي، ڇو ته سورج مکي پراڻي دنيا ۾ نه هو ۽ ڏکڻ ايشيا ۾ پورچوگيزن سورهين صديءَ ۾ آندو.

862. ۽ 863. تي جاميٽريائي ڊزائنون هڪ ئي هنڌان نڪتل ٽيون لڳن

864. ڪارب وڌل ڪُنگرن واري سر. چوکي يا عام سر، گهڻو ڪري قبر يا عمارت جي اولي جي پٽ يا ڪارنس لاءِ. ڪنهن اوزار سان گول نموني جا گل ٺپيل اٿس. (لاڙ ميوزيم).

865. نڪر جي ڇاري. (لاڙ ميوزيم، بدين).

## نقشو نمبر 65

# 1837ع

## سنڌوءَ جي ٻيٽاري (ڊيلٽا) جو خاڪو
## ليفٽيننٽ ٽِي. جِي. ڪارليس آئِي. اين
## پاران ٺاهيل




856

857

858

## صنعتي اوزار

856. گهاڻو
(سنڌ عجائب گهر، حيدرآباد)
857. چرخو
858. ارڙهين صديءَ جو چرخو

باب اٺٽيهون

# ٽالپرن جي راڄ ۾ ريجاڻي
# (1783_1843ع)

ٽالپرن جي دعويٰ آهي تہ اهي اصل ايران جا هئا. اهو ان حد تائين سچ آهي تہ برابر اهي ٻين بلوچ ذاتين سان گڏ ڏهين صدي عيسويءَ ڌاري اتان آيا هئا. سنڌ ۾ پير اٽڪل پنج صديون پوءِ پاتائون. اهي ٽال نالي وڏي جو اولاد آهن ۽ ٽالپر (ٽال-پُترا) سڏجن ٿا. سنڌ ۾ اهي دادو ۽ لاڙڪاڻي ضلعن جي ٽاڪرو پوٺي ڪاڇي جي ميدانن ۾ اچي وينا هئا. سترهين صديءَ جي منڍ ۾ اهي مغلن جي سيوهڻ وارن گورنرن سان وڙهيا. اڳتي هلي ڪلهوڙن بزرگن جا مريد ٿيا. سترهين صديءَ ۾ جڏهن ريجاڻي نظام جي بگڙي وڃڻ ڪري مغلن خلاف تحريڪ هلي تہ هي ڪلهوڙن جا پاڙيتُو فوجي ٿي ساٿ ۾ شامل ٿيا.

ميان نصير ڪلهوڙي قمبر، ڪَڪَڙ ۽ جوهي تعلقن ۾ بلوچ قبيلن جي ساٿ سان ٻنيون زوريءَ قبضي ڪيون هيون ۽ انهن کي انهن ٻنين تي آٺي ويهاريو هئائين. ڪلهوڙن ريجاڻي نظام بابت پنهنجي سني جاڻ ڪم آڻيندي انهن ٻنين تائين هٿرادو طريقي سان پاڻي پهچائڻ لاءِ 700 ڪان متي واهہ کوٽرايا هئا. هنن ڪلهوڙن کي پنهنجا روحاني رهبر يا پير مجيو ۽ ڪين پلين آباد ٻنين تي پکو وسائڻ لاءِ انهن جا ٿورائتا پڻ هئا. بلوچ سردار ڪجهہ وقت اڳي تائين بہ دادو ضلعي ۾ ڪڪڙ کان اٺ ميل اتر-اولهہ پاسي ڳاڙهيءَ ۾ ميان نصير جي مقام ۾ پوربا هئا. هن مقام جو هوائي نظارو انتهائي رعبدار لڳندو آهي، باوجود ان جي تہ ڪا ناهہ نوهہ يا سينگار ڪونهيس ۽ مقبرن تي ٿيل ڪم ۾ ڪاريگري بہ بس واجبي ئي آهي. بلوچ سردارن جا وڏا ڪاڪو، هاٽڪ ۽ ماٽڪ سترهين صديءَ ۾ ٿي گذريا. ڪلهوڙن کي سندن مقصد ماٽڻ ۾ ٽيڪ پرائيندڙ ساٿارين منجهان مير شهداد خان (وفات 1734ع)، شهدادپور شهر جو باني، پهريون ناليوارو ٽالپر سردار هو، جنهن نالو ڪڍايو. اهڙي ئي ٻئي انهي جي سؤٽ ٽنڊو الهيار شهر وسايو. بهرام خان ۽ پاٽس چاڪر خان غلام شاهہ جي دور جا مکيہ درباري هئا. ويڙهُو قبيلن (بلوچ) کي پنهنجو ڪرڻ لاءِ ڪلهوڙن، مغلن وارو جاگيرداري يا منصبداري نظام ڪنيو. خدمتن عيوض روڪ رقمون ڏيڻ بجاءِ ڪيترن ئي سردارن کي جاگيرون انعام ۾ ڏنائون، جن جي ذمي واهن جي کاٽي ڪرائڻ، اوڳاڙيون ڪرڻ، پنهنجو لشڪر ناهڻ، علائقي ۾ امن امان رکڻ، انصاف ڏيڻ ۽ ڪجهہ ٻنڌاڻ رقم ڪلهوڙن کي پري ڏيڻ هو.

## ٽالپرن جو اقتدار ۾ اچڻ ۽ سنڌ جو ڀاڱا ڀاڱا ٿيڻ

1755-1758ع ۾ آيل آبي ڦيرن سنڌ جون اڌ ريجاڻي ايراضيون ويران ڪري ڇڏيون. ٽالپر پنهنجون ٻنيون ٻنا پاڻيءَ ڏسي ڏيرج وڃائي وينا، راڄ ڌڻين ڪلهوڙن جي گهريلو معاملن ۾ وچ ۾ پوڻ لڳا ۽ هر پيري پنهنجي پسند جو نئون حاڪم گاديءَ تي ويهارڻ لڳا تہ جيئن انهي کان اهي اهي ٻنيون وٺن، جن کي پاڻي ٻين قبيلن وٽان ملڻ جي پڪ هجي.

نور محمد جي مرڻ تي بلوچ سردارن ئي مراداياب خان کي گاديءَ تي ويهاريو ۽ هٽايو، وري ٻئي پاٽس کي گاديءَ تي ويهاريائون ۽ نيٺ پڇاڙيءَ انهي کي لاهي غلام شاهہ کي آندائون. انهي جي مرڻ تي هي هڪ اڻ پلي طاقت بڻجي ويا. 1774 کان 1783ع جي وچ تي گهرو ويڙهہ ۾ ڪلهوڙن کان سنڌ فتح ڪرڻ ۾ نمبر 9، 10، 11، 12 ۽ 13 جو اڳواٽيءِ وارو ڪردار هو. پنهنجو اقتدار ڄمائيندي ئي سنڌ کي ستن ڀاڱن ۾ ورهاياڻون، جن منجهان چار ڀاڱا مير فتح علي ۽ انهي جي ٽن ڀائرن (نمبر 9، 10، 11 ۽ 12) کي مليا، جنهن ڌر کي هن کان اڳتي حيدرآباد وارا مير سڏيو ويو آهي؛ هڪ ڀاڱو مير صوبدار (نمبر 13) کي مليو، جنهن ڌر کي خيرپور وارا مير سڏيو ويو آهي ۽ ٻہ ڀاڱا مير ٺاري (نمبر 14) کي مليا، جنهن واري ڌر کي ميرپورخاص جا ماڻڪاڻي مير سڏيو ويو آهي. ٻين بلوچ سردارن کي سڄي سنڌ ۾ جاگيرون ڏنيون ويون. ٽالپرن جون اهي ٽئي شاخون الڳ الڳ هر معاملي ۾ پنهنجي منهن آزاد هيون، سواءِ پرڏيهي معاملن جي، جن جي نبيرڻ جو اختيار حيدرآباد وارن ميرن کي ڏنو ويو. حيدرآباد وارا مير صبح جو چارئي گڏيل دربار لڳائيندا هئا ۽ منجهند کان پوءِ سڀڪو پنهنجي منهن اڪيلي اڪيلي.

فتح علي (نمبر 9) 1802ع ۾ مري ويو. انهي کان پوءِ پڳ غلام علي (نمبر 10) کي ملي.

مير غلام علي ۽ مير ٺاري وچ ۾ جنگ لڳي، جنهن ۾ مير ٺاري هارايو ۽ ڦَٽجي پيو، پر غلام علي سندس علاج ڪرايو ۽ موٽائي ميرپورخاص موڪليائينس. غلام علي (نمبر 10) 1811ع ۾ نِپُٽو مري ويو، ڪرم علي (نمبر 11) حيدرآباد جي ميرن جو سربراهہ ٿيو ۽ سٺي طرح راڄ هلايائين. انهي جي 1828ع ۾ مرڻ تي چوٿون ڀاءُ مير مراد علي حيدرآباد

وارن جو سربراهه ٿيو. مير مراد علي جي 1833ع ۾ مرڻ تي سندس پٽن مير نور محمد ۽ مير نصير خان کي ڪجهه ڪمن لاءِ گڏيل حڪمران بڻايو ويو. مير نور محمد 1839ع ۾ مري ويو ۽ مير نصير حيدرآباد جي اڪيلي سِر گادي سنڀالي، جنهن کي انگريزن شڪست ڏني ۽ ڏيهه نيڪالي ڏني - ٽالپرن سان ٿيل هڪ ويساهه گهات. وڏي طاقت جي هن ننڍڙي جنگ جي نِندا انگلينڊ جي ماڻهن به ڪئي، پر انگريز سرڪار سنڌ ٽالپرن کي موٽائي نه ڏني، چاڪاڻ ته ڪابينا، گليڊسٽون جي لفظن ۾، "فيصلو ڪري چڪي هئي ته انهي کي پاڻ وٽ رکڻ واري لُچائي موٽائي ڏيڻ واري لُچائيءَ کان بهتر آهي". لچائيءَ مان سندس مطلب هو فائدو.

ٽالپر گهراڻن جا حاڪم هي هئا:

### ٽالپر گهراڻو (حيدرآباد شاخ)

| | |
|---|---|
| مير فتح علي | 1784/85 - 12 مئي 1802ع |
| مير غلام علي | 19 مئي 1802 - 17 جون 1812ع |
| مير ڪرم علي | 17 جون 1812 - 30 ڊسمبر 1828ع |
| مير مراد علي | 1828 - آڪٽوبر 1833ع |
| مير نور محمد ۽ مير نصير (گڏ) | 21 آڪٽوبر 1833 - سيپٽمبر 1839ع |
| مير نصير | 21 آڪٽوبر 1833 - 1843ع |

### ٽالپر گهراڻو (خيرپور شاخ)

| | |
|---|---|
| مير سهراب | 1784/85 - 17 آگسٽ 1830ع |
| مير رستم | 1830 - 20 ڊسمبر 1842ع |
| مير مراد علي (انگريزن جو ماتحت ٿي) | 1842 - 1894ع |

### ٽالپر گهراڻو (ميرپورخاص شاخ)

| | |
|---|---|
| مير نارو | 1784/85 - 1829/30ع |
| مير مراد علي | 1829/30 - 1836/37ع |
| مير شير محمد | 1836/37 - فيبروري 1843ع |

ٽالپرن سان پاڳ ساٿ نه ڏنو جو ته سندن سچو دور ۽ ويندي 1850ع تائين هلي. سوڪ آبهوا وارين دريائي ماترين ۾ سڌي سادي ريجاڻي زراعت دوران سنوت جي اوزارن ۽ کوٽائيءَ جي مشينريءَ جي جاڻ ۽ ڪتب آڻڻ کان سواءِ ڳوٺاڻي سماج ۾ هڪ ايڪڙ ٻني آباد ڪرڻ لاءِ اٽڪل 1.4 کان 1.6 ماڻهو پڪ سان کپي ويندو. اها نسبت پڪ سان صدين تائين هڪجهڙي ٿي رهي هوندي ۽ انهي ۾ گهٽتائي رڳو ويجهڙ وارن سالن ۾ انگريزن جي دور ۾ سنڌ ۾ آئي، اهي انجنيئري مهارتون ڪتب اچڻ سبب، جن واهن جي اهڙي ڊزائن ناهڻ ۾ مدد ڏني، جنهن ۾ واهه هيڪر نهي وجڻ کان پوءِ کاٽيءَ لاءِ ٿورن مزدورن جي گهرج پوي ٿي. انهي واهن جي ديگهه انهن جي پهچ هيٺ ايندڙ ٻنيءَ جي ايڪن پيرين گهٽائي ڇڏي. پوک کاهيل ٻنين جو وري ٻڌڻ ۽ ٻوڏ بچاءَ بندن جي اڏجڻ سان ختم ٿيو ۽ اهڙين پروکين ٻڌل ٻنين کي نئين سنئين سڌو ڪرڻ ۽ پوک لائق بڻائڻ تي لڳندڙ مزدوريءَ مان پڻ جند ڇٽي. چراگاهن جي اٽاٽ سبب، جن مٿان پوک کاهجي وئي، مال ڌارجڻ گهٽجي ويڻ ڪري ڳوٺاڻا مزدور واندا ٿي پيا. انهي سان ننڍن ۽ وڏن شهرن جي اوسر جي واٽ نڪتي.

جيڪڏهن پوکيءَ هيٺ ايراضيءَ جي ٿلهي ليکي جاڻ هجي ته آباد ٻنيءَ جي ماپ ۽ ڳوٺاڻي آباديءَ جي نسبت 1:1.5 وٺي مختلف دورن ۾ سنڌ جي آبادي لهي سگهجي ٿي. پنين هڪ سو چاليهن سالن لاءِ انهن انگن اکرن جي جاڻ آهي، پر درست خاڪو رڳو 1931ع تائين جي انگن اکرن جي اپياس سان ملي سگهي ٿو، جڏهن اجا سنڌ ۾ اهڙا ڪارخانا نه لڳا هئا، جن ۾ وڏي انگ ۾ پورهيت کپي وڃن ۽ سکر بئراج اجا وهڻ شروع نه ٿيو هو. انهن سالن لاءِ نسبت انگريز دور جي اوائلي ڏينهن لاءِ 1.64 کان 1.18 ماڻهو في ايڪڙ ٻني آهي ۽ اڳئين صفحي تي ڏنل ٽيبل ۾ حساب لڳايو ويو آهي.

جيئن ته ٽالپرن جي دور جي پڇاڙيءَ وارن ڏينهن ۾ پوکيءَ هيٺ ايراضي 9 لک ايڪڙ هئي، تنهن مان نتيجو ڪڍي سگهجي ٿو ته سنڌ جي آبادي 1757ع وارن ٽيهه لکن جي پيٽ ۾ 1843ع ۾ چوڏهن لکن کان مٿي نه هوندي. آباديءَ ۾ 1843 ۽ 1858 جي وچ وارن پندرهن سالن ۾ ٿيندڙ واڌ مناسب سمجهي سگهجي ٿي. 1758-1843 جي وچ وارن 85 سالن ۾ آباديءَ ۾ لاٿ جا ڪيترائي ڪارڻ رهيا آهن ۽ انهي لاءِ ٽالپرن کي ذميواريءَ کان صفا آجو نٿو ڪري سگهجي.

رپورٽن کان سواءِ، جيڪي نج انجنيئري نوعيت جون آهن، اوائلي انگريز عملدارن جا تمام سنا تبصرا موجود آهن، جن ۾ ٽالپرن جي امن امان ۽ انصاف واري انتظام کي ساراهيو ويو آهي، پر ريجاڻيءَ بابت هڙني جي راءِ ساڳي آهي ته ٽالپرن جو انهي تي ڌيان نه هو. ڪجهه دلچسپ تبصرا هيٺ ڏجن ٿا:

1. جيمس هيُوز، ڊپٽي ڪليڪٽر شڪارپور، چانڊوڪا پرڳڻو-1847 تي هڪ رپورٽ ۾ ٻڌائي ٿو ته:

- چانڊوڪا غلام علي، فتح علي ۽ مراد علي جي پٽن ۾ ورهايل هو. اهو ان علائقي جي ريجاڻيءَ جي تباهيءَ جي مکيه ڪارڻن منجهان هڪ هو، جنهن جو دارومدار سنڌوءَ مان ايندڙ ساڳين ئي ذريعي يعني گهاڙ تي هو.
- ملڪ جو ڳڙهي خيري کان اتر وارو پاسو سڄ هو - ڳوٺ قتل هئا ۽ واهه لٽيل. تنهن هوندي به زميني منظر مان آبادگارن جي ملڪيت جا آثار ڏسڻ ۾ آيا پئي.
- ڏاتي کهاوڙ جي اڏرايل ڏاتي واهه جي اولهه ۾ آبادگارن پاران پوکيءَ جا نشان چرڪائيندڙ هئا.
- ڏاتي واهه تي آباد اهم شهر شهدادڪوٽ ڦٽي چڪو هو ۽ سڄو شهر

| سال | آبادي | پوکيءَ هيٺ ايراضي (ايڪڙ) | ٻنيءَ جي ماپ ۽ آباديءَ جي نسبت |
|---|---|---|---|
| 1856 | 1،882،502 | 1،200،000 | 1.56 |
| 1872 | 2،333،527 | 1،419،000 | 1.64 |
| 1881 | 2،542،976 | 1،602،000 | 1.58 |
| 1891 | 3،003،711 | 2،203،000 | 1.36 |
| 1901 | 3،410،223 | 2،808،000 | 1.21 |
| 1911 | 3،737،223 | 2،733،000 | 1.36 |
| 1921 | 3،472،508 | 2،939،000 | 1.18 |
| 1931 | 4،114،253 | 3،060،000 | 1.34 |
| ذريعا: آدم شماري رپورٽون، بمبئي پريزيڊنسي - واليوم 1892-1931 سنڌ، آدم شماري رپورٽون، سنڌ، 1941 ۽ سنڌ گزيٽيئر، 1907. | | | |

هڪڙو هندو والاريو وينو هو.

- ساڳئي علائقي ۾ پُنُون نالي وسندي پڻ ڦٽي چڪي هئي.
- نور محمد ڪلهوڙي جي اڏرايل شاهه واهه تي پوکيءَ جا آثار هئا. انهي مان شروعاتي ميرن کي وڏي آمدني ٿيندي هئي، پر 1846ع ۾ انهي جي مُنهن جي ويجهو واري علائقي کي ڇڏي سمورو علائقو ويران هو. 1824ع ۾ مير شهداد واهه تي 10،000 رپيا خرچ ڪرڻ جو حڪم ڏنو، پر ڪم ڪڏهن به نه ٿيو.
- هنن واهن تي آبادي ڪندڙ آبادگار پاڻيءَ جي کوٽ جي ڪري لڏي ويا آهن.

2. رچرڊ برٽن جي سپرنٽينڊنٽ آف ڪئنالز اينڊ فاريسٽس ڪيپٽين بيڪر پاران اڳتي موڪليل نوٽن ۾ آهي ته:

"سنڌ ۾ لڳ ڀڳ هر هڪ واهه سڪٽو پيو هو. انجنيئري مهارت (جنهن کان سنڌ جا راڄ گهراڻا اڻڄاڻ هئا) کان سواءِ وڏيڪ ايراضي پوکيءَ هيٺ آڻڻ لاءِ، جيڪا سڄر ويران ٿي هئي، هر هنڌ ڪاٽي تي گهربائون. واهن کي نه رڳو منهن ويڪرا ڪرڻ جي گهرج هئي، پر پيچڙيون پڻ."

3. پوسٽن "پرسنل آبزرويشنس آن سنڌ"، لنڊن-1843 ۾ ڪولي ٻڌائي ٿو ته:

- سنڌ جي پيداواري گٽن جو ڪاٿو ان جي والين پاران نه لڳايو ويندو هو.
- ٽالپرن جي حڪومت ۾ آباديءَ جي اصل صورتحال جو ڪاٿو ڪڏهن نه لڳايو ويو ۽ اهو ئي بدانتظاميءَ جو ڪارڻ بڻيو.
- سردارن کي فوجي خدمتن عيوض زمين ڏيڻ.
- مير واهن جي ڪاٽي کو ورلي ڪٽائيندا هئا ۽ سنڌ واهه، جيڪو اهم ڪاروباري شهر شڪارپور ۽ ان جي پر پاسن واري علائقي ڏانهن ٿي ويو، تنهن کي اهڙو ته صفا وساري ڇڏيائون جو بند ٿيڻ تي هو.

4. رچرڊ برٽن 1851 ۾ "دي ريسز دئٽ اِنهيبِٽ دي ويلي آف انڊس" ۾ ٻڌائي ٿو ته هارين نارين کي سرڪاري عملدارن جا ٽي ٽولا نگيندا هئا: هڪ امير، جيڪي واهن جي ڪاٽي گهٽ ۾ گهٽ ڪٽائي او ڳاڙيون وڌ ۾ وڌ ڪرڻ گهرندا هئا؛ ٻيا ڪاردار (تحصيلدار يا مختيارڪار)، جيڪي اميرن منجهان جيترو وڌ ۾ وڌ ڪيڏي سگهندا هئا ڪيندا هئا ۽ هارين نارين کي، جن لاءِ ڏوڪڙن عيوض واهن جي ڪاٽيءَ ۾ هٿ وجهرائڻ لازمي هو، ڪاٽي ڪٽڻ لاءِ جيترو گهٽ ۾ گهٽ ڏئي سگهندا هئا ڏيندا هئا - نتيجي ۾ ڪيترائي واهه جيڪي اصل چؤگزا (چار گز ويڪرا) هئا سي سُسي اڌ يا ٽين پتي وجي بچيا؛ ٽئين واري ٽين ڏر هئي امين، جن جو ڪم ڪڙمين جا ڪاردار ڏانهن ٿيندڙ ڪاٽيءَ جا حساب نبيرڻ هوندو هو. امين کي معاوضو ايترو ته گهٽ ڏنو ويندو هو جو اهو سدائين ڪاردار وٽ وڪاڻل هوندو هو. ان کان سواءِ ٻڌائي ٿو ته:

- واهن جي لاهوندين ۾ اوٺايون هيون.
- ڪپر اُپڪپرا رکيل هوندا هئا ۽ پڪون جيئن ئي وهندڙ پاڻيءَ سان آليون ٿينديون هيون ڪِري پونديون هيون.
- ڪڍيل مٽي واهن جي ڪپرن تي ڍير ڪندا ويندا هئا، جنهن سان وڌيڪ ڪاٽيءَ ۾ رنڊڪ پوندي هئي.
- واهن جي منڍن جي چونڊ ڪرڻ ۾ اڻ ٺهندڙ فيصلا ۽ واهن کي ويڪرو ٿيڻ کان روڪڻ تي ڪو ڌيان نه ڏيڻ.
- وڏا واهه جهڙوڪ گوني، ڦليلي، گهاڙ ۽ نارو، جيڪي درياءَ يا سندس ڇاڙهن جا پراڻا پيٽ هئا، تن جي ڪاٽي ڪڏهن ڪا نه ٿيندي هئي جنهن جي نتيجي ۾ ايندڙ منڊ ۾ پاڻي گهٽجي ويندو هئن.
- ڪيترين ئي اڏون هيڏي هوڏي ورڻ کان پهريان پنجن کان سٽن ميلن تائين پوروچوٽ هلنديون هيون، ڇاڪاڻ ته اهي ٻن الڳ الڳ زميندارن ڏانهن پاڻي نينديون هيون.

اهو سچ آهي ته 1758ع ۾ ريجاڻي نظام هالا کان هيٺ تباهه ٿي ويو هو، پر 1843ع تائين ويندي سمنڊ تائين واهن جو هڪ ڄار وڇائجي چڪو هو ۽ اهو ڪم پڪ سان پڇاڙيءَ وارن ڪلهوڙن يا اوائلي ميرن جي وقت ۾

ٿيو هوندو. پوءِ وارن ميرن واهن جي کاٽيءَ تي ڌيان نہ ڏنو، جنهن جي نتيجي ۾ پوکيءَ هيٺ ايراضي گھٽجي وئي ۽ انهي جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل کاڌي جي کوٽ ۽ ڏکار سبب وري آبادي گھٽجي وئي. پاٽيا اتر سنڌ ۾ 1820 ۽ 1822ع ۾ پوندڙ بن ڏکارن جي ڳالهہ ڪئي آهي.

انهي بي ڌيانيءَ کان سواءِ مير ۽ سنڌن جاگيردار شڪار جا ديوانا هوندا هئا. ان شغل کاڻ زرعي پيداوار ڏيندڙ پلي ٻنيءَ جي وڏن وڏن ٽڪرن تي رَکَ ڪرائي انهن کي ٻيلا بڻائي ڇڏيندا هئا. اهڙي ريت سنڌن راڄ جي پڇاڙڪي سال يعني 1843ع تائين پوکيءَ هيٺ ايراضي گھٽجي 9 لک ايڪڙ وڃي بيٺي ۽ آبادي اٽڪل 14 لک. ڌار ڌار محققن پاران ڏنل آباديءَ جو انگ هڪ ٻئي کان مَٽَ آهي: ڇبلاڻي (1951) 15 لک؛ پوسٽن (1843) 10 لک؛ ڊاڪٽر برنس (1828) 10 لک؛ ڊيل هوزي (1855) 8 لک ۽ پاٽنجر (1843) 9 لک ڏنو آهي.

ضميمي-1 ۾ 1876ع ۾ موجود 729 واهن جي لسٽ ڏنل آهي. انهن منجهان لڳ ڀڳ سمورا يا تہ ڪلهوڙا دور جا آهن يا ٽالپر دور جا، سواءِ فورڊ، برگ ۽ جيڪب واهن جي. ويندي انهن منجهان بہ ڪجهہ ٽالپرن جا پراڻا واهہ سڌاريل يا نوان سنوان ڪري ناهيل هئا. پوکيءَ جو انگ 1876ع ۾ ٽالپر دور جي پڇاڙيءَ واري 9 لکن جي ڀيٽ ۾ 15 لک ايڪڙ هو. واڌ جا مکيہ ڪارڻ واهن جي مهل تي کاٽي ۽ اگهاڙي اک بجاءِ ڊمپي ليول سان ڏنل لاهونديون هيون. سنڌ جي ريجاٽي نظام ۾ ڪيترائي انقلابي انجنيئري سڌارا، سکر بئراج واري واهن جي اڪيلي سِر سڀ کان وڏي ڄار سميت، تہ اجا اڳتي اچڻا هئا.

ميرن ڪجهہ نوان واهہ کوٽايا هئا، جيڪي گھٽو ڪري مير واهہ سڏبا هئا. حيدرآباد واري مير نصير ۽ خيرپور واري مير سهراب ٻنهي واهن ۾ سڌارو آندو. 1843ع ۾ موجود ۽ 1873ع تائين سڌاريل ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي واهن جي ڊيگهہ 5,529 ميل هئي، جيئن ضميمي-1 ۾ تفصيل ڏنل آهن. مير سنڌن اڏرايل فيڊر واهن جي سار سنڀال لاءِ آبيانو اوڳاڙيندا هئا. اهو حقبہ يا پاڻيءَ بها سڏبو هو. ڪاڻي جا اگهہ يا ڊل الڳ الڳ قسم جي ريجاٽيءَ لاءِ الڳ الڳ هوندا هئا ۽ ڊل جا الڳ الڳ قسم هئا:

1. موڪَ يا ليٽ آهر پاڻي وهڻ، 2.0 رپيا في بيگو (ميرن جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾).
2. چرخي يا نار ذريعي پاڻي کڻڻ 1.0 رپيو في بيگو.
3. بوسي، جنهن ۾ هيٺاهيون ٻنيون ٻوڏ ۾ ٻڏنديون هيون ۽ جڏهن پاڻي لهي ويندو هو تہ وَٽِ اچڻ تي منجهن ڪو فصل ڪيو ويندو هو، انهن تي اگهہ 1 ۽ 2 جي وچ تي لڳندو هو.

(ٻنيءَ جي ماپ جو ايڪو بيگو يا وِگهو پنجاب ۾ اڄ بہ هلي ٿو، پر سنڌ ۾ اهو ايڪو هاڻ عام طور تي جريب سڏجي ٿو - سنڌيڪار)

هي اگهہ تمام ڳرا هئا، ان حقيقت ڏانهن ڏسندي تہ هڪ صدي پوءِ سکر بئراج لاءِ ريجاٽي ٻنين تي اوڳاڙجندڙ اگهہ، ناڻي جو ملهہ گھٽجي وڃڻ جي باوجود، هنن کان گھٽا هيٺ هئا.

فصل اهي ساڳيا ئي ٿيندا هئا، جيڪي ڪلهوڙن جي دور ۾ يا سکر بئراج جي کلڻ کان اڳ ٿيندا هئا يعني ساريون، ڦٽيون، ڪٽڪ، ڪمند، تيلي ٻج ۽ داليون. مير ڪرم علي ٽالپر پورچوگيزن کي 1818ع ۾ ڪراچيءَ ۾ ڳرجاگهر کولڻ جي موکل ڏني ۽ 640 ايڪڙ ٻني لياري نديءَ تي الاٽ ڪيائين. اتي انهن زيتون، چيريموئيا (صوف جنس جو ميوو)، مٽر، پٽاٽا، لاهوري ڳجر، مڪئي ۽ ٻوهي مڱ (مگيرا) ڪرايا، جتان اهي سڄي سنڌ ۾ پکڙجي ويا.





جانڊاهہ ۽ جنڊ

869. اٽ جي ڇڪڻ واري جانڊاهہ. اُن ڀينهين اٺو ڪرڻ ماين جو ڪم هوندو هو، پر شهرن ۾ جتي وڏي آنگ ۾ مزدور چڙا رهندا هئا اُن وهٽن سان هلندڙ جانڊاهين سان پيٺو ويندو هو. ائين 1920ع تائين عام هليو، جڏهن ڊيزل انجڻن وهٽ جي جاءِ ورتي. (بيل، ڪراچي).

870. گهريلو جنڊ تؤنر سان. ويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين سنڌ جي ڳوٺائين ماين کي پنهنجي آکهہ جي پورت ان روز بہ ڪلاڪ لاڻي پينهڻو پوندو هو. (سنڌ ميوزيم).

باب ٽيهون

# ريجاٽي ڏاڍ-راڄ خلاف انگريز سرڪار جون اڌوگابريون ڪوششون

زراعت جو پراڻو نظام، جنهن جي اسان وٽ ڄاڻ آهي، مغلن جي دور وارو، جاگيرداري ڏاڍ-راڄ وارو نظام هو، جنهن ۾ سرڪار جو ٽاڪيل الڳ الڳ لقبن سان ڪوٺجندڙ ماڻهو اصل ۾ هڪ جاگيردار هو، جنهن کي پنهنجو خرچ پکو پورو ڪرڻ، امن امان رکڻ لاءِ سپاهه پالڻ، سرڪاري ٽيڪس اوڳاڙڻ ۽ ڪجهه ڀنڊاڻ رقم مرڪزي خزاني ۾ پهچائڻ لاءِ هڪ يا هڪ کان وڌيڪ واهه ۽ ڀنيون ورڇي ڏنل هوندا هئا. انهن ڀنين تي ڪيترائي ننڍا ننڍا سردار يا زميندار يا وڏيرا ويهاريل هوندا هئا، جن جي ذمي وري موڪُن/اَڏُن/ڪُورُن جي سار سنڀال جو بندوبست رکڻ ۽ انهن جو پاڻي پنهنجي حد ۾ ورڇ ورهاست ڪرڻ هوندو هو. انگريزن کان اڳ ريجاٽي نظام کي نين رٿائن جي کوٽائيءَ، مرمتن، پراڻين رٿائن جي سار سنڀال ۽ سال ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڀيرو واهن جي ڪاٽيءَ لاءِ سدائين جهجهن مزدورن جي گهرج هوندي هئي. تَر جي وڏيرن پاران اهي مزدور وڏي جاگيردار جي مرضي تي چڏيل هوندا هئا ته اهو انهن کي جتي گهرج پويس اتي ڪم لائي. انهن کان صحيح طريقي ڪم وٺڻ لاءِ تَرَ جي وڏيرن جا ڪمدار (ڪم جا نگران يا فورمئن) رکيل هوندا هئا، جيڪي وري پنهنجي ليکي سندن ڀنين تي پوکي ڪندڙ هارين منجهان بنا پئسي ڏوڪڙ ونگاري ماڻهو ڪڍڻ ۽ ان جو بندوبست ڪرڻ ۾ پَڙ هوندا هئا. انهن ونگاري مزدورن کي رڳو ونگار واري ڏينهن هڪڙو ويلو منجهند جي ماني تَر جي وڏيري پاران مفت ڪارائي ويندي هئي. زوريءَ ونگار جيڪا چيز سڏبي هئي، ايڪٽنگ ڪمشنر ان سنڌ جنرل جان جيڪب 1856ع ۾ سرڪاري طور ختم ڪري ڇڏي هئي، پر حقيقت ۾ اها ٽيهه سال اڳ تائين هلندي رهي. ويندي اڄ تائين به ڪڏهن ڪڏهن تَر جي واٽرڪورسن (اَڏُن/موڪُن) جي ڪاٽيءَ لاءِ ونگار ٽيندي آهي.

انگريز سرڪار وڏيري يا جاگيرادر واري طاقت پنهنجي هٿن ۾ هنن طريقن سان ڪنئي:

اها سموري ڀني جنهن لاءِ پاڻي موجود نه هو تنهن کي سرڪاري ڀني ليکيو ويو.

جيڪڏهن ڪا ڀني باقائدي توڙي هيڪڙ ٻيڪڙ ملندڙ پاڻيءَ تي آباد ٿيڻ جهڙي هوندي هئي ته اها زميندار کي ڪنهن خاص مدي لاءِ پٽي تي يا سڏي سنئين وڪٽي ڏني ويندي هئي.

ڀني پٽي تي ڏني ويندي هئي ته الاٽيءَ کي ساليانو پٽي جي رقم ڀرڻي پوندي هئي ۽ جيڪڏهن وڪٽي ڏني ويندي هئي ته الاٽيءَ کي قيمت سان گڏوگڏ ساليانو ڍل به ڀرڻي پوندي هئي.

جيڪڏهن سرڪار پاڻي پهچائيندي هئي ته الاٽيءَ کي پاڻيءَ جي واڌاري ۽ بندوبست تي ٿيندڙ خرچ هر سال لڳندڙ آبياني جي صورت ۾ ڀرڻو پوندو هو.

زميندارا نظام بلڪل ختم نه ڪيو ويو. زميندارن جي هارين کي زوريءَ ونگار وهائڻ واري طاقت ۾ ڪتر وڌي وئي، پر پوري طرح ڪنٽرول نه ڪيو ويو. نظام ۾ ايڏي ته راڄ پيڙا هئي جو 1918ع ۾ بمبئي سرڪار کي سنڌ ۾ ”رسائي“، ”لاپي“ ۽ ”چيڙ“ بابت جاچ ڪميٽي ٺاهڻي پئي. انهي جي چئن جلدن واري رپورٽ فول سڪيپ سائيز (34 X 20 سينٽيميٽر) جي 1,500 پنن تي پکڙيل آهي. ريجاٽي پاڻيءَ جو واڌارو ۽ پهچ زراعت جي نگرانيءَ سان لاڳاپيل نوڪرشاهيءَ جي هٿن ۾ هوندا هئا. جيتوڻيڪ انهي جاگيردارن يا ڏاڍن مڙسن وارا ڪجهه ڪم پنهنجي هٿن ۾ ڪٽي ورتا هئا، پر سندس نوعيت بنيادي طرح ڏاڍ-راڄ واري نه هئي، ڇاڪاڻ ته نه ته ماڻهن کي زوريءَ ونگار تي وهايائين ۽ نه عدالتي ۽ اوڳاڙين وارا اختيار ٿي هلايائين. تنهن کان سواءِ نظام جي ڪارڪردگي هڪجهڙي رکڻ لاءِ واهه جي سمورن زميندارن ۾ پاڻيءَ جي ورهاست هڪجهڙن بنيادن تي ڪئي پئي وئي. اها هڪ اهم سماجي تبديلي هئي ۽ ڪارل مارڪس چواڻي لڳ ڀڳ ڪنهن انقلاب جي برابر هئي جنهن جهڙي ايشيا ۾ انگريز سرڪار پاران اڻويهين صديءَ جي ڀڃاڙڪن ڏينهن ۾ آندل هن تبديليءَ کان اڳ ڪڏهن ٻڌڻ ۾ نه آئي هئي. اهڙي ريت رٿيل هن ريجاٽي سرشتي مطلق العنانيت جي ابتڙ ترقين جا نوان امڪان پيدا ڪيا ۽ اهي اڄا تائين ارتقائي ڏاڪن تي آهن، پر ان جي وڏي ڪاميابي آبادگار کي مليل چونڪارو آهي، جيڪو انهي پنيين ستر سالن دوران هوريان هوريان ماڻيو آهي.



نقشو نمبر 66
1839ع
سنڌ جا مير
۽ سکن جو پنجاب
۾ گهڙي اچڻ
ڏسٽي
1. مير علي مراد جو علائقو
2. رستم جو علائقو
3. مير شير محمد جو علائقو
4. حيدرآباد وارن ميرن جو علائقو
5. سکن جي بادشاهي
6. سکن پاران والار
7. 1809 ۾ رنجيت جي بادشاهي
8. 1809 ۾ ڏن پُرو رياستون
9. سکن جي طاقت جو گڙهه
10. سنڌ جو بلوچستان سان لڳندڙ هاٺو کو دنگ
11. صوبائي دنگ (هاٺوکا)
12. بين الاقوامي دنگ
13. 1839 ۾ انگريزن جي سنڀال هيٺ سک رياستون
14. 1839 ۾ انگريزن جي سنڀال هيٺ بهاولپور رياست
15. شهر
16. رستا
17. درياءَ
انگريزن جي سنڀال هيٺ
(برٽش پروٽيڪٽوريٽ)
اتر
ڪاڇو
ڪلوميٽر
200 150 100 50 0 50
68 70 72 74 76 78
20 22 24 26 28 30 32 34
ڪابل
جلال آباد
پشاور
اٽڪ
ڪوهاٽ
غزني
راولپنڊي
بنون
نوشهرا
جهلم
جمون
سيالڪوٽ
وزير آباد
گجرانوالا
گرداسپور
لاهور
هوشيارپور
فيروزپور
لڌيانا
مالرڪوٽلا
انبالا
پٽيالا
نيا
قندار
ڊيرا اسماعيل خان
لورالائي
ڪوئيٽا
ملتان
ڊيرا غازي خان
شجاع آباد
پاڪ پٽڻ
سهارنپور
ڪرنال
پاڻيپت
بهاولپور
سبي
ڊادر
مهيسر
قلات
لهڙي
شوران
ميرپور
گنداوا
چتر
شاهپور
حصار
هانسي
ڀواني
دهلي
رحيميار خان
جيڪب آباد
شڪارپور
سکر
گهوٽڪي
روهڙي
خيرپور
خضدار
قمبر
لاڙڪاڻو
چُرو
بيڪانير
سڪر
الور
گهوٽارو
شاهگڙهه
ڪوٽ ڏيجي
ڪنڌيارو
تجل
نوشهرو فيروز
سيوهڻ
جيسلمير
پوڪرڻ
جئپور
ڪوٽ امامگڙهه
ڪنڊرا
ڪمب ليما
شهدادپور
هالا
ٽنڊو آدم
مٽياري
ميرپورخاص
ٽنڊو الهيار
حيدرآباد
عمرڪوٽ
اجمير
جوڌپور
بيواڙ
بوندي
ٽاڻو بولا خان
سون مياڻي
ٻيلو
ڪراچي
گهارو
جهرڪ
ٺٽو
نئون ڪوٽ
نگرپارڪر
شاهبندر
ڊيسا
پٽڻ
ڀڄ
احمد آباد
بڙودا
سورت
اُديپور
درياءَ سنڌ
چناب درياءَ
جهلم درياءَ
راوي درياءَ

باب ايڪٽيهون

# انگريز راڄ ۾ اوائلي ريجاڻي
# (1843_1932ع)

انگريزن کي سنڌ فتح ڪرڻ مهل واهن جو هڪ ڄار ورثي ۾ مليو، جيڪو اڳيئي ڪنهن چڱي صورت ۾ نه هو ۽ وري تبديليءَ پڻ نظام جي تڪڙي تباهي آندي، ڇاڪاڻ ته چارلس نيپيئر جي آفيسرن کي انهي کي سمجهڻ ۾ وقت لڳو. واهن جي کاتي هڪ اهم سالياني ڪم هو جنهن کان سواءِ واهه پورو پاڻي کڻي نٿي سگهيا ۽ ايستائين جو لٽجي به سگهيا ٿي.

سر چارلس نيپيئر، جنهن سنڌ 1843ع ۾ فتح ڪئي هئي، واهن ۽ بيلن جو هڪ گڏيل کاتو جوڙيو ۽ اهو بمبئي رائل انجنيئرس جي ليفٽيننٽ ڪرنل والٽر اسڪاٽ جي هٿ هيٺ ڏنائين. هي انجنيئر ڪو لاپائتو ڪم نه ڪري سگهيو، ڇاڪاڻ ته کيس واهن جا انچارج ڪري ڏنل آفيسرن منجهان گهڻي ڀاڱي انجنيئر نه هئا ۽ نتيجي ۾ کاتو 1849ع ۾ ختم ڪيو ويو. تنهن هوندي به انهي پاڻ انوقت موجود واهن جي نظام جو اڀياس ڪيو، پراڻي نظام جون مکيه اوڻايون پروڙيائين ۽ انهن جي سڌاري لاءِ ڪجهه سفارشون مرتب ڪيائين. انهي کان اڳتي ڪا اڳيرائي نه ٿي. سندس ڏنل انهي رپورٽ جو هتي ٻڌائڻ جوڳو مکيه نڪتو آهي تجويز ڪيل روهڙي-حيدرآباد واهه بابت سندس سفارشون، جيڪو سندس خيال ۾ نه ٽيڪنيڪي طور ناهڻ جوڳو هو ۽ نه معاشي طور هلڻ جوڳو. کاتي ۾ اٿندي وارن سرويئرن منجهان هڪ رچرڊ برٽن (اڳتي هلي سر) هو، جيڪو پنهنجي ڊيوٽي ڏئي واندو ٿيڻ کان پوءِ واري وقت ۾ اڀياس ڪندو رهيو، جنهن کي سنڌ جي اينٿروپولاجي (آدم ذات جو علم) سڏي سگهجي ٿو ۽ اهو ڪيترين ئي رپورٽن ۾ ڇپيو. انهي واهن جي ڪم ڪرڻ جي گهري ڄاڻ پڻ پرائي ورتي هئي، جنهن بابت ويچار پنهنجي ڪوڙ سارين لکڻين ۾ ونڊيائين. اتر-الهندي سرحد (جيڪب آباد ضلعو) جي انچارج جان جيڪب 1843-1851ع جي وچ تي پنهنجي ضلعي ۾ ريجاڻيءَ کي سڌاريو هو ۽ ڪمشنر ان سنڌ بارٽل فريئر سندس صلاح تي واهه کاتو ناهي ڪرنل بليوس ٽرنر کي ان جو سربراهه بڻايو. جنرل جان جيڪب نه رڳو تن ڏينهن جي اتر سنڌ جي واهه بيگاريءَ کي سڌاريو، پر اتر سنڌ جو ٻيون نمبر وڏو ڊيزرٽ واهه پڻ کوٽايائين، جيڪو انهن ڏينهن ۾ مقصودآباد يا مقصودا واهه سڏبو هو. ڊيزرٽ واهه جي رٿا هن ئي نهرائي هئي ۽ 1855ع ۾ سرڪار کي موڪلي ڏني هئي. رٿا تي ڪم، بهرحال، 1873ع تائين پورو نه ٿي سگهيو هو.

جي. جِي. فائيف 1855ع ۾ واهه کاتي جو سپرنٽينڊنگ انجنيئر مقرر ٿيو ۽ انهي 1859ع ۾ اپرندي ناري واهه کي سنڌو درياءَ سان هڪ ڳنڍيَ واهه ذريعي روهڙيءَ کان اوڀاري پاسي وٽان ڳنڍيو. انهي ڳنڍيَ 1932ع تائين ڪم ڏنو ۽ اڃا سوڌو جيڪڏهن ناري واهه کي ڪنهن به وقت گهرج پئجي وڃي ته اهو کيس واڌو پاڻي پهچائي سگهي ٿو. هن نامي گرامي انگريز انجنيئر جو سنڌ جي واهن جي نظام لاءِ کيل ڪم اهڙو آهي، جو کيس اڄ به سنڌ ۾ ريجاڻي نظام جو "ابو" سڏي درست ياد ڪيو وڃي ٿو. فائيف، سنڌ جي ريجاڻي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو اٿل تي وهندڙ آب ڪلاڻي واهن يا ڦاٽن جي اوڻاين کي پوري طرح سمجهيو ۽ انهن جو هڪ حل سنڌ کي ريجاڻي پاڻي سڄو سال ۽ پڪ سان ڏيندڙ هڪ اسڪيم جي روپ ۾ تجويز ڪيائين. پنهنجي انهي اسڪيم ۾، جيڪا سکر ۽ ڪوٽڙي بئراجن کان اڳ جي آهي، صلاح ڏنائين ته روهڙيءَ وٽ (سکر بئراج واري جاءِ تي) درياءَ تي آرپار ڇاپ (ويئر) ڏئي هڪڙو واهه (روهڙي) ڪڍجي جيڪو کاٻي پاسي کي پاڻي ڏيندو حيدرآباد ويجهو وڃي ڦليلي واهه ۾ پوي ۽ ٻيو واهه ڪڍجي جيڪو سکر کان الهندي ناري رستي منڇر ڍنڍ ڏانهن هليو وڃي (دادو ۽ رائيس ڪئنالن جو آڳومتي ٿيڻ لاءِ)؛ جهرڪ وٽ ڇاپ ڏئي هڪ واهه ساڄي پاسي (ڪلري ۽ ٻگهاڙ جو آڳومتي ٿيڻ لاءِ) ۽ هڪ واهه کاٻي پاسي (پنياري ۽ گوني واهن جو آڳومتي) ڪڍجي. پنجون واهه اپرندي ناري مان ونگا بازار ڏانهن (مٺڙائو جو آڳومتي) ڪڍڻ جي پڻ صلاح ڏنائين. فائيف جي رپورٽ بمبئي سرڪار رد ڪري ڇڏي. پر جيڪڏهن اها منظور به ٿي وڃي ها ته دنيا ۾ ڪنهن هنڌ به سنڌوءَ جيتري ويڪري، اونهي ۽ ايترو پاڻي نيندڙ ڪنهن درياءَ تي ايڏو وڏو بئراج اڏڻ جي تجربي جي اڻاٺ هئي. رٿا کي توڙ پهچائڻ لاءِ گهربل اوزار موجود نه هئا. هلندڙ ڦرندڙ ڪرينن، کوٽائيءَ جي مشينن ۽ ڪليم شافٽ مشينن جو ٺهڻ اڃا چاليهه سال پري هو ۽ ڊيزل ۽ پيٽرول انجڻون اڃا نه ٺهيون هيون، جيڪي اڏاوتي اوزارن کي گهربل چرپر ڏئي سگهن ها. کوٽائيءَ جون مشينون، جيڪي پهريون ڀيرو سوئيز واهه جي اڏاوت لاءِ فرانسيسي انجنيئرن 1869ع ۾ ڪتب آنديون، سي فائيف جي تجويز ڏيڻ واري زماني 1859ع ۾ اڃا ڪنهن خواب ۾ به نه ڏٺيون هيون. سوئيز واهه لاءِ 12 لک مزدور ڏهن سالن تائين ڪم تي لاتا ويا ۽ انهي تي 125،000 مزدورن پنهنجون جانيون وڃايون. جيڪڏهن رٿ منظور به ٿئي ها، تڏهن به اڳلا گهٽ ۾ گهٽ ٽيهه سال اوزار ڊزائن ڪرڻ ۽ ٺاهڻ ۾ لڳي وڃن ها ۽ اڏاوتي ڪم 1932ع کان




سيئي واهه 1843 وارا يا ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن وارا آهن. 1843 کان 1873 جي وچ تي رڳو اڳ موجود 727 واهن ۾ ٻن واهن فورڊ واهه ۽ جيڪب واهه جو واڌارو ٿيو. ويندي اهي بہ اصل ۾ پراڻا واهه ئي هئا. جن کي سڌاري وڏيڪ پاڻي کڻڻ جوڳو بڻايو ويو.

وڏيڪ لاڳت ڪائي پورو ٿئي ها، جو تہ تيستائين هر قسم جون کوٽائيءَ جون مشينون تجارتي بنيادن تي استعمال هيٺ اچي چڪيون هيون.

گريٽ ٽرگناميٽريڪل سروي آف انڊيا، جنهن سنڌ جا 1860ع کان اڳتي جا هيٺ مٿاهيُن جا نقشا ٺاهيا، واهن جي سڌاري لاءِ هڪ غير معمولي فائدو ڏنو. اهو پڻ فائيف پاران پنهنجي نظام جي تجويز ڏيڻ پيري نہ هو. انجنيئر آبادگارن جي سڌاريل سنواريل ڪڙين ڏانهن وهندڙ آب ڪلاٽي واهن ۽ انهن جي چاڙهن جي لاهوندين بابت ڳڻ ڳوٽ ڪري ۽ انهن ڪي سڌاري سگهن ٿا. 1855 کان 1932ع تائين آنڊل سڌارن جا تفصيل هيٺ ڏجن ٿا:

## سنڌوءَ جو ساڄو ڪپ

اتر سنڌ ۾ مقصودا واهہ، ڊيزرٽ واهہ، بيگاري واهہ ۽ سنڌ واهہ مکيہ آب ڪلاٽي (اٿل تي وهندڙ) واهہ هئا. ڊيزرٽ واهہ، جيڪو انهن ڏينهن ۾ رڳو پنجٽيهہ ميل ڊگهو هو، هاڻ اٽڪل ٽيهٺ ميل ڊگهو آهي. بيگاري واهہ، جنهن جي اٿندي نڪرڻ جو سال تي سگهي ٿو سومرن ۽ سمن جي جُڳ تائين آڳاٽو هجي، ڊيگهہ ۾ رڳو چاليهہ ميل هو. انهي جون چاڙهون هيون: نور واهہ، سون واهہ ۽ مرزا واهہ. سنڌ واهہ هڪ پراڻي قدرتي ڏارا هو، جنهن جو منڍ سدائين کنهن اهڙي هنڌ تان هوندو هو، جيڪو فائيف پاران نئون منڍ ڏيڻ تائين ڪڏهن ڪامياب نہ ٿيو.

## نارو واهہ سرشتو

چارج ونڻ کان ستت ئي پوءِ فائيف جو ڌيان ناري درياءَ جي ٿرپارڪر ضلعي ۾ ريجاڻيءَ لاءِ پاڻي نہ نيئڻ ڏانهن ڇڪايو ويو. نارو درياءُ، جيڪو درِشادوَتي-سَرَسوَتي-هاڪڙي سرشتي جو حصو هو، سڪي چڪو هو ۽ انهن ڏينهن ۾ عام ڳالهہ اها هُليل هئي تہ ڪن ڏاڍن ماڻهن يا قبيلن انهي کي بند ڏئي ٻڌي ۽ پاڻي پنهنجي پاسي ورائي وجي ڪم لاتو هو. معاملي جي سوڌَ ڪئي وئي ۽ سچ اهو سامهون آيو تہ کو هترادو موڙ ڏنل نہ هو ۽ پاڻيءَ جي بند ٿيڻ جو ڪارڻ ڌرتيءَ جا ڦيرا هئا، جيڪي هن کي پريندڙ اترين علائقن ۾ 4,000 سال اڳ آيا هئا. صورتحال کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪرنل فائيف هڪ ڳنڍ واهہ جي رٿا جوڙي، جيڪو ناري کي درياءَ سان هترادو اڏيل واهہ ذريعي سکر-ٻکر-روهڙي گارج جي اوپاري پاسي وٽان ڳنڍي. هن ڳنڍَ واهہ کي نارا سپلائي چينل (ناري کي پاڻي ڏيندڙ وهندڙي) سڏيو ويو، جيڪو 1859ع ۾ کوليو ويو. سپلائي چينل، جنهن جي هلڻ جو هنڌ هڪ سوڙهي گارج جي اوپاري پاسي وٽان هجي، جتي پاڻي سدائين ويندي لاٿ وارن ڏينهن ۾ بہ تار رهندو هجي، منجهان سڄو سال ڪم ڪندو رهڻ جو آسرو هو.

ساڄي ڪپ تي سکر وٽان واهہ کڻڻ واري رٿا جيتوڻيڪ گهٽو گهٽ لاپائتي هئي، پر مڃي وئي ۽ سال 1861ع ۾ ان تي ڪم جي منظوري ڏني وئي. ساڳي طرح منڙائو واهہ واري رٿا پڻ مڃي ۽ منظور ڪئي وئي، پر اها رٿا 1879ع تائين پوري نہ ٿي سگهي.

## روهڙي واهہ

رٿيل روهڙي-حيدر آباد واهہ کي جيتوڻيڪ انوقت عمل ۾ آڻڻ جو ڳُو نہ سمجهيو ويو، پر ان کي سکر بئراج رٿا ۾ ڳڏايو ويو ۽ هاڻ روهڙي ڪئنال سڏجي ٿو - سنڌ جو سڀ کان وڏو واهہ، جنهن جو جوڙ جس سڄي دنيا ۾ کو ورلي ئي هوندو.

## جمڙائو واهہ سرشتو

هڪڙي ٻي اهم واهہ رٿا، جنهن جي شروعات ڪرنل فائيف ڪئي هئي، سا هئي جمڙائو واهہ رٿا، جنهن ۾ ناري درياءَ جي پراڻي پيٽ تي واهن جو هڪ سرشتو اڏڻ جو تصور هو، جيڪو سڄو سال وهندو رهي. رٿا جي تجويز 1860ع ۾ پيش ڪئي وئي، پر روهڙي-حيدرآباد واهہ، سکر واهہ ۽ منڙائو واهہ جهڙيون رٿائون آڏو هجڻ ڪري جمڙائو واهہ رٿا تي گهڻو زور نہ ڏنو ويو ۽ انهي کي 1894ع تائين انتظار ڪرڻو پيو، جڏهن اها هٿ ۾ کنئي وئي، 1899ع ۾ نهي راس ٿي ۽ 24 نومبر 1899ع تي ان جو مهورت ٿيو. جمڙائو واهہ رٿا جي موضوع تي موٽي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي تہ انهي ۾ ناري درياءَ تي آرپار هڪ چاٻ جي اڏاوت سان گڏ جمڙائو واهہ کي انهي چاٻ جي ٻاهران ڦري ايندڙ ڳنڍَ واهہ مان درن واري موريءَ سان هلائڻ شامل هو ۽ سرشتي کي هلائڻ لاءِ ٻيڻل تلاءَ وارو متو ڪم آڻڻو هو. اهڙي ريت جمڙائو سنڌ ۾ چاٻ ذرريعي ڪنٽرول ٿيندڙ سڀ کان پهريون ٻارهو وهندڙ واهہ ٿيو. 1902-1904ع ۾ جمڙائو واهہ رٿا جي نهي راس ٿيڻ کان پوءِ وڏن نون واهن جون ڳٽائڻ جو ڳيون رٿائون هيون نصرت واهہ ۽ داد واهہ، جيڪي 1902-1904ع ۾ اڏيون ويون. ڊيزرٽ واهہ کي نئينءَ سنئينءَ ٺاهڻ جو ڪم پڻ انهي عرصي ۾ هٿ ۾ کنيو ويو.

## انڙ واهہ

1884 کان 1894ع تائين واهہ جو جيڪو سڀ کان وڏو ڪم هٿن ۾ کنيو ويو، سو هو اتر سنڌ ۾ سنڌو درياءَ جي ساڄي ڪپ تي انڙ واهہ جي اڏاوت: انهن ٻنين کي پاڻي ڏيڻ لاءِ، جيڪي اترئين پاسي ڊيزرٽ واهہ ۽ ڏاکڻئي پاسي بيگاريءَ جي پاڻيءَ جي پهچ کان ٻاهر هيون.

## ڏامراهو، پرِچرڊ ۽ ساڄي ڪپ وارا ٻيا ننڍا واهہ

ڏامراهو ۽ پرچرڊ نالي ننڍن واهن جون رٿائون پڻ 1894ع ۾ پوريون ٿيون. ڏامراهو واهہ هنوقت سکر بئراج جي ساريال واهہ (رائيس ڪئنال)

سرشتي جي هڪ اهم شاخ آهي. پرچرڊ واهه کي چنبڻ ۾ بدلايو ويو ۽ اهو اجا تائين چنبڻ وارو ڪم پيو ڪري.

ڪيتريون ئي ننڍيون ننڍيون ريجاڻي رتائون ڪجهه نون واهن جون ۽ بيون موجود واهن کي سڌارڻ سنوارڻ يا نئينءَ سنئينءَ ناهڻ جون 1904 کان 1919ع تائين هٿن ۾ ڪنيون ويون هيون. جڏهن سکر بئراج منظور ٿيو ته نون واهن جي رٿائن منجهان هڪڙي بڌائڻ جوڳي رٿا ساڄي ڪپ تي بيگاري واهه کي لڱندڙ وهندڙيءَ منجهان وهي هلڻ واري چول شاخ رٿا هئي.

ڪشمور واري علائقي ۾ به بيا واهه هئا، پلي جو اهي ايترا وڏا نه هئا جيترا مقصودا واهه، بيگاري يا سنڌ واهه هئا. انهن تي انگريز سرڪار جي ڌيئهن ۾ جيڪب واهه ۽ برگ واهه نالا رکيا ويا هئا. انهن واهن جو مکيه ڪم سنڌو درياءَ جي پراڻي پيٽ سنڌ ڊوري کي پرڻ هوندو هو، پر اهي علائقي جي آبادگارن کي بنين لاءِ پاڻي پڻ ڏيندا هئا. سنڌ واهه جي ڏکڻ ۾ ننڍا واهه جهڙوڪ شر واهه (هاڻ شرڪوٽ شاخ)، رجب گهٽي (گهٽ واهه) ۽ گڙنگ واهه هئا، جيڪي سڀ جو سڀ سنڌوءَ منجهان نڪرندا هئا. گڙنگ، سنڌ جو اڪيلو آب ڪلاڻي واهه آهي جيڪو ٽن بئراجن گڊو، سکر ۽ ڪوٽڙيءَ جي ٺهي وڃڻ کان پوءِ به اجا سوڌو ڪم ڪري پيو.

## منڇر ڍنڍ

منڇر ڍنڍ موهنجي دڙي تهذيب يا اجا به اڳ اوائلي هولوسين جُڳ کان وٺي ريجاڻي پاڻيءَ جي وڏن ذريعن منجهان هڪ رهي آهي. سني وسڪاري واري سانوڻيءَ جي مند ۾ اها ويهه ميل ڊگهي ۽ ڏهه ميل ويڪري هڪ سهڻي ڍنڍ هوندي هئي، پر سياري ۾ سُسي اٽڪل ڏهه ميل قطر ايراضيءَ تي وڃي بچندي هئي. پندرهين کان ارڙهين صدين ۾ اها چڱي اونهي ۽ ڪشادي ڍنڍ هوندي هئي. هيءَ ڍنڍ ڪبڙوٽ، بوبڪ، ڪاهر، اڪتار، سُپار، شاهه حسن ۽ جهانگارا واري علائقي کي جام پاڻي ڏيندي هئي. الهندو نارو هن ڍنڍ ۾ ان جي اترئين چيڙي وٽ پوندو هو، جڏهن ته اڙل واهه ڪيس ڏاکڻئي چيڙي کان سنڌوءَ مان پاڻي پهچائيندو هو. اڙل مان ايندڙ پاڻي الهندي ناري مان ايندڙ پاڻيءَ جي پيٽ ۾ وڌيڪ پروسي جوڳو ۽ مقدار ۾ گهٽو هوندو هو. بوڏ جي مند جي پڇاڙيءَ تي ڍنڍ جي لهي وڃڻ کان پوءِ ان جي چؤڌاري واريون بنيون آباد ٿينديون هيون ۽ ربيع جو پلوڙ فصل ڏينديون هيون، جيتوڻيڪ خريف ۾ پڻ ماڻهو پنهنجا واهه ۽ ڪڙيا منڇر مان ڪڍي پنهنجي پرپرين بنين ڏانهن ڪاهي ويندا هئا.

منڇر ۾ پاڻي ڪيرٿر ٽڪرين تان لهندڙ ڪوڙ سارين ميئهن ڌارائن يا نئين مان پڻ ايندو هو، پر اهو باقائدي ۽ ڀاڙڻ جوڳو ذريعو نه هو. منڇر مڇيءَ ۽ پاڻيءَ جي پکين جي روپ ۾ کاڌي جو هڪ اهم ذريعو هو ۽ سوين بيڙيون مڇي مارڻ ۽ اها پري پري ماڻهن ڏانهن ڪٽي وڃي وڪڻڻ جي ڪم ۾ رُڌل هونديون هيون. سکر بئراج رٿا ۾ ڍنڍ کي اڙل کان وٺي چوڙ يا ناري ماٿريءَ جي مُک نيڪر تائين منڇر جهل بند سڏجندڙ ويهه ميل ڊگهو بند ڏنو ويو. منڇر-سيوهڻ-جامشورو ايريا ۾ الهندي ناري کان سواءِ 37 واهه هئا، جن جي ڪل ڊيگهه هڪ سو پنجٽيهه ميل هئي، انهن مان ڦِٽو، دانِستر ۽ ڪارو سدا بهار سڌو سنڌوءَ مان وهي نڪرندڙ اهم فيڊر هئا.

## لاڙڪاڻو ايريا

سنڌوءَ جي ساڄي ڪپ تي انهن ڏينهن ۾ چانڊُوڪا سڏجندڙ لاڙڪاڻي وارو علائقو عام طور سنڌ جو باغ ڪري ڄاتو ويندو هو. انهي کي پاڻي به وڏا واهه الهندو نارو ۽ گهاڙ ڏيندا هئا، جيڪي اصل ۾ سنڌو درياءَ جا وڏا وهڪرا هئا، پر لَٽجي ننڍا ٿي ويا هئا. الهندو نارو، واهن منجهان سڀني کان وڏو، ڏاڍن ورن وڪڙن سان وهندو هو ۽ هاڻوڪن لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعن مان لنگهڻ کان پوءِ منڇر ڍنڍ ۾ وڃي پوندو هو. آب ڪلاڻي يا اٿل جي مند ۾ هن ۾ بيڙيون وهي سگهنديون هيون ۽ بيڙياتا سنڌوءَ جي مُک ڌارا جي پيٽ ۾ الهندي ناري مان هلڻ کي ترجيح ڏيندا هئا ۽ هن واهه ۾ بيڙين جي ناهوڪي وڏي اچ وڃ هوندي هئي، جنهن سان واپار، ڪاروبار ۽ ماڻهن جي خوشحاليءَ ۾ واڌارو ٿيندو رهندو هو. بيو وڏو واهه هو گهاڙ، جيڪو پڻ الهندي ناري وانگر ور وڪڙ ڪري وهندو هو. گهاڙ ۽ الهندي ناري کان سواءِ ٽيون اهم واهن جو سرشتو واهڙ واهه نالي هو، جيڪو سنڌوءَ مان لاڙڪاڻي کان اٽڪل ٽيهه ميل ڏکڻ وٽان نڪرندو هو ۽ ڊيگهه ۾ ٽيهن ميلن کان وڌيڪ ۽ منهن وٽ ٽيهه فٽ ويڪرو هو. اهو سيتا ويجهو وري سنڌوءَ ۾ وڃي پوندو هو. واهڙ واهه جي چاڙهه مارئي ڊيگهه ۾ پندرهن ميل هئي. مٿيون سمورو سرشتو پنج سو چاهٺ ميلن تي پٽل هو.

## ٺٽو ايريا

هن ۾ هاڻوڪو ڪوٽڙي بئراج جي پهچ هيٺ ساڄي پاسي وارو علائقو يا سنڌوءَ جي چوڙ-بيتاري جو ڏاکڻئون ڀاڱو اچي ٿي ويو. ڪيتريون ئي ڪاريون يا سنڌوءَ جون چاڙهون انهي کي چيري چيهاڙيون ڪيو بيٺيون هيون، جن منجهان وڏيون جونا، رِچَل، ڦِٽي، حجمڙو، ڪڪريواري، ڪيڏواري ۽ گهارو هيون. گهارو چاڙهه تي اهو نالو سندس ساڄي ڪپ تي آباد گهارو ڳوٺ جي ڪري پيو. ارڙهن مکيه فيڊر واهه هئا، جيڪي سنڌوءَ مان الڳ الڳ هنڌن تان ٿي وهي نڪتا ۽ ايڪٽيهه ننڍا وڏا واهه هئا، جيڪي هنن واهن جون چاڙهون هئا ۽ ريجاڻيءَ لاءِ پاڻي ٿي ڏنائون.

ارڙهن فيڊر واهن منجهان بگهاڙ، ڪلري، اوچتو ۽ سياڻ تمام وڏا هئا ۽ ڪنهن به ليکي واهن کان وڌيڪ ننڍا درياءَ هئا. بگهاڙ الهندي چاڙهه هئي، ٺورڙو ڦيرو ڪائي نٽي کان ڏکڻ پاسي مڙي ٿي وئي ۽ ڪيتريون ئي چاڙهون هئس. اها چوڏهين صديءَ ۾ به هئي ۽ ان زماني جي هڪ وڏي ڌارا هئي ۽ منجهس بيڙيون سنڌ جي مکيه بندر لاڙي بندر تائين وهنديون هيون. 1840ع ۾ هيءَ وڏي چاڙهه منهن وٽان لَٽجي وئي ۽ بارهو وهندڙ واهڙ نه رهي.

اوڇتو (حجمڙو) نسبتن هڪ ننڍو واهڙ هو. سياڻ، حجمڙي جو مٽيون پاڳو هئي، انهي سان گهوڙاباريءَ ويجهو گڏجڻ واري هنڌ کان مٿي. درياءَ جي حجمڙو ڇاڙهه سياڻ يا سنڌوءَ جي وڏي اپرندي ڇاڙهه جو هڪ ڪڙيو هئي. اها سمنڊ سان مليل هئي ۽ منجهس پيڙيون وهي سگهنديون هيون. سر اليگزينڊر برنيس ۽ راجا رنجيت سنگهه لاءِ گهوڙا نيندڙ جتو پنجاب ويندي جنهن واهڙ منجهان لنگهيا هئا، سو اهو هو. 1845ع ۾ حجمڙو سائيز ۾ ننڍو ٿي ويو ۽ ايستائين جو ننڍيون پيڙيون هلڻ جهڙو به نه رهيو. ڪل اٽڪيهه واهه هئا، جيڪي سنڌوءَ مان ساڄي ڪپ تي ڪوٽڙيءَ کان هيٺ ٿي نڪتا. سڄو سرشتو ٿي سو سٺ ميل واهن تي ٻڌل هو.

## سنڌوءَ جو کاٻو ڪپ

هن ۾ هاٽوڪو گڊوءَ جي پهچ هيٺ کاٻي ڪپ وارو علائقو اچي ٿي ويو. انهي وقت سنڌوءَ جي کاٻي ڪپ تي هاٽوڪي سکر ضلعي (گڊو واهه جي پهچ) ۾ جيڪي وڏا واهه هئا، سي هئا: ڏهر، امام، مَسُو، مهارو، لُنڊي، باغ واهه، ميان واهه، ڏينگڙو، گنج بحر، مهيسرو، ڪاٽڙي، جانب، عمر ڪَسُ، اروڙ ۽ مير واهه. سنڌوءَ مان نڪرندڙ هنن فيڊر واهن کان سواءِ ٻيا وڏا ڪڙيا هئا، جن جا نالا هئا: سدا ڪُورَ (چويهه ميل) سڌو اروڙ مان، نهال واهه (اٺ ميل) ۽ راهه واهه (اسي ميل) ٻئي سڌا ڏهر واهه مان ۽ ڪليباڻ واهه سڌو جانب واهه مان هو. چويهه ننڍا واهه سڌا ڏينگڙي مان هئا، چوڏهن لُنڊيءَ مان ۽ ٻارهن ڪورائيءَ مان.

## اپرندو نارو واهه

اپرندي ناري نالي کاٻي ڪپ جو پهريون وڏو واهه اصل ۾ دِرشادوَتي-سَرَسوَتي-هاڪڙو دريائي سرشتي جو هينيون پاڳو هو. هن جو پاڻي 2،000 ق.ن ۾ سوڪهڙي ۽ سندس ۽ جمنا درياءَ جي وچ تي ڌرتيءَ جي ڏار سبب گهٽجڻ شروع ٿيو ۽ هي گهٽجندڙ پاڻيءَ سان ڪيترين ئي صديون وهندو رهيو. ”سڪار وارن ڏينهن“ (900-1300ع) دوران سانوٽيءَ ۾ باقائدگيءَ سان وهندو هو، جيتوڻيڪ ان زماني ۾ منجهس پاڻيءَ جو گهڻو پاڳو سنڌوءَ ۽ ستلج جي ڇَر جو ايندو هو. سنڌوءَ جون اپرنديون ڇاڙهون پڻ 900ع ڌاري کان 1758ع تائين ساٽس بدين کان هيٺ اچي گڏبيون هيون ۽ پڪڙجي پاڻيءَ جون وڏيون ڇادرون ٺڄي وينديون هيون. نارو، جيڪو اڳ درياءُ هو ۽ هاڻ سکر بئراج جو هڪ واهه، تنهن ۾ درياءَ وارا سمورا گڻ - تمام گهٽن ورن وڪڙن واري ڌارا ۽ ڪٽي ڪٽي ته ٿي سِيرون ڪري وهڻ - هئا ۽ اجا به آهن. هي جهاڳيندو ۽ پنهنجو ڏگ ناهيندو هيٺ ٿرپارڪر ضلعي (هاڻ ٿرپارڪر ورهائجي ميرپورخاص، عمرڪوٽ ۽ ٿرپارڪر ٽي ضلعا ٿي ويو آهي) تائين وڃي ۽ پڇاڙيءَ ڍوري پُراڻ سان وڃي پئي گڏيو ۽ اتان پوءِ ڪوري ڪاريءَ مان ٿيندو سمنڊ ۾ وڃي پئي پيو.

## خيرپور ايريا

خيرپور ايريا کي پنجن واهن، جن جا منهن سڌا سنڌوءَ ۾ اپرندي ناري مان هئا، نيڪ ناڪ پاڻي ملندو هو. اهي واهه هئا: مير واهه (سٺ ميل ڊيگهه ۽ منڍ وٽ سٺ فٽ ويڪرو)، نارو واهه (ٻٽيهه ميل ڊگهو ۽ سٺ فٽ ويڪرو)، اَبُل واهه (اڻاويهه ميل ڊگهو ۽ سٺ فٽ ويڪرو)، ميان واهه (سورهن ميل ڊگهو ۽ ٽيهه فٽ ويڪرو) ۽ شر واهه. مير واهه، جيڪو سڀني ۾ وڏو هو، تنهن ۾ ڪيترائي گهارا هئا، جن منجهان پاڻي واريا سين ٽڪرين واري ماٿريءَ ۾ پيو وهندو هو، جتي ٻاجهري ۽ جور جار ٿينديون هيون.

## نوابشاهه ضلعو ايريا

هتي ڪل ايڪيهه وڏا ۽ ننڍا فيڊر واهه هئا، جيڪي سڌا سنڌوءَ مان الڳ الڳ هنڌن تان نڪرندا هئا. انهن مجهان اهم هي هئا: نَولکي (پنجويهه ميل ڊيگهه ۽ منڍ وٽ ويڪر ٻائيتالهه فٽ)، نصرت (ٽيهه ميل ڊگهو، ٻٽيهه فٽ ويڪرو) ۽ داد واهه (ٽيٽيهه ميل ڊگهو). اٽڪل چار سو ميل ڊگها ڪل چوهتر وڏا ۽ ننڍا واهه وهندڙيون هئا. نولکي سڀ کان پراڻن واهن منجهان هڪ هو ۽ گهٽو ڪري سومرن-سمن جي جُڳ ۾ ڪوٽيو ويو هو. نصرت واهه نصرت خان چانڊيي ميان نور محمد ڪلهوڙي جي ڏينهن ۾ ڪوٽايو هو. هن جو منهن گنگمر نالي ڍنڍ مان هو. مراد شاخ (پنجويهه ميل ڊگهي)، باغ واهه (ستاويهه ميل ڊگهو) ۽ پيروز واهه (چوويهه ميل ڊگهو)، ٽي اهم شاخون، سڌيون نولکيءَ مان ميان نور محمد ڪلهوڙي جي دربار جي ٽن اميرن مراد خان ڪلهوڙي، بيگي سيال ۽ پيروز خان ڪوٽايا هئا. (نوابشاهه ضلعو هاڻ ٻن ضلعن شهيد بينظير آباد ۽ نوشهرو فيروز ۾ ورهائجي ويو آهي).

## حيدرآباد ضلعو

## هالا-حيدرآباد ايريا

هن ٽڪري کي پاڻي درياءَ جي راڻا، ڪاٽوٽ، محمودا ۽ ڳاهوٽ نالي گهاڙن منجهان نڪرندڙ واهن جو هڪ ڄار ڏيندو هو. محمودا ۾ پاڻي سڄو سال هوندو هو. واهن جو سرشتو پنجانوي وڏن ۽ ننڍن واهن تي ٻڌل هو، جن جي ڪل ڊيگهه 100،1 ميلن جي لڳ ڀڳ هئي.

## ٽنڊو محمد خان ايريا

هن علائقي ۾ واهن جو سرشتو (ٽنڊي محمد خان ۽ هيٺ کي ڇڏي) اٽڪل اسي ميل ڊيگهه وارن ٽيتاليهه واهن تي ٻڌل هو، جن منجهان چار سڌا سنڌوءَ مان نڪرندڙ مکيه فيڊر هئا. اهي هئا: لَکِر واهه (پنج ميل ڊگهو، سڌو

سنڌوءَ مان گهلياڻ)؛ ڦليلي پراڻو (پنجٽيهه ميل ڊگهو، سڌو سنڌوءَ مان گهلياڻ ويجهو)؛ ڦليلي نئون (ٽي ميل ڊگهو، سڌو ڄامشوري مان) ۽ چندن دارا (هڪ ميل ڊگهو، سڌو ڄامشوري مان).

ٽنڊو محمد خان ايريا لڳ ڀڳ هڪ سو وڏن ۽ ننڍن واهن تي ٻڌل هو. گوني سيني ۾ وڏو هو، جنهن تمام وڏي علائقي کي پاڻي تي ڏنو. گوني واهه مان ٽيونجاهه کن وڏيون ۽ ننڍيون ڇاڙهون تي نڪتيون، جن جي ڪل ڊيگهه پنج سو ڇاهٺ ميلن کان مٿي پئي بيٺي. هڪڙو ٻيو اهم واهه ڳاجا واهه هو، جيڪو اصل ۾ پراڻي ڦليلي واهه جو وڌيل پاڳو هو. هي پنجيتاليهه ميل ڊگهو هو ۽ انهي جو سرشتو ٻارهن وڏين ۽ ننڍين شاخن تي ٻڌل هو، جن جي ڪل ڊيگهه اٽڪل ستر ميل هئي. سرفراز ۽ ڦليليءَ (نئون ۽ پراڻو) کان سواءِ هتي نو ٻيا ننڍا فيڊر هئا، جيڪي سڌو سنڌوءَ مان ٿي نڪتا ۽ ڪل ڊيگهه انهتر ميل هئي. امام واهه (چاليهه ميل)، علي بحر (ساڍا ست ميل)، پانڌي واهه (ڇهه ميل)، لُنڊو (پنج ميل)، هَنڊِيهَر (ڇهه ميل)، گهاڙ شرڪات (پنج ميل) ۽ جهُڙ واهه (چار ميل) انهن واهن منجهان ڪجهه هئا، جن ريجاڻيءَ لاءِ پاڻي پئي ڏنو. گهُوري، ڳاجا ۽ نصير واهن ۾ پڻ ٻيڙين جي چڱي ڀلي اچ وڃ هوندي هئي.

## شاهبندر ايريا

شاهبندر واري علائقي (ٽنڊي محمد خان کان ڏکڻ پاسي) کي اڪيچار ڪارين ۽ نالن هنڌان ماڳان ڇني ڇيري ڇيهاڙيون ڇويتون ڪري ڇڏيو هو ۽ انهي جو ڏاکڻئون علائقو ڳچ (ڏيڻ) هو ۽ پوک ڪرڻ جهڙو نه هو. ڪارين منجهان سيني کان وڏي پِنياري واهه يا سَر درياءَ جو پراڻو پيٽ هئي. اها سڪيءَ ۾ اٽڪل سٺ ميل اندر مغلبين (جاتي) تائين هلي ٿي وئي، جتي ڪيس هڪ تمام وڏو بند جهليو بيٺو هو. اهو بند ٽالپرن 1797ع ۾ ٻڌرايو هو. انهي بند کان هيٺ پنياري، سَر ڪاريءَ جي ڇوڙ تائين، ٻيڙين جي اچ وڃ جوڳي هئي. تمام وڏي ٻوڏ وارن ڪجهه سالن ۾ پنياريءَ ۾ پاڻي ايترو ته وڌي ويندو هو، جو ڪجهه پاڻي بند کان هيٺ ڪاري پاڻيءَ جي پراڻن ۽ نون نالن ۾ چڙهُو پئجي ويندو هو. اترين پاڳن (جاتيءَ وارو علائقو) ۾ اها گونگڙو سڏبي هئي.

ٻه ڌارائون – آڌياري ۽ سَر – ٺاهوڪيون ويڪريون ۽ اونهيون هيون، گهٽ ۾ گهٽ اونهائي ويهه فٽ هئن. (سنڌ ۾ پاڻيءَ جي اونهائي هن ريت پڻ ماپبي آهي؛ ڪو پوري قد وارو ماڻهو پاڻيءَ ۾ هٿ ايا ڪري بيهي ۽ تڏهن به ٻڏي وڃي ته اتي پاڻيءَ جي اونهائي پُرهَ تار يعني پُرهَ کان مٿي ڇئبي – سنڌيڪار) مال ۽ مُتّي جيتوڻيڪ اصل ۾ درياءَ جون ڇاڙهون هيون، ننڍيون ٿي ڪن وڏن واهن جيترين تي ويون هيون. منجهن پاڻي رڳو آب ڪلاڻي وارن ڏينهن ۾ ايندو هو، پر اچڻ گهٽبو ويو ۽ سال 1865ع ۾ انهن جا منهن ايترو لَٽجي ويا، جو بنهه ٿورڙو پاڻي ايندو هئن. هتي ڪل هڪ سو ڀاونجاهه وڏا ۽ ننڍا واهه هئا، جن جي ڪل ڊيگهه اٺ سو چار ميل هئي. پِنياري سيني کان وڏو مکيه فيڊر هو، جنهن منجهان وڏين ۽ ننڍين ڇاڙهن جو هڪ وڏو انگ ٿي نڪتو. ٻيا اهم فيڊر واهه هئا: علي بحر، گنج بحر، مُولچند، ٻارهن گزو، ستاهه، گهاڙ، ڪاٺوٽ وڏو، حسن علي، مال ۽ مُتّي درياءُ. مٿي ٻڌايل ڏهن فيڊر واهن کان سواءِ، جيڪي سڌا سنڌوءَ مان ٿي نڪتا، هتي ٽيهه ٻيا ننڍا واهه هئا، جن جا منهن پڻ سڌا سنڌوءَ منجهان هئا. واٽرڪورسن ۽ واهن جي کوٽائي سولي ٿي پئي ۽ ڦٽل ننڍن دريائن کي واهن ۾ تبديل ڪرڻ ۽ انهن کي ڪجهه جاميٽريائي روپ ڏيڻ لاءِ مٿن وقت بوقت وڏي پئماني تي ترقياتي ڪم ٿيا. هنن قدرتي ننڍن دريائن جي پيٽن کي ڳَنڍَ ۽ وڪڙ ڪڍي سڌو ڪرڻ جهڙا وڏا ڪم نئين تي سگهيا. مختلف دورن ۾ ماڻهن جون ريجاڻي گهرجون پوريون ڪرڻ لاءِ ماڻهو ۽ ڳڏهه وهائي پراڻن واهن کي وهندو رکڻ ۽ نون واهن جي اڏاوت جون سنيون ڪوششون وقت بوقت ٿينديون رهيون آهن.

تنهن هوندي به 1904 کان 1919ع تائين، جڏهن سکر بئراج رٿا منظور ڪئي وئي، ڪي بنهه ٿورڙيون ريجاڻي رٿائون، ڪجهه نون واهن جون ۽ ڪجهه موجود واهن کي سڌارڻ ۽ نئينءَ سنئينءَ ڪري ٺاهڻ جون، هٿن ۾ ڪنيون ويون.

1904ع ايندي ايندي ريجاڻي ڪاتي (پبلڪ ورڪس ڪاتي جي هڪ شاخ) جي ڊانچي اڳيئي برجستائيءَ سان ڪم ڪيو پئي ۽ هيٺئين چارٽ ۾ ڏنو ويو آهي.

هيٺ ڏنل لسٽ آب ڪلاڻي واهن (ڦاٽن) جي آهي، جيڪي 1904/05ع ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئرن جي سربراهيءَ هيٺ هلندڙ ڏهن واهه ضلعن جي هر سرشتي هيٺ موجود هئا. هي واهه 1901ع واري ريجاڻي نقشي ۾ پڻ ڏيکاريل آهن.

1. بيگاري واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| ڊيزرٽ واهه يا شاهي واهه | 4،255 | 190،000 |
| انڙ واهه | 1،708 | 214،000 |
| بيگاري واهه | 6،745 | 276،310 |
| آڌيو واهه | 173 | – |
| الڳ الڳ منڍن مان نو واهڙ | – | 2،400 |

### 2. شڪارپور واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| سيهڙ واهه | - | 5،426 |
| ڏهر واهه | - | 45،177 |
| مَهي واهه | 777 | 29،356 |
| مَسُو واهه | 531 | 17،171 |
| مهارو واهه | - | 5،463 |
| لُنڊي واهه | - | 2،000 |
| ڏينگڙو واهه | - | 9،000 |
| مهيسرو واهه | - | 3،500 |
| جانب واهه | - | 800 |
| مير واهه | - | 900 |
| سنڌ ڪئنال (سنڌ واهه) | 1،613 | 91،956 |

### 3. گهاڙ واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| سکر واهه | - | 93،455 |
| گهاڙ واهه سرشتو | 5،288 | 505،649 |
| فورڊ واهه | 3،489 | |

### 4. الهندو نارو واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| الهندو نارو ۽ سنڌس | 4،565 | - |
| نئون فيڊر ۽ | 1،625 | - |
| پرچرڊ واهه فيڊر | 1،600 | - |
| ڪُل جوڙ | 7،789 | |
| اڙل واهه | - | 8،136 |
| دانِستر واهه | - | 2،917 |
| منڇر ڍنڍ خالي ٿي وڃڻ مهل | - | 20،750 |

### 5. ڪراچي واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| بگهاڙ | 7،400 | 25،464 |
| پنِياري (پڇاري) | 4،500 | 79،168 |
| ڪلري | 1،000 | 12،011 |
| ستاهه واهه | - | 9،487 |
| ڪانٽو | - | 4،481 |

### 6. اتر حيدرآباد واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| محراب واهه | 189 | 6،817 |
| نولکي | 1،150 | 49،786 |
| ڏامبڙو | 343 | 12،420 |
| داد واهه | 2،341 | 71،457 |

### 7. وچولو حيدرآباد واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| نئيا واهڙ | - | 4،296 |
| رينڻ واهه | 751 | 2،785 |
| علي بحر ڪاڇڙي | - | 10،291 |
| مَرڪ واهه | 1،180 | 54،887 |
| گهارو محمودو | - | 64،979 |
| گهلوُ واهه | 647 | 35،742 |
| نصير واهه | - | 33،834 |
| سرفراز واهه | 399 | 27،344 |

### 8. ڦليلي واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| ڦليلي (ٻارهو وهندڙ) نئيو واهڙ | 11،000 | 303،512 |
| حسن علي | 489 | 1،129 |
| خير واهه | | 2،096 |
| ڏڏڪو واهه | | 1،634 |
| مُولچند واهه | | |
| چندڻ | | |
| مير واهه | | |
| واسينگ واهه | | 5،994 |
| نور واهه | | |
| ڪوڪر واهه | | |

### 9. جمڙائو واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| جمڙائو واهه پنهنجي هنن واهن سان | - | 272،267 |
| ڄام صاحب | | |
| ڏنو | | |
| ٻاٽوئي | | |
| دوسو ڏهرارو | | |
| ميرپور | | |
| ٻاريجي | | |
| پُراڻ | | |
| جُڙياسر | | |
| ڏُليري | | |
| ٻگي | | |
| الهندي ڇاڙهه | | |

### 10. اپرندو نارو واهه ضلعو

| واهه | پاڻيءَ جو نيڪال (ڪيوسڪ) | پوکي (ايڪڙ) |
|---|---|---|
| اپرندو نارو (جمڙائو، منڙائو، ناري ۽ ٻين واهن کي پاڻي ڏيندڙ) | 13،000 خريف ۾<br>2،000 ربيع ۾ | - |
| منڙائو | 2،325 خريف | 150،811 |
| نارو | | 35،500 |
| هيرڻ | | 1،925 |
| ڪپرو | | 3،523 |
| تر | 1،175 | 56،532 |
| هِيرل | | 27،551 |

مٿي ڏنل پاٽيءَ جي نيڪالن ۾ پوکيءَ جا انگ 03-1902 کان 05-1904 سالن جا آهن. پاٽيءَ جا نيڪال ٽن سالن جي وڏ ۾ وڏ جا سراسري آهن. جيئن ته پاٽيءَ جو نيڪال درياءَ ۾ ايندڙ پاڻيءَ آڌار هر ڏينهن ۽ هر سال مٽبو رهيو، انهي جي ڪري پوکيءَ جو انگ هر سال مٽبو رهيو ۽ تنهن کان سواءِ پاٽيءَ جا نيڪال ئي اڪيلا اشارا آهن اهو ڏسڻ لاءِ ته ڪن سالن ۾ واهن ۾ پاڻي دير سان آيو ۽ ٻين وقتن تي جهٽ لهي ويو. ڪا پڪ نه هوندي هئي ته ڪيترا ايڪڙ پوک پچي راس ٿيندي. انهي جي ڪري فصلن جو ڪجهه ڀاڱو مارجي ويو، لڳ ڀڳ سمورن واهن تي پنجن منجهان هر ٽن سالن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ فصل ماريو. انهي سان جيڪا غربت پيدا ٿي، تنهن جا نتيجا جيئڻ جا معيار ڪِرڻ، تعليم جي کوٽ ۽ انڌن ويساهن جي روپ ۾ نڪتا. حڪومت کي ڍل مان ٿيندڙ آمدني گهٽجي وئي ۽ حڪومت تعليم، صحت ۽ زرعي خدمتن تي خرچ ڪرڻ جوڳي نه رهي. ان ڏکوئيندڙ صورتحال سنڌ ۾ 18-1917ع ۾ چاليهه سيڪڙو ماڻهن جون زندگيون ڪسيون، خاص ڪري ليس تپ وگهي.

## سنڌوءَ جي پاسن سان ٻوڏ بچاءَ بند

ٻوڏ بچاءَ بندن جو پهريون تجربو جان جيڪب جيڪب آباد ضلعي ۾ 1852ع ۾ ڪيو. سندس تجربي بلڪل چٽو ڪري ڏنو ته سنڌوءَ جي سِير کان پنج ميل ڪن يا ٿورو مٿي پنڌ تي اڏيل مٽيءَ جا بند درياءَ کي بندن جي اندر جهلي سگهن ٿا ۽ هر سال ٻوڏ ۾ ميداني علائقن جي وڏي ايراضي ٻڏڻ کان بچائي سگهجي ٿي. پبلڪ ورڪس کاتي ٻوڏ بچاءَ بندن تي 1860ع ۾ ڪم شروع ڪيو، جيڪو هيٺين ٽيبل ۾ ڏنل سالن ۾ پورو ٿيو:

**ٻوڏ بچاءَ بند ۽ انهن جي اڏجڻ جا سنه ڏيندڙ ٽيبل**

| بند ۽ ريجاڻي ضلعا | ڪم شروع ٿيڻ جو سال | پورو ٿيڻ جو سال |
|---|---|---|
| 1. بيگاري | 1874-75 | 1879 |
| 2. شڪارپور | 1869 | 1890 |
| 3. گهاڙ واهه | 1874-57 | 1890 |
| 4. الهندي ناري جا بند جهڙوڪ: قُلُو، گپ بند، نارو-مانجهند بند | | 1890 |
| 5. ڪراچيءَ جا بند: جن ۾ اچي ويا: | | |
| سونڊا-هلايا بند | | 1887 |
| پناهه-بگهاڙ بند | | 1890 |
| بگهاڙ-اوچتو بند | | 1900 |
| مولچند-شاهبندر بند | | 1880 |
| 6. اتر حيدرآباد: جنهن ۾ اچي ويا: نولکي ۽ ڈامبڙو ٽاپ | | 1904 |
| 7. وچولو حيدرآباد: جنهن ۾ اچي ويو: گهلوُ-علي بحر بند | | 1894-95 |
| 8. ڦليلي بند: جنهن ۾ اچي ويا: | | |
| گهلياڻ بند | 1895 | 1896 |
| ڄامشورو بند | 1892-93 | 1900-01 |
| گِدو بندر بند | 1994 | 1895 |
| مالهه بند | 1895 | 1896 |
| حاجي پور بند | 1895 | 1896 |
| 9. ايرندو نارو واهه: جنهن ۾ اچي ويا: | | |
| رتو بند | 1854 | 1858 |
| جبا بند | 1873 | 1893 |

1864ع ۾ انگريز سرڪار ريجاڻي رٿائن لاءِ قرض ڏيڻ جو فيصلو ڪيو هو، ساڳئي طريقي سان جيئن ريلوي لائينن لاءِ ڏنا ويا هئا. اهڙي قسم جا قرض مدراس ۾ مدراس اريگيشن ڪمپنيءَ لاءِ ڏنا ويا هئا ۽ دي ايسٽ انڊيا اريگيشن ڪمپني لڳايل موڙيءَ تي پنج سيڪڙو جي ضمانت ڏني هئي. سنڌ ۾ اهڙي قسم جا قرض نه ڪڏهن جاري ٿيا، نه انهن کي همٿايو ويو ۽ نه ڏنا ويا. انهي جي ڪري سنڌ گهٽ ۾ گهٽ پنجاهه سال پوئتي رهي. هيٺ ڏنل ٽيبل سنڌ ۾ آب ڪلاڻي واهن تي پوکيءَ جا اٽڪل سٽ سالن جا هر سال جا انگ ڏئي ٿي. ايراضي پهرين ستاويهن سالن ۾ ٻيٽي ٿي وئي ۽ انهي کان

نقشو نمبر 68

# 1899ع

## سنڌ جي واهن جو نقشو

### اُتل تي وهندڙ واهه ۽ سکر، گڊو ۽ ڪوٽڙي بئراجن جا رتيل واهه، جيڪي 1962 تائين نهيا






**ڏسڻي**

1. سنڌو درياءُ ......................
2. واهه 1899ع ......................
3. رتيل واهه يا 1899 - 1962 جي وچ تي نهي راس ٿيل واهه ....
4. وڏا شهر ......................
5. حيدرآباد ......................

**ڪاڇو**

ميل 30 27 24 21 18 15 12 9 6 3 0

ڪلوميٽر 50

وڌيڪ واڌارو نہ ٿيو، ڇاڪاڻ تہ آب ڪلاڻي واهن واري سرشتي ۾ واڌاري جوسدائين ڪٿي وجي ڇيھ ٿيڻو هوندو هو. رڳو سنڌوءَ تي ٻئراج ٺئي ايراضي وڌائي سگهيا پئي، پر انهن تي سيڙپ ڪرڻ لاءِ بمبئي پريزيڊنسيءَ جو سنڌ سان سدائين ماٽيلي ماءُ وارو سلوڪ رهيو. سواءِ ڪڏهن ڪڏهن جي، جهڙوڪ جارج لُئائڊ ۽ ليزلي وِلسن، ريئي، جان مُوئير مڪينزي ۽ ڪجھ ٻين پيري.

### انگريزن جي دور 1874-1931ع ۾ آب ڪلاڻي واهن تي ٺيندڙ پوکي (ملين ايڪڙن ۾) ڏيکاريندڙ ٽيبل

| سال | خريف | ربيع | جوڙ | جاگير | ڪل جوڙ |
|---|---|---|---|---|---|
| 1873-74 | 1.196 | 0.223 | 1.419 | خريف ۽ ربيع وارن انگن ۾ شامل | 1.419 |
| 1874-75 | 1.224 | 0.373 | 1.597 | | 1.597 |
| 1875-76 | 1.139 | 0.251 | 1.390 | 0.191 | 1.581 |
| 1876-77 | 1.291 | 0.419 | 1.710 | 0.136 | 1.846 |
| 1877-78 | 1.094 | 0.202 | 1.296 | 0.123 | 1.419 |
| 1878-79 | 1.333 | 0.552 | 1.885 | 0.131 | 2.016 |
| 1879-80 | 1.115 | 0.228 | 1.343 | 0.111 | 1.454 |
| 1880-81 | 1.173 | 0.156 | 1.329 | 0.164 | 1.493 |
| 1881-82 | 1.260 | 0.159 | 1.419 | 0.183 | 1.602 |
| 1882-83 | 1.282 | 0.226 | 1.508 | 0.165 | 1.673 |
| 1883-84 | 1.197 | 0.165 | 1.362 | 0.179 | 1.541 |
| 1884-85 | 1.354 | 0.232 | 1.586 | 0.197 | 1.783 |
| 1885-86 | 1.289 | 0.244 | 1.533 | 0.207 | 1.740 |
| 1886-87 | 1.408 | 0.186 | 1.594 | 0.221 | 1.815 |
| 1887-88 | 1.438 | 0.215 | 1.653 | 0.218 | 1.871 |
| 1888-89 | 1.649 | 0.239 | 1.888 | 0.231 | 2.119 |
| 1889-90 | 1.722 | 0.388 | 2.110 | 0.240 | 2.350 |
| 1890-91 | 1.597 | 0.385 | 1.955 | 0.248 | 2.203 |
| 1891-92 | 1.514 | 0.436 | 1.950 | 0.216 | 2.166 |
| 1892-93 | 1.633 | 0.535 | 2.168 | 0.231 | 2.386 |
| 1893-94 | 1.668 | 0.472 | 2.140 | 0.246 | 2.386 |
| 1894-95 | 1.621 | 0.772 | 2.393 | 0.243 | 2.636 |
| 1895-96 | 1.522 | 0.319 | 1.841 | 0.256 | 2.097 |
| 1896-97 | 1.879 | 0.365 | 2.244 | 0.253 | 2.497 |
| 1897-98 | 1.995 | 0.530 | 2.525 | 0.281 | 2.806 |
| 1898-99 | 1.803 | 0.373 | 2.176 | 0.280 | 2.456 |
| 1899-1900 | 1.945 | 0.342 | 2.287 | 0.282 | 2.569 |
| 1900-01 | 2.168 | 0.545 | 2.713 | 0.331 | 3.044 |
| 1901-02 | 1.983 | 0.526 | 2.509 | 0.299 | 2.808 |
| 1902-03 | 1.939 | 0.385 | 2.324 | 0.302 | 2.626 |
| 1903-04 | 2.198 | 0.611 | 2.809 | 0.343 | 3.152 |
| 1904-05 | 2.090 | 0.524 | 2.614 | 0.310 | 2.924 |

| | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|
| 1905-06 | 2.380 | 0.631 | 3.011 | 0.337 | 3.384 |
| 1906-07 | 2.377 | 0.785 | 3.162 | 0.324 | 3.486 |
| 1907-08 | 2.082 | 0.434 | 2.516 | 0.256 | 2.772 |
| 1908-09 | 2.361 | 0.668 | 3.029 | 0.316 | 3.345 |
| 1909-10 | 2.161 | 0.483 | 2.644 | 0.283 | 2.927 |
| 1910-11 | 2.287 | 0.545 | 2.832 | 0.290 | 3.122 |
| 1911-12 | 2.102 | 0.398 | 2.500 | 0.233 | 2.733 |
| 1912-13 | 2.334 | 0.440 | 2.774 | 0.265 | 3.039 |
| 1913-14 | 2.358 | 0.512 | 2.870 | 0.277 | 3.147 |
| 1914-15 | 2.302 | 0.732 | 3.034 | 0.315 | 3.349 |
| 1915-16 | 2.131 | 0.620 | 2.751 | 0.281 | 3.032 |
| 1916-17 | 2.529 | 0.586 | 3.115 | 0.313 | 3.428 |
| 1917-18 | 2.188 | 0.716 | 2.904 | 0.256 | 3.160 |
| 1918-19 | 1.885 | 0.334 | 2.219 | 0.198 | 2.417 |
| 1919-20 | 2.308 | 0.588 | 2.896 | 0.259 | 3.155 |
| 1920-21 | 2.221 | 0.305 | 2.526 | 0.237 | 2.763 |
| 1921-22 | 2.096 | 0.587 | 2.683 | 0.256 | 2.939 |
| 1922-23 | 2.275 | 0.656 | 2.931 | 0.294 | 3.225 |
| 1923-24 | 2.253 | 0.519 | 2.772 | 0.292 | 3.312 |
| 1924-25 | 2.385 | 0.635 | 3.020 | 0.288 | 3.060 |
| 1925-26 | 2.316 | 0.399 | 2.715 | 0.283 | 2.998 |
| 1926-27 | 2.302 | 0.587 | 2.880 | 0.268 | 3.157 |
| 1927-28 | 2.316 | 0.402 | 2.718 | 0.255 | 2.973 |
| 1928-29 | 2.395 | 0.507 | 2.902 | 0.269 | 3.171 |
| 1929-30 | 2.560 | 0.529 | 3.089 | 0.273 | 3.362 |
| 1930-31 | 2.367 | 0.618 | 2.985 | 0.262 | 3.247 |
| 1931-32 | 2.206 | 0.596 | 2.802 | 0.258 | 3.060 |

نوٽ: 18-1917ع واري ليس تپ سنڌ جي 40 سيڪڙو ڳوٺاڻي آبادي ماري ڇڏي هئي. انهي جي نتيجي ۾ پوکيءَ هيٺ ايراضي اڳلي سال 743،000 ايڪڙ يا 25 سيڪڙو گهٽجي وئي.



871. اورينج ويجهو پونٽ دُو گيرڊ، پهرين صدي عيسوي. رومي موريءَ جي اڏاوت، هڪبئي مٿان بيهاريل ونگن تي ٻڌل، سکر ٻئراج سان ملي ٿي. (ايم. ڊبليو. ڪي).

# باب ٻٽيهون

# سکر بئراج جي تاريخ
# (1855_1932ع)

## تاريخ

سکر بئراج جي تاريخ ۽ سندس اڏاوت، معاشي کارج، ٿهڻ جو ڳائپ ۽ سيڙپڪاريءَ تي اٽڪل ستر سالن کان مٿي واري عرصي جا تڪرار ايترا ته دلچسپ آهن، جو ان کي ٿهندڙ جاءِ ڏيڻ گهرجي، تفصيل هيٺ ڏنا ويا آهن:

- 1847 ۾ ليفٽيننٽ ڪرنل والٽر اسڪاٽ، آر. اِي. ۽ پنهنجي رپورٽ ۾ ريجاڻي واهن کي پاڻي ڏيڻ لاءِ سنڌوءَ تي سکر وٽ هڪ ڪپر کان ٻئي تائين آرپار هڪ بند ٻڌڻ جي امڪان بابت ويچار ڏوڙايا، پر اها تجويز رد ڪري ڇڏيائين، ڇاڪاڻ ته سندس خيال هو ته اهڙي قسم جو بند سنڌوءَ کي پڪ سان سندس هاٿوڪي وهڪري کان موڙي ڇڏيندو.
- 57-1855 ۾ جي. جِي. فائيف، آر. اِي. ۽ انوقت جي سپرنٽينڊنگ انجنيئر نارا سروي، هڪ رپورٽ لکي "اي اسڪيچ آف اريگيشن ان سنڌ وٽ پروپوزل فار اٽس امپروومينٽ" (سنڌ ۾ ريجاڻيءَ جو هڪ خاڪو ان جي سڌاري جي تجويز سان). انهي رپورٽ ۾ پنج نوان واهه اڏڻ جي راءِ ڏنائين - جن منجهان ٽن کي لڳ ڀڳ انهي ئي علائقي کي پاڻي ڏيڻو هو، جنهن کي هاڻ سکر بئراج پيو ڏئي ۽ ٻه ٻيا، سنڌوءَ جي ڪاٻي ۽ ساڄي پاسن کي جهرڪ کان عربي سمنڊ جي وچ تي پاڻي ڏيڻ لاءِ ٻنهي پاسي هڪ هڪ.
- 1857 ۾ ايسٽ انڊيا ڪمپنيءَ جي ڪورٽ سڳوريءَ راءِ ڏني ته فائيف جي رٿا تفصيلي سروي تي آڌاريل نه هئي ۽ سڄي سنڌ جي "هڪ تفصيلي سروي" جو اختيار ڏنائين.
- 1858 ۾ فائيف، انوقت چيف انجنيئر، سنڌوءَ جي ڪاٻي پاسي هڪ ٻارهو وهندڙ واهه جي تجويز ڏني، جيڪو اتر حيدرآباد ضلعي ۾ (هاڻوڪا نوشهرو ۽ شهيد بينظيرآباد ضلعا) فائنل ڊزائن 10،887 ڪيوسڪن بدران 1426 ڪيوسڪ پاڻي ڪٽي وڃي.
- 1859 ۾ ڪمشنر ان سنڌ مسٽر (اڳتي هلي سر) بارٽل فريئر سرڪار ڏانهن ڪيپٽين جي. جِي. فائيف جي روهڙي-حيدرآباد لاءِ ناهيل هڪ رپورٽ ۾ لڳايل ڪاٽو - ليفٽيننٽ فائيف جي اصل تجويزن جو هڪ ڀاڱو - ڏياري موڪليا. معاملو ستن سالن تائين لڙڪيل رهيو.
- 1866 ۾ ڪرنل اسٽريچي، انسپيڪٽر جنرل آف اريگيشن، هندستان، سنڌ جو دورو ڪيو ۽ سنڌ ۾ ٻارهو وهندڙ واهن جي گهرج کان ڏاڍو متاثر ٿيو.
- سرڪار جي حڪمن تي روهڙي-حيدرآباد واهه رٿا جوڙي وئي، پر سفارش وڌائي سگهڻ جو ڳي هڪ ننڍي رٿا جي ڪئي وئي.
- 1867 ۾ بمبئي سرڪار مٿين رٿا مڃي ۽ فائيف (انوقت ڪرنل ۽ چيف انجنيئر) کي رٿا کي سڌاري ناهڻ لاءِ چاڻ ڪيو ويو. ڪم 1868 ۾ ڪيپٽين لي ميزوريَر، آر. اِي. ۽ جي حوالي ٿيو. لي ميزوريَر مٿين رٿا کي ڪاٻي پاسي تي 815،544 ايڪڙن کي پاڻي ڏيندڙ ٻارهو وهندڙ واهه لاءِ سڌاري ناهيو. بمبئي سرڪار رياست خيرپور، جنهن جي وچان هي واهه لنگهڻو هو، جي واليءَ کان ڇٽو راضپو وٺڻ جو چئي رٿا موٽائي موڪلي.
- 1869 ۾، خيرپور رياست جي والي مير علي مراد سان ڳالهه ٻولهه ڪرڻ کان پوءِ، 7،045 ڪيوسڪ ڪٽندڙ واهه جي 20 ملين (ٻه ڪروڙ) لاڳت واري سڌاري ناهيل رٿا بمبئي سرڪار ڏانهن موڪلي وئي، جنهن اها اڳتي هندستان سرڪار ۽ هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ ڏانهن موڪلي ڏني.
- 1869 ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽ فار انڊيا هندستان سرڪار جو ڌيان سنڌ ۾ ريجاڻي سڌاري جي گهرج ڏانهن ڇڪايو.
- 1871 ۾ هندستان سرڪار سنڌ ۾ سڄو سال هلندڙ ريجاڻيءَ کي ٽيڪ ڀرائي ۽ ايستائين جو ڳبو، سکر ۽ ڪوٽڙي بئراجن جي آڳومتي "سنڌ ٽرپل پروجيڪٽ" جي تجويز ڏني.
- 1871 ۾ هندستان سرڪار بمبئي سرڪار کي سموري سنڌ لاءِ ٻارهو وهندڙ واهن جون رٿائون جوڙڻ جي صلاح ڏني - هر رٿا هڪ جامع اسڪيم جو ڇڄي نه سگهڻ جو ڳو ڀاڱو هجي.
- نومبر 1872 ۾ لارڊ نارٿبرُوڪ، وائسراءِ هندستان، سنڌ جو دورو ڪيو ۽ سندس آڏو رکيل چاڻ کي ڏسندي رٿا کي ڇڏي ڏيڻ جو حڪم ڏنائين.
- 1877 ۾ ۽ وري 1880 ۾ هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ لارڊ سالسبري بمبئي سرڪار جو ڌيان سنڌ ۾ ريجاڻيءَ جي اڻ سُهائيندڙ صورتحال ڏانهن ڇڪايو ۽ هندستان سرڪار سان صلاح ۾ رهي ان جي جاچ ڪرڻ لاءِ چيو. تنهن هوندي به بمبئي سرڪار نارٿبروڪ جي




نقشو نمبر 69

## 1901ع
## سنڌ ۾ واهن جو چار

32 ميل 20 14 20 16 12 8 4 0 2 4 6 8 10 12 14 16

1873 کان 1901 جي وچ تي انگريز انجنيئرن پراڻن واهن ۾ ڪيترائي سڌارا آندا. ڪجھ کي گڏائي هڪ ڪيائون يا پراڻن واهن کي سنڌو درياءَ مان نڪرندڙ ڪنهن وڏي واهه منجهان مُنهن ڏنائون ۽ وڏو ريگيوليٽر لڳايائون. ان دور جي سڀ کان اهم اڳيرائي پراڻي هاڪڙو-سرسوتي پيٽ کي روهڙيءَ جي اتر ۾ مُنهن ڏئي ٻارهو وهندڙ واهه بڻائڻ ۽ منڍ جمڙائوءَ کان هيٺ جمڙائو، منڙائو ۽ نارو واهه اڏڻ هئي.

ننديڙي لکت ڪان پوءِ سنڌ ۾ ڪنهن بہ قسم جي وڏن ريجاڻي ڪمن لاءِ بي دلي ٿي وئي.

- سنڌ جي واهن واري ديسي ريجاڻيءَ ۾ سڌارو ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور وارن واهن کي سڌو ڪرڻ، ويڪرو ڪرڻ، اونهو ڪرڻ ۽ انهن جي ڏيگهہ وڌائڻ تائين محدود رهيو ۽ لاهين چاڙهين جي سڌاري تائين پڻ محدود رهيو، جيڪو 1874 تائين پورو ڪيو ويو. جيئن ضميمي-1 ۾ سنڌ ۾ اوائلي انگريز دور جي واهن واري لسٽ ڏيکاري ٿي. 1843 لاڪر رڳو ٽن نون واهن فورڊ، برگ ۽ جيڪب واهہ جو واڌارو ٿيو. سنڌ جي انجنيئرن وٽ هاڻ ڍگهي عرصي تائين ڪم هلائڻ جو ڳو رڳو هڪڙو ئي چارو وڃي بچيو هو تہ جيڪي واهہ موجود هئا، تن کي ڪچي وارن علائقن مان منهن ڏئي بهتر بڻائن ۽ جيڪي ڪوڙ سارا ننڍا ننڍا واهہ هئا، تن کي هڪبئي سان ڳنڍائي ۽ وڏن واهن جون شاخون بڻائن. ائين 1931 تائين هلنو هو. ريجاڻيءَ جي 1873، 1899، 1910 ۽ 1931 وارن نقشن منجهان واهن جي سڌاري لاءِ ڪيل اهي وڏيون تبديليون پڌريون ٿين ٿيون. اهڙي ريت واهہ خانگي ملڪيت، هلائي چلائي ۽ سار سنڀال هيٺ هجڻ بجاءِ سرڪاري ملڪيت بڻجي ويا. سنڌ جا واهہ گهٽي پاڳي سڄو سال نہ پر اٽڪل نوي ڪان هڪ سو ويهہ ڏينهن وهندا رهيا ۽ ڪن ناموافق علائقن ۾ تہ گهٽا رڳو هڪ ڏينهن مس ٿي وهيا. نقصان ليکي ڪان متي هو. ڏکڻ ايشيا جي ٻين پاڱن، خاص ڪري اتر پرديش ۽ پنجاب، ۾ سڄو سال پاڻي ملندو رهڻ ڪري باغبانيءَ جي اوسر ٿي، سدائين ساوا رهندڙ ۽ پن ڇاڻ ميون، ڪوپي بند ميون ۽ صنعتي فصلن، سياري جي پاڃين ۽ گلن جي پوک ۾ واڌ ويجهہ ٿي. سنڌ جي ڌرتي گهٽي پاڳي ساريون اپائيندي هئي ۽ ڪن موافق علائقن ۾ انهن جي لهڻ ڪان پوءِ رهيل وَتَ (آلاڻ) تي ٻيو فصل ٿيندو هو، پر سو بہ گهٽي پاڳي رڳو مٽر ۽ تيلي ٻج ٿيندا هئا ۽ هيڪڙ ٻيڪڙ چٽا ۽ ڪٽڪ بہ ٿيندا هئا. گهٽ درجي واري اها ترقي غربت، ٻالڪپڻ ۾ پورهئي ۽ ڍل گهٽ اڳڙڻ جو ڪارڻ بڻي.

- اسڪولن ۽ صحت جي سهولتن تي خرچ گهٽ ٿيڻ ڪري موت وڌي ويا ۽ سمجهہ گهٽجي وئي. سارين جي پوک پڻ سنڌو-گنگا پَٽن جي ٻين علائقن جي ڀيٽ ۾ سنڌ ۾ وڌيڪ سِمَ، ڪلر ۽ ٻنيءَ جي خراب ٿيڻ جو ڪارڻ بڻي.

- 1880 ۾ هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ بمبئي سرڪار کي سنڌ ۾ ريجاڻيءَ جي غير تسلي بخش حالت جي سختيءَ سان ياد ڏياري ۽ درخواست ڪئي تہ معاملي تي هندستان سرڪار سان صلاح ۾ رهي وري ويچاريو وڃي.

- 1881 ۾ بمبئي سرڪار رپورٽ ڏني تہ سنڌوءَ جي ٻنهي پاسن تي تمام وڏا سڄو سال وهندڙ واهہ اڏي سگهجن ٿا، پر سفارش رڳو هڪ ننڍي روهڙي-حيدرآباد واهہ ۽ اٽڪل انهي جيتري ئي ڏامراهو واهہ جي ڪئي وئي.

- 1882 ۾ هندستان سرڪار اسڪيم سان متفق ٿي ۽ مئي 1882 ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽ کي ان بابت ڇاڻ ڪيو ويو. تنهن ڪان پوءِ معاملو اٺن سالن تائين پاسي تي پيو رهيو.

- 1890 ۾ بمبئي جي گورنر لارڊ ريئي سنڌ ۾ آب ڪلاڻي (اٿل تي) ريجاڻيءَ کي هلائيندو اچڻ واري ڏاهپ تي اعتراض واريو، خاص ڪري ان صورت ۾ جڏهن اهو ڪاٽيءَ لاءِ مزدوريءَ تي وڌي لاڳت لڳائي ۽ ٻنين لاءِ پاڻي نارن ذريعي ڪڍي هلايو پئي ويو. هڪ ڪميٽي مقرر ڪرڻ جو حڪم ڏنائين، جيڪا سنڌ ۾ واهن ذريعي ريجاڻيءَ ۾ سڌارو آڻڻ جي ڪا واٽ ڪڍي ڏئي. آر. بي. جوئنر، سِي. آئي. اِي.، انوقت ايگزيڪيوٽو انجنيئر حيدرآباد، کي روهڙي-حيدرآباد واهہ جي عمل جوڳو هجڻ جي جاچ ڏني وئي.

- 1890 ۾ فائيف (انوقت رٽائرڊ جنرل) بمبئي سرڪار جي سيڪريٽريءَ ڏانهن هڪ خط لکيو، جنهن ۾ سنڌ ۾ ٻارهو وهندڙ واهن لاءِ پنهنجي 1855 واري رٿا تي زور ڏنائين.

- 1891 ۾ جوئنر ڪاٻي پاسي روهڙيءَ وٽان 4,000 چورس ميل (2.56 ملين يا پنجويهہ لک سٺ هزار ايڪڙ ٻني) پهچ واري ٻارهو وهندڙ واهہ بابت رپورٽ ڏني. اتفاق سان روهڙي ڪئنال 1932 ۾ 2.7 ملين ايڪڙ ٻنيءَ تائين پهچ لاءِ اڏيو ويو.

- 1891 ۾ چارلس بي. پرچرڊ، جيڪو ڪنهن زماني ۾ ڪمشنر ان سنڌ رهيو هو، جنهن جي نالي سان، الهندي ناري واهہ جي ڏاکٽي پهچ تائين پاڻي رسائڻ لاءِ، پرچرڊ (ڳنڊُ) واهہ اڏيو ويو هو ۽ لارڊ ريئي پاران مقرر ڪيل ڪميشن جو چيئرمئن هو، پڻ ٻين ڪان گوءِ ڪٽندي جوئنر جي رپورٽ کي رد ڪرڻ ۾ ڌر بڻيو تہ اها مالي لحاظ ڪان جڏي آهي.

- ٽنڊي ۽ ڦليليءَ جي زميندارن ۽ جاگيردارن جي ايسوسيئيشن وائسراءِ نارٿبروڪ جي 1872 وارن هدايت نامن خلاف اڳيئي ڪيترائي ياداشت ناما لکي چڪي هئي. انهن پرچرڊ ڪميٽيءَ جي فيصلن خلاف پڻ احتجاج ڪيو.

- روهڙي-حيدرآباد واهہ سان ٿيل حشر سنڌ لاءِ صرف هڪڙي چونڊ ڇڏي يعني آب ڪلاڻي واهن جو سڌارو. 1891-1904 جي وچ تي ٿيل انهن سڌارن بابت ڇاڻ انگن اکرن ۾ پنئين باب ۾ ڏني وئي آهي ۽ واهن جي 1901 ۽ 1910 وارن نقشن ۾ ڏيکاري وئي آهي.

- 1892 ۾ ڪمشنر ان سنڌ سر ايوانس جيمس ڪميٽيءَ جي صدارت ڪئي، جنهن ۾ جوئنر پبلڪ ورڪس ايڪسپرٽ هو ۽ سڄي ڪميٽيءَ هڪراءِ رپورٽ ڏني تہ رٿيل روهڙي-حيدرآباد رٿا جي ڪا گهرج ناهي ۽ اها مالي لحاظ سان جڏي آهي. انهن سفارش ڪئي تہ هن رٿيل ٻارهو وهندڙ سرشتي کي بلڪل ترڪ ڪيو وڃي ۽ انهي جي بدران ايرندي سنڌ لاءِ هڪ ايرندو ۽ الهندو واهہ اڏي انهي کي منهن ناري ماٿريءَ کي پاڻي ڏيندڙ هڪ اونهي واهہ منجهان ڏنو وڃي، جيڪو سنڌوءَ مان روهڙيءَ وٽان نڪري.



نقشو نمبر 70
1931ع
سکر بئراج جي کُلڻ واري
ڏينهن سنڌ ۾ وهندڙ واهه
اتر
ڏسٽي
1. صوبائي دنگ
2. اڻ نبريل دنگ
3. سنڌو درياءُ
4. مينهن تي وهندڙ نئن
5. سنڌو درياءَ جا واهڙ
ڪاڇو
ميل 40 30 20 10 0
ڊيزرٽ ڪئنال
ڪشمور
جيڪب آباد
مرزا واهه
سنڌو درياءُ
بيگاري واهه
دوداپور
شڪارپور
شهدادڪوٽ
رُڪ
سکر واهه
سکر
روهڙي
نور واهه
لاڙڪاڻو
خيرپور
ميرواهه
راڄ واهه
گمبٽ
محراب پور
پڊعيدن
نارو درياءُ
نارو
دادو
سيوهڻ
قاضي احمد
سڪرنڊ
ڪنڊيارو
ڪڍڙو
سارنگ واهه
ساماڙو واهه
ڍورو واهه
ميرپور خاص
حيدرآباد
ڪوٽڙي
عمرڪوٽ
ڇاڇرو
جهڏو
نصير واهه
شادي واهه
مٺي
بدين
ٺٽو
ڪلري واهه
بگهاڙ واهه
ڪراچي
حب نئن
ڏيپلو
ننگرپارڪر
رڻ ڪڇ
بلوچستان
راجپوتانا
رياست
عربي سمنڊ
سنڌو
67
68
69
70
71
28
27
26
25
24

- 1893ع ۾، پنهنجي رٿا سان سچي، جنرل فائيف سيڪريٽري آف اسٽيٽ ڏانهن خط لکي پنهنجي رٿا تي عمل ڪرائڻ ۽ سنڌ ۾ ريجاڻيءَ لاءِ هڪ ڌار چيف انجنيئر رکڻ جي گهرج تي زور ڏنو. جيڪو سرڪار کي صلاحون ڏيڻ سان گڏوگڏ هڪ باقائدي پاليسيءَ جي ڪنهن سرشتيوار انتظام لاءِ سپرنٽينڊنگ انجنيئرن (جيڪي شامل ٿيڻا هئا) جي رهنمائي ڪري.
- 1893ع ۾ بمبئي سرڪار جوئنٽ ڪميٽيءَ جون سفارشون مڃي ورتيون ۽ اپرنديءَ ناري ۾ سڌارن ۽ جمڙائو واهه واريون رٿائون ناهڻ لاءِ حڪم جاري ڪيا. روهڙي-حيدرآباد واهه رٿا کي ڦِٽي ڪيو ويو، پر بمبئي سرڪار سنڌ لاءِ وڏي پيماني وارن ٻارهو وهندڙ واهن واري اصول کي بنهه ڦٽو ڪري ڇڏڻ لاءِ تيار نه هئي.
- مارچ 1894ع ۾ مسٽر ٿامسن، انوقت سنڌ ۾ سپرنٽينڊنگ انجنيئر، فائيف جي راءِ کي رد ڪري ڇڏيو ۽ ائين سنڌ ۾ ريجاڻيءَ جي سڌاري لاءِ وڏيڪ مسئلا پيدا ڪيا.
- 1903ع ۾ انڊين اريگيشن ڪميشن، سنڌ ٽرپل پروجيڪٽ جو حوالو ڏئي، راءِ ڏني ته هن قسم جي وڏي پکيڙ واري اسڪيم ناهڻ جو ڳچي لڳي ٿي، پر عملي طور ڌيان ۾ رکڻ جوڳيون کي شيون آهن جن جي ڪري شايد ان جي گنجائش گهٽائڻ جي گهرج پوندي. سنڌ جي نمائندگي بمبئي جي چيف سيڪريٽري مسٽر جان پي. مُوئير مڪينزي ڪئي، جنهن وڏي ڏاهپ سان سنڌوءَ تي آرپار هڪ ڇاپ (ويئر) اڏڻ لاءِ زور ڀريو ۽ سندس ڪارڪردگيءَ اڳتي هلي سندس 1904ع ۾ ڪمشنر ان سنڌ مقرر ٿيڻ جي واٽ ناهي.
- لارڊ ڪرزن پاران 1901-1903ع ۾ ناهيل انڊس اريگيشن ڪميشن به اهم فيصلا ڪيا. سنڌ جي رضامنديءَ کان سواءِ سنڌو درياءَ جو پاڻي موڙڻ جي اجازت نه هوندي. ڪميشن اها پاليسي پڻ طيءِ ڪئي ته جيڪي رٿائون هڪ کان وڌيڪ صوبن سان لاڳاپيل هونديون، اهي گورنر جنرل انڊيا ڏانهن سندس فيصلي لاءِ اماڻيون وينديون.
- 1904ع ۾ ڊاڪٽر سمرز، سپرنٽينڊنگ انجنيئر سنڌ، سرڪار کان روهڙيءَ وٽان هڪ واهه کڻڻ جي اجازت گهري، جيڪو خيرپور رياست جي وچان لنگهي داد واهه کي پاڻي ڏئي ۽ ان ڳالهه ڏانهن پڻ اشارو ڪيائين ته پنجاب ۾ ريجاڻيءَ ۾ لاڳيتي واڌ ضروري ڪري ڇڏيو آهي ته سنڌ ۾ بئراج اڏيا وڃن، پر اهو تَتُ ته: ”پنجاب ڪنهن ڏينهن نيٺ اسان جي مٿان درياءَ تي هڪ ڇاپ زوريءَ مڙهيندو“ رٽائرڊ ڪمشنر ان سنڌ جيمس ايوانس 1899ع ۾ ڪڍي ويو هو.
- 1905ع ۾ ڊاڪٽر سمرز پنهنجي واهه واري سروي داد واهه کان اڳتي وڌائي وچولي حيدرآباد جي واهن جي پرينءَ پر ڦليلي واهه جي ڪاٻي پاسي وارين ٻنين تائين ڪٽي وڃڻ ۽ جمڙائوءَ واري ٽڪري کان هيٺ ڊوري پراڻ ۾ وڃي ڇيهه ڪرڻ جي اجازت ورتي.
- 1906ع ۾ جي. بينٽون، انسپيڪٽر جنرل اريگيشن، هندستان سرڪار، سنڌ ۾ ٻارهو وهندڙ واهن جي امڪان بابت جاچ لهڻ لاءِ سنڌ جو دورو ڪيو ۽ صلاح ڏنائين ته درياءَ تي آرپار هڪ ڇاپ (ويئر) ۽ روهڙيءَ وٽان نڪرندڙ واهن لاءِ تحقيق ٿيڻ گهرجي.
- ساڳئي سال (1906ع ۾) هندستان سرڪار بمبئي سرڪار کي ان ڳالهه تي ويچارڻ لاءِ چيو ته پنجاب ۾ ٽِڊ واري مند ۾ پاڻيءَ جي وڌندڙ ڪٽُت سنڌ ۾ آب ڪلاڻي واهن ۾ پاڻي اچڻ گهٽائي ڇڏيندي ۽ صلاح ڏني ته پڄاڙيءَ ۾ سنڌ ۾ واهن جي پاڻيءَ جي گهرج هِتان هُتان پوري ڪري سگهجي ٿي:

  * منڇر ڪوٽ (گڊوءَ جو آڳومتي)
  * سکر
  * ڪوٽڙي يا جهرڪ
  * سيوهڻ

هنوقت ويچارڻ جي ضرورت رکو بئين سرشتي تي آهي. انهي صلاح ۾ ڊگهي نظر واري شيءِ هئي درياءَ تي سيوهڻ وٽ هڪ ڇاپ، جنهن بابت فائيف ۽ ڪانئس پوءِ اچڻ وارن فيصلو نه ڪيو ۽ نڪي وري سنجيدا چند ڇاڻ ئي ٿي، يکو ويندي 1959 واري ايوب جي زراعت تي ڪميشن ۽ 1965 واري ايل. آئي. پي رپورٽ تائين، جنهن ان تي عمل ڪرڻ لاءِ زور ڀريو.

- 1909ع ۾ شڪ پائيندي ته آيا اندازن تي رٽيل رٿائون ڪنهن بئراج سان گڏ ”لاڀائتا ڪم“ ثابت ٿينديون (جيئن پي. ڊبليو. ڊي ڪوڊ لاءِ گهربل هو)، ڊاڪٽر سمرز اهڙي ئي هڪ اسڪيم بنا ڪنهن بئراج جي ناهي. مسٽر ايچ. ايف. بيل سکر بئراج ۽ سمورن وڏن واهن جي درن وارين مورين (هيڊورڪس) لاءِ پنهنجي رپورٽ ۽ ڪاٿا پيش ڪيا. مسٽر بي. اِي. واچا اپرنديءَ ناري ۾ سڌارن واري اسڪيم لاءِ پنهنجي رپورٽ ۽ ڪاٿا پيش ڪيا.
- 1903-1920ع اڌاوتن ۾ مِٽي سيريندڙ مشينن جي حوالي سان وڏي اڳڀرائيءَ وارا سال هئا. 1903ع ۾ فورڊ اڳيئي موڊ-ٽِي ڪار ناهي چڪي هئي، جيڪا اڳلن پنجويهن سالن تائين پنهنجو مٽ پاڻ رهي. ڪيٽرپلر رِڙهندڙ ٽريڪٽر ناهي چڪي هئي ۽ لي ٽورنيا ڪرڙيندڙ بلڊوزر جو ڦَرُ ۽ انهي کي هلائڻ لاءِ پاور وِنچ (طاقتور ڪل جنهن سان گهڻو وزن لاهي چاڙهي سگهجي) ناهيا. انگليند جي رسٽن، بُوڪيرس سان جوڙ ۾ هڪ هنڌ کوڙڻ ۽ ڇُرڻ ڪڇڻ جوڳيون ڊيزل انجڻون ناهيندي ناهيندي کوٽائيءَ جون مشينون (ڊريگلائين)، لٺ-ڇمتا (ڪليم شافٽ)، ڪرينون، کوهه کوٽيندڙ سيراهيون ۽ ڌماڪي جا اوزار (ڊرلنگ رگ)۽ لوهي جَڪَن کي نوڪ ڏيندڙ مشينون (پائيل هيمر) ناهڻ واري هئي. گهڻن سلينڊرن وارين پيٽرول انجڻن اڳيئي ڪمپريسر هلايا پئي. گهڻن سلينڊرن واريون ڊيزل انجڻون پڻ ٺهي

ڇڪيون هيون. جتي گهٽي طاقت جي گهرج هئي، اتي لاءِ گهٽن سلينڊرن واريون هلڪي ڀاڻ تي هلندڙ انجڻون ڇُرڻ ڪجڻ جو ڳن بوائلرن سان اچي ويون هيون. هنن نون اوزارن نہ رڳو اڏاوتي لاڳتون گهٽائي ڇڏيون، پر مِٽي سيرڻ لاءِ مزدورن جي گهرج پڻ گهٽائي ڇڏي، جيڪي سنڌ ۾ ڏکيا ٿي هٿ آيا ۽ سکر-روهڙيءَ واري هنڌ تي واهن جي کوٽائيءَ ۽ درياءَ تي ڇاپ (بئراج) جي اڏاوت جو ڪم گڏهہ وهائي توڙ پهچائڻ ۾ جيڪر ڪيترا ئي سال لڳي وڃن ها.

- 1910 ۾ ٽِہ واهي رٿا (ٽرپل پروجيڪٽ) تي ڪم ڪندي ڊاڪٽر سمرز ڏيکاريو تہ ٽِہ واهي رٿا مٿس اڏاوت دوران ايندڙ لاڳت واري موڙيءَ تي وياج ڪان سواءِ نج لاڀ 4.24 سيڪڙو ڏيندي ۽ اڻ لاڀائتي آهي. پر ڪيس اها خاطري هئي تہ انهي کي ان ريت لاڀائتو بڻائي سگهجي ٿو تہ پهريان روهڙي ڪئنال اڏيو وڃي، جيڪو ڇاپ (بئراج) جي اڏجڻ تائين آب ڪلاڻي واهہ رهندو. ائين ڪرڻ سان سان وياج تي 1.5 ڪان 2.0 ملين رپيا ساليانی بچت ٿيندي. سيپٽمبر 1910 ۾ سڄاري ناهيل رٿا هيٺ ڏنل ڪاٿن سان ڏياري موڪليائين:

| | |
|---|---|
| روهڙي ڪئنال | 4،412،861 رپيا |
| بئراج يا ڇاپ | 3،000،000 رپيا |
| ناري واهہ کي ويڪرو ڪرڻ | 400،000 رپيا |
| **جوڙ** | **7،812،861 رپيا** |

ٿامسن ۽ سمرز جو ريجاڻي انتظامي هلت کي سڄي سنڌ لاءِ هڪ سپرنٽينڊنگ انجنيئر واري سطح ڪان وڌيڪ اُپو ۽ پاسيرو نہ پڪيڙڻ وارو رويو سنڌ کي وڌ ۾ وڌ هاڃو رسائڻ لاءِ ذميوار هو.

- 1912 ۾ هندستان سرڪار سڄي اسڪيم هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ کي پيش ڪئي، جنهن ماهرن جي هڪ ڪميٽي ان تي رپورٽ ڏيڻ لاءِ مقرر ڪئي. ڪميٽي ڪرنل سر جي. اوٽلي، ميسرس ليونل جيڪب، ڊبليو. ايل. ڪيمرون ۽ اي. ايل. ويب تي ٻڌل هئي.
- 13-1912 ۾ هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ، ڊاڪٽر سمرز جي رپورٽ کي جاچڻ پرکڻ لاءِ هڪ ڪميٽي ويهاري. ڊسمبر 1913 ۾ رپورٽ پڌري ٿي، جنهن ۾ ٻڌايو ويو تہ:

1. رٿا ڪا بچاءَ تدبير نہ هئي، پر وري پيداواري بہ نہ هئي، ڇاڪاڻ تہ نهي راس ٿيڻ وارو عرصو تمام ڊگهو هو (سورهن سالن تائين).
2. اها وقت ڪان اڳ هئي.
3. اسڪيم ناهي ۽ ڪنهن بہ وقت تڪڙ ۾ ڪم شروع ڪرڻ لاءِ تيار رکڻ گهرجي، ڇاڪاڻ تہ ٿي سگهي ٿو تہ اڳتي هلي پنجاب ۾ پاڻيءَ جي اجا بہ وڌيڪ ڪٽتن جي ڪري سنڌ کي پو ڳڻو پوي.
4. بئراج لاءِ روهڙيءَ ڪان اوپاري پاسي وارو هنڌ موزون نہ لڳو.

- 1913 ۾ برطانيا کي سنڌن ڪپڙي جي ڪارخانن لاءِ پنهنجي ملڪ اندر ڪچي ڪپهہ هٿ ڪرڻ ۾ ڏکيائي پيدا ٿي. جاپان ۽ آمريڪا پنهنجا ڪپڙي جا ڪارخانا ناهي ڇڪا هئا ۽ برطانيا کي ڪپهہ هٿ ڪرڻ ۾ ڏکيائيءَ کي منهن ڏيڻو ٿي پيو. برطانيا کي هاڻ لڳو تہ سنڌ ۾ وڏيون وڏيون غير آباد ايراضيون وونئڻ پوکڻ لاءِ لاڀائتي طريقي ڪتب آڻي سگهجن ٿيون، ڇاڪاڻ تہ سنڌ سوڪ آبهوا سان گڏوگڏ مناسب انگ ۾ ڪوسن ڏينهن جي ڪري ڏکڻ ايشيا ۾ وونئڻن جي پوک لاءِ انتهائي موزون ٽڪرو هو. ان ڪان پوءِ جيڪي سکر بئراج جي اڏاوت بابت تڪڙا فيصلا ٿيا، سي برطانيا جي مفادن جي پوراءَ لاءِ ڪيا ويا.
- سنڌ ۾ برطانيا سان لاڳاپيل ترقي بنيادي طور ڪراچيءَ کي دهليءَ ۽ لاهور سان ڳنڍڻ لاءِ هئي تہ جيئن پنجاب مان واڌو اناج ٻاهر سولو، سستو ۽ تڪڙو ڪٽي وڃي سگهجي ۽ سنڌ ۾ ريجاڻيءَ کي ترقي وٺرائڻ لاءِ ڪنهن ترت ضرورت نہ ڀانئڻ واري پاليسي انگلينڊ ۾ ڪپهہ جي گهرج جي ڪري راتورات مٽجي وئي.
- سنڌ ۾ ريجاڻي ترقيءَ ۾ اٽاٽ جي ڪري زرعي واڌو اپت ۾ گهٽتائي آئي هئي ۽ انهي جي ڪري سنڌ ۾ شهري مرڪزن جي اوسر کي ڪاپاري ڌڪ لڳو هو. 85-1884 ۾ سنڌ ۾ 10،000 ماڻهن ڪان مٿي آباديءَ وارا رڳو ڇهہ شهر هئا، پر انهن منجهان ڪنهن جي آبادي بہ 100،000 ماڻهن ڪان مٿي نہ هئي. 1901 ۾ ڪراچيءَ جي آبادي 120،000 هئي.
- 1914 ۾، 1913 واري رپورٽ جي نتيجي ۾، سيڪريٽري آف اسٽيٽ بمبئي سرڪار واري اسڪيم جي منظوري ڏيڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيو، پر ڌيان ڇڪايائين تہ وڌيڪ تحقيق ٿيڻ گهرجي.
- 1915 ۾ ڪراچي چيمبر آف ڪامرس ڪنهن بہ قسم جي وڌيڪ دير خلاف سخت احتجاج ڪيو. بمبئي سرڪار لنڊن ڪميٽيءَ جي اها راءِ قبولڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيو تہ 1913 واري اسڪيم وقت ڪان اڳ هئي. سنڌ کي هڪ اٽل تي آباد ٿيندڙ آب ڪلاڻي ملڪ سمجهڻ، جيڪو سڄو سال پاڻي ملندو رهڻ جي لائق نہ هجي، جو مطلب هو هٿ تي هٿ ڌري ويهڻ واري پاليسيءَ تي هلڻ. جنهن سان سهمت ٿيڻ ڪان بمبئي سرڪار جواب ڏئي ڇڏيو. نيون رٿائون جوڙڻ جو ارادو ڏيکاريائون.
- 1915 ۾ مسٽر اي. اي. مَستو کي سکر بئراج رٿا نالي رٿا کي سڄاري ناهڻ جو خصوصي ڪم ڏئي چيف انجنيئر سنڌ جو ماتحت ڪري رکيو ويو.
- 1917 ۾ انسپيڪٽر جنرل آف اريگيشن سر ٿومس وارڊ سکر جو دورو ڪيو ۽ اتي چيف انجنيئر سنڌ ۽ چيف انجنيئر بمبئي سان هڪ ڪانفرنس رکي وئي. انهي سان لاڳيتو ئي ڪمشنر ان سنڌ سان ڪراچيءَ ۾ هڪ ميٽنگ رکي وئي. انسپيڪٽر جنرل پاڻ ڪان اڳئين مائيڪل نيدرسول جي نديڙي لکت مان رهنمائي وٺندي هي اهم

تجويزون ڏنيون:

1. روينيو (روينيو، سروي ۽ سيٽلمينٽ) کاتي جو شامل ٿيڻ ۽ گڏوگڏ واهه عملدارن (چيف انجنيئرن) جو پڻ.
2. شپس لاڪ کي ڦِٽو ڪرڻ گهرجي (هيءَ هڪ غلطي هئي، جيڪا وقت ثابت ڪئي آهي).
3. واهن جي سائيز ننڍي رکڻ گهرجي ته جيئن پاڻي گهٽ گهٽ واپرائجي. (هيءَ پڻ هڪ غلطي هئي ۽ ان جي ڪري سنڌ ۾ پوک اپائڻ وارو جوش جهڪو رهيو).
4. آب ڪلاڻي واهن کي بئراج جي نون واهن ۾ ٺهڪائي بيهارڻ لاءِ نئينءَ سنئينءَ ڪري ٺاهڻ گهرجي، انهن طريقن سان جيڪي پنجاب ۾ ڪم آندا ويا هئا.
5. روهڙي ڪئنال کي پهريان آب ڪلاڻي واهه ڪري ٺاهڻ گهرجي ۽ انهي کان پوءِ سکر بئراج ۾ گڏائڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته ٿي سگهي ٿو ته بئراج جي ٺهي وڃڻ کان پوءِ ان کي نئينءَ سنئينءَ ڪري ٺاهڻ مهانگو پوي.
6. روهڙي ڪئنال ۾ پاڻيءَ جو نيڪال 15،500 مان گهٽائي 10،000 ڪيوسڪ ڪرڻ گهرجي. (هي 9،600 ڪيوسڪن لاءِ ڊزائن ڪيو ويو هو ۽ اڄ 16،000 ڪيوسڪ پيو ڪٽي. پاڻيءَ جو نيڪال گهٽائڻ پڻ هڪ وڏي غلطي هئي.)
7. روينيو، زراعت ۽ ريجاڻي عملدارن کي اهڙي ڪا اسڪيم جوڙڻ گهرجي، جيڪا فائديمند هجي ۽ پلي نمائشي فارم ٺاهيا وڃن.

- 1918 ۾ مسٽر مَسٽو کي سڄي اسڪيم جي نظرداريءَ واري ڪم ۾ اڇي لڳڻ لاءِ ميسوپوٽامر مان سڏايو ويو. ڪم کي ڳنڍي (جيڪو هن مهل تائين ساڄي پاسي جي واهن، اپرندي ناري جي واهن، روهڙي-حيدرآباد جي واهن ۽ سکر بئراج جي چئن لڳ ڀڳ هڪٻئي کان بلڪل آزاد انجنيئرن جي هٿن ۾ هو) ڪيترائي سڌارا آندا ويا ۽ لاڳت بچائي وئي. 16 ڊسمبر تي بمبئي جو نئون گورنر سر جارج لُئائِڊ، جِي. سِي. آئي. اِي.، ڊِي. ايس. او.، بمبئي پهتو.
- 1919 ۾ سر جارج لُئائِڊ پهريون ڀيرو سنڌ آيو. سمورين عوامي باڊين هز ايڪسيلينسي آڏو پنهنجي سخت خواهش عرض رکي ته اهي سنڌ جي پراڻن جُهڳن واري مدي خارج آب ڪلاڻي واهن واري سرشتي کي جياري رکڻ بجاءِ عاليشان سنڌو درياءَ کان ڪو تمام وڏو ڪم وٺندي ڏسڻ ٿا گهرن. سر جارج لئائڊ معاملي تي تڪڙو ڌيان ڏيڻ جو وعدو ڪيو.
- 1920 ۾ سر جارج لئائڊ پنهنجي سنڌ جي ٻئين دوري دوران ٻڌايو ته سمورا ڪاتا سڌاري ٺاهيل سکر بئراج رٿا تي وڏي جوش سان ۽ تمام گهڻو زور ڏئي ڪم ڪري رهيا آهن. سڌاري ٺاهيل اسڪيم انهي سال پوري ڪئي وئي.
- 1921 ۾ سر جارج لئائڊ جي سنڌ جي ٽئين دوري سندس هن رٿا ۾ گهري دلچسپي پڌري ڪئي. مسٽر مَسٽو جي سڌاري ٺاهيل اسڪيم ويهن جلدن ۾ بمبئي سرڪار ۽ هندستان سرڪار رستي هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ ڏانهن موڪلي وئي. 25 جولاءِ تي ڊاڪٽر سمرز ايسٽ انڊيا ايسوسيئيشن، لنڊن، ڏانهن خط لکي 1920 واري سڌاريل رٿا کي مالي لحاظ کان جڏي ۽ انجنيئري نڪته نظر کان ”جڏي ۽ خطرناڪ“ سڏي سخت ننديو.
- بئراج ۽ واهن لاءِ ترتيبوار 1919 ۽ 1920 ۾ تيار ڪيل نقشا ۽ ڪاٿا بمبئي سرڪار هندستان سرڪار ڏانهن ڏياري موڪليا ۽ انهي وري اهي اڳتي هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ ڏانهن موڪليا، جنهن اپريل 1923 ۾ انهن جي منظوري ڏني ۽ پهرين جولاءِ 1923 تي اڏاوتي ڪم شروع ٿي ويو. بئراج ڊسمبر 1931 ۾ ٺهي راس ٿيو ۽ کولڻ واري رسم اَرل آف وِلِمنگٽن، وائسراءِ ۽ گورنر جنرل هندستان، 13 جنوري 1932 تي ادا ڪئي.
- سرڪاري ڪاغذ عام طور تي سکر بئراج واري سوال تي عوامي راءِ ۽ احتجاجن جي ڪردار بابت ماٺ آهن. ٿنڊي ۽ قليليءَ جي زميندارن ۽ جاگيردارن جي ڪردار جي ڳالهه 1872 کان وٺي ٿيندي پئي اچي. پر ٻين ٻن ڪارڪنن - غلام محمد ڀرڳڙي ۽ سيٺ هرچندراءِ - جو ڪردار ساراهه جوڳو آهي. ڀرڳڙي سکر بئراج رٿا جي پوئواري سنڌ صوبائي ڪانفرنس ۾ سال بسال ڪندو رهيو ۽ هرچند راءِ سان گڏجي رٿا جو پيڇو ڪندي هندستان لاءِ سيڪريٽري آف اسٽيٽ ايڊوِن مونٽاگو سان 1918 ۾ مليو، ڇو ته رٿا ڪنهن به وقت فنڊن جي اڻهوند بهاني ڇڏجي پئي سگهي. غلام محمد ڀرڳڙي، سيٺ هرچندراءِ ۽ ڪمشنر ان سنڌ لارينس جي ڀنيان لڳڻ جي نتيجي ۾ سيڪريٽري آف اسٽيٽ اِي. ايم. مونٽاگو رٿا جي منظوري ڏني ۽ ايندڙ ارڙهن مهينن ۾ رٿا لاءِ فنڊن وارو سوال هندستان سرڪار کان قرض ذريعي نبيريائين. رٿا جي آخري منظوري اپريل 1923 ۾ ڏنائين.
- بئراج جي اڏاوت پهرين جولاءِ 1923 تي شروع ٿي. اڏاوت جو ڪم هلندي بمبئي جي گورنر جارج لُئائِڊ پڻ هڪ وڏو ڪردار نڀايو.
- 1923 ۾ سکر ميونسپالٽيءَ هڪ راءِ تي هڪ ٺاهه منظور ڪيو ته سکر بئراج تي نالو پلي بمبئي جي گورنر جارج لئائڊ جي نالي ڀٺيان لئائڊ بئراج رکيو وڃي. (پنجاهه سال پوءِ اهو نالو مٽايو ويو.)
- جولاءِ 1923 ۾ بمبئي سرڪار حڪم جاري ڪيا ته ميونسپالٽيءَ جي سفارشن کي آڏو رکندي بئراج کي پلي بمبئي جي انوقت جي گورنر جي نالي ڀٺيان جارج لُئائڊ بئراج (انگلينڊ جو وزير اعظم لُئائڊ جارج نه) ڪوٺيو وڃي. لئائڊ انهي لاءِ رقم جو بندوبست ڪرڻ ۽ ٺاهڻ ۾ ڀرپور ساٿ ڏنو هو.

## خاص طور رَچيل اڏاوتي مهارتون

جيئن ته سکر بئراج اسڪيم 1916 ۾ منظور ٿي ته انجنيئرن کي هڪ پربت جيڏي رٿا جي اڏاوت جي ڪم ۾ هٿ وجهڻ لاءِ، جنهن جيڏي ڊيل واري دنيا ۾ ان کان اڳ ڪڏهن به نه ٿي هئي، اڏاوتي طريقن ۽ مهارتن بابت سوچ ويچار ڪرڻو پيو. اها خبر هئي ته بئراج جي اڏاوتي ڪم تي مزدوريءَ لاءِ ڪجهه لک ماڻهو ڪجهه سالن لاءِ گهربا، جيڪو انگ نه رڳو هٿ ڪرڻ ڏکيو ٿيندو، پر مزدوريءَ جا اگهه به وڌي ويندا. 1917 واري ليس ٽپ سنڌ جي 40 سيڪڙو ڳوٺاڻي آبادي ماري ڇڏي هئي ۽ سنڌ مان مزدور ڪيڻ سان زرعي سرگرميون بنهه رلي وڃن ها. تنهنڪري، مشينن کان ڪم وٺڻ جو فيصلو ڪيو ويو، جن منجهان ڪجهه خاص طور تي انهي ئي مقصد لاءِ ڊزائن ڪيون ۽ ٺاهيون ويون. انهن هيٺين قسمن جا ڪم ڪيا:

- ڪوفرڊيمن (پاڻيءَ ۾ اندر جاءِ سڪائي اڏاوت ڪرڻ) ۽ ٽنين جي بنيادن لاءِ جوڙُ جوڙَ ۾ ويهندڙ پڙچن وارن لوهي جَڪَن کي ٺوڪ ڏيندڙ مشينون.
- اسٽيل جي پائيپن ۾ واري پرڻ لاءِ ۽ ڪوفرڊيمن جي اندران بنياد کوٽڻ لاءِ ڊريجر (کوٽائيءَ جون نارَ نموني مشينون).
- بيڙيءَ تي بجليءَ تي هلندڙ سينٽريفيوگل ۽ ريسيپروڪيٽنگ پمپ جَڙي ۽ ان کان سواءِ ويل پوائنٽون پڻ جَڙي، ان ذريعي پاڻي ڪيڻ.
- بئراج جي منڊ واري اڏاوتي هنڌ تي ريل جون پائيتاليهه ميل پٽڙيون ريلوي انجڻن ۽ ٽرڪن (گاڏن) تي جَڙيل ڪرينن سان وڇائڻ.
- بيڙيءَ تي جَڙيل ڪرينون.
- اڏاوت لاءِ نجو اڏيل بجلي گهر مان بجلي ڏيڻ.
- واهه کوٽڻ لاءِ کوٽائيءَ جون الڳ الڳ سائيزن ۾ چائيتاليهه مشينون. اهي هفتي ۾ ساڍا پنج ڏينهن ۽ سال ۾ به سو پنجاهه ڏينهن اٺ ئي پهر هليون، اٽڪل 10.4 ملين چهس (ڪيوبڪ) فٽ مٽي روزانو کوٽيائون - جيتري 32،000 ماڻهو سڄو سال ڪم ڪري يا 77،000 ماڻهو ڪم واري منڊ جا پنج مهينا (رڳو سياري جا مهينا) ڪم ڪري کوٽن ها.
- مشينن جي سار سنڀال ۽ سروس لاءِ ورڪشاپون.
- مشينن واهن لاءِ اٽڪل 5.7 بلين (ارب) چهس فٽ مٽي انوقت هلندڙ مزدوريءَ جي اگهن کان گهٽو گهٽ اگهه تي کوٽي.
- ڪم ۾ لاتل مشينريءَ تي آيل ڪل لاڳت، انهي کي هلائڻ ۽ سنڀالڻ سميت، بئراج تي آيل پوري لاڳت جو اٽڪل 22.6 سيڪڙو بيٺي.

سکر بئراج رٿا جي منظوريءَ سان گڏوگڏ پنج بيا وڏا فني سڌارا پڻ آندا ويا هئا. اهي هئا:

### 1. ٻنيءَ کي ڳوني ڪنڊ تي مستطيل بيهڪ ڏيڻ

سروي آف انڊيا پوک هيٺ ايندڙ ٻنيءَ کي 320 ايڪڙن جي مستطيل ٽڪرن جي بيهڪ ڏني هئي. روينيو آفيسر، سکر بئراج، ٻنيءَ کي اجا به وڏيڪ هڪ ايڪڙ ٽڪري تائين مستطيل بڻايو. هڪ ايڪڙ جي سرڪاري ماپ اتر کان ڏکڻ 264 فٽ ۽ اوڀر کان اولهه 165 فٽ رکي وئي. انهي سان ٻنيءَ کي سنوارڻ ۾ سڌو ڪرڻ سولو ٿي پيو ۽ هر ٽڪري کي سني نموني پاڻي ڏيڻ وَسَ ۾ ٿي ويو. انهي کان پوءِ انهن ٽڪرن جي دنگن تي گهٽ لاڳت سان واٽر ڪورس (اڏون) ڪيڏي سگهڻ جي واٽ نڪتي. آبادگار کي هڪ وڌيڪ فائدو اهو ٿيو ته ٻنيءَ ۽ آبياني جي ڪٽ وڏن ٽڪرن بجاءِ هڪ ايڪڙ پيرين ٿيڻ لڳي. مستطيل بيهڪ سان باغن کي صحيح رُخ ڏئي اُس جي وڌ ۾ وڌ فائديمند مُهاڙ - اتر کان ڏکڻ - رکڻ ۾ مدد ملي.

### 2. ٻنيءَ جو معائنو

سرڪار ٻنين جو معائنو ڪرايو ۽ انهن جي درجي بندي ڪيائون - "اي" پلي، "بي" چڱڙي ۽ "سي" گهٽ درجي واري ٻني، جنهن تي رڳو لوٽياٺ صاف ڪري منو ڪرڻ کان پوءِ ئي ساريون ڪاهي سگهجن. "ڊِي" درجي واري ٻني پوک ڪرڻ لائق نه هئي، سواءِ ان جي ته وڏي لاڳت سان سم ڪلر ڪيڏي پوک لائق بڻائجيس. "سِي" درجي واري ٻنيءَ کي منو ڪرڻ لاءِ واڌو پاڻيءَ جون سهولتون ڏنيون ويندڻيون هيون.

### 3. زرعي تحقيق

1924 ۾ سڪرنڊ ۾ نون فصلن ۽ پوکائيءَ جي طريقن بابت تحقيق لاءِ زرعي تحقيقي مرڪز ٺاهيو ويو. انهي اڳتي هلي سڪرنڊ ۾ زرعي ڪاليج (ٽن ڏينهن ۾ ڪنگ جارج-پنجون زرعي ڪاليج سڏبو هو) ٺاهڻ جي واٽ ڪيڏي، جن پيرن تي ٽنڊي ڄام واري سنڌ زرعي يونيورسٽي ٺهي. ميرپورخاص ۾ اڳ ئي موجود فروٽ فارم کي هڪ سال کان مٽي هلندڙ ميون وارن فصلن جهڙوڪ؛ انبن، نارنگين، زيتونن، ڪيلن، ڪتل، سياري جي پاڄين وغيره کي هٿي ڏيڻ لاءِ سگهارو بڻايو ويو. ڏوڪريءَ ۾ چانورن (سارين) تي تحقيق جو مرڪز ٺاهيو ويو. ٺٽي، دادو، لاڙڪاڻي، شڪارپور وغيره ويجهو ڪيترائي ننڍا ننڍا تحقيقي مرڪز ٺاهيا ويا.

### 4. سم ۽ ڪلر لاءِ اپاءَ

ريجاڻي علائقن ۾ زير زمين پاڻيءَ جي چڪاس لاءِ 3،000 کان مٿي پائيزوميٽر (داٻ ماپيندڙ اوزار) لڳايا ويا.

### 5. زرعي انجنيئري کاتو

هي کاتو 1934 ۾ ٻنيءَ کي سنواري سڌو ڪرڻ، پڪين ۽ گند گاهه

وارين ہنين کي ناهڻ ۽ زراعت کي مشيني بڻائڻ لاءِ بهتر زرعي اوزار تيار ڪرڻ واري مقصد سان ناهيو ويو. پهرين ورڪشاپ 1934 ۾ ميرپورخاص ۾ ناهي وئي ۽ 1942 ۾ اها حيدرآباد ڏانهن لڏائي وئي. سنڌ ۾ پهريون زرعي انجنيئر مسٽر ڪمنگ هو. اها ورڪشاپ 1957 ۾ ٽنڊي ڄام ڏانهن لڏائي وئي. 1968 تائين سنڌ ۾ مختلف ضلعن ۾ 13 ورڪشاپون ٺهي چڪيون هيون، جتي ہني سڌي ڪرڻ لاءِ 600 بلڊوزر ۽ ٽيوب ويل هڻڻ لاءِ پنجهٽ هٽ واريون ۽ چوڏهن بجليءَ تي هلندڙ رِگون هيون.

## سکر ۾ ہين بئراجن جي آندل خوشحالي

سکر بئراج سانوڻي توڻي سياري پاڻي ملندو رهڻ جي پڪ ڪرائي سنڌ کي سکيو ستابو بڻايو. سکر بئراج کان اڳ واري صورتحال جو فائيف 1859 ۾ ڏاڍي سٺي نموني احوال ڏنو آهي. ٻڌائي ٿو ته: پهرين آب ڪلاڻي مند پيري هو سنڌ ۾ هو، تمام گهٽ پاڻي هو؛ ٻيڻ ۽ پيري تمام گهڻو هو؛ ٽيڻ ۽ پيري دير سان مند جي پوياڙيءَ ۾ اٿليو؛ چوٿين ۽ پيري جهٽ لهي ويو ۽ پنجين ۽ پيري تمام گهڻو پاڻي هو. مطلب ته ڇيد ڪيبائين ته هر پيري ڪا نه ڪا شيءِ غلط ٿي پئي، چو ته هر پيري يا ته تمام گهڻو پاڻي هو يا بنهه ٿورڙو يا درياءُ تمام پاڇاٽو ٿي چڙهيو يا بنهه آڳاٽو لهي ٿي ويو. سکر ۾ ہين بئراجن جي آندل خوشحالي پنجاهه سالن ۾ آباديءَ ۾ ڇهوڻ تي واڌ ۽ پوک هيٺ ايراضيءَ ۾ ساڍا ٽي سو سيڪڙو واڌ سان گڏوگڏ ڪيترن ئي سرڪاري ڪاليجن ۽ ڇهن ميڊيڪل يونيورسٽين وغيره مان ڏسي سگهجي ٿي. واڌو زرعي اپت شهري آبادي سڄي آباديءَ جي پنجٽيهه سيڪڙو ڪان مٿي تائين وڌائي ڇڏي آهي. رڻا جي وڌن معاشي نتيجن منجهان هڪ اهو هو ته انگريز راڄ جي پهرين سالن ۾ ماڻهو ڇِڇ غريب هئا، جيئن فائيف درست ڇيد ڪيو آهي، سکر بئراج صورتحال مٽائي ڇڏي ۽ ان جي ڪلڻ جي هڪ سال اندر سنڌ جي ڳوٺاڻن ماڻهن تعليم ۽ گڏوگڏ سٺن گهرن ۽ شهري سهولتن لاءِ شهرن ڏانهن ڊيهڙو پاتو.

### سکر بئراج جون مکيہ وصفون ڇاڻائيندڙ ٽيبل

| | |
|---|---|
| سموري اسڪيم جي ورائي ڪٽيل ڪل لاڳت (1935) | 15،000،000 پائونڊ<br>200،330،000 رپيا |
| بئراج ۽ هيڊورڪس (درن وارين مورين) جي ڪل ڪٽيل لاڳت | 4،300،000 پائونڊ<br>55،897،000 رپيا |
| ڪوٽيل سمورين سائيزن جي واهن جي ڪل ڊيگهه | 6،473 ميل |
| اسڪيم ۾ واهن، شاخن، ڊسٽريبيوٽرين ۽ مائينرن لاءِ کوٽجڻ واري مٽيءَ جو ڪل مقدار | 5.690 ملين ڇهس فٽ |
| نون ۽ پراڻن واٽرڪورسن جي ڪل ڊيگهه (30،000 + 17،800 ميل) | 47،800 ميل |
| کوٽائيءَ جي ڪم تي لاتل 46 ڊريگلائين مشينن جي ڪل لاڳت | 800،000 پائونڊ<br>10،666،000 رپيا |
| ڊريگلائين مشينن سميت ڪم ۾ لاتل سموري مشينريءَ جي ڪل لاڳت | 400،000 پائونڊ<br>45،333،000 رپيا |
| مٽيءَ جو ڪل مقدار: واهه + واٽرڪورس (6.280 + 1.240 ملين ڇهس فٽ) | 7.520 ملين ڇهس فٽ |
| پلين ۽ ريگيوليٽرن جو ڪل انگ، جيڪي ناهٽا هئا | 1،970 |
| ڪنهن هڪ وقت ۾ وڌ ۾ وڌ لڳايل مزدور | 60،000 ماڻهو |
| اسڪيم جي پهچ هيٺ اچڻ واري پوري ايراضي (انگريزن جي علائقي ۾) | 7.4 ملين ايڪڙ |
| انوقت ساليانِي پوکي، جڏهن ايراضي پوري طرح سڌري ويندي (انگريزن جي علائقي ۾) | 5.01 ملين ايڪڙ |
| پهچ هيٺ آندل نوهر ہنيءَ واري نئين ايراضي | 1.95 ملين ايڪڙ |
| سنڌو درياءَ تي آرپار بئراج کي '60 جا 66 اسپئن (جهلُن جي وچ وارو سَنڌو) هر هڪ ۾ "در" کي ٽري ۾ ٻہ واڌو اسپئن آهن.<br>بئراج جي برج سِل ليول، پوري ڪليل<br>درن واري موريءَ جي ونگن جي جهولڻ جي ليول آر. ايل.<br>درن واري موري بئراج کي ڪولڻ پيري درن کي مرضيءَ مطابق هلائڻ ۽ روڊ واري موري اچ وڃ لاءِ | <br>آر. ايل. 177.0 فٽ<br>آر. ايل. 194.5 فٽ<br>آر. ايل. 219.0 فٽ<br>آر. ايل. 201.0 فٽ |
| ڪم شروع ٿيو<br>1. سمورو ڪم بلڪل پورو ٿيڻو هو ۽ ڪاٿا بند ٿيٺا هئا<br>2. واهه وهندا | جولاءِ 1923<br>1934-35<br>1932 |

| | |
|---|---|
| سرڪاري ٻني، جيڪا پهچ هيٺ ايندي | |
| ”اي“ درجي واري ٻني | 1،058،928 ايڪڙ |
| ”بي“ درجي واري ٻني | 602،508 ايڪڙ |
| ”سي“ درجي واري ٻني | 289،400 ايڪڙ |
| پهچ هيٺ ايندڙ ڪل ايراضي | 8.3 ملين ايڪڙ |
| پهچ اندر پوکيءَ هيٺ ايندڙ ايراضي | 7.8 ملين ايڪڙ |
| ”اي“ درجو مطلب | پلي |
| ”بي“ درجو مطب | چڳڙي |
| ”سي“ درجو مطلب | گهٽ درجي واري ٻني، جنهن تي رڳو ساريون ڪاهي سگهجن سو بہ لوڻياٺ صاف ڪري منو ڪرڻ ڪان پوءِ |

نوٽ: ريجاڻي ڪاتي جو ميل 5،000 فٽن جو آهي، 5،280 فٽن جو نہ.
ريجاڻي ڪاتي جو فٽ (30.8 سينٽيميٽر) 10 انچن جو آهي (3.08 سينٽيميٽر = 1.0 انچ)، 12 انچن جو نہ.
هن ڪتاب ۾ ميٽر ماپ سرشتي بجاءِ فٽ ۽ ميل ڪتب آندا ويا آهن.

## سکر بئراج ۽ ان جي واهن جي ڊزائن جا ڪجهه اهم انگ اکر پڌرا ڪندڙ ٽيبل

| اسم | ايڪا | اتر الهندو واهه | رائيس ڪئنال (ساريال واهه) | دادو واهه | اپرندو نارو | روهڙي ڪئنال | خيرپور فيڊر اپرندو | خيرپور فيڊر الهندو |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| پهچ هيٺ ايراضي | ايڪڙ | 1،027،085 | 547،480 | 597،464 | 2،142،000 | 2،837،000 | 531،110 | 409،121 |
| پوکيءَ هيٺ ايراضي | ايڪڙ | 933،093 | 480،979 | 498،682 | 2،069،200 | 2،546،000 | 335،500 | 315،016 |
| سالياني پوکيءَ هيٺ آخري بيهندڙ ايراضي | ايڪڙ | 761،067 | 423،802 | 425،163 | 1،676،000 | 2،063،400 | 261،284 | 227،131 |
| وڌ ۾ وڌ پاڻي نيڪال | ڪيوسڪ | 5،042 | 10،215 | 2،837 | 13،602 | 10،887 | 2،094 | 1،940 |
| مکيہ واهن جي ڊيگهہ | ميل | 36.1 | 81.7 | 131.6 | 216.8 | 270.70 | 13.0 | 44.80 |
| ڊسٽريبيوٽرين ۽ مائينرن جي ڊيگهہ | ميل | 700.8 | 215.0 | 406.0 | 1،188.4 | 1،887.7 | - | - |
| چنڊڻن جي ڊيگهہ | ميل | - | - | 25.22 | 9.70 | 31.20 | - | - |
| واٽرڪورسن جي ڊيگهہ | ميل | 8،367 | 6،500 | 2،919 | 9،734 | 20،253 | - | - |
| هيڊ ريگيوليٽرن ۾ 25 فٽ ڊگها اسپئن | انگ | 6 | 13 | 4 | 16 | 12 | 2 | 2 |

* لنڊن وارو ٽيمس درياءُ وڌ ۾ وڌ 15،000 ڪيوسڪ پاڻي ڪڍي ٿو، جڏهن تہ روهڙي ڪئنال هنوقت حقيقي طور وڌ ۾ وڌ 16،385 ڪيوسڪ پاڻي ڪڍي ٿو.
* سوئيز واهہ مٿاچري وٽ 200 فٽ ويڪرو آهي ۽ اپرندو نارو 370 فٽ.
* هن رٿا جي علائقي جا واٽرڪورس سڀني دنيا جي چوڌاري بہ ڀيرا ڦري اچي سگهن ٿا ۽ اٽڪل 50،000 ميل ڊگها آهن.

## سکر بئراج جي 7 واهن جو رٽيل گنجائش جي ڀيٽ ۾ حقيقي پاڻي نيڪال ڏسيندڙ ٽيبل

| واهه جو نالو | ڊزائن ٽيل گنجائش | وڌ ۾ وڌ گهرج وقت حقيقي پاڻي نيڪال |
|---|---|---|
| اتر الهندو (نارٿ ويسٽرن) | 5,042 | 9,500 |
| رائيس (ساريال) | 10,215 | 13,770 |
| دادو | 2,837 | 5,738 |
| نارو | 13,602 | 14,452 |
| روهڙي | 10,887 | 16,385 |
| خيرپور اڀرندو | 2,094 | 2,648 |
| خيرپور الهندو | 1,940 | 3,440 |

## سکر بئراج تي سندس شروعات کان وٺي ٻين بئراجن جي کلڻ تائين سال بسال ٽيندڙ پوکيءَ جا انگ ڏسيندڙ ٽيبل

| سال | پوکي ملين ايڪڙن ۾ | سال | پوکي ملين ايڪڙن ۾ |
|---|---|---|---|
| 1932-33 | 2.428 | 1956-57 | 4.744 |
| 1933-34 | 2.783 | 1957-58 | 4.797 |
| 1934-35 | 2.728 | 1958-59 | 5.182 |
| 1935-36 | 2.887 | 1959-60 | 5.271 |
| 1936-37 | 2.985 | 1960-61 | 5.264 |
| 1937-38 | 3.208 | 1961-62 | 5.460 |
| 1938-39 | 3.206 | 1962-63 | 5.627 |
| 1939-40 | 3.365 | 1963-64 | 5.741 |
| 1940-41 | 3.485 | 1964-65 | 5.644 |
| 1941-42 | 3.425 | 1965-66 | 6.000 |
| 1942-43 | 3.224 | 1966-67 | 6.052 |
| 1943-44 | 3.413 | 1967-68 | 6.251 |
| 1944-45 | 3.282 | 1968-69 | 6.368 |
| 1945-46 | 3.523 | 1969-70 | 6.351 |
| 1946-47 | 3.684 | 1970-71 | 6.249 |
| 1947-48 | 4.093 | 1971-72 | 5.838 |
| 1948-49 | 3.859 | 1972-73 | 6.021 |
| 1949-50 | 3.936 | 1973-74 | 6.214 |
| 1950-51 | 4.130 | 1974-75 | 6.219 |
| 1951-52 | 4.361 | 1975-76 | 6.395 |
| 1952-53 | 4.451 | 1976-77 | 6.572 |
| 1953-54 | 4.650 | 1977-78 | 6.675 |
| 1954-55 | 4.762 | 1978-79 | 7.041 |
| 1955-56 | 4.866 | 1979-80 | 7.285 |


872


873


874

875



876



877




878

879




880

## لُنگي، اجرڪ ۽ چوڪين سرن جون ڊزائنون

872. لُنگي نموني اڳڙي گجرات مان لڌي. (سمٿسونين).
873. ٻارهين صديءَ جي اجرڪ جهڙي ڇُر، گجرات مان رپورٽ ٿي. سنڌ ۽ گجرات جي وچ ۾ رڻ ڪڇ جي سڪڻ کان اڳ واري اچ وڃ ۽ لاڳاپن سنڌ ۽ گجرات ۾ ڪپڙي تي ملندڙ جلندڙ قسم جون ڊزائنون ڇُرجڻ ممڪن بڻايو هو. (سمٿسونين).
874. شاهجهان مسجد ٺٽي جي ڪاشيل چوڪي سر.
875. جامع مسجد ٺٽي جو رنگين چوڪين سرن وارو ٿنڀ، 1643ع.
876. جامع مسجد ٺٽي جو رنگين چوڪين سرن وارو ٿنڀ، 1643ع.
877. جامع مسجد ٺٽي جي ڪاشيل چوڪي سر، 1643ع.
878. شاهجهان مسجد ٺٽي ڪي سينگارڻ لاءِ ڪم آندل ڪاشيل چوڪيون سرون.
879. مڪليءَ ۾ جاني بيگ ترخان جي مقبري تي ڪاشيل چوڪيون سرون، 1600ع.
880. جامع مسجد ٺٽي ۾ ڪم آندل گلڪاريءَ ۽ جاميٽريائي نمونن واريون رنگيل چوڪيون سرون، 1643ع.

باب ٽيٽيهون

# ڪوٽڙي بئراج رٿا

# (1948_1960ع)

جيئن اڳ ٻڌايو ويو آهي ته اتر ۽ ڏکڻ سنڌ ۾ آب ڪلاٽي واهن (اتل تي وهندڙ) ۾ پاڻي اچڻ گهٽجندو ويو ۽ ٻه بئراج هڪ گڊوءَ ۽ ٻيو ڪوٽڙيءَ وٽ اڏڻ ٻنهه اٽڻ تي پيا. سنڌ سرڪار لائق سپرنٽينڊنگ انجنيئر مسٽر چمپيڪر جي مهنداريءَ هيٺ هڪ پروجيڪٽ سرڪل کوليو، جنهن آگسٽ 1946 ۾ گڊو بئراج ۽ ڪوٽڙي بئراج واهه رٿا نالن سان ٻه رٿائون پيش ڪيون. ڏکڻ سنڌ جا آب ڪلاٽي واهه سنڌو ماتريءَ جي ٻنهي پڇڙيءَ تي هجڻ ڪري منجهن پاڻي الڳ الڳ سالن ۾ 60 کان 90 ڏينهن مَسَ ايندو هو. تنهنڪري ڪوٽڙي بئراج واري رٿا کي اڳتي رکيو ويو ۽ سنڌ سرڪار سيپٽمبر 1946 ۾ رٿا جي انتظامي منظوري ڏئي ڇڏي. بئراج جي هنڌ لاءِ ٻن جاين تي ويچاريو ويو: هڪ جهرڪ ۽ ٻي ڄامشورو، پر رٿا لاءِ پڇاڙيءَ چونڊ ڄامشوري جي ڪئي وئي. رٿا ۾ جيڪو بئراج رٿيو ويو هو، سو هڪ ٻٽو بئراج هو، جنهن جي وچ تي هڪ 200 فٽ ويڪرو ٻيٽ ڇڏڻو هو. رٿا انهن تجربن جي نموني آڌار جوڙي وئي هئي، جيڪي پونا ۾ لَٽَ کي واهن ۾ وهي وڃڻ کان روڪڻ جي بهترين واٽ ڪڍڻ لاءِ ڪيا ويا هئا.

تنهن هوندي به، سر ٽي. اي. ڊبليو. فُٽاءِ جي چوڻ تي، جيڪو رٿا لاءِ چيف انجنيئر سان گڏ سيڪريٽري اريگيشن به هجڻ ناتي ان جو سربراهه هو، پڇاڙيءَ ۾ هيٺيون ڦيرڦارون ڪيون ويون:

- ٻٽي بئراج بجاءِ هيڪوٽو بئراج.
- آر سِي سِي ريفٽ تري جي بجاءِ گريوِٽي سيڪشن ترو.
- بئراج اصل ڏنل ليڪ کان 1,500 فٽ اتر پاسي ويهارڻ.
- بئراج درياءَ جي ساڄي پاسي تي ساڄي پاسي واري جهل سان ويهارڻ عملي طرح درياءَ جي موجوده ڪپر تي.
- اڏاوت جو طريقو ڪوفرڊيم بجاءِ چوڏاري بند ڏيڻ وارو.

ڪم 1947 ۾ شروع ٿيو ۽ بئراج جا هيڊورڪس 1955 ۾ نهي راس ٿيا. ڪينجهر ڍنڍ کي ڀريو ويو ۽ ڪلري-بگهاڙ واهه 1957 ۾ کوليو ويو. 1960 کان وٺي اڳتي مختلف قسمن جي ماڻهن جهڙوڪ: سڪيءَ واري، پاڻيءَ واري ۽ هوائي فوج جي فوجين، منگلا ۽ اولهه پاڪستان جي ڪيترن ئي ضلعن مان لڏايل ماڻهن ۽ اوڀر پاڪستان جي بنگالين کي ٻني الاٽ ڪئي وئي. زمين جي سنوار ۽ آبادين جو وسڻ جاري رهيو. ڪوٽڙي سنڌ جو مٿاڇري تان پاڻي نيڪرسرشتي وارو پهريون بئراج هو - هڪ اهڙو مثال جنهن ڪاٻي ۽ ساڄي پاسن واريون ڇنڊڻون (آئوٽ فال ڊرين) ڊزائن ڪرڻ ۽ ناهڻ ۾ مدد ڏني.

## ڪوٽڙي بئراج جا واهه

چار فيڊر واهه آهن، جيڪي هن بئراج مان نڪرن ٿا. انهن جا تفصيل هيٺين ٽيبل ۾ ڏنل آهن:

| فيڊر جو نالو | ڊزائن مطابق پاڻي نيڪال ڪيوسڪن ۾ | ڊيگهه ميلن ۾ | پهچ ايراضي ايڪڙن ۾ |
|---|---|---|---|
| لائينڊ چينل (اڪرم واهه) | 3,713 | 76.2 | 487,347 |
| نئون ڦليلي | 15,026 | 59.8 | 929,358 |
| پراڻو ڦليلي | 13,636 | 56.48 | 786,353 |
| ڪي. بي. فيڊر | 100 | 58.38 | 637,041 |

## ڪوٽڙي بئراج رٿا جون مکيه وصفون

- اڪرم واهه نالي هڪ سڄو نئون واهه نڪرڻ. منڍ وارو 38 ميل پاڳو اندران اَستر سان (لائينڊ).
- ڪينجهر، سونهري ۽ ڪجهه ٻيون ننڍيون ڍنڍون ڦري هڪ وڏي ڍنڍ ٺهڻ، جيڪا هاڻ ڪينجهر ڍنڍ سڏجي ٿي، ڪل گنجائش 0.525 ايم. اي. ايف (ملين ايڪڙ فٽ) اٿس ۽ هر وقت 0.37 ايم. اي. ايف پاڻي هوندو اٿس.
- ڪينجهر ڍنڍ جو ساڄي ڪپ تي ريجاڻي سرشتي جو اٽُٽ ڀاڱو بڻجڻ. ڪلري-بگهاڙ فيڊر (مٿيون) ڍنڍ ۾ ان جي اترئين ڇيڙي واري پاسي ڇُل وٽ ڇوڙ ڪري ٿو ۽ ڪلري-بگهاڙ (هيٺيون)، 6,954

ڪيوسڪ پاڻي نيڪال ڊزائن وارو، ڪينجهر ڍنڍ مان ڍنڍ جي هيٺئين يا ڏاکڻئي چيڙي وٽان نڪري ٿو.

- 929.32 ميل نون واهن جي کوٽائي ۽ اڏاوت.
- 839،600 ايڪڙن لاءِ سڄو سال پاڻي رسائڻ ۽ پهچ هيٺ پوکيءَ جوڳي 1،967،200 ايڪڙ ايراضيءَ لاءِ سال جو ڪجهه وقت پاڻي رسائڻ.
- ساڄي ڪپ جي آبادگارن جي لَٽَ واري (لُڙيي) پاڻيءَ جي لڳاتار گهُر تي هڪ نئون ڳَنڍُ (لنڪ) واهه 21.5 ميل ڊگهو. ڪينجهر ڍنڍ کان ٻاهران ٻاهران، ڪلري-ٻگهاڙ (متئين) مان ڪڍي، ڪلري-ٻگهاڙ (هيٺئين) سان ملائي 1970 ۾ وهايو ويو.
- پراڻن واهن جا 1،075 ميل نئينءَ سنئينءَ ڪري ٺاهڻ.
- ساليانو 0.354 ايم. اي. ايف پاڻي ڪراچي ميونسپل ڪارپوريشن کي ان جي گهريلو استعمال لاءِ رسائڻ.

## ڪوٽڙي بئراج نيڪر رسد ٽيبل تي ڪجهه اهم انگ اکر

| | | |
|---|---|---|
| 1. | رٿا جي ڪٽيل لاڳت (1980 واري پي. سِي. ون مطابق) | 810.0 ملين رپيا |
| 2. | بئراج جي درياءَ مان وڌ ۾ وڌ پاڻي نيڪال ڪرڻ واري رٿيل اهليت | 0.875 ملين ڪيوسڪ |
| 3. | بئراج مان ٻوڏ دوران پاڻيءَ جو وڌ ۾ وڌ نيڪال (1958) | 0.981 ملين ڪيوسڪ |
| 4. | بئراج جي ٻنهي پاسي وارين جهلن جي وچ تي ڊيگهه | 2،984 فٽ |
| 5. | ڪل اسپئن (وچ واري هڪ جهل کان ٻي جهل وارا ياڳا) | 44 |
| 6. | اسپئن جي ويڪر (هڪ جهل کان ٻي جهل تائين) | 60 فٽ |
| 7. | پهچ هيٺ ڪل ايراضي | 3.39 ملين ايڪڙ |
| 8. | پهچ هيٺ پوکيءَ جوڳي ايراضي | 3.013 ملين ايڪڙ |
| 9. | ساليانې پوکي حاصلات (80-1979) | 1.77 ملين ايڪڙ |
| 10 | واهن جي ڊيگهه | 252 ميل |
| 11. | اڏاوتن جو انگ | 792 |



881. ڏاند گاڏي، جيڪا سنڌ ۾ ڪوٽ ڏيجي جُڳ کان 2000ع تائين سوارين ۾ سڀ کان سرس هوندي هئي، تڪڙي غائب ٿيندي پئي وڃي ۽ ان جي جاءِ سنڌ جي ٻهراڙين ۾ ٽوري پنڌ لاءِ ربڙ جي ٽائرن وارا گڏهه گاڏا ۽ ڊگهي پنڌ لاءِ موٽر گاڏيون وٺنديون پيون وڃن. هلندڙ ڏهاڪي کان پوءِ ڏاند گاڏي عجائب گهرن کان سواءِ ڏسڻ ۾ نه ايندي.

باب چوٿيهون

# گڊو بئراج رٿا
# (1953_1962ع)

ڪوٽڙي بئراج رٿا کي چڱو اڳيرو ڪري وٺڻ کان پوءِ سنڌ سرڪار گڊو بئراج رٿا تي ڪم شروع ڪيو ۽ 1953 ۾ ايڇ. آر. قاضيءَ کي رٿا جو انچارج مقرر ڪيو ويو. ڪوٽڙي بئراج تي ڪم پورو ٿي چڪو هو ۽ ان رٿا تان مشينري ۽ اوزار واندا ٿي چڪا هئا، تنهن هوندي به بيگاري-سنڌ فيڊر جي کوٽائيءَ تي ڪم کوٽائيءَ جي نندين مشينن سان شروع ڪيو ويو ۽ ڪالونيز، روڊن، ريلوي لائينن وغيره جي اڏاوت وارا شروعاتي ڪم 54-1953 ۾ شروع ٿيا.

واٽر اينڊ پاور ڊولپمينٽ اٿارٽيءَ (واپڊا) جي نهڻ تي رٿا واپڊا حوالي ٿي. گڊو واپڊا جي پهرين رٿا هجڻ ڪري اٿارٽيءَ جي ماٿهن جهڙوڪ انوقت واري چيئرمئن غلام فاروق ۽ ميمبرن غلام اسحاق خان ۽ سيال جو متس پرپور ڌيان رهيو، جن هن رٿا کي گهربل رفتار ڏيڻ جا سمورا قدم کنيا ۽ ڪمن ۾ اڳيرائيءَ واري وڪ تڪڙي ڪري ڇڏيائون. بئراج 1962 ۾ نهي راس ٿيو ۽ درياءَ جو پڇاڙيءَ وارو ڦيرو مارچ 1962 ۾ آيو. ساڄي ڪپ جي واهن بيگاري-سنڌ فيڊر ۽ ڊيزرٽ-پَٽ فيڊر کي بئراج ذريعي ڪنٽرول ٿيندڙ پاڻي ترتيبوار مئي ۽ جولاءِ 1962 ۾ ملڻ شروع ٿيو. تنهن هوندي به گهوٽڪي فيڊر کي هيڊورڪس سان هڪ سال پوءِ ڳنڍيو ويو ۽ انهي بئراجي واهه تي وهڻ جون 1963 ۾ شروع ڪيو.

- بوسي (بنا پاڻيءَ ٿيندڙ) پوکن لاءِ ڪچو خريف فيڊر (22 ميل ڊگهو) نالي هڪ واهه ڪچي جي 22،873 ايڪڙ ايراضيءَ کي پاڻي ڏيڻ لاءِ رٿا ۾ شامل ڪيو ويو.
- بلوچستان جي اٽڪل 0.6 ملين ايڪڙن کي پاڻي ڏيڻ لاءِ پَٽ فيڊر نالي هڪ واهه رٿا ۾ شامل ڪيو ويو.
- هڪ نئون فيڊر واهه، صوبي ۾ وڏي ۾ وڏو، بيگاري-سنڌ فيڊر نالي (ڊيگهه 78.6 ميل) 14،764 ڪيوسڪ رٿيل پاڻي نيڪال سان وهايو ويو.
- نئين پَٽ فيڊر کي ڊيزرٽ واهه سان ڳنڍائي، ڳنڍيل فيڊر کي ڊيزرٽ-پَٽ فيڊر سڏي، 13،275 ڪيوسڪ پاڻي نيڪال رٿي ۽ منهن ڏنو ويو.
- کابي ڪپ تي 37،026 ايڪڙ ڪچي جي ايراضيءَ کي 36 ميل بائجي، رانوتي ۽ قادرپور بچاءَ بند ڏئي درياءَ کان بچايو ويو.
- رٿا ۾ 405 ريگيوليٽرن، 643 پلين ۽ ٻين 722 ننڍين وڏن ڍانچن جي اڏاوت شامل هئي.
- نوان واهه ڳٽپ ۾ 179 ۽ ڊيگهه ۾ 1،040 ميل نئينءَ سنئينءَ ٺاهيا ويا.

## فيڊرن جا انگ اکر ڏسيندڙ ٽيبل

| فيڊر جو نالو | رٿيل نيڪال ڪيوسڪ | تري وٽ ويڪر | ڊيگهه ميل | پوک جو ڳي پهچ (ايڪڙ) 000 | پوک |
|---|---|---|---|---|---|
| بيگاري-سنڌ فيڊر | 14،764 | 240 | 78.6 | 10.02 | ساريون |
| ڊيزرٽ-پَٽ فيڊر | 13،275 | 240 | 7.5 | 5.12 | ساريون |
| گهوٽڪي فيڊر | 8،490 | 193 | 79.6 | 8.57 | وونئڻ |

## گڊو بئراج جون مکيه وصفون ڏسيندڙ ٽيبل

| | |
|---|---|
| 1. ورائي ڪٿيل لاڳت (1980) (ملين رپين ۾) | 796.9 |
| 2. درياءَ جو وڏ ۾ وڏ رٿيل پاڻي نيڪال (ملين ڪيوسڪ) | 1.2 |
| 3. ٻوڏ دوران وڏ ۾ وڏ پاڻي نيڪال (1976) (ملين ڪيوسڪ) | 1.2 |
| 4. بئراج جي ڊيگهه (فٽ) | 4،445 فٽ |
| 5. ڪل اسپئن | 64 |
| 6. اسپئنن جي ويڪر (فٽ) | 60 |
| 7. پهچ هيٺ ڪل ايراضي (ملين ايڪڙ) | 3.269 |
| 8. پهچ هيٺ پوکيءَ جو ڳي ايراضي (ملين ايڪڙ) | 3.030 |
| 9. واهن جو رٿيل پورو پاڻي نيڪال (ڪيوسڪ) | 36،529 ڪيوسڪ |
| 10. سالياني پوکي حاصلات (1979/80) (ملين ايڪڙ) | 2.49 |
| سمورن واهن، شاخن، ڊسٽريبيوٽرين ۽ مائينرن جي ڪل ڊيگهه (ميل) | 2،604 |

## نقشو نمبر 71

# 2500 ق.م _ هاڻ تائين

## سنڌوءَ ۽ هاڪڙي جا

## برهمڻ آباد _ منصوره ويجهو وهڪرا

سانجل هنگورو
قادر بخش
شيرخان
جان محمد آرادين
غلام حسين
اعظم خان
پڪتا
جڳرائو واھ
راهواري
جام صاحب
پيير سرور ڏڙا
ميان
عارب خان
لال بخش پر ڳري
ڪجرائو
بدروالي ڪوٽ
ڳچائي
موهاڻانگر
شاهپور چاڪر
ڏائر شاخ
پوڙر
جبار ٿهيم
سلطان
مٽرائو
هارون
سنجرائي
ٽوپڻ ڏاهري
براوتياڻي
مستي ملان
واهندا
غلام حسين
ڪڙائو علي رند
رڪيل شاهه
مقصودو
نچايو پاٽيجو
ڪباڙي
سومرو ڪيمو رڙي
پاٽي
شادي پاٽوجو
ڳوٺ مگهو مل
محبت
سنجهورو
سانگهڙ
جان محمد وساڻ
سوياڙو
صادق سهلو
ڳوٺ غلام محمد
فضل
سولارو
شير لغاري
غلام
ڪريم
صاحب خان
ڏنڙو
ڪرڙو پنيرو
سانگهڙ
رڪن پڙا
جهول
غلام پنيراڻي
پير غازي
وڏامان
شاهن رند
ٻاڻي پڙيو راجپال
کانهر
خير محمد وساڻ
مير ٿهيم
لبار
ڏامرٽي
حاجي قيصر خان
نارو پنيرو
منصوره قتل ماڳ
سٽياري
ساهي
راجا مري
منگراري
شهر بيگ مري
اهرواڙي
منو آباد

### ڏسٽي

1. شهر
2. دريائي وهڪرا
3. سنڌوءِ هاڪڙي دريائن جا ائين ڪان ڏهين صدي عيسوي دوران ممڪن وهڪرا
4. هاڻوڪا واھ
5. ريل
6. روڊ
7. منصوره

منصوره قتل ماڳ

# سکر بئراج ۾ آزاديءَ کان پوءِ کيل واڌارا ۽ سڌارا (1947_1985ع)

## مکي بيلي ۾ سڌارا

هڪ وڏي ايراضي، اٽڪل 50،000 هزار ايڪڙ، مکي بيلي هيٺ هئي. آباديءَ جي دٻاءُ ۽ سرڪار جي وڏيک ڪاڏو اپائڻ لاءِ هلايل مهم هيٺ فيصلو ٿيو ته انهي ايراضيءَ تان بيلو وڍيو وڃي ۽ انهي کي فوجي ڪٽنبن جي بحاليءَ واري اسڪيم هيٺ بينڪ ناهيو وڃي. رٿ مطابق سماٽري نالي هڪ نئون واهه اڏيو ويو ۽ ٻن پراڻن واهن کي نئون سنئون ڪري ناهيو ويو. سکر بئراج رٿا مطابق خيرپور ضلعي جي روهڙي ۽ ناري تعلقن ۾ 23،000 ايڪڙ ايراضيءَ لاءِ پاڻي ناري مان ڪٽي ڏيڻ رٿيل هو.

## سيٺارڪي ڊسٽريبيوٽري

پنجاهه واري ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ ۾ هڪڙي ٻي بينڪي اسڪيم، رٽائرڊ فوجين لاءِ، نوابشاهه ضلعي ۾ شروع ڪئي وئي ۽ 4،000 ايڪڙ ٻني سيٺارڪي ڊسٽريبيوٽري نالي هڪ نئين واهه ذريعي پاڻيءَ سان ڏني وئي، جنهن جو رٿيل پاڻي نيڪال منڊ وٽ 15 ڪيوسڪ ۽ ڊيگهه 14 ميل هئي. انهي کي 1979/80 ۾ 4 ميل وڌايو ويو، ته جيئن پڇڙيءَ واري ايراضيءَ تائين پاڻي پهچائڻ جي بهتر سهولت ڏئي سگهي.

## ناري واهه تي ست واهه

بجلي نه هئڻ ڪري هن ايراضيءَ جي رڳو ڪجهه ياڱي تي نجي شعبي ۾ ڊيزل تي هلندڙ پاڻي چڪيندڙ پمپن ذريعي پوکي ٿي سگهي. انهي ڪري سنڌ سرڪار 55-1954 ۾ ست واهه اڏڻ واري هڪ رٿا شروع ڪئي; تي ناري واهه جي ساڄي ڪپ تي ۽ چار کاٻي ڪپ تي. هي واهه، جن جي پهچ هيٺ پوکيءَ جوڳي ايراضي 22،769 ايڪڙ ۽ ڪل ڊيگهه 30 ميل هئي، اڏيا ويا ۽ 1955 ۾ ناهي راس ڪيا ويا. بيگهديڊ جي ٽن وڏيک رٿائن کي 1954 ۾ وڌايو ۽ نئون سنئون ڪري ناهيو ويو ۽ علائقي کي بينڪ بڻايو ويو.

هن اسڪيم جي وڌايل ياڱي طور ٻه وڏيک واهه، جمڙائو واهه مان، ست واري ڏهاڪي جي وچ تي کوٽيا ويا. هنن کي ايڪس صدرَت-1 ۽ صدرَت-2 فيڊر ڪوٺيو ويو. 188 ڪيوسڪ پاڻي نيڪال ڏنو ويو ۽ اهي 56،000 ايڪڙ ٻنيءَ کي پاڻي پهچائڻ لاءِ کوٽيا ويا. مکي علائقي جي پوکيءَ جوڳي پهچ واري سموري 128،000 ايڪڙ ايراضي ريجاٽيءَ هيٺ آندي وئي، علائقا هيٺين ٽيبل ۾ ڏسيل آهن:

| فيڊر واهه | پوکيءَ جوڳي پهچ (ايڪڙ) | رٿيل پاڻي نيڪال (ڪيوسڪ) |
|---|---|---|
| سماٽري | 22،192 | 68.57 |
| صدرَت-1 | 7،294 | 24.89 |
| صدرَت-2 | 28،899 | 92.6 |
| فيڊر ايڪس صدرَت-2 | 9،444 | 27.4 |
| فيڊر ايڪس صدرَت-1 | 10،595 | 33.34 |
| ڪل جوڙ | 78،424 | 256.8 |

لفٽ چينل ٻڻ سال 68-1967، 73-1972 ۽ 82-1981 ۾ شروع ڪيا ويا. انهن رٿائن هيٺ ڪل 40 ميل ڊيگهه ۽ سمورو ملائي 188 ڪيوسڪ رٿيل پاڻي نيڪال وارا 13 واهه اڏي وڏيک 67،710 ايڪڙ ايراضي ريجاٽيءَ هيٺ آندي وئي.

## ساڄي ڪپ تي سيوهڻ کان هيٺ شاهه اويس ۽ چار بيا واهه

سنڌوءَ جي ساڄي پاسي سيوهڻ ۽ ڄامشوري جي وچ تي ڪيرٿر جابلو

سلسلو آهي، جنهن ۾ ٽڪرين جي پاڙ وٽان لهندڙ لاهونڊي ميدان جي 90 ميل ڊگهي هڪ سوڙهي پٽي آهي. سکر بئراج سرشتي جي ساڄي ڪپ وارن واهن جي ريجاڻي ڄار جو ڇيهه سيوهڻ وٽ ٿئي ٿو ۽ هنن پليـن بـنـين لاءِ ريجاڻيءَ جو ڪو پاڙڻ جوڳو ذريعو نه هو. ڪيئن به، پر هي لاهوندو ميدان نه ته سنڌوءَ مان ٻوڏ وارن ڏينهن ۾ چڙ جو پاڻي ملڻ جهڙو هو ۽ نه وري ڪيرٿر جبل جي ڌارائن مان چتو مينهن وسڻ وارن ڏينهن ۾ به پاڻي ملڻ جهڙو هو.

سال 55-1954 ۾ سنڌ سرڪار شاهه اويس پمپنگ اسڪيم نالي هڪ رٿا شروع ڪئي، جنهن جو منڍ سيوهڻ وٽ هو. 44 ڪيوسڪن جا ٽي پمپ ٻيڙين تي جَڙيا ويا، جيڪي خريف جي منڊ ۾ 19،392 ايڪڙ آباد ايراضيءَ جي ريجاڻيءَ لاءِ 83 ڪيوسڪ پاڻي ڏيندا هئا. انهي جي ڪامياب ٿيڻ ڪري انهي جهڙيون چار وڌيڪ پمپنگ اسڪيمون ساڄي پاسي سيوهڻ کان هيٺ هلايون ويون آهن.

## دانِستر واهه

دادوءَ جي پڇڙيءَ واري پهچ پاڻيءَ جي سخت کوٽ جو شڪار رهندي پئي آئي. مکيه ڪارڻ هئا: فصلن جو مَتجڻ - خاص ڪري دادو واهه جي مٿين پهچ واري علائقي ۾ بوسي (بنا پاڻيءَ ٿيندڙ) پوکن جي جاءِ تي ساريون ٿيڻ - ۽ منظور ٿيل 2.7 ڪيوسڪ في 1،000 ايڪڙ اٽڪل پاڻي، جيڪو سنڌ جهڙي سوڪ آبهوا ۾ خريف جي بوسي پوکن کي رڳو 22 سيڪڙو ۽ ربيع (سياري) جي پوکن کي 43 سيڪڙو اوپڙ (تڪڙو قُٽڻ قَرڻ جي سگهه) ڏيندو آهي. پڇڙين تائين پڻ پاڻي نه پئي پهتو. سيوهڻ ۽ ٻوبڪ واري علائقي جي آبادگارن جي گهُر کي آڏو رکندي دانِستر واهه کي، جيڪو هڪ پراڻو آب ڪلاڻي واهه هو، سڌو منڇر مان، پر سکر بئراج رٿا دوران بند ڪيو ويو هو، 1972 ۾ بحال ڪيو ويو. درياءَ جي ٻوڏ بچاءَ بند ۽ منڇر جَهل بند جي وچان هڪ 12 ميل ڊگهو واهه ٻنهي ڇيڙن تي ريگيوليٽرن سان ۽ 50 فٽ ويڪري هڪَ ڪَري تري سان، دانِستر واهه جي چڙهيل پيٽ مان کوٽيو ويو. ڦٽو واهه، دانِستر مان، کوٽي دانِستر جو لاپ وڌايو ويو آهي.

پورو سرشتو رڳو پاڻي ڇڪي ٻنين کي ڏيڻ جي سهولت ڏئي ٿو. واهه سانوڻيءَ ۾، گهٽي پاڳي سالن ۾، درياءَ کان منڇر ڍنڍ ڏانهن وهندو هو ۽ منڇر کي وڌيڪ پرڻ ۾ مدد ڏيندو هو ۽ سياري ۾ اهو منڇر ڍنڍ مان پاڻي ڪٽي ٻنين تائين پهچائيندو هو. پر ويجهڙ وارن سوڪهڙن ۾ منڇر کي نه سنڌو درياءَ مان ٿو پاڻي ملي ۽ نه مينهن ڌارائن مان ۽ علائقو سُڃ ٿي ويو آهي.

## ماتلي برانچ (79_1978)

دادو ڊسٽريبيوٽريءَ وانگر روهڙي ڪئنال سرشتي جي پڇڙي، خاص ڪري حيدرآباد-ماتلي علائقي ۾، ريجاڻي پاڻيءَ جي سخت کوٽ پو ڳيندي پئي آئي. هي علائقا، جيڪي ڪنهن زماني ۾ ڇهچ ساوا هوندا هئا، سڃا ٿي چڪا هئا. هن علائقي جي ڪوڙ سارن آبادگارن جي حالت سڌارڻ لاءِ سرڪار 1978/79 ۾ ماتلي برانچ رٿا منظور ڪئي، جنهن هيٺ هڪ واهه سڌو ڦليليءَ مان ڪڍي ۽ نڙن ذريعي اڪرم واهه ٽپائي ٻارڻ جي پڇڙيءَ تي آباد علائقن، خچر، سومرَڪ، ٽنڊي غلام علي ۽ پُوهڙي وغيره کي پاڻي پهچايو ويو. ساڳئي نموني سڌو ڦليليءَ مان ٻه لفٽ چينل، نڙن وسيلي اڪرم واهه مان پاڻي ٽپائي وڃڻ وارا، محمد خان ڊسٽريبيوٽري ۽ سيري فضل مائينر جي پڇڙيءَ وارن علائقن لاءِ اڏيا ويا آهن.

## شاهه لطيف مائينر

روهڙي ڪئنال مان ڪيسانو ريگيوليٽر کان هڪ ميل اوپاري پاسي نڪرندڙ شاهه لطيف نالي هڪ نئون واهه، 4.3 ميل ڊگهو، 20 ڪيوسڪ پاڻي نيڪال سان اڏيو ويو ۽ 1980 ۾ هلايو ويو.




ڪاريز

882. بلوچستان ۾ ڪاريزن جو اچڻ ڪيانين سان جوڙيو وڃي ٿو. تصوير ۾ ڪاريز جا مَتا ڏيکاريل آهن. هن ليکڪ ڏٺو ته ڪاريز جو سال دوران گڏ ٿيل پاڻي 42 سيڪڙو ٿي سگهي ٿو. 1960 کان 1980 ۾ ڪاريز کي پاڻي ڏيندڙ نارن جي سنوت کان وڌيڪ اونها کوهه کوٽي ۽ انهن مان پاڻي ڇڪي ڪاريزن کي سڪايو ويو هو. بلوچستان ۾ ڪجهه ڪاريزون اڃا تائين به هڪ آڳاٽي عجوبي طور ڳري لاڳت تي هلايون وڃن ٿيون.

باب چٽيهون

# سِمِ ۽ ڪَلر
# ريجاڻيءَ جا نتيجا

معاشي فائدا هجڻ جي باوجود ريجاڻيءَ جا نتيجا سِمَ ۽ ڪلر آهن. 1875 تائين هندستان ۾ انگريز انجنيئرن سم جي جوکن بابت سوچي ورتو هو، جيڪي پاڻيءَ جي مٿاهينءَ کان هيٺاهينءَ ڏانهن پڪ سان سِمڻ سان گڏوگڏ ٻني ڪاهڻ جي پراڻن طريقن جي نتيجي ۾ پڌرا ٿيڻا ئي هئا. پر سرڪاري زمين جي وڏي پکيڙ ۽ آباديءَ وارن علائقن جي ڇداڻ کي ڏسندي اهي انهي وقت پوکيءَ هيٺ ايراضيءَ ۽ آباديءَ جي گهاٽاڻ ۾ ايندڙ واڌ جي شرح جو اڳواٽ اندازو نہ ڪري سگهيا، جيڪا واهن جي هلڻ کان پوءِ سيئي ڪٽيل حدون اورانگهي وئي. واڌ جي شرح جي ڪري سنڌ انوقت جي هندستان سرڪار کان پربت جيڏي سکر بئراج جي اڏاوت لاءِ ڪنيل قرض 13 سالن ۾ لاهي ڇڏيو - شيڊيول عرصي 25 سالن کان گهٽوا ڳي.

ٻين ٻن بئراجن ڪوٽڙي ۽ گڊو جي ٺهڻ کان پوءِ سم ۽ ڪلر جو ڏڙڪو خطري واري حد تائين وڌي ويو ۽ سڄي صوبي کي سخت متاثر ڪيائين. صورتحال جي گنڀيرتا جو اندازو هيٺين ٽيبل ۾ ڏنل حقيقتن مان لڳائي سگهجي ٿو، جيڪا مسئلي ۾ هر سال ٿيندڙ واڌاري ڏانهن اشارو ڪري ٿي.

**واهن جي پهچ ليکي جر جي اونهائي (آڪٽوبر 1989)، جَر جي الڳ الڳ اونهائين هيٺ ايراضي (هزار هيڪٽرن ۾)**

| تفصيل | 90-0 س. م | 150-90 س. م | 300-150 س. م | 450-300 س.م | 450 س.م | ڪل هزار هيڪٽر |
|---|---|---|---|---|---|---|
| **گڊو بئراج** | | | | | | |
| پَٽ فيڊر | 1.90 | 15.30 | - | - | - | 17.20 |
| ڊيزرٽ واهہ | 89.30 | 8.70 | - | - | - | 98.00 |
| بيگاري-سنڌ فيڊر | 359.60 | 66.00 | 3.00 | - | - | 428.60 |
| گهوٽڪي فيڊر | 149.70 | 115.90 | 117.40 | 6.00 | - | 389.00 |
| **جوڙ** | **600.50** | **205.90** | **120.40** | **6.00** | - | **932.80** |
| **سکر بئراج** | | | | | | |
| اتر الهندو واهہ | 394.80 | 40.30 | - | - | - | 435.10 |
| رائيس ڪئنال (ساريال واهہ) | 222.70 | 18.30 | - | - | - | 241.00 |
| دادو واهہ | 145.00 | 38.80 | 35.80 | 21.40 | 14.00 | 255.00 |
| نارو واهہ | 130.90 | 316.17 | 305.26 | 165.05 | 99.62 | 1017.00 |
| خيرپور فيڊر اپرندو | 35.89 | 84.64 | 76.82 | 26.25 | 7.40 | 231.00 |
| روهڙي ڪئنال | 50.61 | 202.37 | 504.34 | 253.10 | 184.58 | 1195.00 |
| خيرپور فيڊر الهندو | 10.38 | 52.75 | 52.53 | 3.95 | 1.39 | 121.00 |
| **جوڙ** | **990.28** | **753.33** | **974.75** | **469.75** | **306.99** | **3495.10** |
| **ڪوٽڙي بئراج** | | | | | | |
| ڪلري-ٻگهاڙ فيڊر | 8.68 | 212.51 | 56.81 | - | - | 278.00 |
| لائينڊ چينل (اڪرم واهہ) | 12.76 | 158.31 | 64.93 | - | - | 236.00 |
| ڦليلي واهہ | 130.00 | 253.78 | 25.22 | - | - | 409.00 |
| پِنياري واهہ | 130.65 | 209.13 | 43.78 | 1.44 | - | 385.00 |
| **جوڙ** | **282.09** | **833.73** | **190.74** | **1.44** | - | **1308.00** |
| **ڪل جوڙ** | **1872.87** | **1792.96** | **1285.89** | **477.19** | **306.99** | **5735.90** |

پاڪستان جي وفاقي سرڪار سمورءِ ڪلر جي خطري کي هڪ قومي مسئلو پانئيندي سمورءِ ڪلر تي ڪنٽرول ڪرڻ وارين رٿائن لاءِ "ايڪسيلريٽيڊ پروگرام آف اينٽي واٽر لاگنگ اينڊ سيلينيٽي ڪنٽرول ميزرس" طور چاتو ويندڙ هڪ پروگرام هيٺ رقم ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. هي پروگرام واپڊا هلائي رهي آهي. هن پروگرام هيٺ سنڌ ۾ سمورءِ ڪلر جي نهي راس ٿيل ۽ جن تي ڪم هلي پيو، رٿائن جا تفصيل هن ريت آهن:

| | |
|---|---|
| **نهي راس ٿيل رٿائون** | |
| 1. اسڪارپ (SCARP) - خيرپور | 540 ٽيوب ويل 1970 ۾ چالو ڪيا ويا.<br>ايراضي: 38 ملين ايڪڙ. |
| 2. لاڙڪاڻو-شڪارپور سرفيس ڊرينيج پروجيڪٽ اسٽيج-1 | رڳو وڏا نالا 1969 ۾ نهي راس ٿيا.<br>ايراضي: 587 ملين ايڪڙ. |
| 3. شڪارپور پائلٽ ٽيوب ويل پروجيڪٽ | 50 ٽيوب ويل 1974 کان وٺي مٺي جر واري پاڳي ۾ چالو ڪيا ويا.<br>ايراضي: 14،380 ايڪڙ. |
| 4. لاڙڪاڻو پائلٽ ٽيوب ويل پروجيڪٽ | 35 ٽيوب ويل 1974 کان وٺي مٺي جر واري پاڳي ۾ چالو ڪيا ويا.<br>ايراضي: 5،021 ايڪڙ. |
| 5. سکر پائلٽ ٽيوب ويل پروجيڪٽ | 18 ٽيوب ويل 1975 ۾ مٺي جر واري پاڳي ۾ چالو ڪيا ويا.<br>ايراضي: 5،100 ايڪڙ. |
| 6. ڪنڊڪوٽ پائلٽ ٽيوب ويل پروجيڪٽ | 26 ٽيوب ويل مٺي جر واري پاڳي ۾ 1978 ۾ چالو ڪيا ويا.<br>ايراضي: 11،940 ايڪڙ. |
| 7. اسڪارپ (SCARP) - روهڙي نارٿ | 1،191 ٽيوب ويل مٺي جر واري پاڳي ۾ 75-1974 دوران چالو ڪيا ويا.<br>ايراضي: 0.69 ملين ايڪڙ. |
| 8. سکر رائيٽ بينڪ ٽيوب ويل پروجيڪٽ | 408 ٽيوب ويل مٺي جر واري پاڳي ۾ 1976 ۾ چالو ڪيا ويا.<br>ايراضي: 13 ملين ايڪڙ. |
| 9. لاڙڪاڻو-شڪارپور<br>سرفيس ڊرينيج پروجيڪٽ اسٽيج-2 | ننڍين نالن جي چار ۽ ڊانچن تي ڪم هلي پيو.<br>ايراضي اچي ٿي 589 ملين ايڪڙ. |
| 10. روهڙي سائوٿ ٽيوب ويل پروجيڪٽ<br>مٺي جر واري پاڳي ۾ (350 ٽيوب ويل) | هن هيٺ ايراضي اچي ٿي 0.475 ملين ايڪڙ. |
| 11. گهوٽڪي ٽيوب ويل پروجيڪٽ مٺي جر واري پاڳي ۾ (398 ٽيوب ويل) | هن هيٺ ايراضي اچي ٿي 0.4 ملين ايڪڙ. |
| 12. ايسٽ خيرپور ٽائيل ڊرينيج پروجيڪٽ | هن هيٺ ايراضي اچي ٿي 44،000 ايڪڙ. |
| **رٿائون جن تي ڪم هلي پيو** | |
| 1. ليفٽ بينڪ آئوٽ فال ڊرينيج اسٽيج | هن هيٺ اچن ٿا سانگهڙ، نوابشاهه ۽ ميرپورخاص ضلعا. |
| 2. ڪوٽڙي سرفيس ڊرينيج پروجيڪٽ | هن هيٺ ايراضي اچي ٿي 0.28 ملين ايڪڙ. |
| 3. نارٿ دادو سرفيس ڊرينيج پروجيڪٽ | هن هيٺ ايراضي اچي ٿي 0.445 ملين ايڪڙ. |
| **پاڻيءَ جي نيڪر جون رٿائون (چنڊٽون)** | |
| 1. گاجا ٽائيل | هن هيٺ ايراضي ايندي 0.104 ملين ايڪڙ. |
| 2. ليفٽ بينڪ آئوٽ فال ڊرين | هن هيٺ ايراضي اچي ٿي 3 ملين ايڪڙ. |
| 3. رائيٽ بينڪ آئوٽ فال ڊرين | هن هيٺ ايراضي ايندي 0.348 ملين ايڪڙ. |
| 4. نوابشاهه سيلائن | هن هيٺ ايراضي اچي ٿي 5 ملين ايڪڙ. |
| **جر جي پاڻيءَ جون رٿائون** | |
| 1. ڪنڊڪوٽ-ٺل-شهدادڪوٽ سرفيس ڊرينيج پروجيڪٽ | هن هيٺ ايراضي ايندي 19 ملين ايڪڙ. |
| 2. گڊو رائيٽ بينڪ فريش گرائونڊ واٽر پروجيڪٽ (1027) ٽيوب ويل) | هن هيٺ ايراضي ايندي 3.5 ملين ايڪڙ. |
| 3. خيرپور سائوٿ | هن هيٺ ايراضي ايندي 4 ملين ايڪڙ. |

ضميمو-1

# ڪلھوڙن ۽ ٽالپرن جي دور جا واھ، جن کي انگريزن پنھنجي راڄ جي پھرين 30 سالن (1843_1873ع) دوران سڌاريو

ھي نالا ريجاٽي ڪاتي جي 1873 جي رپورٽ ۽ ھيوز جي 1876 واري سنڌ گزيٽيئر ۾ ڏنا ويا ھئا. ڪتب آندل اسپيلون معياري مقرر ٿيل نہ ھيون ۽ ليکڪ، جتي جتي خبر ھئي، ھنوقت ھلندڙ اسپيلون ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آھي، پر واھن، تپن، ڍنڍن ۽ ڳوٺن جي سمورن نالن کي درست ڪرڻ ۽ نئين سر لکڻ لاءِ خاص تحقيقي ڪوششون وٺڻ جي ضرورت آھي. (مون پڻ سنڌي نالا پنھنجي سمجھ آھر لکيا آھن، غلطي ٿي سگھي ٿي - سنڌيڪار)

**سرحد ضلعي جا واھ (1876)**

| نمبر | واھ جو نالو | ڊيگھ (ميل) | ويڪر منھن وٽ فٽ | رمارڪ |
|---|---|---|---|---|
| .1 | بيگاري | 85 | 75 | مکيہ فيڊر. سنڌوءَ مان سرحد (جيڪب آباد) ضلعي جي بلڪل ڏاکڻي دنگ وٽان وھي ھلي ٿو. |
| .2 | سون واھ | 19 | 24 | بيگاريءَ جي شاخ، منجھانئس ٺل تعلقي ۾ نڪرندڙ. |
| .3 | مرزا واھ | 9-1/3 | 26 | بيگاريءَ جي شاخ، منجھانئس ٺل تعلقي ۾ نڪرندڙ. |
| .4 | نور واھ | 19 | 30 | بيگاريءَ جي شاخ. |
| .5 | بڊ واھ | 4 | 10 | نور واھ جو ڪڙيو. |
| .6 | ڊيزرٽ واھ | 35 | 26 | سنڌوءَ مان ڪشمور تعلقي ۾ وھي ھلي ٿو. |

**ھالا ڊپٽي ڊائريڪوٽوريٽ**

| نمبر | واھ جو نالو | ڊيگھ (ميل) | ويڪر منھن وٽ فٽ | رمارڪ |
|---|---|---|---|---|
| .1 | علي بحر | 32 | 20 | سنڌوءَ مان نڪُري، تعلقو سڪرنڊ، وٽان وھي ھلي ٿو، چڇڙي ۽ علي بندر تپن کي پاڻي ڏئي ٿو. |
| .2 | صوبو چاڪر واھ | 6 | 6 | علي بحر جو ڪڙيو. |
| .3 | ٻَرھون واھ | 15 | 11 | علي بحر جو ڪڙيو. |
| .4 | سومر واھ | 5 | 9 | ٻَرھين واھ جو ڪڙيو. |
| .5 | مانجري واھ | 4 | 7 | سومر واھ جو ڪڙيو. |
| .6 | موسيٰ واھ | 3 | 7 | سومر واھ جو ڪڙيو. |
| .7 | ڪاھي واھ | 2 | 7 | موسيٰ واھ جو ڪڙيو. |
| .8 | يارھون واھ | 7 | 7 | علي بحر جو ڪڙيو. |
| .9 | علي گنج | 7 | 7 | يارھين واھ جو ڪڙيو. |

| نمبر | واهه جو نالو | ڊيگهه (ميل) | ويکر منهن وٽ فٽ | رمارڪ |
|---|---|---|---|---|
| .10 | مَرڪ (وڏو) ۽ وهنڊڙي | 10 | 28 | سنڌوءَ مان نڪرُ، تعلقو سڪرنڊ. وٽان وهي هلي ٿو. سعيد آباد ۽ ڇَڇڙي تپن کي پاڻي ڏئي ٿو. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .11 | ڄامر واهه | 8 | 11 | مَرڪ (وڏو) جي شاخ. |
| .12 | لوهاڻو (وڏو) | 27 | 17 | وهنڊڙيءَ جي شاخ. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .13 | محمود واهه | 16 | 8 | لوهاڻي جي شاخ. |
| .14 | بهرام واهه | 8 | 8 | لوهاڻي جي شاخ. |
| .15 | گنج بحر | 6 | 20 | وهنڊڙيءَ جي شاخ. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .16 | لوهاڻو (ننڍيو) | 7 | 20 | گنج بحر جي شاخ. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .17 | ڄامر واهه (وڏو) | 9 | 16 | لوهاڻي جي شاخ. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .18 | راڄ واهه | 4 | 6 | لوهاڻي جو ڪڙيو. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .19 | ڄامر واهه | 6 | 6 | ڄامر واهه جو ڪڙيو. |
| .20 | پوپر واهه | 2 | 7 | ڄامر واهه (وڏو) جو ڪڙيو. |
| .21 | نِندو واهه | 2 | 7 | پوپر جو ڪڙيو. |
| .22 | شاهه واهه | 27 | 18 | لوهاڻو-ڪولي جي شاخ. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .23 | شهداد لانڊي | 13 | 10 | شاهه واهه جي شاخ. |
| .24 | حضور واهه | 9 | 7 | شهداد لانڊي جو ڪڙيو. |
| .25 | شهداد جهول | 11 | 11 | شاهه واهه جي شاخ. |
| .26 | شهداد واهه ڪڙيو | 3 | 8 | شهداد جهول جو ڪڙيو. |
| .27 | وَنگِي ٻِجار واهه | 5 | 8 | شاهه واهه جي شاخ. |
| .28 | ٻِجار واهه | 15 | 8 | شاهه واهه جي شاخ. |
| .29 | خير واهه | 4 | 8 | شاهه واهه جي شاخ. |
| .30 | محمد علي واهه | 9 | 8 | شاهه واهه جي شاخ. |
| .31 | گهارو وڏو (گهاري ۽ پاٽوٽ سان) | 20 | 75 | سنڌوءَ مان پاٽوٽ، تپو هالا. وٽان وهي هلي ٿو. هالا ۽ سعيد آباد تپن کي پاڻي ڏئي ٿو. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .32 | اُپاڻُو واهه | 5 | 6 | آوت واهه جو ڪڙيو. |
| .33 | مَلڪو وَنگهيرو | 4 | 9 | ڍنڍ ڳاهوٽ مان. |
| .34 | لڪي واهه | 8 | 8 | گهاري پاٽوٽ مان. |
| .35 | سارنگ واهه | 16 | 14 | گهاري پاٽوٽ مان. |
| .36 | علي گنج | 13 | 14 | گهاري پاٽوٽ مان. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .37 | نور واهه | 2 | 10 | سنڌوءَ مان هاڪُر، تپو هالا. وٽان وهي هلي ٿو. سعيد آباد تپي کي پاڻي ڏئي ٿو. |
| .38 | سانگرو واهه ۽ ٽِروٽ واهه محمودا | 42 | 23 | هالا تپو. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .39 | ڪڙيو آگو ڪَپري | 4 ½ | 11 | سانگري واهه جو ڪڙيو. |
| .40 | دوسو واهه | 15 ½ | 18 | سانگري مان. ٻيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .41 | ڪڙيو نؤبت | 3 | 6 | دوسي واهه مان. |
| .42 | سانگرو (ننڍيو) | 7 | 15 | سانگري واهه (وڏو) مان. |
| .43 | پيرُو واهه | 8 | 10 | سانگري واهه مان. |
| .44 | لانڊبر واهه | 4 | 6 | پيرُو واهه مان. |

| نمبر | واهه جو نالو | ڊيگهه (ميل) | ويڪر منهن وٽ فٽ | رمارڪ |
|---|---|---|---|---|
| 45. | مير واهه ڪانڙي | 3 | 8 | پيرُو واهه مان. |
| 46. | نَوَڪ واهه | 4 | 15 | سانگري (ننديو) مان، بيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| 47. | ڀُومڦر واهه | 6 | 10 | نَوَڪ واهه مان. |
| 48. | ڪاهُو واهه | 14 | 14 | نَوَڪ واهه مان. |
| 49. | لُندو واهه | 5 | 8 | ڪاهُو واهه مان. |
| 50. | ليٽ واهه | 15 ½ | 12 | نَوَڪ واهه جي شاخ، بيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| 51. | علي بحر | 20 | 15 | سنڌوءَ مان ميهڙ، ٽپو هالا، وٺان وهي هلي ٿو. |
| 52. | ڪاري شمالي | 1 | 36 | سنڌوءَ مان ڪنڊُو، ٽپو هالا، وٺان وهي هلي ٿو، پٽ شاهه ۽ سيڪات ٽپن کي پاڻي ڏئي ٿو. |
| 53. | گهلوُ واهه | 48 | 36 | ڪاري شمالي جي شاخ. |
| 54. | خالقا واهه | 6 | 10 | گهلوُ واهه جي شاخ. |
| 55. | ڀُومڦر واهه | 21 | 10 | گهلوُ واهه جي شاخ. |
| 56. | الهه ڪاهي واهه | 10 | 8 | گهلوُ واهه جي شاخ. |
| 57. | خان واهه | 5 | 8 | گهلوُ واهه جي شاخ. |
| 58. | نِري گهلوُ | 1 | 8 | گهلوُ واهه جي شاخ. |
| 59. | اَبُل واهه | 5 | 8 | نِري گهلوُ جي شاخ. |
| 60. | ٻجار واهه | 12 | 6 | نِري گهلوُ جي شاخ. |
| 61. | نانگناٺي | 25 | 9 | گهلوُ واهه جي شاخ. |
| 62. | مراد واهه | 4 | 6 | نانگناٺي جو ڪڙيو. |
| 63. | ڊورو گهلوُ | 7 ½ | 16 | گهلوُ واهه جي شاخ. |
| 64. | جروار واهه | 13 ½ | 8 | ڊورو گهلوُ جي شاخ. |
| 65. | سنهڙو واهه | 18 | 11 | ڊورو گهلوُ جي شاخ. |
| 66. | ڇهو واهه | 9 ½ | 8 | سنهڙي واهه جي شاخ. |
| 67. | ماجر واهه | 4 | 6 | سنهڙي واهه جو ڪڙيو. |
| 68. | مير واهه (وڏو) | 25 | 14 | ڊورو گهلوُ جي شاخ. |
| 69. | ٻيلهاڙو واهه | 6 | 7 | مير واهه (وڏو) جو ڪڙيو. |
| 70. | مير واهه - مري | 5 ½ | 4 | مير واهه (وڏو) جو ڪڙيو. |
| 71. | نصير واهه | 27 | 28 | سنڌوءَ مان جڪڙي، تعلقو هالا، وٺان وهي هلي ٿو، سيڪات ۽ متياري ٽپن کي پاڻي ڏئي ٿو، بيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| 72. | ڪاري واهه | 4 | 7 | نصير واهه جي شاخ. |
| 73. | گُون واهه | 4 | 8 | نصير واهه جي شاخ. |
| 74. | سجاول واهه | 4 | 7 | نصير واهه جي شاخ. |
| 75. | سون واهه | 10 | 8 | گهورو واهه جي شاخ. |
| 76. | سيري واهه | 10 | 8 | سون واهه جي شاخ. |
| 77. | ڪڙيو مير احمد خان | 2 | 5 | گهورو واهه جي شاخ. |
| 78. | گهورو واهه | 13 | 15 | نصير واهه جي شاخ. |
| 79. | ڪيسانو واهه | 21 | 14 | نصير واهه جي شاخ. |
| 80. | ڪمال واهه | 2 | 4 | ڪيسانو واهه جو ڪڙيو. |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| .81 | ڇامل واهه | 2 | 4 | ڪيسانو واهه جو ڪڙيو. |
| .82 | ڇامر واهه | 13 | 6 | ڪيسانو واهه جو ڪڙيو. |
| .83 | رامر واهه | 5 | 6 | ڇامر واهه جو ڪڙيو. |
| .84 | مير واهه | 9 | 6 | ڇامر واهه جو ڪڙيو. |
| .85 | غريب واهه | 10 | 10 | ڇامر واهه جي شاخ. |
| .86 | پُرڪي واهه | 5 | 7 | سنڌوءَ مان صاحب لمو، تعلقو هالا، وٽان وهي هلي ٿو، مٽياري ٽپي کي پاڻي ڏئي ٿو. |
| .87 | سرفراز واهه | 77 | 19 | سنڌوءَ مان صادق ميمڻ، تعلقو هالا، وٽان وهي هلي ٿو، مٽياري، نصرپور ۽ کوکر ٽپن کي پاڻي ڏئي ٿو، بيڙي هلڻ جوڳو اونهو آهي. |
| .88 | امامر واهه | 35 | 10 | ڦليليءَ جي شاخ، تعلقو حيدرآباد. |
| .89 | بهرامر واهه | 4 | 9 | امامر واهه جي شاخ. |

## حيدرآباد تعلقو (1876)

| نمبر | واهه جو نالو | ديگهه (ميل) | ويڪر منهن وٽ فٽ | رمارڪ |
|---|---|---|---|---|
| .1 | سرفراز واهه | - | - | هي واهه اصل ۾ هالا ۽ ٽنڊو ڊويزنن جو آهي، هن تعلقي منجهان رڳو لنگهي ٿو. |
| .2 | لِکر واهه | 4 ½ | 9 | سنڌوءَ مان غليمر ڳوٺ وٽان وهي هلي ٿو. |
| .3 | ڦليلي (پراڻو) | 35 | 140 | سنڌوءَ مان غليمر ڳوٺ وٽان وهي هلي ٿو. |
| .4 | ڦليلي (نئون) | 3 | 60 | سنڌوءَ مان ڄامشوري جي ڳوٺ وٽان وهي هلي ٿو. |
| .5 | واڌو واهه | 5 | 6 | ڦليلي (نئون) جو ڪڙيو. |
| .6 | فسادي واهه | 3 | 7 | ڦليلي (نئون) جي شاخ. |
| .7 | سنگت واهه | 2 | 8 | ڦليلي (نئون) جي شاخ. |
| .8 | ڪمال واهه | 5 | 7 | ڦليلي (پراڻو) جي شاخ. |
| .9 | امامر واهه کوکر | 16 | 14 | ڦليلي (پراڻو) جي شاخ. |
| .10 | نور واهه | 13 | 15 | ڦليلي (پراڻو) مان هريجا ڳوٺ وٽان نڪري ٿو ۽ پِنڊو ٽپي کي پاڻي ڏئي ٿو. |
| .11 | سنڌ (ننڍيو) | 2 | 8 | نور واهه جي شاخ. |
| .12 | وهندڙي | 4 | 9 | سنڌ (ننڍيو) جي شاخ. |
| .13 | لُنڊو | 4 | 8 | سنڌ (ننڍيو) جي شاخ. |
| .14 | سِهورو | 5 | 7 | سنڌ (ننڍيو) جي شاخ. |
| .15 | سنڌ (وڏو) | 13 | 14 | ڦليلي (پراڻو) جي شاخ، هوسڙي ٽپي کي پاڻي ڏئي ٿو. |
| .16 | بهاول واهه | 1 ½ | 6 | سنڌ (وڏو) جو ڪڙيو. |
| .17 | خير واهه | 2 | 7 | سنڌ (وڏو) جي شاخ. |
| .18 | ڪرمر واهه | ¾ | 6 | سنڌ (وڏو) جو ڪڙيو. |
| .19 | موري واهه | 3 | 7 | سنڌ (وڏو) جي شاخ. |
| .20 | نصير واهه | 2 | 4 | سنڌ (وڏو) جو ڪڙيو. |
| .21 | اشهد واهه | 2 | 6 | ڦليلي جو ڪڙيو. |
| .22 | امامر واهه هُوسڙي | 9 | 11 | ڦليلي جي شاخ. |

| | | | | |
|---|---|---|---|---|
| 23. | خير واھ جاگير | 1½ | 5 | هُوسڙي جو ڪڙيو. |
| 24. | ڪڙيو قاسم | 2 | 7 | هُوسڙي جي شاخ. |
| 25. | باغ واھ | 5 | 6 | هُوسڙي جو ڪڙيو. |
| 26. | علي بحر واھ | 1 | 5 | هُوسڙي جو ڪڙيو. |
| 27. | هُوسڙي واھ | 4 | 7 | هُوسڙي جي شاخ. |
| 28. | آڏو واھ | 1 | 5 | هُوسڙي جو ڪڙيو. |
| 29. | بندي واھ | 2/3 | 6 | قليلي (پراڻو) جو ڪڙيو. |
| 30. | خير واھ ڪٽڙ | 3 | 7 | امام واھ هُوسڙي جي شاخ. |
| 31. | مير واھ ڪٽڙ | 2 | 7 | هُوسڙي جي شاخ. |
| 32. | چندڻ واھ | 2/3 | 7 | هُوسڙي جي شاخ. |
| 33. | قليلي گُوندر واھ | 1 | 4 | هُوسڙي جو ڪڙيو. |
| 34. | بگهاڙ واھ | 2 | 7 | هُوسڙي جي شاخ. |
| 35. | فريد واھ | 2/3 | 5 | هُوسڙي جو ڪڙيو. |
| 36. | چندڻ دارا | 1 | 12 | سنڌوءَ مان حاجي پارو ڳوٺ وٽان وهي هلي ٿو. |
| 37. | ڪانگن ڪاڏي | 7 | 11 | چندڻ واھ جي شاخ. |
| 38. | مگسي واھ | 6 | 4 | چندڻ واھ جو ڪڙيو. |
| 39. | جِندو واھ | 2½ | 4 | چندڻ واھ جو ڪڙيو. |
| 40. | علي ٿهيم واھ | 2 | 4 | چندڻ واھ جو ڪڙيو. |
| 41. | شيطان واھ | ¾ | 6 | چندڻ واھ جو ڪڙيو. |
| 42. | هزاري واھ | 2 | 4 | چندڻ واھ جو ڪڙيو. |
| 43. | ڪافي واھ | ¾ | 4 | قليلي (نئون) جو ڪڙيو. |

## جهرڪ ڊپٽي ڪليڪٽوريٽ (1876)

| نمبر | واھ جو نالو | ڊيگهہ (ميل) | ويڪر منهن وٽ فٽ | رمارڪ |
|---|---|---|---|---|
| 1. | سَپاھ | 2 | 11 | مکيہ فيڊر آهي. سنڌوءَ مان شاھ ٽيپي ۾ نڪري ٿو، انهي جي وچان وهي ٿو. |
| 2. | خير واھ | 1 | 6 | سَپاھ جو ڪڙيو. |
| 3. | چندڻ | 2 | - | مکيہ فيڊر آهي. سنڌوءَ مان شال ٽيپي ۾ نڪري ٿو، انهي جي وچان وهي ٿو. |
| 4. | چام واھ | 4 | 10 | مکيہ فيڊر آهي. سنڌوءَ مان سونڊا ٽيپي ۾ نڪري ٿو، انهي جي وچان وهي ٿو. |
| 5. | حاجي واھ | 6 | 11 | مکيہ فيڊر آهي. سنڌوءَ مان سونڊا ٽيپي ۾ نڪري ٿو، انهي جي وچان وهي ٿو. |
| 6. | سلطان واھ | 2 | 7 | مکيہ فيڊر آهي. سنڌوءَ مان سونڊا ٽيپي ۾ نڪري ٿو، انهي جي وچان وهي ٿو. |
| 7. | علي بحر | 6 | 13 | مکيہ فيڊر آهي. سنڌوءَ مان سونڊا ٽيپي ۾ نڪري ٿو، انهي جي وچان وهي ٿو. |
| 8. | گهاري | 3 | 6 | علي بحر جو ڪڙيو. |
| 9. | گدڙ واھ | 4 | 12 | مکيہ فيڊر آهي. سنڌوءَ مان سونڊا ٽيپي ۾ نڪري ٿو، انهي جي وچان وهي ٿو. |

نيندڙ اڙل واهه تي، هڪ اهم وسندي آهي. هن جا همعصر ماڳ بولان-منچر نيڪر تي علي مراد، ٽنبو رحيم خان، غازي شاهه ۽ شاهه حسن آهن.

منچر ڍنڍ، پنهنجي سر پاڻ شڪارين جي هڪ جنت، انسان هتان گهٽو آڳاٽن وقتن کان وٺي استعمال ٿيندي هئي، نه رڳو مڇيءَ جي 200 کان قسمن لاءِ پر ٻارهن کان وڌيڪ قسمن جي پرڏيهه مان ايندڙ پکين لاءِ پڻ، جيڪي سياري جي مند ۾ سائيبيريا مان ۽ روس جي ٻين ڍنڍن تان ايندا هئا.

## ٽالمي جي نقشي (150ع) ۾ ڏيکاريل سنڌ جون وسنديون ۽ سندس ويڪرائي ڦاڪن ۽ ڊگهائي ڦاڪن ليکي انهن جا ممڪن نالا

| ٽالمي وارا نالا | اڄوڪا ٽي سگهندڙ نالا |
|---|---|
| اَسِيگراما | اُڄ |
| پَسِيپيدا | سيوهڻ |
| پَرِيسي | سنڌ جو ڪوهستان |
| اوسڪانا | آگزِيڪينَس (ماهوتا) |
| مُوسرنا | مُوسِيڪانا (مُوسِيڪينَس جو ملڪ) |
| بِيناگرا | الور |
| ڪيمِيگرا | الور جي اتر ۾ درياءُ |
| ڪلاڪا | ڪروڪلا (اُپن شاهه؟) |
| باربيري | باربيريڪان (ٻنڀور) ۽ 300ع کان وٺي اڄ تائين ديبل |
| اؤرِندا | وڄٽوٽ |
| پِسڪا | ڏامراهو ۾ ٻوڏي نَل |
| پٽالين | سنڌوءَ جو چوڙ-ٻيٽارو (ڊيلٽا) |
| اَربِتا | ڪوهستان جو ڪيرٿر جابلو سلسلو |
| سِراسترين | سنڌ نارِ (هاٿوڪو رڻ ڪڇ) |
| انبو-سائٿيا | سنڌ (ملتان تائين) |
| پٽالا | برهمڻ آباد |
| پَسِيپيدا جي ڏکڻ ۾ درياءُ | اڙل |

## 3,000 کان 2,300 ق. م دوران اهم وسنديون

هڪ اهم وسندي، ڪوٽ ڏيجي، سنڌوءَ جي الور گارج مان لنگهندڙ چاڙهه تي هئي.

## ساماٽل سنڌو ثقافت جون وسنديون (2,300_1,650 ق. م)

هنن جي نمائندگي موهنجو دڙو ڪري ٿو ۽ هي ساماٽل سنڌو ثقافت جا ماڳ ليکجن ٿا، هنوقت سنڌوءَ جي چاڙهن تي هيٺين هنڌن تي آهن:

- **جُڏير جو دڙو:** بولان-منچر نيڪر تي بلوچستان ۾.
- **ليمي جوٽيجي جو دڙو:** سنڌوءَ جي الهندي چاڙهه تي.
- **وڄٽوٽ:** دِرشادوَتي-سَرَسوَتي-هاڪڙو دريائي سرشتي تي.
- **موهنجو دڙو ۽ لُهَمر جو دڙو:** اتر سنڌ ۾ سنڌو درياءَ جي مُک وهڪري تي.
- **پانڌي واهي، علي مراد، ٽنبو رحيم خان، غازي شاهه، شاهه حسن، سيوهڻ ۽ آمري:** بولان-منچر-اڙل نيڪر سرشتي تي.
- **ڪوٽ ڏيجي:** سنڌوءَ جي الور مان لنگهندڙ چاڙهه تي.
- **پوڪڻ، ٽؤنگ، ڪجور، شاهه جو ڪوٽڙيو، ڪوهتراش، عارب جو ٿاٿو، عثمان ٻُني، جهنگڙي، ٻچاٽي ۽ ڏِسوئي:** سنڌوءَ جي هڪ سهڪاري ٻارڻ تي.
- **نوهٽو:** دِرشادوَتي-سَرَسوَتي-هاڪڙو دريائي سرشتي تي.

ريٽي-هاڪڙو-دِرشادوَتي-سَرَسوَتي سرشتي جي پاسن سان سکر ۽ خيرپور ضلعن ۾ اڻ ڇڪاسيل ماڳن جو هڪ وڏو انگ.

## پرکندڙ سنڌو ثقافت دوران وسنديون

- **جهُڪر:** سنڌوءَ تي.
- **جهانگار:** منچر ڍنڍ تي.

## سنڌ ۾ 500 ق. م کان 200 ق. م دوران وسنديون

- **الور:** الور گارج تي سنڌوءَ جي اپرندي چاڙهه تي ۽ مُوسِيڪينَس جي راڄڌاني.
- **ماهوتا:** سنڌوءَ جي مُک وهڪري تي.
- **پٽالا** (برهمڻ آباد): جنهن جي ڳالهه 450-400 ق. م ڌاري لکيل پاڻيٽي جي سنسڪرت ٻوليءَ واري گرامر ۾ برهمڻڪا سڏي ڪيل آهي، سنڌوءَ جي اپرندي چاڙهه تي هو.
- **سکر:** سنڌوءَ جي مُک وهڪري تي، پاڻيٽيءَ هن کي ساڪارا ڪري ٿي ڄاتو.
- **سڪندري بندرگاهه** (ٻنڀور يا باربيريڪان): سنڌوءَ جي الهندي چوڙَ-چاڙهه تي.
- **سيوهڻ:** بولان-منچر-اڙل نيڪر جي اڙل چاڙهه تي.

## سنڌ ۾ 200 ق. م کان 100ع دوران وسنديون

- **الور:** الور گارج تي سنڌوءَ جي اپرندي چاڙهه تي.
- **سَدُوسڻ** (سيوهڻ): سنڌوءَ جي اڙل چاڙهه تي.

## نقشو نمبر 72

# 100 _ 750ع
# سنڌ جا شهر

### ڏسٽي

1 انوقت موجود شهر
2 انوقت قتل شهر
3 سنڌوءَ جو هاٽوڪو وهڪرو
4 750 — 100ع ۾ سنڌوءَ جا وهڪرا
5 نوان شهر
6 پراڻن ماڳن تي نوان شهر



- **مِيناگرا يا پٽالا** يا بِيناگرا: سنڌوءَ جي ايرندي ڇوڙَ-ڇاڙهه تي.
- **باربيريڪان** (پنپور)؛ سنڌوءَ جي الهندي ڇوڙَ-ڇاڙهه تي.
- **عربي سمنڊ**: ايريٿرائي سمنڊ (ڳاڙهو سمنڊ) سڏبو هو.
- **رني ڪوٽ قلعو**: سڪيءَ ۽ درياءَ رستي حملن کان بچاءَ لاءِ، سنڌوءَ جي وهڪري کان 35 ميل پري اولهه پاسي اڏيو ويو.

## 100 کان 750ع، سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهه ۽ بولان-منڇر-اڙل نيڪر تي شهر

- ليمي جو دڙو، ليلا جي ماڙي، پانڌي واهي، سِيسام (شاهه حسن)، ٽنڊو رحيم، غازي شاهه، علي مراد، سيوهڻ، ڏامراهو ۽ ماهوٽا.
- الور گارج مان لنگهندڙ سنڌوءَ جي ايرندي ڇاڙهه تي شهر: لِڪاٽي، ماٿيلو، هَڪڙا، ڪوٽاسر ۽ ڪوٽ ڏيجي.
- سنڌوءَ جي مُک وهڪري تي شهر: ساڪارا (سکر)، دربيلو، نُل مير رُڪڻ، ڪوٽ لالو، ڏيپر گهانگهرو ۽ برهمڻ آباد.
- سنڌوءَ جي ايرندي ڇوڙَ-ڇاڙهه يا ايرندي پُراڻ تي شهر: ڏِليا (ميرپورخاص).
- هاڪڙي (سنڌوءَ يا ستلج جي اُتل) تي شهر: وجهوٽ، ٿر، امرڪوٽ ۽ نئون ڪوٽ.
- سنڌوءَ جي الهندي ڇوڙَ-ڇاڙهه تي شهر: سڏيرڻ جو دڙو، راوڙ، ٻڌ جو ٽڪر، ڪِڙڪوٽ، شاهه حسين، ٺري گُجو، پير پٺو، جهرڪ ۽ نيرون (نيرون جو هنڌ حيدرآباد ناهي، پر انهي کان 10 يا 15 ميل ڏکڻ پاسي ۽ ٽنڊي محمد خان کان مٿئين پاسي گنجي ٽڪر جي پاڙ ۾ ٽڪرين جي ڏاکڻي ڪور تي ڪو هنڌ ٿي سگهي ٿو). درياءَ سورهن ميلن کان وڌيڪ اوير پاسي پئي وهيو، ان جو پاڻي نيرون تائين پهچڻ ممڪن نه هو، ڇو ته زمين جي لاهوندي ابتڙ هئي. تنهنڪانسواءِ حيدرآباد شهر ۽ ان جي ير پاسي ٿيل وڏي پئماني تي کوٽائيءَ مان پڻ ڪنهن آڳاٽي وسنديءَ جا اهڃاڻ نه مليا آهن.
- ٻارڻ نيڪر سرشتي تي شهر: ٺوُنگ، پوڪڻ، جهنگڙي ۽ ڏِسوئي.
- عربي سمنڊ انهن ڏينهن ۾ بحر فارس (ايراني سمنڊ) سڏبو هو، ڇو جو ايران جا واپاري جهاز سمنڊ تي ڇانيل هئا.

## 700 کان 1000ع دوران وسنديون

سڪار وارن ڏينهن دوران سنڌو درياءَ ٻيهر پير ڄمايا هئا ۽ سنڌ جي زرعي معيشت تي تمام گهڻو مهربان ٿي ويو هو. سنڌوءَ جو هڪ ايرندو وهڪرو اٽڪل 1000ع تائين الور گارج مان پئي لنگهيو، تڏهن درياءَ سڄو بکر گارج مان لنگهي بگهرور (روهڙي ۽ بکر-سکر) کي اهميت ونرائي ڇڏي هئي. سنڌو درياءَ جي الهندي ڇاڙهه، جيڪا بيگاري واهه جي پيٽ تان پئي نڪتي ۽ سنڌ ڪَسَ مان پئي لنگهي، تنهن پڻ شڪارپور ضلعي ۾ رستم ويجهو الهندي ناري جي پيٽ تان هڪ ڇاڙهه ڇڏي ۽ پاڻ پنهنجي ماءُ ڇاڙهه سان ڪَڪَڙ ويجهو وڃي گڏي ۽ اتان پوءِ منڇر ڍنڍ ڏانهن هلي وئي. مُک ڌارا تي بکر گارج ڇڏڻ کان پوءِ نُل مير رُڪڻ ۽ ڪلاري هئا ۽ اها هاٿوڪي نوابشاهه جي اولهه ۾ انجنيئرنگ يونيورسٽيءَ ويجهو لنگهندي هئي. انهي پڻ اولهه پاسي هاٿوڪي روهڙي ڪئنال جي پيٽ تان ڪنڊياري کان سعيدآباد تائين هڪ منگلي ڇڏي هئي.

ڏکڻ سنڌ جي ايرندي ڇوڙَ-ڇاڙهه نُل مير رُڪڻ جي اتر وٽان هلي ۽ برهمڻ آباد انهي کان اولهه ۾ هو. انهي ايرندي پُراڻ ۾ وڃي پيچڙي ڪئي. مُک ڇاڙهه جهرڪ کان ٽيهه ميل ڪن اوير ۾ ورهائجي پئي وئي ۽ انهي جي الهندي ڇوڙ-ڇاڙهه گُجي ۽ ديبل ويجهو پئي لنگهي. مُک ڇاڙهه لڳ ڀڳ هاٿوڪي وهڪري سان پوروڇوٽ پر ٽيهه ميل اوير ۾ پئي هلي. سنڌوءَ جي ڪوڙ سارين ڇاڙهن زرعي تيزي ۽ خوشحالي آندي، جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ ۾ هبارين جو آزاد راڄ گهراڻو اسريو.

باربيرڪان جو واپار حقيقت ۾ 100ع ڌاري واپاري وائن جي ليي پوڻ ۽ ڳاڙهي سمنڊ کان هندستاني سامونڊي ڪنڌين وارن بندرن تائين سڌو واپار هلي پوڻ ڪري گهٽجي چڪو هو. انهي کي وري اهميت اتي ايراني يهودين جي آباد ٿيڻ ڪري ملي ۽ ساساني سلطنت جي اسرڻ سان سنڌ سان باربيريڪان (جنهن جو نالو يهودين جي سِنِگاگ يا ديول جي ڪري ڦري ديبل ٿيو) رستي واپار ۾ واڌارو آيو. سنڌ سان واپار جي نتيجي ۾ ٿر مان پڻ مال سنڌ نارِ تي نهيل ننڍڙي بندر پاري نگر رستي پرڏيهه وڃڻ لڳو. هن بندر تان واپار گهڻي ڀاڱي پاري نگر ويجهو لوڻ ڪاٽين مان نڪرندڙ لوڻ جو ٿيندو هو ۽ انهي کان سواءِ ٿر جي ڳائي، ماهيي، اوني، ريدي ۽ ٻاڪري مال ۽ ديبل مان سنڌوءَ جي پَٽن جي سوٽي ڪپڙي، چانورن، نِير ۽ تيلي ٻجن جو واپار پڻ ٿيندو هو. ڪنڊ ايران ڏانهن دوا تي ويندي هئي ۽ پُست مان نهندڙ شيون، آفيم سميت، پڻ دوائون تي ويندڙيون هيون.

## هن بندر تان ڏيساور ويندڙ ڪوهستان جو مال

سنڌ جو وڏو ڌرم ٻڌ مت هو ۽ ٿر ريگستان جي ڏکڻ-ايرندي وارن ڀاڱن جو جين مت. واپار واپاري طبقي کي سکيو ستابو بڻايو، جن ٻوڏي نُل ۽ جيني مندر اڏڻ لاءِ دان ڏنو. ويراواهه ۽ نگرپارڪر پڻ سنڌ نارِ مٿان وڌيا ويجهيا، جنهن کي پڻ پاڻي لوٽي درياءُ رسائيندو هو. ڪيترن ئي نون شهرن جو وسڻ سنڌو درياءَ جي ڪي قدر جٽاءُ ڪري وهڻ جو نتيجو هو، جنهن جي ڇوڙَ-ٻيٽاري جو منڍ 500ع ڌاري هاٿوڪي شهدادپور ويجهو هو. ايرندي ڇوڙ-ڇاڙهه تي ڏيپر گهانگهرو (جهول)، برهمڻ آباد، ڏِليا (ميرپورخاص وارو نُل) ۽ نئون ڪوٽ شهر هئا. وچين ڇوڙ-ڇاڙهه، جيڪا ٽن ڏينهن ۾ مُک ڇاڙهه هئي، تنهن جهرڪ ويجهو لنگهي ڪينجهر ڍنڍ کي پاڻي تي رسايو، جنهن تي جهِم (هاٿوڪو جهِمپير) گُجو ۽ ديبل جا اهم شهر هئا.

سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهه، جيڪا منجر ڍنڍ ڏانهن ٿي وئي، تنهن مٿان ڏامراهو جو اهم شهر هو. وچٽوٽ، ماٽيلو ۽ ڊرب ڏيٽاڙي هاڪڙي مٿان هئا، جيڪو سڪي چڪو هو، پر ٻوڏ واري مند يعني جولاءِ ۽ آگسٽ ۾ سنڌوءَ ۽ ستلج جي اٿل جو پاڻي آيس پئي. بکر، الور ويجهو هڪ ننڍڙي وسندي هئي ۽ سنڌوءَ جي الور گارج مان لنگهندڙ اپرندي ڇاڙهه مان ايندڙ پاڻيءَ جي آسري هئي. سنڌو درياءَ جي وهڪري ۾ لاڙ سنڌ ۾ 700ع ڌاري آيل ڦيري انهي علائقي جي ڪيترن ئي اهم شهرن کي ڪنهن ڪم جو نه ڇڏيو، جيڪي انهي کان پوءِ غير اهم وسنديون ٿي موجود رهيا. ساڳيو ئي حشر نئين ڪوٽ، ڏَليا، نيرون ڪوٽ، جهرڪ ۽ سڏيرڻ جي دڙي جو ٿيو.

### ڏهين صدي عيسوي جا شهر ڏيکاريندڙ ٽيبل _ ابن حوقل ۽ اِستخري مطابق _ انهن جا هنڌ ۽ هاڻوڪا نالا

| ڏهين صديءَ جي عرب ليکڪن مطابق نالا | هاڻوڪا نالا |
|---|---|
| سَدُوسڻ | سيوهڻ |
| ال-رُر | الور |
| ڪلاري | ديهه ڪلاري (ضلعو نوابشاهه) ۾ ٿُل ماڳ |
| منصوره (عربن اٺين صديءَ ۾ هن جو نالو مٽائي اهو رکيو) | برهمڻ آباد |
| نيرون | نيرون، حيدرآباد واري هنڌ تي ناهي، ڏهه کان پندرهن ميل ڏکڻ-الهندي پاسي گنجي ٽڪر جي پاڙ ۾ آهي. |
| بحرِ فارس (ايراني سمنڊ) | عربي سمنڊ |
| بانيا (بائضا) | ڪاهو جو دڙو جو ٿُل ماڳ يا ڏَليا جو ٿُل ماڳ |
| منجاباري | منگهوپير |
| ديبل | ڀنڀور |
| جهِمر | جهمپير |

### 1000 کان 1500ع دوران وسنديون

ڏهين صديءَ کان تيرهين صديءَ جي پڇاڙيءَ تائين درياءَ پنهنجو وهڪرو برهمڻ آباد جي ويجهو اوڏو ۽ ان کان هيٺ گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڀيرا مٽايو، تنهنڪري سومرن کي پنهنجي راڄڌاني ٽي ڀيرا لڏائڻي پئي: منصوره (برهمڻ آباد) کان ٿري (ماتلي تعلقي ۾ ٿُل ماڳ)، اتان محمد تُور (جاتيءَ کان پنج ميل اتر ۾ ٿُل ماڳ) ۽ اتان ٺٽو. برهمڻ آباد کي محمود غزنويءَ 1026ع ۾ باهه ڏئي ساڙيو ۽ اهو انهي وقت کان وٺي ٿٽو پيو آهي.

ديبل (ڀنڀور) کي خوارزم شاهه 1224ع ۾ باهه ڏئي ساڙيو هو ۽ پاري نگر کي پڻ انهي ئي انهن ڏينهن ۾ ساڙيو. هاڪڙي ۾ ايندڙ اٿل جو پاڻي پڻ گهٽجندو ويو ۽ وچٽوٽ واري وسندي ٿٽڻ لڳي. آبي ڦيرن هنن پنج سو سالن ۾ لاڙ سنڌ ۾ ڪيترين ئي ننڍيون ڇاڙهون وهايون، جنهن جي نتيجي ۾ ڇانورن جي پوک ۽ مڇيءَ جي آسري ڪيترين ئي نيون وسنديون وسيون. اهڙيون هڪ سو کان وڌيڪ وسنديون ڳولي هٿ ڪيون ويون آهن ۽ پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 8 ۾ رپورٽ ٿيون آهن. سنڌوءَ جي الهندي ڇاڙهه مٿان اتر سنڌ ۾ سومرن جو هڪ سهڻو شهر جٽاڻي وسيو، جنهن جا ٿُل آثار انهي ئي نالي واري ديهه ۾، تعلقي وارهه ۾، وارهه شهر کان رڳو ٻه ڪلوميٽر اولهه پاسي موجود آهن. (ويجهڙ ۾ منهنجو هنن آثارن تي وڃڻ ٿيو، آثارن ويجهو وسيل جٽاڻي ڳوٺ ۾ رهندڙ ڊاڪٽر علي اڪبر قريشيءَ وٽان خبر پئي ته آثارن واري ٻني پوک لاءِ الاٽ ٿي وئي ۽ هاڻ اتي پوک پئي ٿئي - سنڌيڪار)

سنڌوءَ جي مُک ۽ وچين ڌارا راڌڻ جي سامهون هڪ ڇاڙهه ڇڏي ۽ ماها ڍنڍ جي وچان لنگهي ڪَڪَڙ، باغبان، ڦاڪا، پان، سمتاڻي، ريل ۽ آراضيءَ وارو لنگهه ورتو ۽ وري سنڌوءَ سان وڃي گڏجي سيوهڻ ۽ ٽلٽيءَ جي وچ تي هڪ تمام وڏي ڍنڍ ناهي ڇڏيائين. هن ڇاڙهه ميهڙ، خيرپور ناٿن شاهه، دادو ۽ جوهي ۽ سيوهڻ تعلقن جي اوڀارين پاڳن کي چوڏهين ۽ پندرهين صدين ۾ سنڌ ۾ سڀ کان وڌيڪ اهم علائقو بڻائي ڇڏيو.

1300ع ڌاري سنڌوءَ جي لاڙ سنڌ ۾ الهندي چوڙ-ڇاڙهه پنهنجو ڪلري واهه وارو پيٽ ڇڏيو ۽ مٿس وسيل وسندي ساموئي ٿٽي وئي. ديبل جي جاءِ هڪ نئين بندر لاڙي (لاهري) ورتي. سنڌ نارِ سڪي وئي ۽ انهي کان اڳتي اها ڪڇ جو رڻ ڪونجڻ لڳي. برهمڻ آباد ۽ الور اڳيئي يارهين صديءَ جي منڍ کان ٿٽي چڪا هئا ۽ انهن جي داستانوي دلو راءِ جي بڇڙاين جي ڪري ٿٽڻ واريون لوڪ ڪهاڻيون هليون پئي. ڪلان ڪوٽ گهڻو ڪري چوڏهين صديءَ ۾ ٺٽي سان گڏ نهيو. شاهه ڪپور (محمد تُور) کي درياءَ جي چوڙ-ڇاڙهه گونگڙو 1300ع ڌاري ڪنهن وقت ڇڏي وئي. اٽڪل 1351ع ڌاري جٽاڻي اڳ ئي ٿٽي چڪو هو. انهي کي ٿي سگهي ٿو سمن ساڙيو هجي، جن سومرن کي بيدخل ڪرڻ لاءِ وڏو ڏاڍ ڪيو.

### 1500 کان 1550ع ۾ وسنديون

ڪو وڏو ڦيرو نه آيو سواءِ ان جي ته مُک ڌارا، جنهن درٻيلي جي اتر وٽان راڌڻ جي سامهون پنين صديءَ ۾ هڪ منگلي ڇڏي هئي، مُک وهڪرو بڻجي وئي ۽ درياءُ راڌڻ جي سامهون کان آمريءَ تائين پنهنجو پيٽ ڇڏي ويو. پاٽ، آراضي ۽ بختيارپور جا شهر، جيڪي انوقت کاٻي ڪپ تي هئا، سي هاڻ ساڄي ڪپ تي آهن. پراڻي پيٽ جا نشان ماهاء سُتيارو، جاڪپري،

پير ڳُٺيو ۽ ٽلٽي نالي ڍنڍن جي قطار جي روپ ۾ ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهي پڻ ميهڙ، ڪَڪَڙ، دادو ۽ سيوهڻ حويليءَ کي شاهوڪار تعلقا بڻايو. ساڳي طرح سان بدين (چاچڪاڻ)، جوڙَ-ٻيتاري (ڊيلٽا) واري علائقي ۾ ريڻ درياءَ تي، سنڌ جو هڪ اهم ۽ شاهوڪار علائقو هو.

## 1550 کان 1700ع _ آخري برفاني جُڳ

هي عرصو آخري برفاني جُڳ جو هو، جنهن ۾ هماليه ۾ برف نہ رڳو اٽڪل پندرهن کان ٽيهه ڏينهن دير سان پئي پگهري، پر پاڻيءَ جو مقدار بہ گهٽجي ويو هو. ٻوڏ جي مند ۾ پڻ دير پئي ٿي ۽ نتيجي طور درياءَ ۾ چوٽ وهڪرو گهٽجي ويو هو. انهي ڪري درياءَ پنهنجو وهڪرو نہ مٽايو، سواءِ دربيلي کان مٿئين پاسي واري منگليءَ جي، جنهن کي 1542ع کان سنڌ پوءِ ڇڏي ويو. ڪو نئون شهر نروار نہ ٿيو. پوڪي گهٽجي وئي، ننڍيون وسنديون ڦٽي ويون ۽ وڏيون وسنديون آباديءَ ۽ سائيز ۾ ننڍيون ٿي ويون. ڏڪار وري وري اچڻ لڳا. وڏيون وسنديون ڦٽل ڦٽل حالت ۾ هلنديون رهيون. ڪجهه اهم شهر، جيڪي هن عرصي دوران تَر جي قبيلن جي پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ حقيقي طور آزاد ٿي وڃڻ ڪري اسريا، سي هئا: شڪارپور ضلعي ۾ شڪارپور، خيرپور ناٿن شاهه تعلقي ۾ ڳاڙهِي ۽ 1650ع ڌاري دادو ضلعي ۾ دادو شهر کان اٺ ميل ڏکڻ ۾ شڪارپور. هنن نين وسندين جي وسڻ جو ڪارڻ اهو هو تہ سنڌوءَ جي ڪجهه اهم پراڻن پيٽن کي واهن جو روپ ڏنو ويو هو. لاڙڪاڻو، گهاڙ واهه مٿان سورهين صديءَ جي اهڙي ئي هڪ وسندي هئي.

يورپ جو واپار پکڙيو ۽ پورچوگيزن، انگريزن، ڊچن (هالينڊ ۾ رهندڙ جرمن قوم) ۽ فرانس وارن سان واپار جا ڳڙهه وڌيا ويجهيا ۽ پکڙيا. اهڙا اواپاري هنڌ هئا: سکر، روهڙي، دربيلو، سيوهڻ، بوبڪ، نصرپور، ٺٽو، جهرڪ، هالا ۽ لاڙي بندر، جتي پورچوگيزن هڪ قلعو جوڙيو ۽ هڪ گرجاگهر اڏيو. انگريزن ٺٽي ۾ هڪ ڪارخانو ناهيو. لاڙي بندر پنهنجا ماڳ مٽائيندو رهيو ۽ سترهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ نئون بندر، اورنگا بندر (اورنگزيب جي نالي سان) ٺهيو. اهو پڻ ٿورو عرصو هليو ۽ شاهه بندر مٿس سرسي ڪري ويو.

## 1701 کان 1758ع ۾ وسنديون

هي آخري برفاني جُڳ جي وچ تي گرميءَ وارو ٿورو عرصو هو. ڪلهوڙن ريجاڻي اٽڪل 1.0 ملين ايڪڙن کان 2.1 ملين ايڪڙن تائين وڌائي ۽ آبادي 1.5 ملين کان 3.0 ملين تائين وڌي وئي. نوان شهر جهڙوڪ شهدادڪوٽ، قمبر، وارهه، ميهڙ، خيرپور ناٿن شاهه، ميرپورخاص، خداآباد نئين (هالا ويجهو)، شهدادپور، نوشهرو فيروز، ٽرڙي، فتح ڳڙهه (جيڪب آباد)، جوهي، دوست علي، رتن ديرو (رتو ديرو)، وڳڻ وغيره وسي نروار ٿيا. دادو تعلقي ۾ شڪارپور جو نالو ڦري خداآباد پيو ۽ ڪلهوڙن جي سنڌ جي راڄڌاني بڻجي وئي. هن عرصي دوران ننڍڙ ٻيا شهر هئا: خيرپور ميرس، پريا، سڌوجا، مورو، کهڙا، سڪرنڊ ۽ ٽنڊو آدم.

## 1758 کان 1843ع ۾ وسنديون

1758ع ۾ سنڌوءَ جي مُک ڌارا هالا ويجهو پنهنجو وهڪرو مٽايو، جنهن تان اهو پنج ڪن صدين کان وٺي وهندو پئي آيو ۽ مٿس وسيل پراڻن شهرن کي ڇڏي ويو. انهن منجهان ڪجهه اهم هئا: اڏيرولال، نصرپور، شيخ پرڪيو، تاجپور، اگهمر، نري، جوڻ، فتح باغ، ٽلٽي، تلهار ۽ بدين. سندس الهندي جوڙ-ڇاڙهه تي هئا: جهوڪ، بنورو، پير پٺو، شاهه بندر، ٺٽو، ڪلان ڪوٽ ۽ ساڪرو. اهي گهٽ اهم شهر ٿي هلندا رهيا. نئون وهڪرو هاٿوڪي پيٽ تي حيدرآباد-ڪوٽڙي گارج جي وچان ٺهيو. انهي تي نوان شهر وسيا ۽ ڪجهه پراڻن شهرن پڻ ٻيهر اهميت ماڻي. نوان شهر حيدرآباد، ڪيٽي بندر، سجاول ۽ ٽنڊو محمد خان هئا. پراڻين وسندين جهڙوڪ ٻڍاپور ۽ سونڊا نئين سر اهميت ماڻي. نئين ديري، لکي، جوڻي ديري ۽ ڳڙهي خيري پڻ اهميت ماڻي.

جيئن تہ هڪ ملين ايڪڙ ٻني هالا کان ڏکڻ پاسي ويران ٿي چڪي هئي، تنهنڪري ٻارهينءَ کان پندرهين صدين تائين آڳاٽين يعني سومرن ۽ سمن جي جُڳ جي ننڍين وسندين جو هڪ وڏو انگ لاڙ سنڌ ۾ برباد ٿي ويو. لاڙ سنڌ ۾ قبيلن جون تمام وڏيون بغاوتون ۽ سياسي وڳوڙ ٿيا، جيڪي ٽالپرن جي اسرڻ جو ڪارڻ بڻيا، جن ويران علائقن تائين پاڻي پهچائڻ لاءِ هوريان هوريان واهه اڏيا ۽ ٻنيون پاڻ ۾ ورهائي ڪنيائون. نيون ٽالپر-بلوچ وسنديون، عام طور تي ٽنڊا سڏجندڙ، وسيون. ٽنڊو مري، ٽنڊو الهيار، ٽنڊو جام، ميرپورخاص، ٽنڊو باگو، ٽنڊو محمد خان، ٽنڊو غلام علي ۽ ٽنڊو قيصر انهي قيري جو نتيجو آهن ۽ انهي جُڳ جا آهن. ريڻ درياءَ کي پاڻي ڦليلي چاڙهه رسائيندي هئي، جنهن کي اڳتي هلي ڦليلي واهه بڻايو ويو. درياءَ سدائين ٻيڙين جي اچ وڃ لاءِ ڪم ايندو رهيو آهي ۽ دريائي بندر مناسب هنڌن تي مٿانهن ماڳن تي درياءَ مٿان ٺهندا ۽ وڌندا ويجهندا رهيا آهن. جيڪڏهن اهي پائجي ويندا هئا تہ ڪا نئين وسندي ساڳئي ئي نالي سان ساڳئي ئي ڪم لاءِ ڪنهن ويجهي مٿاهين هنڌ تي ٺهي ويندي هئي. مانجهند، ٻڍاپور ۽ انڙپور اهي شهر هئا، جيڪي پائجي ويا، ڦٽي ويا ۽ ٽي يا چار ڀيرا وري اڏيا.

جيئن تہ پوکيءَ هيٺ ايراضي 2.1 ملين ايڪڙن مان گهٽجي 0.9 ملين ايڪڙ وڃي بچي ۽ جيئن تہ راڄ گهراڻا ۽ بلوچ سردار، جن جي قبضي هيٺ ٻني هئي، ابي ڏاڏي آبادگار نہ هئا، تنهنڪري انهن زراعت ڏانهن ڌيان نہ ڏنو ۽ ماڻهن جو زور مال ڌارڻ ۽ چارڻ تي هليو ويو. ٿر ۽ ڪوهستان جون ٻنيون انهي ڪم لاءِ ڪم آيون ۽ انهن ٻن علائقن ۾ نيون وسنديون وسيون. پاڳن سان اسان وٽ سامهون 1855ع جو 504:1، 480، ڪاڇي تي سنڌ جو هڪ

نقشو نمبر 73

# 1000 _ 1525ع

## سنڌ ۾ سومرن ۽ سمن جا شهر

(ٻاگو پهريون - اتر سنڌ)




ڏسڻي

1 1000-1525ع دوران موجود شهر
2 ڦٽل شهر
3 سنڌو درياءَ جو هاڻوڪو وهڪرو
4 سنڌوءَ جا 1000-1525ع ۾ وهڪرا طبعي سروي مطابق
5 1000-1525ع ۾ ممڪن وهڪرا اڏامندي ڇڪيل تصويرن مطابق
6 سنڌو درياءَ جي الهندي واهه جا 1000-1525ع ۾ ممڪن وهڪرا
7 هاڻوڪا ضلعي دنگ




سمن جي راڄ هيٺ
ڪڇي سبي پرڳڻو
جيڪب آباد
فتحپور
راڄ هيٺ
اُچ پرڳڻو سمن جي
اباوڙو
ميرپور ماٿيلو
وڄڻوٽ
دِربِ ڏيتاڙي
سکر
هڪڙا
سکر
روهڙي
الور
مديجي
لاڙڪاڻو
ماهوٽا
لاڙڪاڻو
جهڪر
پريالو
ٻيرلو
هاڪڙو درياهه
ليمي جو دڙو
جٽائي
موهن جو دڙو
ڪوٽ ڏيجي
بروهي قبيلا سمن جي راڄ هيٺ
ماها ونڊ
پاٽ
دربيلو
قلجي
باغبان
خيرپور
پانڊي واهي
نوابشاهه
ٽل مير رُڪڻ
منجر ونڊ
باجاڙ جهانگار
ڏيرڻ
ٻڄيري
دادو
لڪي
آمري
نٽ ولي محمد
نٽ
ڪنائي
ننگر
سن
سانگهڙ
صابو راهو
ٻگي
هالاڪندي
پوهري
(پوهريون)
ڏيپر گهانگهرو
برهمڻ آباد
ڪانيو جبل
اويس قرني
پوڪران لانڊي
ڪرچات
بلوچستان سمن جي راڄ هيٺ
ميڙ
جو
راجپوتن
سوڍن
67
68
69
70
71
26
27
28

ايم. ايڇ. پنهور جي نگرانيءَ هيٺ ٺهيل

تفصيلي نقشو آهي، جيڪو ٿر ۽ ڪوهستان ۾ ننڍين وسندين جو هڪ وڏو انگ ڏيکاري ٿو ۽ انهن ڪان پوءِ اچن ٿيون درياءَ جي ڀنهي ڪپن واريون وسنديون، جن پتڻن يا بندرن جو ڪم پئي ڏنو. لسٽ تمام وڏي آهي. 1843ع ۾ 729 ڪن واهه هئا، جن مجهان گهڻا سڏا سنڌوءَ مان ٿي وهي هليا. انهن واهن جي منڍن وٽ بندر ۽ شهر هئا ۽ ڪن ٻن واهن جي وچ تي پڻ شهر هئا. انهن بندرن تي ڪجهه گهريلو ننڍا ڪارخانا ۽ گدام ٺهي ويا. ٽالپرن جي دور جو هڪ اهم ڏيک، سومرن جي دور وانگر، اهو هو ته حيدرآباد کان ڏکڻ پاسي لاڙ سنڌ ۾ وسندين جي اوسر ٿي، جتي انهن نون واهن تي گهڻو ڌيان ڏنو ۽ وڏيون ايراضيون مال جي چرڻ (پَن چَر) جون رَکون بڻائي ڇڏيائون، ڇو ته اتي گاهه پلا ٿي ٿيا. (ان قسم جون رَکون ٺٽي ۽ ڪراچيءَ سميت ڪجهه ميناهٽي علائقن ۾ ويجهي ماضيءَ تائين هيون، جيڪي رَکَ (سنپال) ڪرڻ وارا مال ڪاهي ايندڙ مالوندن کي ڪجهه رقم "پَن چَرِيءَ" عيوض مال چارڻ لاءِ ڪجهه ڏينهن لاءِ ڏيندا هئا - سنڌيڪار)

## 1850 کان 1960ع ۾ وسنديون

وسندين جا انداز 1860 ڪان پوءِ متجڻ لڳا جڏهن انگريزن نون واهن کي وڌائڻ ۽ سڌارڻ شروع ڪيو. اڳلن چاليهن سالن ۾ ريجاڻي ايراضي 1843 واريءَ کان ٽيڻي ٿي وئي ۽ 1955 تائين انهي کان ٻه ٻيڻي ٿي وئي. سنڌ جي آبادي 1910 تائين ٻيڻي ٿي چڪي هئي ۽ 1941 ۾ 1843 واريءَ کان ٽيڻي ٿي وئي. انهي سان ريجاڻي علائقن ۾ وسنديون وڌيون، ٿر ۽ ڪوهستان مان ريجاڻي ميداني علائقن ڏانهن لڏ پلاڻ ٿيڻ ڪري اتي ڌنار گهٽجي ويا.

## ريلوي لائينن وسندين جا انداز مٽايا

ريلوي لائينون اچ وڃ جي ذريعن ۾ هڪ نئون انقلاب هيون. سنڌ جي الڳ الڳ پاڱن ۾ ريل گاڏين جي هلڻ جون تاريخون هيٺين ٽيبل ۾ ڏنل آهن:

| کلڻ جو سنہ | ريلوي سيڪشن | ميل | رمارڪ |
|---|---|---|---|
| 13-05-1861 | ڪراچي شهر - ڪوٽڙي | 104.90 | |
| 15-05-1861 * | ڪراچي شهر - ڪراچي ڇانوڻي | 2.30 | |
| 01-10-1878 | راڌڻ - رُڪ | 64.25 | |
| 01-10-1878 | سکر کان سکر-حبيب ڪوٽ ري-الائنمينٽ جي شروعات ميل 5.124 تائين | 2.45 | |
| 08-10-1878 | ڪوٽڙي - لڪي شاهه صدر | 75.52 | |
| 27-10-1878 | لڪي شاهه صدر - راڌڻ | 70.48 | |
| 02-05-1880 | حبيب ڪوٽ - ميل 22.79 سبي | 128.53 | |
| 27-03-1889 | روهڙي - سکر | 2.67 | |
| ——1889 | روهڙي کان روهڙي - پنو عاقل ري-الائنمينٽ جي شروعات ميل 297.50/آر | 0.66 | |
| 18-08-1892 | حيدرآباد - شادي پلي | 54.97 | |
| 15-11-1896 | ڏيتا - روهڙي | 180.70 | |
| 20-06-1897 * | ڪراچي ڇانوڻي - پپري | 20.78 | |
| 30-06-1897 * | ڪياماڙي - ڪراچي شهر | 3.06 | |
| 03-05-1898 * | پپري - ڪوٽڙي | 81.82 | |
| 25-05-1900 | ڪوٽڙي - حيدرآباد | 5.29 | |
| 15-08-1904 | حيدرآباد - بدين | 61.75 | حيدرآباد-بدين پهرين مهاڀاري جنگ دوران ڊهي وئي هئي، ٻيهر ٺاهي وئي ۽ ٻن قسطن ۾ 9 جنوري 1922 ۽ 13 مئي 1922 تي کولي وئي. |
| 03-04-1907 * | ريتي - خانپور | 62.17 | |
| 01-06-1907 | روهڙي - ريتي | 71.33 | |
| 18-04-1907 | جمڙائو - جهُڏو | 49.96 | |
| 28-03-1910 | حيدرآباد - ڏيتا | 4.50 | |
| 01-01-1912 | ميرپورخاص - ڪڏڙو (سوڙهي پٽي) | 49.43 | |

| | | | |
|---|---|---|---|
| 21-06-1912 * | جانوري - روهڙي | - | |
| 01-04-1913 * | ڳِدو - حيدرآباد | 3.71 | |
| 11-12-1914 | جيڪب آباد - ڪشمور | - | |
| 01-07-1915 | حيدرآباد - شهدادپور | 45.39 | |
| 27-11-1919 * | شهدادپور - نوابشاهه | 26.07 | |
| 25-02-1920 * | نوابشاهه - ڪوٽ لالو | 31.29 | |
| 20-05-1930 | پڊعيدن - ٿاروشاهه - محرابپور | 43.77 | |
| 10-12-1931 | ٽنڊو آدم - سڪرنڊ - نوابشاهه | 54.05 | |
| 10-12-1931 | سڪرنڊ - ٿاروشاهه | 66.20 | |
| 29-07-1940 | لاڙڪاڻو - جيڪب آباد | 83.98 | |
| 16-04-1946 | رُڪ - حبيب ڪوٽ | 4.95 | |
| 16-04-1946 | ميل 5.124 - حبيب ڪوٽ ميل 20-29 | 15.16 | |
| 16-04-1946 | 297.50 /آر کان روهڙي - پنو عاقل ري-الائنمينٽ جي پڇڙي ميل 312.81 تائين | | |
| 12-10-1956 | جيڪب آباد - ڪشمور | 75.52 | کلڻ جي تاريخ 11-12-1914، اڳتي هلي ويڪري پٽي ڪئي وئي ۽ 12-10-1956 تي ٻيهر کولي وئي. |

* پٽيون لائينون ٻڌائي ٿو

ريلوي لائينن ۾ آزاديءَ کان پوءِ ڪو واڌارو نه آيو. جيتوڻيڪ انگريزن پنهنجي 1945 وارين جنگ-پڄاڻان ترقياتي رٿائن ۾ جنگشاهي-ٺٽو-سجاول-بدين-رهمڪي بازار-نگر پارڪر لاءِ ريلوي لائينون رٿيون هيون. ريلوي جي هڪڙي ٻي لائين کي چور-ڇاڇرو-مٺي-ڏيپلو-نگر پارڪر کي احمدآباد سان ڳنڍيندو هو ۽ ٽين هئي دادو-جوهي-قمبر. اجا به هڪڙي چوٿين هئي نوابشاهه-جيسلمير-اجمير کان دهلي.

ريلوي لائينن وسندين جا انداز بنهه مٽائي ڇڏيا. جيتوڻيڪ اهي درياءَ کان گهٽ ۾ گهٽ ڏهن ميلن جي هڪ محفوظ وٿيءَ تي ۽ درياءَ جي ٻنهي پاسن وارن ٻوڏ بچاءَ بندن جي ٻاهران پيئي هليون ۽ ريلوي لائينن وارين وسندين ۽ زراعت کي سنڌوءَ جي سالياني ٻوڏ کان بچيل رکڻ جو پڪو بندوبست ڪيو ويو هو، پر دريائي واپار تمام تڪڙو گهٽجي ويو ۽ دريائي بندرن (پتڻ) منجهان گهڻا، سواءِ انهن جي جيڪي ريلوي اسٽيشنون پڻ هئا، 1900 کان گهڻو اڳ سُسي ويا. ڪوٽڙي، سکر، روهڙي، پراڻو ديرو (قلجي اسٽيشن ويجهو)، سن، مانجهند، آمري، سيوهڻ، لکي ۽ ڪشمور ريلوي جون اسٽيشنون به هئا ته درياءَ جا بندر به. پراڻي ديري ۽ قلجيءَ جي وچ واري ريلوي لائين پهرين مهاڀاري جنگ کان پوءِ 1927 ۾ ڪڍي وئي، جو ته درياءَ جو مُک وهڪرو پراڻي ديري کان وڌيڪ ٽي ميل اوڀر هليو ويو هو ۽ هي اهم واپاري مرڪز اڳلن ڏهن سالن ۾ سُسي هڪ غير اهم وسندي بڻجي ويو.

## ريجاڻيءَ وسندين جا انداز مٽايا

ريجاڻي ڦهلاءَ پڻ نيون وسنديون ۽ اهم شهر پيدا ڪيا. انگريز سرڪار هيٺ صوبائي انتظاميا جا اختيار تعلقي سطح تائين حوالي ڪيا ويا. سنڌ ۾ پنجهٺ تعلقا هئا، خيرپور رياست جا ست تعلقا ان کان الڳ هئا. تعلقي هيڊڪوارٽرن ۾ مڊل اسڪول سطح يا مئٽرڪيوليشن تائين تعليم ڏيندڙ اسڪول هئا. اتي ٽپال گهر ۽ ٽيليگراف جون سهولتون هيون، اسپتالون، ويم گهر ۽ ڏوهاري (فوجداري) ڪورٽون هيون ۽ ڪن ۾ ته سول (ديواني) ڪورٽون به هيون. انهن سڀني ۾ ڪنهن نه ڪنهن قسم جون مقامي/شهرن جون پنهنجون حڪومتون جهڙوڪ ميونسپالٽيون يا سرڪاري پڌرائيءَ هيٺ جوڙيل ايريا ڪميٽيون هيون. اهڙي طرح سان اهي طاقت جا ننڍا مرڪز ٿي ويا ۽ ويهين صديءَ جي منڍ ۾ واپار، گهريلو ڪارخانن، چانور ڇڙڻ ۽ اٽو پيهڻ جي مشينن کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لڳا. ڪن ۾ ڦٽيون ٽاٽڻ جا ڪارخانا هئا ۽ اهي مٽي پراءُ ٽيل دڳن رستي ويجهين ريلوي اسٽيشنن سان ڳنڍيل پڻ هئا. انهن ننڍين وسندين جا انداز مٽائي ڇڏيا ۽ ڳوناڻن علائقن لاءِ واپار ۽ تعليم جا ڳڙهه بڻجي ويا.

## سڌاريل روڍن وسندين جا انداز مٽايا

سڌاريل روڍ انگريز سرڪار جي هڪڙي ٻي سوکڙي هئا. سنڌ جون سموريون وڏيون وسنديون ان جي قافلن وارن پيچرن ۽ ڏاند گاڏين جي ڇِلن وارن چارن ذريعي پاڻ ۾ ڳنڍيل هونديون هيون، پر اوائلي انگريز دور ۾ اهو سر بارٽل فريئر هو جنهن ٻن سالن اندر سنڌ ۾ روڍن جي سرشتي کي سڌاريو، موريون ۽ پليون ڏنيون، گهٽي ڀاڳي روڍن کي سرڪاري خرچ تي، ۽ ٽَر جي زميندارن کي چيائين ته اهي سرڪار پاران ڏنل ويڪر ۽ سنوت وارين

نقشو نمبر 75

1894/95ع

## نصيرآباد تعلقي جي بيهڪ، ديھ جٽاٽي ۽ آبي وهڪرا

پوٽو
ڪندُو
ڪَلَر
جکر
مڪلاٽي
رائنڪ لالو
ڳهاڙ واھ
ڳهاڙ واھ
يارو ديرو
پيچوها
وڳڻ
چيلو واھ
نواب ڪلهوڙو
ٻُڪيجاٽي
گل ٻرڙو
ڳاڙهي جاگير
مرزانپور جاگير
صفر تنيو
مگٽيجا
اصحابو
عيلاني
حسين هٽڙ
ٽرڙي هاشم
لاڙڪپور
وارھ
حامد واھ
چندني جاگير
جٽاٽي
ٽرڙي حاجران
آباد
بندجاني
چوڌيرو
آرٽر واھ
ٽاٽو
واهوچا
مرادي
گل سانگهرو
ڏيرا
ٻُٽ ڏيرا
نانگ دڙو
علي بحر
لاڪا
ڦڪراڻو
نصير آباد
وسُو
ڪلهوڙو
مونڊر واھ
ڳاڙهي
چڪ بشارت ڪاڇڙي
حمل ڪاڇڙي
بشارت ڪهاوڙ
ڪاٺيا بازار
ٻُٽ
منگيو
ميرپور
جلباڻي
چنجٽي
ڳڪو
چڪ فريد آباد
جوڳي
گاجي ڪهاوڙ
آڏي
آهون
ڪڌهري
آڏي
ڪمالپور
ڏامرائو
ڏامرائو واھ
بشارت ڪاچڙي
نصير واھ
ڪانڌڙا
ٻليدائي
ڏامرائو واھ
بوٽرو
ميرواھ
وچولو واھ
وارياسو
اتر
سيري
پٽ ڪنڊي
گنجڙوٽ واھ
نسوئي

ڏسٽي
ديھ جو دنگ
واھ

ڪاڇو
5 0
ميل



**جٽاٽي انسپيڪشن بنگلو**

873. جٽاٽي انسپيڪشن بنگلي ۾ ملازمن جا گھر ۽ گھوڙن جا ڪُڙھ وغيره.

874. جٽاٽي انسپيڪشن بنگلي ۾ ڪوٺي تي سمھڻ وڃڻ لاءِ ڏاڪڻ.

سڌاين تي مٽيءَ جو پيراءُ ڪري ڪچا ڏگ ناهي مختلف شهرن ۽ وڏين وسندين کي هڪٻئي سان ڳنڍيندين. سرڪار انهن جي سار سنڀال پاٽيءَ جو چٽڪار ڪرائي ۽ ڌوڙ کي ويٺل رکڻ لاءِ مٽن سَر ۽ پَنِ وغيره وڇرائي ڪندي هئي. 1920 واري ڏهاڪي کان وٺي هنن ڪچن ڏگن تي ٽرڪون ۽ بسون پئي هلنديون آيون آهن؛ ريلوي جي ڍوئڻ وارو جو بار پاڻ ڏانهن ڦيرڻ لاءِ نه پر مال کي ريلوي جي مناسب اسٽيشنن تائين ڇڪي رسائڻ ذريعي ان کي هٿي ڏيڻ ۽ وڌائڻ لاءِ. انهن ريلوي اسٽيشنن جي پهچ اندر ايندڙ شهرن جي اوسر ۾ مدد ڪئي.

1932 ۾ سکر بئراج جي کلڻ سان سنڌ انگريزن جي هندستان جو هڪ اهم اَنُ ۽ ڦٽيون اپائيندڙ صوبو بڻجي وئي. ٻين مهاڀاري جنگ هلندي سرڪار کي منظم طريقي سان ڪٽڪ ۽ چانور وٺڻ جي گهرج پئي، جنهن لاءِ سنڌ حڪومت الڳ الڳ نيڪيدارن کي الڳ الڳ علائقا ورهي ڏنا. ريلوي اسٽيشنون ۽ انهن جا شهر گدامن جا ڳڙهه بڻجي ويا ۽ سنت ئي هڪ عام چوڻي گهڙجي وئي ته ”فلاڻي ريلوي اسٽيشن فلاڻي کي الاٽ ڪئي وئي آهي“. انهي جي نتيجي ۾ ريلوي اسٽيشنن وارين وسندين جي آبادي ۽ واپار وڌي ويا ۽ اهي وڏيون ٿي ويون.

1947 ۾ سنڌ جو 1855 وارو نقشو ڪنهن اچرج ۾ وجهندڙ شيءِ وانگر ٿي لڳو ۽ چٽو ڪري ڏسيائين پئي ته هڪ برجستي ٻاهرين انتظاميا پنهنجي راڄ جي هڪ صديءَ ۾ سنڌ جي منهن مهانڊي سان ڇا ڪري ڇڏيو هو.

انگريز راڄ ۾ معاشي اڳڀرائيءَ جي منهن مقابل آباديءَ جي وسڻ جي اندازن جو اڀياس نه ٿيو آهي. اڀياس ۽ ڇنڊڇاڻ لاءِ تمام گهٽو مواد موجود آهي. ٿلهي ليکي انهي کي ٽورن اکرن ۾ هيٺئن بڌائي سگهجي ٿو:

- سندن راڄ جي پهرين 50 سالن، 1900ع تائين، اتر-الهندي سنڌ، جنهن ۾ جيڪب آباد، شڪارپور، لاڙڪاڻو ۽ دادو ضلعي جا اتريان تعلقا اچي ويا، ۾ سنڌو درياءَ مان سنڌ جي هيناهين ٻنين ڏانهن واهن جي وڏي گهاٽاڻ ڏني. انهي کي ساريال ملڪ (ساريون اپائيندڙ علائقو) بڻائي ڇڏيائون. جيئن ته واهن ۾ پاڻي هڪ سو ويهن ڏينهن کان هڪ سو پنجٽيهن ڏينهن تائين هوندو هو، انهي جي ڪري چانورن جي مشهور جنس سڳداسي اسري. سنڌ جي آبادي پڻ هن عرصي ۾ انهن ضلعن ۾ تمام گهاٽي ٿي وئي.
- اٺويهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ جمڙائو، منڙائو ۽ ناري واهن واري ترقيءَ کان پوءِ هاٺوڪو ميرپورخاص ضلعو ۽ سانگهڙ ضلعي جا ڀاڱا ترقي وٺڻ لڳا ۽ نيٺ اڳلن ٽيهن سالن ۾ اهي اتر-الهندي سنڌ جي ضلعن کان معاشي توڙي آباديءَ جي گهاٽاڻ ليکي سرسي ڪري ويا. هالا ۽ حيدرآباد جي آبادي پڻ سنڌوءَ مان وهي هلندڙ ڦليلي ۽ سرفراز واهن جي سڌاريل ريجاڻيءَ هيٺ وڌي وئي.
- بدين ۽ ٺٽو ضلعا انگريزن کان اڳ بي ڏيانيءَ جا ماريل هئا، ڇاڪاڻ ته ٽالپرن انهن ٻنين کي شڪارگاهون ۽ مال چارڻ جون رَکون بڻائي ڇڏيو هو. سمورو علائقو، جيڪو هن وقت ڪوٽڙي بئراج جي پهچ هيٺ آهي، مال چارڻ جو پوئو بڻجي چڪو هو، پر ڪير ۽ گوشت مان آمدني گهٽ ٿيڻ ۽ انهن شين لاءِ ڪا مقرر پڙي موجود نه هجڻ ڪري آبادي ڇدي ڀاڍي هئي.
- سکر بئراج جي کلڻ کان پوءِ نوابشاهه، ميرپورخاص ضلعي ۽ حيدرآباد ضلعي جي اترين ڀاڱن ۾ ڦٽين، ڪٽي رس وارن ميون ۽ ٻين ميون جي پوکن ۾ اڳڀرائي اچڻ لڳي. خيرپور ضلعو سِمَر جي ور چڙهي ويو ۽ واڌو آبادي نه سهي سگهيو.
- اناج وارن فصلن جون گهٽ قيمتون چانور ۽ ڪٽڪ اپائيندڙ علائقن ۾ 1930-1939 کان معاشي موڙيءَ جو ڪارڻ بڻيون. سڀ کان وڌيڪ ڌڪ اتر-الهندي سنڌ جي ضلعن کي لڳو.

مٿيان ٿلهي ليکي ڪڍيل نتيجا آهن ۽ ڀيرائتي اڀياس ۽ سرڪاري رڪاردن سان پيتي تصديق ڪرڻ جي گهرج اٿن. ڀاڱن سان رڪارڊ جهجها آهن، پر اهي پيا يا ته بمبئي ۾ يا انڊيا آفيس لائبريري (هاڻ برٽش لائبريري) لنڊن ۾ آهن.

## 1960_2000 جي وچ تي ٽيل اوسر ۽ وسندين جي اندازن ۾ ڦيرا

هن عرصي جون وڏيون اڳڀرايون آهن:

- ڪوٽڙي بئراج جو 1957 ۾ کلڻ ۽ ان تي 1960 کان پوءِ 1.6 ملين ايڪڙ سرڪاري زمين نيڪال ٿيڻ سان گڏوگڏ 1.1 ملين ايڪڙ نجي زمين لاءِ پاڻي پڪ سان ملندو رهڻ.
- گڊو بئراج جو 1962 ۾ کلڻ ۽ ان تي 1.1 ملين ايڪڙ سرڪاري زمين نيڪال ٿيڻ سان گڏوگڏ 1.6 ملين ايڪڙ نجي زمين لاءِ پاڻي پڪ سان ملندو رهڻ.
- سکر بئراج ۾، اڳ ئي انهي جي پهچ هيٺ نيڪال ڪيل 5.5 ملين ايڪڙن کان سواءِ، 1960 کان پوءِ سرڪاري ملڪيت واري 2.8 ملين ايڪڙ زمين جو نيڪال ٿيڻ.
- ٽيوب ويل ٽيڪنالاجيءَ جو 1958 ۾ اچڻ ۽ مٺي جَر واري ڀاڱي ۾ 1960-1970 جي وچ تي 3،000 ذاتي ٽيوب ويل لڳڻ. 1970 کان پوءِ، سرڪار پاران مٺي جَر وارين سم هيٺ آيل ٻنين ۾ هنيل 4،000 مٺي پاڻيءَ وارين ٽيوب ويلن کان سواءِ 13،000 ذاتي ٽيوب ويلون لڳي چڪيون آهن.
- ميون جي جديد باغن جو متعارف ٿيڻ، شروعات حيدرآباد ضلعي سان ٿيڻ ۽ پوءِ ميرپورخاص، نوابشاهه، سانگهڙ، خيرپور ۽ سکر ضلعن ڏانهن پکڙجڻ.

- ڪيلن جو ٺٽي، حيدرآباد، ميرپورخاص، سانگهڙ ۽ نوابشاهه ضلعن ۾ 1958 کان پوءِ متعارف ٿيڻ. اڄڪلهه هن صنعت کي ڪيلي کي لڳندڙ بنچ ٽاپ وائرس تباهه ڪري ڇڏيو آهي.

هي اڳيرايون اڳلن ٽيهن سالن ۾ جيتري ڳوٺاڻي آبادي 1950 ۾ هئي تنهن جي ٻيڻ کان به وڌيڪ کي کپائي پئي سگهيون. هن ڀهراڙيءَ وارن علائقن ۾ نيون وسنديون وڌايون، شهر مڃڻ لڳا ۽ اچ وڃ جا ذريعا پڻ بهتر ٿيا. 1960 ۾ حڪومت، آمريڪا ۾ ٿيل تجربي (جتي مسافر ريل گاڏين کي سڌريل روڊن ذريعي ٿيندڙ اچ وڃ جي ڪري ڀنجو اچي ويو هو) جي اثر هيٺ اچي ڏامر وارا روڊ ٺاهڻ شروع ڪيا. مال ڍوئيندڙ گاڏين کي هٿي وٺرائي ۽ ساندهه هلندڙ سوڙهه پيدا ڪري ڇڏي، پلي جو وڌيڪ روڊ ٺهندا به رهيا. 2000 تائين روڊن جي هڪ وسيع نظام ڪم پئي ڪيو، جنهن ماڻهن کي سدائين جي پيٽ ۾ وڌيڪ متحرڪ ڪري ڇڏيو. ماڻهو هاڻ شهري سهولتن مان فائدو وٺڻ گهرن ٿا. ڳوٺاڻي آبادي 2000 ۾ 1951 واريءَ جي ڇئوڻ ٿي هئي ۽ شهري آبادي ڪيترائي ڀيرا وڌيڪ. حڪومت 1960 کان پوءِ رٿا سان ٺهيل صنعتن کي پڻ هٿي وٺرائي ۽ جيئن ته 5.5 ملين ايڪڙ بئراجي ٻني نيڪال ٿيڻ جي ڪري سنڌ جي ڀهراڙين جا پورهيت ٽيهن سالن تائين واندا نه هئا، تنهنڪري صنعتن کي هلائڻ لاءِ ٻين صوبن مان پورهيت ڀرتي ڪرڻا پيا، جنهن جي ڪري شهر تمام تڪڙو وڏا ٿي ويا. ڪراچيءَ ۽ حيدرآباد جي آبادي جيتري 1951 ۾ هئي اڄ انهي کان لڳ ڀڳ ٽيهوڻي آهي.

انهي ڀهراڙين ۽ شهري وسندين وچ ۾ اڻبرابري پيدا ڪري وڌي آهي، جنهن سان منجهيل سماجي ۽ معاشي مسئلا، نسلي ۽ ثقافتي فرق ۽ سياسي مسئلا ڪڙا ٿيا آهن.







**سنڌياڻيون ڪم ڪندي**

سنڌي سماج ۾ پورهئي جي مرد ۽ مائيءَ جي وچ ۾ ورهاست ليکي ماين کي گهر ڀاتين لاءِ کوهن، چشمن ۽ ڍنڍن تان پاڻي ڀري آڻڻ، ڪڏهن ڪڏهن ته ڪجهه ميل پري کان به، ڏڌ ولوڙڻ ۽ اَنُ ڇڙهڻ هوندو آهي. هر ڪاهڻ نج مردن جو ڪم آهي ۽ مال چارڻ پڻ. مال کي چارڻ لاءِ گاهه لڻي اچڻ مردن جو ڪم آهي، پر جيڪڏهن ڍور گهٽا هجن ته مايون به ساڻن هٿ ونڊائي سگهن ٿيون. مايون ڪٽڪ ۽ سارين جي لاباري، ڦٽين جي چونڊي ۽ ٻاجهين جي ڀَڻائيءَ ۾ پڻ هٿ ونڊائي سگهن ٿيون، پر انهن کي ڍوئڻ مردن جو ڪم آهي. مايون سارين جي روپڻي ۾ به مردن سان گڏ هونديون آهن. رڌ پچاءُ ۽ ڪپڙا ڌوئڻ ماين جو ڪم آهي. پورهئي جي هيءَ ورهاست ايشيا ۾ اوائلي نيولٿڪ (زرعي) سماجن ۾ ٺهي ۽ اڃا تائين جيئن جو تيئن هلي پئي.

885. ماين جي هڪ ٽولي هاڻوڪي سنڌ ۾ پاڻيءَ جا گهڙا کڻي ويندي.

886. مايون سادو ڪپڙو 19 صديءَ تائين عام اُڻنديون هيون. خاص ڪپڙن جهڙڪ لنگيءَ، کيس وغيره جي اُڻڻ جو ڪم اڃا سوڌو ايڪيهين صديءَ ۾ به ٿئي ٿو.

# هاڪڙو يا سَرَسوَتي تڪرار: سائنسدانن، تاريخدانن ۽ لوڪ ڪهاڻيڪارن جون پانت پانت نراليون ڳالهيون

هاڪڙو، هڪ سو ستر سال اڳ ڪو تڪراري مسئلو نہ هو، ڇاڪاڻ تہ تمام ٿورڙن ماڻهن ان بابت ٻڌو هو ۽ انهن وٽ پنهنجا پنهنجا تصور ۽ سمجهاڻيون هيون. اهي ان قسم جي راءِ رکڻ لاءِ ڪنهن آڏو جوابده نہ هئا، ڇاڪاڻ تہ سڌ سماچار جي عوامي ذريعن جي کوٽ سبب انهن تي اعتراض اٿڻ جي اميد نہ هئي. انگريز ڪوجناڪار حقيقتن کي سدائين جاچي پرکي ڏسندا هئا ۽ هيڪر ڪو تڪرار شروع ٿيو تہ انهي کي، هر ڏهاڪي ۾ دستياب، انتهائي سائنسي طريقن سان نيٺ وڃي نبيريو ويندو هو. هاڪڙي وارو سوال اهڙو ئي هڪ تڪرار هو، جنهن تي جدا جدا رايا هئا ۽ ان مسئلي کي نبيرڻ ۾ اٽڪل هڪ سو پنجاهہ سال لڳي ويا. بدقسمتيءَ سان هي مسئلو، سنڌ جي ماڻهن آڏو، جاڻ پهچائيندڙ ذريعن جي کوٽ جي ڪري، اڄا تائين تمام گهڻو منجهيل آهي. ڪوجناڪارن جي ٽن طبقن آڏار ٽن قسمن جا رايا موجود آهن:

- سائنسدان
- تاريخدان
- لوڪ ڪهاڻيڪار

هاڪڙي تي تاريخي رايا، گهڻي ڀاڱي سترهين صديءَ ۾ ۽ ان کان پوءِ رڪارڊ ٿيل، مستند نٿا مڃي سگهجن، خاص ڪري انهن واقعن بابت، جيڪي هن خصوصي حوالي سان 2،000 ق. م ڌاري ٿيا يا پلي پارهين کان تيرهين صدي عيسويءَ ۾. جيتوڻيڪ انهن لکتن جي ليکڪ تاريخدانن اهي ڳالهيون وڏي پڪ ۽ دعويٰ سان چيون آهن، پر سچ اهو آهي تہ سندن ماخذ همعصر روايتي لوڪ ڪهاڻيون هيون. ٻئي پاسي روايتي لوڪ ڪهاڻيون پڙاڏن (تعريفون، مدحون، مرثيا) ۽ وڏائن (مبالغن) سان ڀريون پيون آهن ۽ ڪهاڻيون ڪٺڻ وارن (سگهڙن) پنهنجي تصورن کي جال ڇڏي ڏنو آهي، جيڪي هڪ واقعي لاءِ هڪڙا ۽ ٻئي لاءِ ٻيا آهن، جنهن جو دارومدار ان تي آهي تہ سگهڙ ڪيترو پلو آهي. روايتي لوڪ ڪهاڻين ۾ جيڪا سنڌي ٻولي ڪم آندل آهي سا، ڪنهن ورلي مثال کي ڇڏي، ابتدائي سو سالن کان وڌيڪ آڳاٽي نٿي لڳي. سنڌ جي لکت هيٺ آيل ۽ سمجهہ ۾ اچڻ جوڳي شاعري ڪنهن صورت بہ پندرهين صديءَ کان اڳ جي ڪنهن جُڳ جي چئي نٿي سگهجي. تنهنڪري روايتي لوڪ ڪهاڻيون ڪنهن اهڙي مسئلي کي نبيرڻ جو ذريعو ناهن، جيڪو مڪمل طرح سان تڪراري بڻيل هجي، جيئن هن کي سائنسي ثبوتن بڻائي ڇڏيو آهي.

اهو ڳولي لهڻ لاءِ تہ هاڪڙو ڪو پنهنجي منهن آزاد درياءُ هو يا ستلج هو يا آڳاٽي جُڳ جو ڪو ٻيو درياءُ، ان ڳالهہ جي ڪٿ ڪوٽ لاءِ ٿيل لڳاتار ڪوشش جو مختصر احوال ڏيڻ لاپائتو ٿيندو. اها پڻ پڪ آهي تہ صورتحال کي وڌيڪ ڇٽو ڪري ٻڌائڻ لاءِ نوان سچ سدائين پڌرا ٿيندا رهندا.

1. هاڪڙي جي ڳالهہ سڀ کان پهريان اليگزينڊر برنس، هڪ سفارتڪار، ڪئي آهي، جيڪو 1833 ۾ سنڌو درياءَ جي اپرندي ڇاڙهہ جو احوال ڏيندي (جيڪا اڳي مُک ڌارا مان روهڙيءَ کان اوڀاري پاسي وٽان نڪري، اپرندي ريگستان ۾ زمين جي وڏن ٽڪرن کي پاڻي رسائيندي رهي هئي) انهي جو پاڻي غلام شاهہ ڪلهوڙي پاران 1761ع ۾ ڪڇ ۾ لڪپت ويجهو سارين جي ڪيٽن کي سڪائڻ لاءِ موڙڻ جي ڳالهہ ڪري ٿو ۽ 1819ع واري ڌرتي ڌوڏ جي ڪري هاڪڙي يا سنڌو درياءَ جي اپرندي ڇاڙهہ جي پاٽيءَ تي ٺهيل مختلف وهڪرن جي پڻ ڳالهہ ڪري ٿو.
2. اهڙائي ويچار ڪيترن ئي ٻين ليکڪن پڻ ڏيکاريا، مک مردو ۽ ٿورنٽن جي اوائلي گزيٽيئر سميت، جن پانيو ٿي تہ اپرندو نارو سنڌوءَ مان روهڙيءَ جي اتر وٽان ٿي نڪتو. ڊبليو. پاٽنجر ۽ ڊيل هوزي جا ويچار پڻ ساڳيا هئا.
3. رچرڊ فرانسس برٽن، هڪ سرويئر، پولين جو چاٽو ۽ ڏاهو، ٿيون ليکڪ هو، جنهن هاڪڙي کي سنڌو درياءَ جو هڪ آڳاٽو وهڪرو ٻڌايو. انهي هاڪڙي ۽ ان جي وهڪرن جي حمايت ۾ ماموئي فقيرن جا بيت ڪتب آندا.
4. فائيف، سنڌ ۾ پهرئين سپرنٽينڊنگ انجنيئر، جنهن اپرندو نارو واهہ کوليو، پانيو ٿي تہ اپرندو نارو سنڌوءَ جي اپرندي ڇاڙهہ نہ بلڪہ انهي

نقشو نمبر 76

# هاڪڙي جو سُڪڻ

**ڊرشادوتي، هاڪڙي، لوڻي ۽ ستلج درياءَن جا 2.5 ملين سال اڳ کان 1000 ق-م تائين وارا آڳاٽا ۽ بياص ۽ سنڌو درياءَن جا تاريخي جُڳن وارا پراڻا وهڪرا**

**نوٽ:**

خيرپور واريون 2000 ڍنڍون ۽ کيري واريون ڍنڍون ڊرشادوتي درياءَ جي ٻيٽاري (ڊيلٽا) جون نشانيون آهن.
نگرپارڪر گهٽ ۾ گهٽ ڪري ستين صدي عيسوي تائين هڪ ٻيٽ هو.

## ڏسٽي

1. 150هاٿوڪا درياءَ وهڪرا
2. اڳوڻا درياءَ وهڪرا
3. اڳوڻن درياءَ وهڪرن جي وهڻ جو رخ پڪ ناهي
4. پراڻن وهڪرن جي سڃاڻپ 1، 2، 3، 4، ۽ 5
5. سنڌو درياءَ جا پراڻا وهڪرا
6. سنڌو درياءَ جو هاڻوڪو وهڪرو
7. سنڌو درياءَ جي ممڪن مُک واهڙ جو وهڪرو
8. ملڪي ڏنگ
9. صوبائي ڏنگ

1، 2، 3، 4، ۽ 5 نمبرن جي سمجهاڻي
1) پلائيسٽوسين جُڳ کان اڳ
2) اوائلي پلائيسٽوسين کان وچولو پلائيسٽوسين
3) پلائيسٽوسين جي پڇاڙي
4) اوائلي هولوسين
5) وچولو هولوسين

(پلائيسٽوسين = ڌرتي-جوڙ جو برفاني ٿڌ وارو جُڳ)
(هولوسين = سپ کان سجر ڌرتي-جوڙ جُڳ)

جو ڦاٽ (اٽل تي وهندڙ واهه) هو. پر منجهس پاڻي انهي جي ڦاٽن منجهان آڳاٽن ڏينهن ۾ لاڳيتو ۽ پوءِ وارن سالن ۾ هيڪڙ ٻيڪڙ ٿي آيو. هي جُڳن کان هلي ايندڙ سوچ کان پهريون وڏو ٽيڙ هو. پر مڪمل طرح سان درست نه هو. ڇو ته ڪيس هاڪڙي جي بهاولپور، بيڪانير ۽ انبالا ۾ وهڪرن بابت ڄاڻ نه هئي.

5. 1871 ۾ ڪَننگهام، آرڪيالاجيڪل سروي آف انڊيا جي پهرئين ڊائريڪٽر جنرل، ويچار ڏيکاريو ته ريڻي، سولرا ۽ چؤتانگ ستلج مان نڪرندڙ الڳ الڳ ڌارائون هئا ۽ سنڌوءَ سان اروڙ (الور) جي مٿئين پاسي وٽ اچي ٿي گڏيا. اپرندو نارو سنڌوءَ جو هڪ آڳاٽو پيٽ هو. اهو جاڪري ويجهو ٻن ڀاڱن ۾ ورهائجي پراڻ ٿيو: ڏکڻ-الهندي ويندڙ وهڪرو هرميٽيليا (برهمڻ آباد)، پٽالا (حيدر آباد) ٽپيو ۽ مُک ڌارا سان وڃي ملڻ لاءِ ڏکڻ-الهندي پاسي گونيءَ ڏانهن وڪڙ ڪري ويو؛ ٻي ڄاڙهه عمرڪوٽ ٽپي پهرين ڄاڙهه سان، ڪوري ڪاريءَ جي چوڙ ڏانهن ويندي واٽ تي، ونگي بازار ويجهو وڃي گڏجڻ لاءِ ڏکڻ-اپرندي وڪڙ ڪري وئي. جيئن ته سندس زماني ۾ هندستاني آثار پرک (آرڪيالاجي) اجا نئين چاول هئي ۽ تاريخ تي پئي پاڙيائين، سو نتيجن جو آڌار ان ڳالھ تي هو ته ان مقصد لاءِ جيڪي تاريخي ماخذ ڏنا ويا سي ڪيترا موچارا هئا.

6. 1874 ۾ سروي آف انڊيا جي سِي. ايف. اولڊهام لکيو ته ستلج پنهنجو پاڻي سَرَسوَتي يا گهگهر جي پيٽ ۾ چوڙ ڪري رهيو هو، جيڪو سنڌ ۾ اپرندي ناري نالي سان ڄاتو وڃي ٿو ۽ ائين اٽڪل تيرهين صديءَ جي چوٿين تائين ڪندو رهيو، ۽ اپرندو نارو سنڌو درياءَ جو پيٽ نه هو، جيئن مٿين 1، 2، 3 ۽ 5 فرض ڪيو آهي. سندس ڄاڻ جا ماخذ سرڪاري رڪارڊ ۽ سروي آف انڊيا جا نقشا هئا، جن هيناهيون بلڪل اُئين ئي ڏيکاريون پئي، جيئن اهي طبعي طور موجود هيون.

7. 1875 ۾ هندستان جي هڪ گمنام ليکڪ ڪوڙي نالي نيارڪَس سان مٿئين نمبر 6 کي رد ڪندي چيو ته ستلج ڪڏهن به اولھ ڏي وهي سنڌو سنڌوءَ ۾ ناهي پيو، پر انهي جي بجاءِ اهو جمنا هو، جيڪو ڪنهن زماني ۾ اولھ ڏي وهندو هو ۽ هاڪڙي کي پريندو هو. مٿين 1، 2، 3 ۽ 5 جي ويچار جي پنيرائي پڻ ڪيائين ته روهڙيءَ کان اوپر پاسي سنڌو اپرندي ناري جي پيٽ مان لنگهندو هو.

8. هيوز، آئي. سِي. ايس آفيسر، پنهنجي 'گزيٽيئر آف سنڌ' (1876) ۾ سمجهي ٿو ته اپرندو نارو يا هاڪڙو سنڌو درياءَ جو پراڻو پيٽ آهي ۽ ان جو منڍ سنڌوءَ مان بهاولپور ۽ ريڙ جي وچ تي هو. هي فائيف واري نظرئي کي بلڪل رد ڪري ٿو ۽ پائني ٿو ته سبزل ڪوٽ ۽ گهوٽڪيءَ ويجهو سنڌوءَ جي اٽل جو پاڻي ٿي سگهي ٿو ته منجهس ايندڙ پاڻيءَ جو اڪيلو نه بلڪ رڳو هڪ وڏيڪ ذريعو هجي.

9. 1886 ۾ جيالاجيڪل سروي آف انڊيا جي آر. ڊِي. اولڊهام، آبي اپياسن آڌار، چيو ته ائين ٿي ئي نٿو سگهي ته سنڌو ڪڏهن به اپرندي ناري ۾ وڃي پوندو هجي. اهو جمنا هو، ويجهڙ وارن ڌرتي-جوڙ جُڳن ۾ يعني برفاني ته (پلائيسٽوسين) يا 1.7 ملين کان 10،000 سال اڳ کان هاڻ تائين، جيڪو اپرندي ناري کي پريندو هو. هن ٿلهي ليکي نيارڪَس جي ويچارن جي ابتڙ سِي. ايف. اولڊهام جي ٻارهن سال اڳ ڏنل راءِ جي پنيرائي ڪئي. هن راءِ کي ڪجهه محقق، اڏامندي ڇڪيل تصويرن پاران جمنا نظرئي کي رد ڪرڻ تائين، مان ڏيندا رهيا.

10. هن، ڪنهن ريٽ، سروي آف انڊيا سان 1865 تائين واڳيل راورٽي کي چڙ ڏياري ڇڏي، جنهن 1892 ۾ 350 صفحن جو هڪ مقالو لکيو، ان انومان تي ته هڪ سگهارو درياءُ هوندو هو، جيڪو جهلم، چناب، راوي ۽ بياس جي گڏيل پاڻيءَ سان نهندو هو، جيڪي سمورا انهي درياءَ ۾ چوڙ ڪندا هئا ۽ پوءِ اپرندي ناري جي پيٽ مان لنگهندو هو. سنڌو پڻ انهي درياءَ ۾ انهي جو سهڪاري ٿي چوڙ ڪندو هو ۽ ان سگهاري درياءَ جي گڏيل ڌارا "مهراڻ" سڏبي هئي. انهي جو مُک وهڪرو پنجاب ۾ ستلج مان هوندو هو ۽ سنڌ ۾ اپرندي ناري مان، جنهن رستي اهو ڪوري ڪاريءَ مان ٿيندو سمنڊ ۾ وڃي چوڙ ڪندو هو.

راورٽي جا نقشا اُتم درجي غلط هئا، سندس نظريا تصورن تي ٻڌل هئا، پر فارسي، عربي، پورچوگيزي، فرانسيسي ۽ انگريزي ماخذن مان تمام گهڻو تاريخي مواد ڪتب آندو هئائين ۽ سنڌ جي عام تاريخ هينئر به هن ڪتاب کان سواءِ اڻپوري آهي. سندس سنڌو درياءَ ۽ هاڪڙي جا وهڪرا سنڌ جي تاريخي جاگرافيءَ جي سنه وار ترتيب جي حوالي سان مڃڻ جوڳا ناهن، پر سندس واٽ سنڌ جي ڪيترن ئي پوءِ وارن ۽ ڪجهه وڏن تاريخدانن کي پلائي ڇڏيو آهي، جن سندس ڇيل ڳالهين کي وري وري پئي ورجايو آهي ۽ وڏين تاريخي ڀُلن کي جنم ڏنو آهي.

11. 1894 ۾ ميجر جنرل هيگ سنڌ جي هڪ نديءَ پر سٺي نموني لکيل تاريخ تيار ڪئي. جيتوڻيڪ تکن تڪرارن ۾ پوڻ کان پاسو ڪيائين، پر سندس واٽ ڪو شڪ نٿي ڇڏي ته انهي پڻ ائين ٿي پانيو ته اپرندو نارو سنڌو درياءَ جو پيٽ هو.

12. 1904 ۾ ڪرنل مِنچن ۽ جي. اين. برنس، بهاولپور رياست جي طبعي جاگرافيءَ جو اڀياس ڪرڻ کان پوءِ، اهو نتيجو ڪڍيو ته هاڪڙي جو پيٽ تمام سوڙهو هو، انهي منجهان ستلج جو سمورو پاڻي لنگهي ئي نٿي سگهيو، پنجاب جي ٻين دريائن ۽ سنڌوءَ جي پاڻيءَ کي ڇڏي ڏجي تڏهن به. انهي مطابق اها پڪ سان ڪا ٻي پنهنجي منهن وهندڙ ڌارا هوندي. تنهن هوندي به انهن بيڪانير ۽ انبالا وارن علائقن ۾ انبالا کان هاڪڙي يا سَرَسوَتيءَ ڏانهن ايندڙ اصل وهڪرن تائين پهچڻ لاءِ جاچ نه ڪئي.

13. 1906 ۾ هينري ڪزنس، هڪ آثار پارکُو، پهريون ليکڪ ٻٽيو، جنهن سنڌو درياءَ جي وڏي ڄاڙهه لوهاڻي ڍوري، جو وهڪرو عربن پاران 711-712ع ۾ سنڌ فتح ڪرڻ وقت هاٽوڪي وهڪري ۽ اپرندي ناري

جي وچ تان ڇڪيو. فائيف (سپرنٽينڊنگ انجنيئر سنڌ) جي ابتڙ هن ائين نٿي ڀانيو تہ نارو سنڌوءَ جو ڦاٽ (اٿل تي وهندڙ واهہ) هو. سندس خيال هو تہ نارو سنڌو درياءَ جي هڪ ٻي ڇاڙهہ جو پيٽ هو.

14. 1924ع ۾ وارڊ، هڪ جاگرافيدان، ان عام نظرئي آڌار تہ اترئين اڌ گول ۾ سمورن دريائن جو لاڙو اولهہ ڏي هوندو آهي، انهي ڪري جو ڌرتي اولهہ کان اوڀر ڦري ٿي، چيو تہ ستلج، جيڪو هاڻ اولهہ پاسي لاڙو ڪري ويو آهي، ڪنهن زماني ۾ هاڪڙي جو سهڪاري هو، جيڪو ايرندي ناري منجهان ٿيندو لنگهندو هو. ٿي سگهي ٿو انهي ڪي جمنا پڻ پاڻي ڏيندو هجي.

15. 1929ع ۾ خان، هڪ تاريخدان، ويچار ڊوڙايو تہ هاڪڙو سنڌوءَ جو هڪ سهڪاري هو، ستلج يا جمنا جو نہ؛ يعني ستلج هاڪڙي جو سهڪاري هو. ايرندو نارو سنڌوءَ جو پيٽ هو، جنهن منجهان سنڌوءَ ۽ هاڪڙي جو گڏيل پاڻي لنگهندو هو ۽ مهراڻ سڏبو هو. هاڪڙو تيرهين صدي عيسويءَ ۾ وچ ڌاري سڪي ويو.

16. 1932ع ۾ وائيٽ هيڊ، هڪ آثار پارکو، چيو تہ ستلج 70-80 ميل لوڏو ڏئي هاڪڙي منجهان نہ وڃي وهيو هوندو ۽ لڳي ٿو تہ اهو انبالا واري علائقي ۾ مينهن جي گهٽجي وڃڻ ڪري سڪي ويو ۽ نتيجي ۾ انبالا جون ڌارائون سڪي ويون.

17. آر. ڊِي. اولڊهام، پِٽاوالا ڏانهن 1933ع ۾ پنهنجي هڪ ذاتي لکپڙهہ ۾، ڳالهہ ڪئي تہ ڪنهن اڳاٽي جُڳ ۾، جڏهن جمنا اولهہ ڏي وهندو هو، تڏهن اهو گهڻو ڪري انهي ئي وهڪري تان وهندو هو، جنهن تان هاڪڙو پوءِ وارن جُڳن ۾ وهيو، جيئن وائيٽ هيڊ جي نقشي ۾ ڏيکاريل آهي.

18. 1942ع ۾ اسٽائين، هڪ آثار پارکو، بيڪانير ۽ انبالا ۾ ڪجهہ ماڳن کي جاچڻ پرکڻ کان پوءِ، نتيجو ڪڍيو تہ گهگهر يا هاڪڙو ڪنهن وقت ڌارائن جي هڪ انگ، هڪ يا ٻن اٿل تي وهندڙ واهن يا ڦاٽن سميت، جو گڏيل پاڻي ستلج ڏانهن بهاولپور ۾ نيندو هو ۽ سنڌوءَ جي هڪ واهہ جو پاڻي پڻ روهڙيءَ ويجهو الور وِٽيءَ مان نيندو هو.

19. 1942ع ۾ علي، هڪ جاگرافيدان، گهگهر يا سَرَسوَتيءَ کي سڪائيندڙ عمل واري مسئلي يا کيس پاڻي ڏيندڙ تراين ۾ مينهن جي گهٽجي وڃڻ بابت چنڊ ڇاڻ ڪئي، جيڪو انهي جي سڪڻ جو ڪارڻ بڻيو هو.

20. پِٽاوالا، 1959ع ۾ لکندي، چوي ٿو تہ هاڪڙي جي پاڻيءَ جو هڪ ڀاڱو سَتلج جي اٿل جي پاڻيءَ مان ايندو ٿو ڏسجي، جڏهن اهو وڌيڪ ڏکڻ پاسي وهندو هو. انبالا جي ڌارائن ۾ لَٽُ ۽ واري گڏ ٿيڻ ڪري اهي سائيز ۾ ننڍيون ٿي ويون ۽ پڇاڙيءَ ۾ هاڪڙو سڪي ويو. هاڪڙو لڳي ٿو تہ هڪ ڌار، وچٿرو ۽ ٻارهو وهندڙ دريائي سرشتو هو، بهاولپور ۽ سنڌ واري ڪنڊ جي ويجهو اوڏو ۽ انهي سَنڌي جي لڳ ڀڳ پوروچوٽ وهندو هو. اهو هڪ پوئتي پوندڙ ڌارا هو، پنهنجو هڪ وهڪرو ٺاهيو هئائين، جيڪو هاڻ نارو ڪوٺجي ٿو ۽ سنڌ جي مهراڻ يا سنڌوءَ جهڙي ڪنهن وڏندڙ پختي قسم جي ڌارا سان ڀيٽڻ جهڙو بنهہ نہ هو. سنڌو پنهنجي سر پاڻ ڪڏهن هاڪڙي ماٿريءَ منجهان نہ وهيو. جيڪڏهن هاڪڙو مٿان پاڻي نہ اچڻ ڪري سڪي نہ وڃي ها تہ هڪ (اولهہ) پاسي سنڌوءَ پاران لَٽُ گڏ ڪندو وڃڻ ۽ پاڻ کي مٿي ڪندو وڃڻ ۽ ٻئي (اوڀر) پاسي هاڪڙي پاران پنهنجا واهہ ڪيندو وڃڻ جو هوند نتيجو اهو ٿئي ها تہ سنڌو ڪنهن وقت اوچتو گهارو ڏئي هيٺاهينءَ تي وهندڙ واهہ، ايرندي ناري، ۾ وڃي پوي ها، جنهن منجهان اهو تيستائين نہ نڪري سگهي ها جيستائين پنهنجي پيٽ ۾ لَٽُ ويهاري انهي کي ڀر پاسن وارن ميدانن کان مٿي نہ ڪٽي ها. سنڌو پنهنجي اولهہ ڏي وهڻ واري لاڙي جي ڪري الور گارج کي ڇڏي سڪائي ويو ۽ بکر گارج وڃي وسايائين.

21. 1963ع ۾ ايم. ايڇ. پنهور، پنهنجو اهو نظريو ڪتب آڻيندي تہ، جتي بہ سنڌوءَ جهڙو ڪو درياءُ ڪجهہ صدين تائين وهيو آهي انهي منجهان پاڻي پڪ سان هيٺ زمين ۾ سِميو هوندو ۽ هڪ مناسب اونهائيءَ ۽ ويڪر ۾ مٺي پاڻيءَ جا وڏا ڀنڊار ڇڏيا هوندائين ۽ اهي ڀنڊار ريجاڻيءَ لاءِ ڪٽي سگهجن ٿا، ان حقيقت جي پڪ پڪاڻ سچ پچ بہ ڊرلنگ ڪري ڪئي. انهي اها ڳالهہ سچي ڪري ڏني تہ ريٽيءَ ۽ ايرندي ناري جي پاسن سان، ويندي رڻ ڪڇ ۾ سنڌڙيءَ تائين، جَر جو پاڻي بنهہ نہ هو، سواءِ تمام سوڙهي ويڪر ۽ ٿانگهي اونهائيءَ ۾ ٿوري ٿوري پاڻيءَ جي، جيڪو اتي ڪوٽيل کوهن رستي ڪڍي پيو. الور کان منڍ جمڙائو تائين صورتحال رڳو ٿورڙي بهتر هئي. هن انهي کي ايرندي ناري واهہ سان جوڙيو، جيڪو انهي ڊيگهہ ۾ هڪ صديءَ کان وڌيڪ کان وهندو پيو اچي. سندس راءِ ۾ سنڌو ايرندي ناري جي پيٽ مان نہ وهندو هو ۽ نارو يا هاڪڙو هڪ ننڍڙو درياءُ هو، جيڪو ڪيتريون صديون اڳ سڪي ويو هو، سواءِ ان جي تہ، ڪنهن ڪنهن سال، سنڌوءَ ۽ ستلج جي اٿل (چر) جو پاڻي انهي ۾ ويندو هو. کيس ڪپري تعلقي ۾ ريگستاني درياءَ جي ڪنهن وهڪري جو هجڻ پڻ ڏسڻ ۾ آيو. انهن وهڪرن جي پڇاڙيءَ پڪ سورهن سال پوءِ گوز ۽ ٻين رموٽ سينسِنگ (پري کان پروڙڻ واري ٽيڪنالاجي) ذريعي ڪئي.

22. 1964ع ۾ ايم. ايڇ. پنهور سنڌو درياءَ جي پراڻن وهڪرن جا تاريخي جُڳن مان ضلعي وار نقشا ٺاهيا، انهن ماخذن ۽ واقعن بابت چنڊ ڇاڻ ڪئي، جن ۾ سنڌو درياءَ جي سمورن تاريخي جُڳن دوران الڳ الڳ جاين تي هجڻ جا اهڃاڻ هئا ۽ انهي کي انهن وهڪرن وٽ جر جي پاڻيءَ جي هجڻ سان ثابت پڻ ڪيائين. هي پِٽاوالا جي 1959 واري ڪم مٿان تاريخي ماخذن ۽ وهڪرن ليکي هڪ ننڍڙو واڌارو هو، پر جَر جي پاڻيءَ کي سمجهڻ هڪ نڪور خيال هو.

23. لئمبرڪ جو اعليٰ پايي وارو ڪم ۽ سنڌ جي تاريخي جاگرافيءَ جو ڇيد (1964) تمام سنُو لکيل ۽ هاڪڙي تي ڀلي چنڊ ڇاڻ ٿيل دستاويز

آهي، پر پٽاوالا جي سنڌو-هاڪڙي تڪرار بابت ڪيل ڪوجنائن ڪي مجتا نہ ڏني اٿس. جيئوٽيڪ لئمبرڪ جي ڪم جو هي ڀاڱو پٽاوالا تان لڳ ڀڳ اکر بہ اکر نقل ڪيل آهي. جيڪا ڳالھ وڌيڪ مزي واري آهي سا اها تہ پٽاوالا مٿين 4 ڪان 18 ماهرن جي لسٽ ڏني آهي ۽ لئمبرڪ بہ اها ئي ساڳي، ساڳي ئي ترتيب ۾ ڏني آهي، پر 4، 5، 8، 11، 15 ۽ 17، جيڪي نسبتن گھٽ اهم ماخذ آهن، ڪي ڪيي ڇڏيو اٿس. تنھن هوندي بہ سنڌوءَ جي تاريخي وهڪرن جي ثبوت وارن گھڻن آثار هن ڪتاب ڪان مٿي ڏهاڪن تائين ڪو ٻيو ناهي آيو.

24. 1965 ۾ هومز، مڪ ڊونلڊ ۽ پارٽنرس سان لوئر انڊس پروجيڪٽ تي ڪم ڪندڙ، اڏامندي ڇڪيل تصويرن آثار مطالعو ڪري سنڌو درياءَ جا مختلف تاريخي جُڳن دوران وهڪرا تيار ڪيا ۽ اهڙي قسم جي جاڻ رپورٽ سان واڌو جوڙيل جلد جي جلد 2 ۾ ڇپرايائين. اها وري ٻيهر جاگرافيڪل جرنل ۾ ڇپي. ڪيس هاڪڙي جي سنڌوءَ ۾ ڇوڙ ڪرڻ جي ڪا نشاني نہ لڌي، پر ريگستان جي ڪور سان دريائي لٽ وارن ميدانن ۾ خانڳڙهہ وارو ڪچو ڳولي لڌائين. جيڪو گھٽو ڪري سنڌوءَ جي اتل واهن (ڦاٽن) جو ناهيل هو. سندس نقشن ۾ ريٽي ۽ واهند پوري طرح سان ريگستان ۾ ڏيکاريل آهن ۽ سنڌوءَ جي پَٽن ۾ ڪونہ ٽا گھڙن.

25. 67-1966 ۾ ايم. ايچ. پنهور 1:250,000 ڪاڇي تي سنڌو درياءَ جي سنڌ ۾ پنين 5,000 سالن دوران وهڪرن جو اڏامندي ڇڪيل تصويرن آثار هڪ نقشو ناهيو ۽ سنڌوءَ مان اتل واهہ سکر ضلعي ۾ ريٽيءَ ڏانھن ويندي ڳولي لڌائين ۽ الور وٽيءَ مان لنگھندڙ سنڌوءَ جي هڪ ڇاڙهہ پڻ لڌائين.

26. 1968 ۾ رائيڪس، گھٽو ڪري پٽاوالا (20 مٽي) ۽ لئمبرڪ (23 مٽي) ڪان متاثر ٿي، ان ڳالھ تي زور ڏنو تہ جمنا سان سنڌو ۽ گنگا سرشتا واري وٽي ملندا رهيا آهن. هن نظرئي کي پڻ، گوز (31 مٽي) جي رموٽ سينسنگ ڪان سواءِ، رائو وغيره (1974) درياءَ جي الهندي ڪنڌيءَ سان جمنا فالٽ (ڌرتيءَ جي جوڙن يا رڳن جو ٽڙي وڃڻ جتي ڌرتيءَ ۾ ڏار پئجي وئي آهي) جي ثبوت آثار رد ڪري ڇڏيو. جنھن جو مطلب آهي تہ جمنا درياءُ اولھ ڏي نہ وڃي سگھيو هوندو.

27. 1969 ۾ ولهيلمي سَرَسوَتي مسئلي تي لکيو، گھڻي ڀاڱي پٽاوالا پاران حوالا ڏنل ماخذن تي ڀاڙيندي. هي چوي ٿو تہ جمنا اڳي الهندي جمنا واهہ جي هاٿوڪي هانسي-حصار شاخ منجهان اولھ وهندو هو ۽ دِرِشادوَتي ڪري ڄاتو ويندو هو.

اڏامندي ڇڪيل تصويرن جمنا جي اولھ ڏي وهڻ واري هن نظرئي کي مڪمل طرح رد ڪري ڇڏيو آهي. هي نئو سمجھي تہ ڪو هاڪڙو سنڌوءَ جو سهڪاري هو. سندس مطابق جمنا سان گنگا رڳ ويدي جُڳ ۾ مليو هو. هي لئمبرڪ (23 مٽي) ۽ رائيڪس (26 مٽي) ڪان متاثر لڳي ٿو. پوئين جو خيال هو تہ جمنا ۾ سنڌو ۽ گنگا سرشتا واري وٽي ملندا رهيا آهن.

28. 1969 ۾ ايم. ايچ. پنهور اڏامندي ڇڪيل تصويرون ڪم آڻيندي پٽرو ڪري ڏيکاريو تہ ستلج ۽ سنڌوءَ جي اتل جي پاٽيءَ تي وهندڙ هاڪڙو منڊ جمڙائو وٽ ٻن ڇاڙهن ۾ ورهائجي ويو ۽ انهي جي الهندي ڇاڙهہ جمڙائو واهہ جي پيٽ تان لنگھي، تنھن ڪان پوءِ اها برهمڻ آباد-منصوره ماڳ جي اپرندي پاسي وٽان وڃي لنگھي ۽ وري ڪيترائي ميل ڏکڻ ۾، هاٿوڪي ڊوري پراڻ رستي ڪوري ڪاريءَ ڏانھن ويندي واٽ تي، برهمڻ آباد-منصوره ڪان مٿان، سنڌوءَ جي اپرندي ڇاڙهہ سان وڃي گڏي. انهي ڪي سنڌوءَ جي هڪ اپرندي ڇاڙهہ پڻ بدين تعلقي ۾ پاٽي ڏيندي هئي، جنھن جي ڪري سندس هينئين ڀاڱي ۾ پاٽي سڄو سال هوندو هو.

29. 1972 ۾ گرديپ سنگھ ۽ ٻين، راجستان ۾ ٽن ڪارين ڍنڍن ۾ گڏ ٿيل مواد جي زميني تهن جو ريڊيو ڪاربان سنہ لهڻ ڪان پوءِ، نتيجو ڪڍيو تہ 9,500 ڪان 4,000 سال اڳ جي وچ تي الهندي راجستان ۾ پوندڙ مينهن هڪ ڏاڪو مٿي هو ۽ هنوقت پوندڙ مينهن ڪان اٽڪل اڍائوٽو هو ۽ انبالا ضلعي ۾ ۽ پرسان هماليہ جبلن ۾ جهجهو مينهن پوندو هو، ايترو جو ڪنھن قدر اهميت واريون ڏارائون وهي هلن. هن جو مطلب پوءِ وارن ليکڪن اهو ڪڍيو تہ ڏارائن جو هڪ انگ انبالا ضلعي مان ڏکڻ وهيو پئي ۽، انهي عرصي دوران انهن منجهان هڪ، سَرَسوَتي يا هاڪڙو ٻارهو وهندڙ درياءُ هو.

30. 1979 ۾ پاڪستان جي آثار پارڪو کاتي جي رفيق مغل، بهاولپور ۾ هاڪڙي جي پاسن وارن آثاري ماڳن جي سروي ڪرڻ ڪان پوءِ، ثبوت سامهون آندو تہ بهاولپور ۾ ساماٽل سنڌو تهذيب واريون وسنديون 2,000 ق. م ڌاري ڊرڪڻ شروع ٿي ويون هيون، ڪارڻ هو انهي درياءَ ۾ ايندڙ پاٽيءَ جو گھٽجي وڃڻ. هن اسٽائين (18 مٽي) جي هندستاني علائقن ۾ ڪم کي هٿي ڏني.

31. 80-1979 ۾ ٻيمل گوز، امل ڪار ۽ زاهد حسين، خيالي زميني صورتن ۽ اڏامندي ڇڪيل تصويرن ڪان ڪم وٺندي، سَرَسوَتيءَ جا وهڪرا تيار ڪيا: راجستان جي وچان لوٽيءَ ڏانھن: ريٽيءَ ۽ اپرندي ناري جي وچان: ۽ ريگستان جي اتر-الهندي ڀاڱي جي وچان، پنجن الڳ الڳ مرحلن ۾، هنن نالن سان - آڳاٽو وهڪرو ۽ هڪڙي پنيان ٻيو ٽي وڏا وهڪرا - پڇاڙيءَ وارو ٿيو گھگھر-هاڪڙو، بهاولپور جي وچان ريٽيءَ ڏانھن. وچ وارا ٽي وهڪرا هاٿوڪي ناري سان ڪپري ۽ خيرپور جي علائقن ۾ گڏبا هئا. سنڌ ۾ گھڙندڙ ۽ اپرندي ناري سان عمرڪوٽ جي اتر ۾ گڏجندڙ ڪنھن درياءَ جو پڻ هڪ وهڪرو آهي، پر ان جا پيرا رڳو ڪجھ پنڌ تائين آهن، پنجن سرشتن ڪان مٿي نہ. هي ٽي سگھي ٿو ليڪ جي هڪڙي پنيان ٻئي پنجن مرحلن ڪان اڳ جو ڪو وهڪرو هجي.

32. 1984 ۾ امل ڪار ۽ ٻيمل گوز، اڏامندي ڇڪيل تصويرن جي مدد

سال، نتيجو ڪڍيو ته اهڙو ڪو ثبوت ڪونهي، جنهن سان ثابت ٿئي ته جمنا اولهه ڏي وهي درِشادَوتيءَ کي وڃي پاڻي ڏيندو هو. انهن اهو پڻ نتيجو ڪڍيو ته درِشادَوتيءَ جا ڪوڙ سارا وهڪرا هئا، جن ذريعي اهو ريگستان جي وچان ڏکڻ ڏي وهندو هو ۽ اراولي ٽڪرين مان هلندڙ ڌارائون پڻ کيس پاڻي رسائينديون هيون. تنهنڪري سندس سڪي وڃڻ جو مکيه ڪارڻ موسمي ڦيرا هئا.

درِشادَوتيءَ تي اوتروئي تڪرار اڀي ئي هليو پئي، جيترو سَرَسوَتي يا هاڪڙي تي پئي هليو. مثال طور ڪَنِنگهام (5 مٿي) الهندي جمنا واهه جي هانسي-حصار شاخ کي هن درياءَ جو پيچڙيءَ وارو وهڪرو ٿي ڀانيو. ريپسن انهي کي چؤتانگ جو هاٿوڪو وهڪرو ٿي ڀانيو. ڪيٽ ۽ ڊِي سندس وهڪرو چؤتانگ مان ۽ تنهن کان پوءِ الهندي جمنا واهه جي هانسي-حصار شاخ مان ٿي ڀانيو. وڌيڪ سڄاٽپ وِشيشتا، شرما ۽ امل ڪار جي اهڙن ئي ويچارن ڏکي ڪري ڇڏي ۽ گوز جي رموٽ سينسِنگ ڪتب آڻڻ جمنا جو درِشادَوتيءَ جي ڪجهه سهڪارين سان ملڻ ۽ ان جي ابتڙ نه ٿيڻ سڄاڻي ورتو.

هڪ دلچسپ ڪوجنا، جنهن سندن اڳوڻن 1979 ۽ 1980 (31 مٿي) وارن ايپاسن کي رد ڪري ڇڏيو، سا اها هئي ته درِشادَوتيءَ جي رڳو هڪڙي ايرندي ۽ گهٽ اهم چاڙهه آڳاٽن وقتن ۾ لوٽيءَ ڏانهن ويندي هئي ۽ اها اوڏانهن ويندي واٽ تي اراولي جبلن مان ميندهن جو پاڻي گڏ ڪندي ويندي هئي، پر اڳتي هلي، اولهه مڙي ريگستان جي وچ مان 74 ڊگهائي ڦاڪ E تائين وڃي لنگهندي هئي ۽ اها هن پورچوٽ ڪان اڳتي ڳولي لهڻ ڏکي آهي.

ٽئين مرحلي ۾ درِشادَوتي درياءُ سَرَسوَتي يا هاڪڙي دريائي سرشتي جو سهڪاري ٿيڻ لاءِ الڳ الڳ وقتن تي ڪيترن ئي مرحلن منجهان لنگهيو، جڏهن ته هاڪڙو يا سَرَسوَتي پڻ اولهه ڏي هلندو ويو.

ليڪڪن لاءِ درِشادَوتيءَ جي وهڪري جو سنه ڳولي لهڻ ڏکيو ٿي پيو، پر سمجهن ٿا ته هلندو وڃڻ وارا وڏا لاڙا اوپر ڪان اولهه ڏانهن ٿيا ۽ گهٽو گهٽو ڪري درياءُ لوٽيءَ ڏانهن پلائيسٽوسين (برفاني تهه) جُڳ دوران سوڪهڙي واري آبهوا جي شروع ٿيڻ ڪان اڳ وهندو هو.

33. 1985 ۾ ايم. ايچ. پنهور، درِشاوَتيءَ جي امل ڪار ۽ گوز پاران ڏسيل وهڪرن جي پڪ پڪاڻ ڪري ونڻ ڪان پوءِ، سهي ڪيو ته درِشادَوتي درياءَ جا ٽي سگهي تو آڳاٽن جُڳن ۾ ٽي وڏا وهڪرا رهيا هجن - سپ ڪان آڳاٽو وهڪرو لوٽيءَ ۾ چوڙ ڪندو هو ۽ پوءِ وارا به وهڪرا الهندي راجستان واري ريگستان جي وچولي ڀاڱي منجهان لنگهي سنڌ ڏانهن ويندا هئا، جتي اهي هاڪڙي سان گڏبا هئا. آڳاٽو وهڪرو عمرڪوٽ جي اتر مان هوندو هو ۽ چاڙيءَ وارو ناري ۽ کپري تعلقن جي وچان لنگهندو هو. سينٽرل ايرڊ زون ريسرچ انسٽيٽيوٽ پاران هنن ٽنهي وهڪرن منجهان پهرئين کي پلائيسٽوسين جُڳ ڪان اڳ جو ۽ ٻئين ۽ ٽئين کي پلائيسٽوسين جُڳ جا سمجهيو ويو.

اڏامندي چڪيل تصويرن جي مدد سان پنهور هڪ نظريو آڏو آندو ته خيرپور ۽ کپري تعلقن ۾ ڪاري پاٽيءَ جون 2،000 ڍنڍون ٿي سگهي ٿو درِشادَوتي درياءَ جون ناهيل هجن، جيڪو هنن تعلقن منجهان وهندو هو ۽ سانگهڙ ضلعي واريون ڍنڍون: مَکي-فراش واريون ترايون درِشادَوتيءَ جي هاڪڙي سان ميل واري هنڌ نهيون هيون. سندس مُک ماخذ مٿيون 32 هو ۽ کيس لڳو ته درِشادَوتي ٿي سگهي ٿو سنڌ واري ريگستان يا ايرندي رڻ جي وچولي ڀاڱي جي وچان لنگهندو هجي. درِشادَوتي هاڪڙي سان گڏ 2،000 ق. م ڌاري ميندهن جي گهٽجڻ سبب سڪي ويو.

هيءَ ڳالهه سنڌ جي ڍنڍن لاءِ سورهن آنا سچ هئي، پر اڏامندي چڪيل تصويرون نه هجڻ ڪري هندستان واري پاسي لاءِ ان بابت پڪ پڪاڻ ڪرڻ ڏکيو هو.

34. پچاڙڪي ڪوجنا ڪان پوءِ هي ليکڪ سنڌ جي ريگستان ۾ وڌيڪ ڳولها ڦولها ڪندو رهيو ۽ بلڪل سڄر 1:50،000 نقشن کي جاچڻ پر ڪڻ تي، جيڪي اڏامندي چڪيل تصويرن آڏار نهيل آهن، کيس ڏسڻ ۾ آيو ته خيرپور ۽ کپري وارين ڍنڍن جو منهن اتر-اتر اوپر ڪان ڏکڻ-ڏکڻ اولهه هو. درِشادَوتي درياءَ چوٽياري، مَکي ۽ فراش ڍنڍون ناهيون هيون.

کيس ڪنهن گهٽي آڳاٽي درياءَ جون به چاڙهون پڻ اتر-اوپر پاسي ڪان ايندي ۽ هاٿوڪي عمرڪوٽ شهر ويجهو هاڪڙي سان گڏجندي ڏسڻ ۾ آيون.

## 35. **انت نبيرو**

سمورو مسئلو وري ڀيهر کوليو ويو. هندستاني ليکڪن (31 ۽ 32 مٿي) ۽ سينٽرل ايرڊ زون ريسرچ انسٽيٽيوٽ، جوڌپور، پاران راجستان جي آڳاٽن دريائن تي ڪيل ڪم کي نئين سر جاچيو پرکيو ويو ۽ هن جي وڌيڪ پنيرائي سنڌ جي ريگستان يا اوڀارئين رڻ ۾ رموٽ سينسنگ ايپاس ڪري ڪئي وئي. جيڪي نتيجا ڪڍيا ويا سي هيٺ ڏجن ٿا ۽ ڏنل نقشي ۾ چِٽا ڪري ڏيکاريا ويا آهن.

i. سَرَسوَتيءَ (هاڪڙي) ۽ درِشادَوتيءَ پنهنجا انبالا ضلعي ۽ هريانا رياست ۾ وهڪرا ڪيترائي ڀيرا مٽايا، ڪارڻ هو لَٽَ جا اهي انبار، جيڪي انهن سِوالڪ ٽڪرين کي روڙي اگهاڙو ڪري پاڻ سان پئي آندا. هتي موجود اڪيچار پراٽيون ڌارائون سَرَسوَتي ۽ درِشادَوتي سرشتي جي هزارين سالن جي وهڪرن جون نشانيون آهن.

ii. آرين جي ويدي ۽ ڌرمي ادب وارا درِشادَوتي ۽ سَرَسوَتي اٽندي به الڳ الڳ درياءَ هئا ۽ جڏهن آريا انهن تائين پهتا تيستائين اهي پاڻ ۾ گڏجي هڪڙي ڌارا ٿي چڪا هئا، جيڪا ايرندي ناري يا هاڪڙي کي

پاڻي رسائيندي هئي.

iii. چؤتانگ، جيڪو ڪنهن زماني ۾ هاڪڙي جو سهڪاري سمجهيو ويندو هو، دِرشادوَتيءَ جي مُک ڌارا هو ۽ اڳتي هلي جڏهن دِرشادوَتيءَ سَرَسوَتيءَ ۾ ڇوڙ ڪيو ته اهو سَرَسوَتيءَ جو اڻسڌو سهڪاري بڻجي ويو.

iv. دِرشادوَتي، چؤتانگ جو بيو نالو آهي. انهي جو سڀ کان آڳاٽو سڃاڻپ جوڳو وهڪرو لڳ ڀڳ هي هو: راجگڙهه، هَديال، چُرُو، رتاڳڙهه، موڪالا ۽ پُندلُو.

v. سِوالڪ ٽڪرين ۾ جمنا فالٽ هجڻ ڪري جمنا درياءُ اولهه ڏي وڃي هاڪڙي جي پيٽ مان نه وهي سگهيو هوندو، جيڪو سندس پاڻي جهلي سگهڻ ليکي گهڻو سوڙهو هو.

vi. شملا جي ڏکڻ ۾، اوپر پاسي جڳڌر ۽ اولهه پاسي پٽيالا شهرن جي وچ تي، آڳاٽين ڌارائن جا گهڻ ۾ گهڻ ست پيٽ آهن ۽ به بيا پٽيالا جي اولهه پاسي پڻ آهن. اهي سڀ جو سڀ اتر-اتر اوڀر کان ڏکڻ-ڏکڻ اولهه وهن ٿا ۽ هڪٻئي ۾ ملي به وڏيون ڌارائون جوڙين ٿا - اوڀر پاسي دِرشادوَتي ۽ اولهه پاسي سَرَسوَتي. دِرشادوَتيءَ جي نشاني بلڪل اوڀر واري ڌارا آهي، جيڪا هنوقت چؤتانگ سڏجي ٿي ۽ باقي اٺ ڌارائون سَرَسوَتيءَ جون نشانيون آهن، جيڪي انهي جون سهڪاري سمجهيون وڃن ٿيون، جيتوڻيڪ هنن بنهي جي وچ ۾ سندن سموري ڄمار دوران هڪٻئي جي ڌارائن ۾ ملي وڃڻ عام ڳالهه هئي.

vii. لڳي ائين ٿو ته پلائيسٽوسين (برفاني تهه) کان اڳ واري جُڳ (2.0 ملين سالن کان وڌيڪ اڳ) دوران دِرشادوَتي درياءُ لوڻي درياءَ ۾ بِشالپور شهر ويجهو، سنڌ جي دنگ کان 250 ڪن ميل اوپر پاسي 26هين پوروچوٽ ليڪ تي، ڇوڙ ڪندو هو. لوڻي انهي جو پاڻي سنڌ نارِ ڏانهن نيندو هو، گهٽو ڪري ويراواهه ۽ پاري نگر شهرن جي ويجهو، جنهن سان نگرپارڪر هڪ بيٽ بڻجي پوندو هو. دِرشادوَتيءَ جو ويجهي ۾ ويجهو نشان نگرپارڪر کان 260 ميل پري هو. ٿي ٿي نٿو سگهي ته اهو ڪڏهن به لاڙ سنڌ مان وهيو هجي. سَرَسوَتي پڻ اتر-اتر اوڀر کان ڏکڻ-ڏکڻ اولهه وهي دِرشادوَتيءَ سان چُرُو کان اولاهين پاسي گڏبو هو ۽ اها گڏيل ڌارا لوڻيءَ ۾ پچاپدرا شهر ويجهو ڇوڙ ڪندي هئي.

viii. آڳاٽي يا هيئنئين پلائيسٽوسين جُڳ (2.0 ملين کان 500،000 سال اڳ) دوران، سوڪهڙي جي شروع ٿي وڃڻ ڪري، دِرشادوَتيءَ جو پاڻي گهٽجي ويو ۽ اهو لوڻيءَ تائين پهچي نه پئي سگهيو. انهي کان پوءِ اهو اولهه ڏي مڙي سَرَسوَتيءَ سان انهي جي پراڻي وهڪري جي پوروچوٽ نئين پيٽ ۾ وڃي گڏيو. هي ميل ناگور ۽ جيسلمير شهرن جي وچ تي بنهي کان هڪجيتري پنڌ تي ۽ جوڌپور جي اتر ۾ ٿيو. دِرشادوَتيءَ ۽ سَرَسوَتيءَ جي منڍين وٽ سِوالڪ ٽڪرين ۾ ٽيندڙ ٽيڪٽونڪ چرپر (ڌرتيءَ جي ڌڏڻ ۽ لوڏن جي ڪري ٽيندڙ ڦيرڦار) ٿي سگهي ٿو، ڪنهن حد تائين، هنن ڌارائن جي وهڪرن جي متجڻ جو ڪارڻ بڻي هجي، پر وڌو ڪارڻ هو لَٽَ جا اهي انبار، جيڪي هنن پاڻ سان سِوالڪ ٽڪرين مان ٽي آندا ۽ انهي ڪي پنهنجي پيٽ ۾ ويهاري پنهنجو دڳ پاڻ ٿي بند ڪيائون. ان ڳالهه جي پڪ ناهي ته آيا دِرشادوَتيءَ ۽ سَرَسوَتيءَ جي گڏيل ڌارا ٿر ۾ گهڙي، پر ڪنهن درياءَ جون الهندي راجستان واري رڻ جي وچولي پاڳي مان ايندڙ به چاڙهون سنڌوءَ جي ميداني علائقي ۾ هاڻوڪي عمرڪوٽ ويجهو گهڙيون. لڳي ائين ٿو ته يا ته دِرشادوَتي اڪيلي سِر يا سَرَسوَتي ۽ دِرشادوَتي سرشتي جو گڏيل پاڻي هن هنڌ تي سنڌ ۾ گهڙندو هو ۽ ٿر جي اولاهين ڪڙ وٺي رهمڪي بازار کان ٿيندو ڪڇ جي رڻ ڏانهن هليو ويندو هو ۽ اتان پوءِ سمنڊ ڏانهن هليو ويندو هو.

ix. وڌيڪ ڦيرا متئين يا پڇاڙڪي پلائيسٽوسين جُڳ يعني 35،000 کان 10،000 سال اڳ دوران آيا. سَرَسوَتي اولهه پاسي سنڌو سرشتي ڏي لڙيو، ڪجهه پنڌ تائين ستلج جي پوروچوٽ هليو ۽ انهي کان پوءِ اتر-اتر اوڀر کان ڏکڻ-ڏکڻ اولهه پاسي چار وڏا ۽ ڪيترائي ننڍا پلٽا کائيندو وچولي ۽ اتر سنڌ ڏانهن ڦري ويو. سنه وار ترتيب سان اهي چار وڏا پلٽا هيئين مرحلن ۾ آيا:

- سِرسا کان ڪالِيبنگان، خانگڙهه، اسلام ڳڙهه، ڌرمي کوهه، گهنٽيالي، شاهگڙهه، باٻوري، رَجَت ۽ ميهار مگريو، ۽ انهي کان اڳتي ايرندي ناري مان، ريگستان يا اوپارئين رڻ جي الهندي ڪور ڪور سان، ڪوري ڪاريءَ ڏانهن.
- سِرسا کان ڪالِيبنگان، انُوپ ڳڙهه، سَرڪي، درواڙ، منڙائو ۽ مندرا، ۽ انهي کان اڳتي ايرندي ناري مان ڪوري ڪاريءَ ڏانهن.
- ساڳيوئي متيون وهڪرو منڙائو تائين، پر انهي کان اڳتي هيٺ واهند چاڙهه ڏانهن ۽ انهي کان اڳتي ايرندي ناري مان ڪوري ڪاريءَ ڏانهن.
- ساڳيوئي متيون وهڪرو منڙائو تائين، پر انهي کان اڳتي سَنڌن والا ۽ ريٽيءَ ڏانهن ۽ اتان اڳتي ايرندي ناري ۽ پوءِ ڪوري ڪاريءَ ڏانهن.
- آڳاٽي ۽ وچولي هولوسين جُڳ (پڇاڙڪي برفاني جُڳ کان پوءِ وارو يا هن مهل تائين پڇاڙڪو ڌرتي-جوڙَ جُڳ) دوران سَرَسوَتيءَ جي اولهه ڏي وڃڻ وارن وڌيڪ ڦيرن جو سلسلو. انُوپ ڳڙهه کان اڳتي نوان وهڪرا نهيا. اهي هي هئا:

  - انوپ ڳڙهه کان فورٽ عباس ۽ درواڙ جي اتر ڏانهن. اتان وري ريٽيءَ ڏانهن ۽ ريٽيءَ کان ايرندي ناري مان ڪوري ڪاريءَ ڏانهن.
  - انوپ ڳڙهه کان احمدپور ڏانهن ۽ اتان اڳتي ريٽيءَ ڏانهن.
  - انوپ ڳڙهه کان احمدپور ڏانهن ۽ اجا اڳتي ستلج ڏانهن.
  - جنهن وقت اهو ستلج ۾ پيو پئي انوقت به ريٽيءَ ۽ ناري ڏانهن وهيو پئي.

- هن عرصي دوران دِرشادوَتي پنهنجي چؤتانگ کان حِصار، نِهار، صورتگڙهہ ۽ انوپ ڳڙهہ واري وهڪري کان اولهہ ڏي لڙندو ٿو ڏسجي. انوپ ڳڙهہ وٽ دِرشادوَتيءَ سَرَسوَتيءَ سان ميل (دو آبو) ڪيو هو.

x. سَرَسوَتيءَ جون پنجاب جي ضلعي انبالا، هريانا رياست ۽ راجستان جي ضلعي گنگا نگر ۾ ڪوڙ ساريون سهڪاري ڌارائون هيون. اهي سهڪاري ڌارائون سِوالِڪ ٽڪرين کان هلندڙ هڪ وڏي ماتريءَ ۽ هنوقت دادوالي، گنگا نگر، جڪل، تاجي والا، جگڊر، پاٽيپٽ، ٿانيسر ۽ پٽيالا شهرن هيٺ اچي ويل علائقي ۾ پکڙيل هيون - لڳ ڀڳ اٽڪل 10،000 چورس ميل پاٽيءَ جي پندار تراين وارو علائقو (طاس)، جنهن مان اهو انهي جو سانوٽيءَ ۽ سياري جي چؤماسي جو پاٽي وهائي ويندو هو ۽ گڏوگڏ هماليہ جون برفون پڻ، جنهن سان سَرَسوَتي هڪ بارهو وهندڙ درياءُ ٿي پوندو هو.

xi. ستلج پنهنجي مٿين پهچ وارن علائقن ۾ ڪجهہ پاٽي سَرَسوَتيءَ کي، پنهنجي چاڙهن منجهان ڪنهن رستي ڏيندو هو، جيڪا اوپر پاسي کان ۽ لُڌياڻي جي اولهہ مان هلندي هئي ۽ ساٽس جڪل، هنومانگڙهہ ۽ ڊاباوَتي وٽ ملندي هئي. اهي هينئين يا وچولي پلائيسٽوسين جُڳن جا نندا واهہ هئا ۽ پوئين پلائيسٽوسين جُڳ يا هولوسين جُڳ ۾ ڪو پاٽي نٿي رسايائون. تنهن هوندي بہ، ساڳئي عرصي دوران اٿل جو پاٽي باقاعدگيءَ سان ايندو رهندو ٿو ڏسجي، ويندي تاريخي جُڳن تائين.

xii. ناري ۽ ڪيپري تعلقن ۾ بہ هزار ريگستاني ڍنڍون سَرَسوَتيءَ ۽ دِرشادوَتيءَ جي گڏيل پاٽيءَ پوئين پلائيسٽوسين جُڳ جي پوياڙيءَ واري ڀاڱي (35،000 کان 10،000 سال اڳ) يا اجا بہ هولوسين جُڳ جي اڳياڙيءَ دوران ٺاهيون هيون. هنن ڍنڍن جي مُهاڙ اتر-اتر اوپر کان ڏکڻ-ڏکڻ اولهہ ڏانهن، آڳاٽين ڌارائن جي وهڪرن کي سامهين آهي.

xiii. هاڪڙي يا سَرَسوَتيءَ پنهنجي وهڪري ۾ چوٽياري ڍنڍ کان ڏکڻ پاسي يعني هن هنڌ کان سمنڊ تائين - عمرڪوٽ، نئين ڪوٽ، رهِمڪي بازار، سنڌڙي ۽ ڪوري ڪاريءَ رستي - گهٽ ۾ گهٽ وچولي پلائيسٽوسين (500،000 کان 35،000 سال اڳ) کان وٺي ڪو وڏو ڦيرو نہ آندو. پوري عرصي دوران اٽڪل 5-10 ميل اوپر کان اولهہ لوڏو ڏيندو رهيو. هن پٽيءَ ۾ پٽون ايتريون وڏيون ناهن جيتريون اوپر پاسي آهن ۽ پوئين پلائيسٽوسين جُڳ (35،000 کان 10،000 سال اڳ) دوران ٺهيون هيون.

xiv. هاڪڙو يا سَرَسوَتي چوٽياري يا منڍ جمڙائو ۾ ٻن الڳ الڳ وقتن تي پيو، پر پڪ سان پوئين پلائيسٽوسين جُڳ (35،000 کان 10،000 سال اڳ) دوران.

xv. هن عرصي دوران دِرشادوَتي هاڪڙي يا سَرَسوَتيءَ سان حِصار، نِهار ۽ صورتگڙهہ واري پيٽ تي گڏجي چڪو هو. انوپ ڳڙهہ ڏانهن ڦيرو هولوسين جُڳ جي اڳياڙيءَ (10،000 سال اڳ کان 6،500 سال اڳ) دوران آيو.

xvi. هاڪڙو چوٽياريءَ کان مٿان اولهہ ڏي اٽڪل پنجن مرحلن ۾ لڙيو آهي ۽ جيئن ئي اهو ريٽيءَ جي هاٽوڪي وهڪري تائين پهتو تہ لڳ ڀڳ اتر کان ڏکڻ وهڻ شروع ڪيائين. پنجون مرحلو ريٽيءَ رستي هو، ٻيون مرحلو سوراهہ ۽ منڍ جمڙائو جي وچ تي ۽ چوٿون مرحلو پراٽي وهڪري سان، جيڪو واهند ڪري چاتو وڃي ٿو.

xvii. جڏهن سنڌو درياءُ ۽ ستلج اٿلندا هئا تہ اهي ڇَرَ ڪندا هئا. ستلج ۽ سنڌوءَ جا ڇر تي وهندڙ واهہ (ڦاٽ) غوٿپور، ضلعو رحيميار خان (سنڌ جي ڊنگ کان 50 ميلن تي ۽ منڻ ڪوٽ جي سامهون) کان اتر-اولهہ وٽان وهي هلندا هئا ۽ اباوڙي ۽ پني عاقل جي وچان پڻ. انهن جو پاٽي وهي سَرَسوَتيءَ يا هاڪڙي يا اپرندي ناري ۾ وڃي پوندو هو، گهٽو ڪري هر سال، ويندي تيرهين صدي عيسويءَ تائين ۽ ڪنهن ڪنهن سال انهي کان پوءِ بہ.

xviii. اڏامندي چڪيل تصويرن مان پڪ نٿي ٻيهي تہ آيا سچو جو سچو ستلج پلائيسٽوسين کان اڳ واري جُڳ ۾ سَرَسوَتيءَ ۾ وڃي پوندو هو يا انهي جو رڳو ٿورو ڀاڱو. وچولي ۽ پوئين پلائيسٽوسين جُڳن دوران ستلج هڪ آزاد درياءُ هو، جيڪو پنهنجي رڳو اٿل جي پاٽيءَ کي سَرَسوَتيءَ ڏانهن وجهڻ ڏيندو هو.

xix. سنڌو ثقافت جون وسنديون سَرَسوَتيءَ جي پراڻن وهڪرن جي پاسن سان فورٽ عباس کان درواڙ قلعي تائين موجود آهن، جيئن مغل جاچ پرک ڪئي آهي. اسٽائين گهگهر ۽ هاڪڙي جي پيٽ جي پاسن سان بيڪانير ۽ اپرندي بهاولپور ۾ هنن ماڳن جي جاچ پرک ڪئي: پدراڪلي، مندرا، فتح ڳڙهہ، ڪاليبنگان، پاواڙ، بدوپال، رنگ محل، ڪرٽيسر، سردارگڙهہ، سوهاڪوٽ، سُوَئيڪي، ٻجين ڳڙهہ، رامسنگهپور، بجنور، ولار، سَنڌن والا، ڪُبوالا ۽ لُوڙيوالا. هي سمورا ماڳ يا تہ ٽامي-ڪنجهي (سنڌو ثقافت) جُڳ جا آهن يا اوائلي تاريخي جُڳ جا، ويدي آرين واري دور تائين اڳ جا، پر 750 ق. م کان پوءِ جا نہ. آڳاٽا ماڳ 2،300 ق. م تائين اڳ جا آهن.

xx. جيئن ئي هاڪڙو يا سَرَسوَتي بارهو نہ وهندڙ درياءُ ٿيو، تہ جي معيشت ۾ سندس دان سُسي راجستان ۽ چولستان ۾ مال ڌاريندڙ ڌنارن تائين وڃي بچيو، پر سنڌ ۾ اهو منڍ جمڙائو کان هيٺ سانوٽيءَ ۾ ڪجهہ زراعت کي ٽيڪ پرائيندو هو، جيتوڻيڪ بلڪل باقاعدگيءَ سان نہ، گهٽو ڪري 1200ع تائين، ۽ انهي کان پوءِ هيڪڙ ٻيڪڙ، پر هي سڀ بلڪل ٺيڪ ٺيڪ نٿو چئي سگهجي. تنهن هوندي بہ ارڙهين صديءَ جي وچ تائين ڪڏهن ڪڏهن پاٽي رسائيندو رهڻ جا اهڃاڻ ملن ٿا.

xxi. بارهو نہ وهندڙ درياءُ هوندي بہ هي يونانين جي 325 ق. م ۾ سنڌ فتح

ڪرڻ وقت ۽ انهي ڪان پوءِ ٻيڙين جي اچ وڃ لاءِ ڪم اچي نہ سگهيو هوندو. ٻارهو وهندڙ درياءُ هوندي هن جي سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات ۾ سنڌو ثقافت جي ٻين شهرن سان ٻيڙين جي اچ وڃ ۽ رابطي جو ذريعو هجڻ ۾ پتي هئي.

xxii. ڪڇ جو رڻ سدائين سمنڊ سان ڳنڍيو پيو هوندو هو. ائين ٿي سگهي ٿو تہ جڏهن سنڌو سنڌ نارِ ۾ ڇوڙ ڪندو هوندو تڏهن هيءَ نارِ مٺي پاڻيءَ جي ڍنڍ ٿي پوندي هوندي، ڪجھ مهينن يا هڪ سال لاءِ. پر سنڌو درياءَ جي گهٽ ڇوڙ وارن مهينن ۾ اها پڪ سان سامونڊي پاڻيءَ جي نارِ ٿي هئي.

xxiii. پاري نگر، جنهن لاءِ بندر هجڻ جي دعويٰ ڪئي وڃي ٿي، دريائي بندر نہ، پر سنڌ نارِ مٿان هڪ سامونڊي بندر هوندو.

xxiv. پاري نگر هينئر رڻ ڪڇ ڪان ڇگو پلو پري آهي، ڇو تہ انهي جي اڳيان وارو علائقو گهٽو ڪري لوٽيءَ پنين 1،000-1،500 سالن دوران لَٽي ڇڏيو هو.

xxv. هاڪڙو، ويندي 2،000 ق .م ڪان اڳ پنهنجي ڦوھ جوانيءَ ۾ ٻہ، ٿر ريگستان ۾، سواءِ گهٽو ڪري پنهنجي پيٽ جي پاسن سان سياري ۾ ڪجھ سيلابي پوڪيءَ جي، ڪا ٻني نہ ريجائي سگهندو هوندو، پر منڊ جمڙائو ڪان هيٺ اهو سنڌوءَ جي ميدانن ۾، رڳو پنهنجي ساڄي ڪنڌيءَ تي، ٻنيون ريجائيندو هوندو.

xxvi. سکر ضلعي، ناري ۽ کپري تعلقن جي ڀاڱن ۾ واريءَ هيٺان دريائي لَٽ جا وڏا ميدان ٿي سگهي ٿو تہ رڳو سَرَسوَتي-دِرشادوَتي گروپ جا ئي ڪيترن هزارن سالن دوران سٽيل هجن.

xxvii. آڳاٽين ثقافتن جي هڪ اپياس مان اهجاڻ ملي ٿو تہ سَرَسوَتي، گهگهر (سَرَسوَتيءَ جي مُک ڌارا جنهن تي ڪالِيبنگان شهر وسيو) ۽ چؤتانگ جي آڳاٽن وهڪرن جي پاسن سان وسندڙ (3،500 ڪان 2،350 ق. م) ۽ ساماٽل سنڌو ثقافت (2،350 ڪان 2،000 ق. م) جا آثاري ماڳ هئا. لوھ جُڳ يا خاڪي ٿانون وارا ماڳ (1،000 ق. م ڌاري) پڻ گهگهر جي منڊ وٽ انهي جي پاسن سان هئا، پر سَرَسوَتيءَ (يا حقيقت ۾ هاڪڙو) جي پڇڙيءَ وٽ انهي جي پاسن سان نہ هئا ۽ چؤتانگ جي پاسن سان بہ نہ. هن منجهان سَرَسوَتي-دِرشادوَتي سرشتي جو هوريان هوريان سڪڻ پڌرو ٿئي ٿو. پاڻيءَ جو اچڻ 2،000 ق. م ڌاري تمام تڪڙو گهٽجي ويو، جنهن شهري زندگي تباھ ڇڏي، پر تڏهن بہ ڪجھ پاڻي خاڪي ٿانون سان جوڙيا ويندڙ ڌنار رڳ ويدي آرين ڪي پالڻ لاءِ منڊ تي وهندو رهيو ۽ ان ريت ڪجھ وسنديون ويندي گپتا جُڳ (ٽين ڪان پنجين صدي) جون پڻ سندس ڪنڌين تي وسيل رهيون.

xxviii. هولوسين (پڇاڙڪو ڌرتي-جوڙَ جُڳ) دوران ستلج مان بهاولپور ويجهو اٿل جو پاڻي پڻ سَرَسوَتي يا هاڪڙي ڪي پهچندو هو، پر رڳو ٻوڏ واري منڊ ۾، ۽ ائين تاريخي دور ۾ بہ هلندو رهيو.

xxix. سَرَسوَتيءَ ۽ دِرشادوَتيءَ جي وڏن وهڪرن جي پاسن سان جَر جو مٿو پاڻي آهي، خاص ڪري ڌرمي ڪوھ، گهنٽيالي، گهوٽاڙُو ۽ هيٺ شاهگڙھ تائين، جتي اهو 30 ڪان 40 ميٽر اونهائيءَ تي ملي ٿو. لڳي ائين ٿو تہ هي جَر جو پاڻي علائقي ۾ پراڻن وهڪرن جي هيٺان هماليہ کان ڍرو ڍرو هلندو رهي ٿو، جنهن ڪي صديون لڳي وڃن ٿيون.

xxx. ستلج، جيڪو ڪڇو ۽ ننڍي ڄمار وارو درياءُ هو، اجا پنهنجا لنگھ ڪورڻ واري مرحلي ۾ هو، تنهن ڪان سَرَسوَتي يا هاڪڙو هڪ گهٽو ننديو درياءُ هو.

xxxi. سَرَسوَتي يا هاڪڙو هڪ پنهنجي منهن پاڻ وهيٽو درياءُ هو، جنهن تي سنڌو تهذيب جا ماڳ جهڙوڪ ڪالِيبنگان ۽ ٻيا هئا.

xxxii. سنڌوءَ ڪڏهن بہ هاڪڙي ۾ ڇوڙ نہ ڪيو، پر انهي جي هڪ ايرندي ۽ گهٽ اهم ڇاڙھ - پراڻ - نئين ڪوٽ ڪان هيٺ هاڪڙي ۾ پوندي هئي.

xxxiii. هاڪڙو ڪڏهن بہ الور گارج منجهان نہ لنگهيو. سنڌوءَ جي هڪ ايرندي ڇاڙھ الور گارج منجهان ڏهين صدي عيسويءَ جي پڇاڙيءَ تائين وهندي هئي. سنڌوءَ جو پاڻي الور گارج مان ٽپي هاڪڙي تائين نہ پهچندو هو.

xxxiv. سَرَسوَتي يا هاڪڙو هڪ ٻارهو وهندڙ درياءُ هو، جنهن ۾ ايندڙ پاڻي 2،000 ق. م ڌاري گهٽجڻ شروع ٿيو ۽ انهي جي ڪنڌين تي وسيل سنڌو تهذيب جا شهر ڦٽڻ لڳا. درياءَ جو موت هوريان هوريان ٿيو. سڄو سال وهندڙ مان ڦري سال جو ڪجھ وقت وهندڙ ٿيو. بهاولپور کان هيٺ درياءَ ۾ اجا بہ سانوڻيءَ جي مهينن ۾ ڪجھ پاڻي هوندو هو. تنهنڪري، سُسندڙ وسنديون سندس ڪنڌين تي گهٽي وقت تائين، ويندي ويدي ۽ تاريخي جُڳن ۾ بہ، هلي ويون.

xxxv. سَرَسوَتي يا هاڪڙي جي ڪنڌين سان، سندس سڄي لنگھ ۾، آڳاٽيون وسنديون سنڌو ثقافت جُڳ، 2،000 ق. م ڌاري، جون آهن ۽ نئين ڪوٽ کان هيٺ 2،350 ڪان 1،650 ق. م جون. هنن منجهان ڪجھ رڻ ڪڇ ۾ سندس ڇوڙ يعني رهِمڪي بازار ۽ سنڌڙيءَ جي صفا ويجهو لڌيون آهن.

xxxvi. 1،650 ق. م ڪان پوءِ جڏهن هاڪڙو سنڌوءَ ۾ پيو، تہ منجهس ايترو پاڻي ايندو هو جو اهو لاڙ سنڌ ۽ ڪڇ ۾ سانوڻيءَ ۾، ڪنهن ڪنهن سال، ڪيترن صدين تائين، ٿوري وقت ۾ لهندڙ ڪجھ پوکون پچرائڻ ۾ مدد ڪري سگهي. گهٽ ۾ گهٽ 500 ق. م ڪان پوءِ اهو سانوڻين ۾ بنھ بيقاعدو ٿي ويو ۽ سندس پاڻي پڻ ڇوڙ ڪرڻ ۽ وهڻ وارن ڏينهن جي حساب سان گهٽجي ويو.

xxxvii. مهراڻ، سنڌوءَ جو ٻيو نالو آهي. مهراڻ ڪڏهن بہ هاڪڙي جي پيٽ مان ناهي وهيو، نہ ئي انهي جي ڪا ڇاڙھ.

xxxviii. هاڪڙو ڪڏهن بہ ٿرپارڪر (هاڻ ميرپورخاص، ٿرپارڪر ۽ عمرڪوٽ ٽي ضلعا) جي هاٽوڪي ريگستاني علائقي منجهان ناهي وهيو، جيئن ڪيترن ئي لوڪ ڪهاڻيڪارن سمجهيو ۽ لکيو آهي، ۽ نہ ئي پاري نگر بندر انهي تي هو.

xxxix. هاڪڙو سدائين سنڌ نارِ ۾ چوڙ ڪندوتي آيو، جيڪا انهن ڏينهن ۾ سمنڊ جي ڪاري هئي، ۽ انهي ڪان پوءِ ڪوري ڪاريءَ رستي سمنڊ ۾ چوڙ ڪندو هو. اڳتي هلي اهو رڻ ڪڇ ۾ چوڙ ڪرڻ لڳو.

xl. رڻ ڪڇ، جيڪو هڪ تانگهي ساموندي نارِ هو، تنهن جو تر سنڌوءَ، هاڪڙي، ڪڇ جي ڏارائن ۽ لوڻيءَ جي آندل لَٽَ جي ڪري هوريان هوريان مٿي کڄندو ويو. ڌرتيءَ جي ڏڏڻ ۽ لوڏا اچڻ پڻ تي سگهي ٿو ان عمل کي هٿي ڏني هجي، پر ان پڇاڙڪي عنصر جي پتي لَڳجڻ جي پيٽ ۾ ڪا گهٽي نه هوندي. ڌرتي ڏوڏ اهڙي هڪجهڙي سڌي زمين نٿي ناهي سگهي، جهڙي رڻ ڪڇ جي آهي.

xli. سنڌوءَ جي هڪ اپرندي ڇاڙهه هاڪڙي ۾ چوڙ ڪندي هئي، پر ڌنڌي باڳي وٽان اوپر ڪان اولهه ويندڙ سَنڌي ڪان هيٺ، يعني ٿرپارڪر (هاڻ ميرپورخاص) ضلعي ۾ هاٿوڪي شهر نئين ڪوٽ ڪان هيٺ. اها ائين 1758ع تائين ڪندي رهي، جڏهن سنڌوءَ جي وهڪري ۾ هالا وٽ آيل هڪ وڏي آبي ڦيري پاڻي ملڻ جو اهو ذريعو بند ڪري ڇڏيو. سنڌوءَ جي هيءَ اپرندي ڇاڙهه پُراڻ يا سانگرو ڪونبي هئي ۽ انهي جا الڳ الڳ وقتن وارا الڳ الڳ رستا اپرندي پُراڻ ۽ الهندي پُراڻ ڪونجن ٿا.

xlii. سنڌوءَ جي هيءَ اپرندي ڇاڙهه ڪڏهن به سنڌو درياءَ جي مُک ڌارا نه هئي.

xliii. جيسلمير ضلعي ۾ ريٽيءَ ۽ واهند جي اوپر پاسي وارا آثاري ماڳ علائقي ۾ آڳاٽين وسندين ۽ تهذيبن جو ڏس ڏئي سگهن ٿا.

xliv. چتانگ يا چؤتانگ تي، انهي جي حِصار ويجهو اولهه پاسي لڙي انوپ ڳڙهه وٽ سَرَسوَتيءَ سان وچي ملڻ ڪان پوءِ جاءِ اهم ماڳ آهن: پدرا، نهار ۽ راوتسر. سَرَسوَتيءَ جي مُک لنگهه جي پاسن سان اهم آثاري ماڳ آهن: هندستان ۾: هنومانگڙهه، ڪالِيبنگان، رنگ محل، سردارڳڙهه ۽ انوپ ڳڙهه ۽ پاڪستان ۾: ڦُلڙا، ميرڳڙهه، مروٽ، مانڳڙهه ۽ دينڳڙهه.

هندستاني ماڳن جي جاچ پرک استائين (18 مٿي) ۽ بهاولپور جي ماڳن جي ڊاڪٽر مغل (30 مٿي) ڪئي. سنڌ ۾ وچٽوٽ ۽ ڊرب بُنني به ماڳ ريٽيءَ تي آهن ۽ نوهٽو ۽ ڳاڙهو پڙو اپرندي ناري يا پُراڻ تي. هي سڀ جو سڀ ماڳ سنڌو تهذيب جا آهن.

xlv. ڪپري ۽ ناري تعلقن ڏانهن ويندڙ پراڻن وهڪرن جي پاسن وارا ماڳ ڪيترا آڳاٽا آهن، ان بابت جاچ پرک نه هندستان ۾ ٿي آهي ۽ نه پاڪستان ۾.

## 36. لوڪ ڪهاڻيڪار

ڊاڪٽر اين. اي. بلوچ پاران پنجاهه واري ڏهاڪي جي وچ ڪان وٺي سنڌي ادبي بورڊ لاءِ ڪيل روايتي لوڪ ڪهاڻين جي ڇتي انگ ۾ جلدن واري ميڙ چونڊ وچئين جُڳ جي شاعريءَ، وِيچارن، ريتن رسمن، ويساهن ۽ آڳاٽي سنڌ ۾ رهڻي ڪهڻيءَ جي طريقن بابت هڪ نئين ڳولا لاءِ واٽ کولي. ڪوڙن هٿرادو گهڙيل قصن سان پيريل روايتي لوڪ ڪهاڻين کي ڪجهه ماڻهن هڪ سنجيدي تاريخ لاءِ قبول ڪري ورتو آهي. اهي، اجايو، ڏند ڪٿائي يادگارن، وسندين ۽ خيالي لوڪ داستانوي ڪردارن جي نشانن جي ڳولا ڪرڻ ۽ تاريخ کي ٽوڙي مروڙي انهي ۾ اهي ٺهڪائي بيهارڻ جي ڪوشش ۾ لڳا رهيا آهن. لوڪ ڪهاڻيڪارن جون ڪجهه نراليون ڳالهيون هيٺ ڏجن ٿيون:

ا) مهان لوڪ ڪهاڻيڪار ڊاڪٽر بلوچ ڪيترائي پيرا اڻ ٽيٽي کي ثابت ڪري ڏيکارڻ لاءِ هرڪبو رهيو آهي. تاريخ طاهريءَ واري الور جي ڏند ڪٿائي ظالم راجا دَلُو راءِ جي ان ڪهاڻيءَ آڌار ته انهي جنونيءَ 962ع ۾ سيف الملوڪ نالي سوداگر ڪان ڳهُر ڪئي ته اهو پنهنجي سهٽي سُريت بديع الجمال کي هڪ رات سندس سمهڻ واري ڪوٺيءَ ۾ گذارڻ لاءِ موڪلي ڏئي، سيف الملوڪ چوويهن پهرن (ڀاهتر ڪلاڪن) جي مهلت گهري. هڪڙي رات ۾ ئي، ڏوڪڙن تي مزدورن جو جٿو لڳائي، ڪاميابيءَ سان سنڌو درياءَ کي الور گارج مان هڪ نئين پيٽ ڏانهن موڙي ۽ اتان ٻيڙا ڪاهي نڪتو هليو ويو ۽ شهر کي پاڻيءَ ڪان سدائين لاءِ محروم ڪري، انهي جي ڦٽڻ جو ڪارڻ پيدا ڪري ويو. ڊاڪٽر بلوچ گهٽو ڪري راورٽي (10 مٿي) ڪان متاثر ٿيو آهي ۽ انهي وانگر سمجهي ٿو ته سنڌو درياءُ اڳي الور وٽيءَ مان لنگهي اپرندي ناري جي پيٽ ڏانهن ويندو هو ۽ سيف الملوڪ انهي کي ڪاميابيءَ سان موڙيو هو. ڪوٽڙي بئراج سڪي زمين تي اڏيو ويو هو ۽ سنڌو درياءَ کي موڙي انهي مان لنگهايو ويو هو. اهو ڪم سرانجام ڏيڻ لاءِ 150 هارس پاور وارا گهٽ ۾ گهٽ 30 بلڊوزر لڳ ڀڳ ٻه سال وهيا. هڪ هارس پاور برابر آهي 8 ماڻهن جي 8 ڪلاڪن تائين ڪم ڪرڻ واري سگهه جي. هڪ هارس پاور جي سڄو ڏينهن ۽ سڄي رات ڪم ڪرڻ جو مطلب آهي 24 ماڻهن پاران هڪ شفٽ ۾ ڪيل ڪم. ماڻهوءَ جي ڏينهن جي حساب سان 150 هارس پاور وارا 30 بلڊوزر روزانو 16 ڪلاڪ ۽ 2 سالن ۾ 500 ڏينهن هلن ته اهي برابر ٿيندا 12 لک (1.2 ملين) ماڻهن جي هڪ رات ۾ 8 ڪلاڪ ڪم ڪرڻ جي، شرط اهو ته ايترا مزدور ملي سگهن، انهن جي ڪم کي هڪبئي سان جوڙي سگهجي، ڪين چرڻ پرڻ جي جاءِ ملي سگهي ۽ ڪوٽائيءَ ۽ ڀيڙن جي چڪائيءَ وارا اوزار هٿ ڪري سگهجن. راورٽي وانگر سيف الملوڪ کي سچو سمجهندي، ڊاڪٽر بلوچ نتيجو ڪڍيو ته سنڌو اڳي لنگهن جي ٻن گروپن تان وهندو هو: اپرندو سرشتو يا هاڪڙو، ريگستان جي ڪَڙ سان ۽ الهندو سرشتو وچولي سنڌ منجهان. ايستائين جو اهڙي قسم جو نقشو پڻ ناهيو اٿائين، جيڪو، ٽورين گهٽين ڦيرڦارن سان، هينري ڪزنس (13 مٿي) تي آڌاريل آهي. سيف الملوڪ ۽ بديع الجمال جون ٻيون روايتون ڪشمير ۽ پنجاب ۾ آهن ۽ هڪڙي اهڙي روايت

فارسيءَ ۾ پڻ آهي، پر انهن روايتن منجهان ڪنهن ۾ بہ سنڌ جي دلو راءِ يا سنڌو درياءَ جو وهڪرو مٽائڻ جي ڳالهہ ڪانهي. سنڌ ۾ ڪيترائي ڦٽل ماڳ دلو راءِ سان جوڙيا ويا آهن. پنجاب ۾ ساڳئي نالي واري هڪ دڙي جي پاڪستان جي آثار پارڪو ڪاتي کوٽائي ڪئي آهي. دلو راءِ ۽ سيف الملوڪ بئي خيالي گهڙيل ڪردار آهن ۽ ائين ٿي اها ڪهاڻيءَ آهي. پر تنهن هوندي بہ، هڪڙو بند موجود آهي، هاڪڙي يا ناري تي آرپار نہ، پر سنڌوءَ جي ناري ڏانهن ويندڙ هڪ اٿل واهہ يا ڦاٽ تي آرپار، الور کان پنج ميل ڏکڻ ۾ ٻهرا وٽ، غلام شاهہ ڪلهوڙي پاران ، سنڌو درياءَ جي پاٽيءَ کي ويجهي وارين ٻنين ۾ پکيڙي ڇڏڻ لاءِ، سترهين صديءَ جي سٽ واري ڏهاڪي ۾ اڏرايل. لوڪ ڪهاڻيڪار ڪنهن پَر سمجهن ٿا تہ هي اهو الور وارو بند آهي، جيڪو سيف الملوڪ اڏيو هو ۽ راورتي پڻ ائين پئي سمجهيو.

II) بئي لوڪ ڪهاڻيڪار ليڪڪ عُرساڻيءَ جو خيال هو تہ الهندي ٿر جو هڪ ڀاڱو، ڊوري پراڻ جي پراڻي پيٽ جي پاسي سان، مِهراڻو سڏبو هو، جو تہ اهو مهراڻ يا سنڌوءَ يا هاڪڙي يا واهند سان لڳ هو ۽ هي درياءَ ٿر جي مِهراڻي کي پوک لاءِ پاڻي رسائيندو هو (مهراڻ ڪڏهن بہ هي لنگهہ ڏئي نہ وهيو). هي ائين پڻ سمجهي ٿو تہ ڪنهن زماني ۾ هاڪڙو، سنڌوءَ جي پنجاب ۾ نڪرندڙ هڪ ڇاڙهہ، عمرڪوٽ جي اوير پاسي ٿر منجهان لنگهي نگر پارڪر تعلقي ويجهو رڻ ڪڇ ڏانهن ويندو هو ۽ پاري نگر، پهرين صدي عيسويءَ ۾، هاڪڙي جي چوڙ تي هڪ بندر هو.

راڻيچند هريجن تاريخ ريگستان ۾ ساڳيون روايتون اکر بہ اکر ائين ئي ڏنيون آهن، جيئن عرساڻيءَ جون آهن. راڻيچند کي ريگستان بابت لکڻ جو شوق عرساڻيءَ ڏياريو هو ۽ ڪتاب جو مسودو پڻ عرساڻي صاحب کي ڏيکاريو ويو هو. راڻيچند جو ڪتاب عرساڻيءَ جي ڪتاب کان اٽڪل سال ڪن اڳ آيو. اها پڪ ناهي تہ هنن ڏند ڪٿائي روايتن تي ڪنهن ڪنهن تي اثر ڇڏيو، جيڪي نِپَٽ غلط آهن. هريجن جي ريگستان جي جلد ٻئين پڻ ساڳيون روايتون ورجايون آهن.

III) 1975 ۾ مرحيات ڊاڪٽر عبدالمجيد ميمڻ سنڌيءَ اولهہ جون ڪجهہ لڪئيون لوڪ ڪهاڻين سان ڳڏايون، ڪن نتيجن تي پهچڻ لاءِ، جيڪي رڳو ڪنهن حد تائين درست آهن. هيٺ ڏنل اهي نتيجا آهن، جيڪي هن ليکڪ پاران مٿي پئرا 35 ۾ نبيري غلط سمجهيا ويا آهن. وڌيڪ وضاحتون ڏنگين ۾ ڏنيون ويون آهن.

a) راماڻڻ جُڳ ۾ اجُوڌيا ڏانهن هاٿي هاڪڙي جي ڪنڌين وارن ٻيلن مان ويندا هئا.

(راماڻڻ 400-200 ق. م ڏاري لکيو ويو، جڏهن هاڪڙو گهٽبو سکي چڪو هو. مٿس اهڙا گهاٽا ٻيلا پلجي نٿي سگهيا، جيڪي هاٿين جي رهڻ جوڳا هجن.)

b) سنڌ ۽ بلوچستان ۾ رهندڙ هڪڙا قبيلو ٻيڙياتا هئا، جيڪي هاڪڙي درياءَ ۾ پنهنجون ٻيڙيون وهائيندا هئا.

(هڪڙا قبيلو ڪنهن سڪل ڏارا تي ٻيڙياتا نٿا ٿي سگهن. هن درياءَ جي سڪل پيٽ تي پيل هاڪڙو نالو 1،000 سالن کان گهٽ پراڻو آهي. سندس اصل نالو، جيڪو آرين وٽ چاتل هو، سو سَرَسوَتي هو، جيئن ويدن، پراڻن ۽ مهاڀارت ۾ آيو آهي، جيڪي سيئي 1،000 کان 200 ق. م جي وچ تي لکيا ويا. تڏهن چا سڏبو هو، جڏهن سنڌو ثقافت جا شهر مٿس وسيا، خبر ناهي. اهڙي ريت هن قبيلي ۽ درياءَ جي نالي جي وچ ۾ ڪو ڳانڍاپو ڪونهي.)

c) ڪوٽ ڏيجي ثقافت، جيڪا موهنجي دڙي واري سنڌو ثقافت کان بلڪل الڳ آهي، تنهن پنهنجا پير ڪوٽ ڏيجيءَ وٽ هاڪڙي درياءَ تي ڄمايا.

(ڪوٽ ڏيجي سنڌوءَ جي الور گارج مان لنگهندڙ وهڪري تي هو، هاڪڙي تي نہ. ڪوٽ ڏيجي ثقافت کي اسرندڙ سنڌو ثقافت جو نمونو ڪري ليکيو ويو آهي. سَرَسوَتيءَ مٿان سمورا ماڳ گهٽي ڀاڱي ساماٽل سنڌو ثقافت يا جهُڪر، جهانگار ۽ H-قبرستان ثقافت جا آهن. رڳو ڪي ٿورڙا ماڳ اسرندڙ سنڌو ثقافت جا آهن، پر هي سموريون ثقافتون هڪ ئي آهن.)

d) سِرسا جو شهر چانورن جي هڪ اهم پِڙي هو، هاڪڙي جي هڪ سهڪاري گهگهر مٿان هو.

(سنڌوءَ ۽ سندس سهڪارين، سَرَسوَتيءَ يا هاڪڙي سميت، تي سنڌو ثقافت جُڳن ۾، جڏهن سَرَسوَتي وهندو هو، چانورن جي پوکيءَ جو اجا تائين ڪو ثبوت نہ لڌو آهي.)

e) جڏهن آريا ڏکڻ ايشيا ۾ نمودار ٿيا، تڏهن هاڪڙو پنهنجي سهڪارين سان سگهارو ۽ ٻارهو وهندڙ درياءُ هو. سَرَسوَتي هڪڙو ٻيو درياءُ هو، جمنا ۽ ستلج جي وچ تي، ۽ سندس هاڪڙي سان ميل (دو آبو) هو.

(جڏهن آريا ڏکڻ ايشيا ۾ نمودار ٿيا، 1،000 ق. م ڏاري، تڏهن هاڪڙو اڳيئي سُسي چڪو هو. سَرَسوَتي آرين جو انهي ئي ڏارا لاءِ نالو هو، جيڪا هاڻ هاڪڙو ڪوئجي ٿي.)

f) دِرشادوَتي، جنهن کي چوٽانگ پڻ سڏيو وڃي ٿو، جنهن ۾ جمنا مان پاڻي ايندو هو، تنهن جو گهگهر سان شور ويجهو ميل هو.

(دِرشادوَتي هڪ آزاد ڏارا هو ۽ اهو جمنا مان نہ پربو هو، پر سِوالِڪ ٽڪرين مان پنهنجو آزاد ذريعو هئس.)

g) ستلج هاڪڙي جو هڪ سهڪاري هو ۽ ميل ولهار ويجهو بهاولپور جي دنگ تي هو.

(ستلج ڪڏهن بہ سَرَسوَتيءَ جو سهڪاري نہ هو، گهٽ ۾ گهٽ هولوسين جُڳ يا پنين 10،000 سالن ۾.)

h) مروٽ هاڪڙي تي هڪ قلعو هو. اهو عمر سومري جو هو، جنهن مارئيءَ کي کنيو ۽ ڪوٽ ۾ بند رکيو هو.

(عمر سومري-پهرئين جي راڄڌاني نري هئي ۽ عمر سومري-ٻئين جي

محمد تُور، نہ عمرڪوٽ ۾ نہ ئي مروٽ. مارئي تاريخي نہ پر ڪوڙو گھڙيل ڪردار آهي. عمر سومري جي ڏينهن ۾ هاڪڙو سڪل هو. عمر سومري جي راج وارن ڏينهن ۾ عمرڪوٽ امرڪوٽ نالي سان ڪوٺبو هو.)

i) هاڪڙي منجهان هڪ واهہ دريائي پٽڻ ڊرٻ ڏيٿاڙيءَ ويجهو نڪتو ۽ جيسلمير ڏانهن ويندي واٽ تي اهو ٻن چاڙهن ۾ ورهائجي ويو، جن منجهان هڪڙو لُڊاڻو ڪوٺبو هو. مومل جي ڪاڪ (جادوءَ وارو محل) لڊاڻي تي هئي، جيڪو سومرن جي دور ۾ سڪي ويو، جنهن جي ڪري ڪاڪ ڦٽي وئي.

(علائقي جون هيٺ مٿاهيون ٻڌائن ٿيون تہ جيسلمير ڏانهن ويندي زمين مٿي ٿيندي ٿي وڃي ۽ واهہ رڳو جيسلمير کان ڊرٻ ڏيٿاڙيءَ ڏانهن وهي سگهي ٿو. لڊاڻو رڳو سَرَسوَتيءَ جو هڪ آڳاٽو وهڪرو آهي، هولوسين جُڳ کان اڳ جو يا اوائلي هولوسين جو. مومل ۽ انهي جي ڪاڪ ڪوڙا گھڙيل قصا آهن.)

j) هاڪڙو الور وِٽيءَ مان لنگھندو هو ۽ هاڪڙي جي سڪي وڃڻ ڪري الور کي پاڻي ملڻ بند ٿي ويو ۽ اهو ڦٽي ويو. سومرن جي جُڳ ۾ هاڪڙي ۾ پاڻي اچڻ گھٽ ٿي ويو هو ۽ الور جي راج ڏٽيءَ پاڻيءَ کي پنهنجي ٻنين ۽ باغن ڏانهن ورائي وڃڻ لاءِ انهي تي آرپار هڪڙو بند ٻڌو هو.

(الور وِٽيءَ منجهان سنڌوءَ جي چاڙهہ وهندي هئي، هاڪڙو نہ. هاڪڙي جي پاڻيءَ کي ڪنهن ڏاڍي زميندار پاران اوڀاري پاسي تي ورائي وڃڻ واري ڳالهہ تي ماڻهن جو انگريزن پاران سنڌ فتح ڪرڻ تائين پڪو ويساهہ هو، تڏهن انگريز انجنيئرن جاچ پڙتال ڪري سهي ڪيو تہ هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪا سچائي ڪانهي.)

k) الور کان هيٺ هاڪڙي جون ڪيتيون ئي چاڙهون هيون، جيڪي پڇاڙيءَ چوڙ سنڌوءَ ۾ وڃي ڪنديون هيون. ڪوٽ ڏيجي، هالاڪندي يا هالا، برهمڻ آباد-منصوره ۽ پٽالا يا نيرون ڪوٽ يا حيدرآباد هاڪڙي جي انهن چاڙهن تي آباد هئا.

(هاڪڙي جي سنوت سندس پاڻيءَ جي سنڌوءَ ۾ چوڙ ڪرڻ ليکي گھٽو هيٺ هئي. مٿيان سڀ جو سڀ شهر سنڌوءَ يا انهي جي چاڙهن تي هئا. پٽالا ٿي سگهي ٿو برهمڻ آباد يعني منصوره واري ماڳ جي ويجهو اوڏو يا انهي هنڌ تي هجي - حيدرآباد ويجهو نہ.)

l) ڍورو چاڙهہ يا ايرندو نارو سنڌوءَ مان الور ويجهو نڪرندو هو ۽ سومرا گھراڻي جي راج دوران هاڪڙي جي پيٽ مان وهندو هو.

(هاڪڙي ڏانهن پاڻي سنڌوءَ جي ڪنهن چاڙهہ مان نہ بلڪ سنڌوءَ جي چَر جو ايندو هو، پر سو بہ رڳو ٻوڏ واري مند ۾. سنڌوءَ جي ڪا چاڙهہ الور وِٽيءَ مان لنگھي هاڪڙي کي پاڻي رسائڻ نہ ويندي هئي.)

m) هاڪڙي تي ڦٽل ماڳن جو هڪ انگ آهي، جن جا نالا آهن: داسڻ جو دڙو، پورِي جو دڙو، همير جو ٻِڙو، حسن باغ جو ٻِڙو، پاتن جو ٻِڙو، ٽُپِيَن جو دڙو، راڻي جو ٻِڙو، مومل جو ٻِڙو، سونَ پَريءَ جي پِڙي، امراڻو، راهُونديَن جي پِڙي، ڳاڙهو ٻِڙو، لِيهُور جو ٻِڙو، ليلان جي ماڙي، ڪِنجهي جي ماڙي يا ٻِڙو، ڪَوْنرُوءَ جي ماڙي، نور علي شاهہ جي ٻِڙي، سامي جو ڊير، پهڪت جو ٻِڙو، نوهٽو ٻِڙو ۽ خانپور جا ديرا؛ سڀ جو سڀ ٿر ۾ ۽ سومرن جي دور جا، جيئن سندن نالن منجهان پڌرو ٿئي ٿو.

(هي ڦٽل ماڳ سنڌو ثقافت جُڳ يعني 2,500 کان 1,650 ق. م يا انهي کان بہ اڳي جا آهن، سومرن جي جُڳ جا ناهن. روايتي لوڪ ڪهاڻين وارا نالا همير، راڻو، مومل، سونَ پَري، امراڻو، ليلان، ڪِنجهي ۽ ڪَوْنرُو انهن کي ٻارهينءَ کان تيرهين صدين جو نٿا ٻڌائي سگھن، نہ ئي وري روايتي لوڪ ڪهاڻيون اهو ثابت ڪري سگھن ٿيون تہ هاڪڙو ٻارهينءَ کان تيرهين صدين ۾ وهندو هو. تنهن هوندي بہ اسان کي ليکڪ جو ٿورائتو ٿيڻ گھرجي، جنهن هاڪڙي تي ايڪيهن ماڳن جي لسٽ ناهي ڏني، جن کي آثار پارکو ڳولي لهي سگھن ٿا.)

IV) هڪڙو ٻيو لوڪ ڪهاڻيڪار مرحيات معمور يوسفاڻي لوڪ شاعريءَ جون معنائون ڪيڻ ۽ انهي کي تاريخ ۽ تاريخي جاگرافيءَ سان ڳنڍ هٽڻ ۾ ڏاڍو سرگرم رهيو آهي. سندس مطابق:

a) واهند يا واهُوندي جو درياءُ، هاڪڙي جي هڪ ايرندي چاڙهہ، پنجاب، بهاولپور ۽ جيسلمير منجهان لنگھندو هو ۽ سنڌ ۾ ٿرپارڪر ضلعي ۾ پوندو هو. (هاڻ ٿرپارڪر ضلعو ٽن ضلعن ميرپورخاص، عمرڪوٽ ۽ ٿرپارڪر ۾ ورهائجي ويو آهي) پاري نگر انهي جي چوڙ وٽ ڪوري ڪاريءَ تي هڪ ساموندي بندر هو، اتي جتي هي سمنڊ ۾ پوندو هو.

(پاري نگر ڪوري ڪاريءَ کان 120 ميل اوپر ۾ آهي. ڪوري ڪاريءَ جي چوڙ تي بندر لکپت آهي.)

b) واهند جا بہ سهڪاري هئا: هڪ سَرَسوَتي ۽ ٻيو دِرشادوَتي، جيڪي 3,000 سال اڳ سڪي ويا، پر واهند وهندو رهيو ۽ ڪڏهن سڪو، خبر ناهي.

(جڏهن ذريعو ئي سڪي ويس تہ پاڻي ڪٿان پئي آيس؟)

c) مهراڻ ٿر منجهان وهندو هو. انهي جو لنگھہ هو وچٿوٽ کان نارو تعلقو ۽ ڪپري تعلقي جي ايرندي پاڳي کان چور، جتي اهو هاڪڙي ۾ وڃي پوندو هو.

(علائقي جون هيٺ مٿاهيون ٻڌائن ٿيون تہ وچٿوٽ ڪپري ۽ ناري تعلقن جي ريگستاني علائقن کان هيٺ آهي ۽ تنهنڪري ڪو درياءُ انهي رخ ۾ وهي نٿو سگھي.)

d) هاڪڙي جي هڪ چاڙهہ عمرڪوٽ جي ڏکڻ وٽان ايرندي پاسي وڪڙ ڪري چاچري هلي وئي ۽ اتان پاري نگر.

(هيٺ مٿاهيون ائين ٿيڻ ئي نہ ڏينديون، جو تہ عمرڪوٽ ۽ هاڪڙو چاچري ۽ انهي جي ايرندن پاڳن کان هيٺ آهن.)

e) مهراڻ جي هڪ ڇاڙهه نئين ڪوٽ ويجهو ورهاڱي تي ڏيپلي وغيره جي ويجهو وڃي لنگهي.
(هيٺ مٿاهيون ائين ٿيڻ نه ڏينديون.)

f) مهراڻ جي هڪ ٻي ڇاڙهه، مِيٺي ندي سڏجندڙ، مٿيءَ مان لنگهندي هئي ۽ انهي تي ڪيرتي ۽ ڪرلي نگر شهر وسيا.
(هي وهڪرو پڻ هيٺ مٿاهين جي ابتڙ هوندو).

g) ريٽي، ٿر ريگستان جو ٿيون درياءُ هو، جيڪو هاڪڙي ڪان اولهه پاسي ۾ وهندو هو ۽ خيرپور ۽ سانگهڙ ضلعن جي ريگستاني پاڳن مان آڏو ٽيڏو لنگهڻ ڪان پوءِ شادي پلي ويجهو وڃي ٿر ۾ پوندو هو. اتان پوءِ اهو ساماري تعلقي ۾ پوندو هو ۽ نئين ڪوٽ ويجهو هاڪڙي سان گڏبو هو. هن وهڪري تي اهم آثاري ماڳ هي آهن: داسڙن جو دڙو، پورِي جو شهر (پڙو)، ڳاڙهو پِڙو، ليلان جي ماڙي ۽ پاتن يا ليهُور جو پڙو.

(يوسفاڻيءَ جي دريائي وهڪرن جي تشريح پاڻيءَ جي علم يا هيٺ مٿاهين جي پابندين ڪي ليکي ئي ڪانه. درياءَ هيٺاهيُن ماٿرين ڪان مٿاهيُن ٽڪرين ڏانهن پيا وهن ۽ هڪ ٽڪريءَ ڪان ٽپ ڏئي وچ تي ايندڙ ماٿريءَ ڪي ڇُهڻ ڪان سواءِ ئي ٻيءَ تي هليا وڃن. درياءَ ۽ نڙا هڪٻئي جي مٿان اڏاٽا بنا ڪنهن ڏکيائيءَ جي ٽپيا هليا وڃن ۽ درياءَ رڻ ڪڇ جي سو ڪن ميلن مٿان اڏامي سمنڊ ۾ وڃيو پون. جاگرافي سندس تشريحن ۾ ڪا معنيٰ نٿي رکي.)

ٻيا، جيڪي تاريخدان ليکجن ٿا، پر سيف الملوڪ بابت ويچار ساڳيا اٿن سي آهن: مولائي شيدائي، پيرومل، شمس الدين ۽ ارشد. چٽي ڳالهه آهي ته انهن روايتي لوڪ ڪهاڻين کي سنجيده تاريخ ڪري ورتو آهي.

لوڪ ڪهاڻيڪار ماموئي فقيرن جي بيتن کي چنبڙيا رهيا آهن ۽ گرهوڙيءَ جي هاڪڙي تي اڳڪٿين کي پڻ، جيئن برٽن ۽ هيگ ڪيو. گرهوڙيءَ تي سَنَد ڊاڪٽر دائودپوٽي هنن بيتن کي ويهين صديءَ جي منڍ جي ٺڳي سمجهيو ۽ ايستائين جو ٺڳي ڪرڻ وارو به ڳولي لڌائين. مٿي ڏنل رڳو ٿورڙا مثال آهن، لوڪ ڪهاڻيڪارن جي انهن سوين نرالين ڳالهين منجهان، جيڪي الڳ الڳ روپن ۾ ورجائبيون رهيون آهن. انهن ۾ ڪا تاريخي يا سائنسي سچائي ڪانهي. جيئن مٿي پئراگراف 35 (i کان xlv) ۾ ڳاهي وائري نبيريو ويو آهي.

سَرَسوَتي-هاڪڙي جي سڪڻ جو نقشو ڪوڙ سارا وهڪرا ۽ انهن جا رموٽ سينسنگ ٽيڪنالاجيءَ آڌار تي سگهندڙ سنه ٻڌائي ٿو.

سومرن جي دور ۾ اڏاوتن جا قسم







887. Wood reinforced house at Thatta. Reinforcement exposed. (MHP).
888. Wooden door of Zindah Pir tomb. (Cousens).
889. Multi story wood reinforced house at Thatta, with wind catcher at the top. (US).




جيئن تہ درياءُ لوهاڻي ڍوري يا خيرپور وهڪري مان سڪرنڊ، شهدادپور ۽ ساماري وهڪري تائين پئي وهيو، تنهنڪري مٺي جَرَ وارو علائقو هاڻوڪي مٺي جَرَ واري علائقي کان گهڻو اوڀر ۾ هو ۽ هاڻ اهو نوابشاهہ کانوڻي ٻاڙو آهي. اولاهين پاسي مٺو جر ٿي سگهي ٿو هاڻوڪن دنگن تائين هجي.

ضميمو-4

# سنڌ ۾ جَر جو پاڻي ۽ ان جي ويجهي مستقبل ۾ صورتحال

هن ليکڪ 1964 ۾ ”گرائونڊ واٽر اِن سنڌ“ ڪتاب ڇپرايو ۽ ٻه سال پوءِ هنٽنگس ٽيڪنيڪل سروسز، لوئر انڊس رپورٽ ۾ رايو ڏنو ته هن ڪم ۾ جَر جي پاڻيءَ جا نقشا غير معمولي طور صحيح آهن. هن ڪم ڪان مٿي ايجا تائين ڪو ٻيو ناهي آيو ۽ هي اڄ ٻه پنهنجي جاءِ تي درست بيٺو آهي. جيئن ته سنڌ ۾ انهن ڏينهن ۾ ٽيوب ويلون نه هيون، تنهنڪري جَر جي پاڻيءَ جي هجڻ جا گهٽا ئي اهڃاڻ ڪتب آندا ويا هئا ۽ عام پڙهندڙ جي فائدي لاءِ اهي هڪ هڪ ڪري هيٺ ڳڻايا ويا آهن:

a. سمنڊ چڙهيو، 14،000 سال اڳ ڏاري اهو ملتان ويجهو هو ۽ 6،000 سال اڳ ڏاري حيدرآباد جي ڏکڻ تائين پهتو. سمنڊ جو پاڻي جَر ۾ سِميو ۽ نتيجي ۾ ڪاري پاڻيءَ جا ميڙ سنڌ جي دريائي لَٽ وارن ميدانن ۾ 1،000 فٽن جي اونهائيءَ تائين گڏ ٿيل آهن. اهو مٿاڇري ڪان 20-40 فٽن جي الڳ الڳ اونهائين تي آهي. سنڌو درياءَ اٽڪل 10،000 سال اڳ ڪان وٺي پنهنجو پاڻيءَ جو نيڪال وڏائي ڇڏيو هو. اهو ميدانن مان وهندو رهيو ۽ وهڪرا وري وري مٽائيندو رهيو. سندس پاڻي جَر ۾ سِميو ۽ سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ جي مٿان تري بيٺو.

b. درياءَ جي مٺي پاڻيءَ ۽ جَر جي ڪاري پاڻيءَ جي وچ ۾ هڪٻئي تي اثر ڪرڻ لاءِ گهٽو دارومدار ڪاري پاڻيءَ جي زمين جي سطح ڪان هيٺ واري ليول تي هو. مٺي پاڻيءَ جو نارُ سِمي اُپو هيٺ لهڻ مهل سمنڊ جي پاڻيءَ کي هيڏي هوڏي ڌڪڻ لاءِ زور لائيندو هو ۽ هيڪر ڌڪي جاءِ ناهي ورتائين ته مٺي پاڻيءَ جو اهو نار هيٺ اونهو لهندو ويندو هو ۽ وڌيڪ زور لائيندو ۽ وڌ ۾ وڌ ڪاري پاڻيءَ کي پاسي ڪندو ويندو هو. اهڙي ريت سنڌ جي ڪجهه علائقن ۾ پاڻي ويندي 600 فٽن تائين مٺو آهي ۽ ٻين ۾ گهٽو گهٽ. انهي جو دارومدار سڌو سڌو ان ڳالهه تي هو ته درياءَ خاص انهي هنڌ تي ڪيتري عرصي تائين وهيو هو.

c. ٻيا اهڃاڻ هئا: سنڌو درياءَ جا مٿجندڙ وهڪرا، جَر جي پاڻيءَ ۽ انهي جي ڪارائپ جو ڏس ڏيندڙ ٻوٽا، آڳاٽيون وسنديون، جيڪي رڳو تڏهن ئي جالي سگهيون ٿي، جڏهن مٺو پاڻي ملندو رهي، ۽ واپار ۽ اچ وڃ جا آڳاٽا گس.

d. سنڌو درياءَ جي مٿجندڙ وهڪرن جو اڀياس پڌرو ڪري ٿو ته سنڌ ۾ رڳو چار ميل ڊگهي ۽ چار ميل ويڪري ٻه اهڙي ڪا جاءِ ناهي، جتي درياءُ پنين 5،000-6،000 سالن ۾ نه ويو هجي.

e. درياءُ جڏهن پنهنجو وهڪرو ڇڏيندو هو ته پاڻي ٻاڦ ٿي مٿاڇري تان اڏامڻ، ٻوٽن پاران ٻاڦ بڻائي اڏائڻ، پاڻيءَ جي ٽِبي جي سڌو ٿي هڪ ڪَرو ٿيڻ، پنهنجي ئي سيمي واري پاڳي اندر رهجي ويل درياءَ ۽ پڇاڙيءَ ۾ هيٺئين سمنڊ جي ڪاري پاڻيءَ سان رلجڻ ڪري پنهنجو سياءُ مٽائڻ لڳندو هو.

f. جيڪڏهن سنڌو ڪنهن ماڳ تي پنين 600 سالن ۾ جوڙو ڪن صدين تائين گهميو هوته اتي جَر جي مٺو هجڻ جي اميد هئي، پر جيڪڏهن درياءُ انهي مخصوص علائقي ۾ 600 سالن ڪان وڌيڪ اڳ وهيو هو يا 200 سالن ڪان گهٽ عرصو وهيو هوته اتي جَر اڳ ۾ ئي ڪارو هو.

g. انهي علائقي ۾، جتي پاڻي مٿاڇري جي 10-20 فٽن جي اندر ڪارو هو، جيئن شيخ پِرڪئي ڪان اوپر ڪان اولهه ويندڙ سَنڌي ليڪ جي ڏکڻ واري سموري علائقي ۾ آهي، پاڻي ٻاڙو ئي رهيو.

h. جيڪب آباد ۽ شهدادڪوٽ، قمبر ۽ نصيرآباد تعلقن ۾ اهو سچ هو.

i. ڪشمور، سکر-روهڙي، سيوهڻ-دولتپور ۽ حيدرآباد جي ويجهو وارين ايوسين جُڳ (ٽيون ڌرتي-جوڙ جُڳ) جي ٽڪرين ۾ لوٽيات آهن، جن هنن سمورن هنڌن تي، ويندي درياءَ جي پيٽ ۾ ٻه، ۽ هنن جاين ڪان اٽڪل 5-10 ميل اتر ۽ ڏکڻ پاسي جَر ٻاڙو ڪري ڇڏيو آهي، جيتوڻيڪ سنڌو درياءُ سکر ويجهو گهٽ ۾ گهٽ 950ع ڪان وٺي ۽ حيدرآباد-ڪوٽڙيءَ ويجهو 1758ع ڪان وٺي وهندو آيو آهي.

j. سيوهڻ ڪان هيٺ ڪوٽڙيءَ تائين پاڻي ٻاڙو آهي، ڇو ته اولاهيون ٽڪريون، خاص ڪري منڇر سلسلي واريون، لوٽياٽن سان ڀريون پيون آهن ۽ انهن مان مينهن جي پاڻيءَ جو سنڌو درياءَ ۾ سيمو پاڻيءَ کي ٻاڙو بڻائي ٿو، ويندي درياءَ جي پيٽ ۾ ٻه.

k. ڪوٽڙي بئراج ڪان هيٺ سمنڊ تائين پاڻي سموري علائقي ۾ درياءَ جي پيٽ سميت ڪارو آهي، انهي جو سڌو سادو سبب اهو آهي ته ڪارو پاڻي تر ڪان 10-15 فٽن اندر رهيو آهي. رڳو تانگها ڪوٽيل کوهه ۽ هٿ وارا نلڪا ئي هلڪو ٻاڙو پاڻي ڏين ٿا. ماڻهو اهو پيئڻ ۽ مال لاءِ ڪتب آڻين ٿا، جيتوڻيڪ اهو سڀ پارين پيئڻ جوڳو ناهي.

l. وچولن دريائي لَٽ وارن ميدانن ۾، جتي درياءُ پنين 600-700 سالن

دوران ڦرندو رهيو آهي، درياءَ جي پيٽ جي 10-15 ميلن اندر جَر جو پاڻي مٺو آهي.

m. جَر جي هن مٺي پاڻيءَ کي 80-600 فٽ اونهائيءَ تي هيٺان سمنڊ واري پاڻيءَ لاءِ کاري پاڻيءَ جو تهه آيل آهي، ۽ سخت مسئلا پيدا ڪري ٿو. جڏهن ڪنهن، جالاري مٺي جَر ۾ لڳل، ٽيوب ويل سان ڇڪ اچي ٿي ته وڌ ۾ وڌ ڊرا-ڊائون واري هنڌ کان مٿان يعني ٽيوب ويل جي نڙي سان لڳ هڪ اندر وريل نباتي شڪل ٿهي ٿي ۽ پمپ جي ڇڪ وارو دٻاءُ هڪ هوا بند وايو (ويڪيوم) پيدا ڪري ٿو. اهو هوا بند وايو ڪنهن طريقي پرجٽو هوندو آهي. جيئن ته مٺي پاڻيءَ کان هيٺان وارو کارو پاڻي وڌيڪ ڳرو آهي، تنهنڪري اهو مٺي پاڻيءَ واري پاڳي ۾ چڙهي اچي، ٽيوب ويل جي ڇڪ واري دٻاءَ جي ناهيل نباتي شڪل کي پرڻ لاءِ اُپي نباتي شڪل ناهي ٿو. هر پيري جڏهن ٽيوب ويل جي ڇڪ اچي ٿي ته ائين ٿيندو رهي ٿو ۽ هوريان هوريان مٺو پاڻي کارو ٿي وڃي ٿو. جيڪڏهن مٺي پاڻيءَ جو تهه کاري پاڻيءَ کان مٿان 350 فٽ آهي، ٽيوب ويل 200 فٽ هيٺ تائين آهي، پاڻيءَ جو نيڪال به ڪيوسڪ آهي ۽ ڊرا-ڊائون 15 فٽ آهي ته ان کي ٻاڙو ڪرڻ ۾ ڇڪ جا 30،000 ڪلاڪ لڳي سگهن ٿا. ڪيترين ئي خانگي ٽيون ويلن پنين چاليهن سالن ۾ هن عمل سان پاڻي ٻاڙو ڪري ڇڏيو آهي، پر عام دانهون ڪڏهن رڪارڊ تي ناهن آنديون وينديون ۽ انگ اکر موجود ناهن.

n. مسئلي جو نبيرو اسڪيوينجر (گند ڪچرو ٻهاري ڪيندڙ) ٽيوب ويلون آهن، جن ۾ هيٺ نباتي شڪل ناهيندڙ کارو پاڻي مٿئين تهه مان ڇڪجندڙ مٺي پاڻيءَ سان گڏ ساڳئي وقت ڇڪجي ٻاهر نڪري اچي ٿو. انهي اطمينان جوڳو ڪم ڪيو آهي ۽ جَر جي پاڻيءَ کي مٺو رکڻ لاءِ سنڌ ۾ مٺي پاڻيءَ جي هر ٽيوب ويل سان گڏ اسڪيوينجر ٽيوب ويلون لڳائڻيون پونديون، جيڪڏهن ٽيوب ويلون هلائڻيون آهن ته.

o. ٽيوب ويلون روزانو 8 ڪلاڪ به نٿيون هلايون وڃن. سنڌ ۾ 17،000 ٽيوب ويلن مان 13،000 خانگي، عام طور تي اڌ ڪان هڪ ڪيوسڪ سگهه واريون، ۽ 4،000 سرڪاري آهن ۽ اهي سراسري به ڪيوسڪن جي سگهه تائين هلن ٿيون. سال 2000 ۾ بجلي لڳ ڀڳ سڄو ڏينهن رات هوندي هئي ۽ پاڻيءَ جي ڪوٽ ايڏي ته سخت هوندي هئي، جو ٽيوب ويلون ڊسمبر 1999 کان جولاءِ 2000 تائين 24 ئي ڪلاڪ هلنديون هيون. انهن علائقن ۾ جر 15 فٽ يا وڌيڪ هيٺ هليو ويو ۽ سينٽريفيوگل پمپن کي جر کي ويجهو ڪرڻ لاءِ هيٺ لاهڻو پوندو هو.

p. ٽيوب ويلن پاران ڪڍيل پاڻي جي ٻيهر پراءَ جو ذريعو بڻيءَ کي ڏنو ويندڙ ريجاڻي پاڻي آهي. بدقسمتيءَ سان سنڌ ۾ منظور ٿيل پاڻي ايترو ته ٿورو آهي، جو هاريءَ کي سانوڻيءَ ۾ پاڻي مڙئي هلڪڙو پڪيڙڻو پوندو آهي، جڏهن اصل ۾ سيمو بنهه ناهي ٿيندو، پر سيمو سياري وارن مهينن ۾ ٿيندو آهي. سانوڻيءَ ۾ ٻنيءَ ۾ لوٽيات نهندا آهن ۽ سياري ۾ واڌو پاڻي انهن کي هيٺ جر ۾ وهائي ڇڏيندو آهي. وهايل پاڻيءَ جي سراسري ڪاراڻ سالن ۾ 2000 پي. پي. ايم (پاڱا في ڏهه لک پاڱا) تي سگهي ٿي. ڪجهه سالن ۾ اها سنڌ ۾ پوري جر کي پوکيءَ جي ڪم اچڻ جهڙو نه ڇڏيندي. سنڌ ۾ فصلن جو اوپڙ (اُپڙڻ يا تڪڙو ڦُٽڻ ڦرڻ واري سگهه) هڪجهڙو رکڻ لاءِ جيترو پاڻي هنوقت ڇڪيو پيو وڃي اوترو واڌو مٺو پاڻي دريائي ذريعن مان گهربل آهي.

q. ويجهڙ واري سوڪهڙي جي ڪري ماڻهن پنهنجا فصل بچائڻ لاءِ ٻاڙي جر وارن علائقن ۾ ٽيوب ويلون هنيون آهن. اهڙي قسم جي پاڻين ۾ جيتوڻيڪ پهرين 30-50 فٽن جي ٿورين اونهائين تي 900-1،200 ppm وارو سِي. ڪلاس پاڻي هوندو آهي، پر مهينو يا به يا ٻين لفظن ۾ 500-1،000 ڪلاڪ ڇڪجڻ ڪان پوءِ ٻاڙا ٿي ويندا آهن ۽ ٻنيءَ کي سدائين لاءِ وڃائي ڇڏيندا آهن. هن کي قانون ذريعي روڪڻو پوندو.



890. سکر بئراج جو هڪ ڏيک.

# ڏات ساگر


### باب پهريون

اِنگلس، سِي. سِي.، (1949). دي بِهيويئر اينڊ ڪنٽرول آف رِوَرز اينڊ ڪئنالز، 2 جلد، پونا.
اِنگلس، سِي. سِي.، (1954). بند مينيوئل، حڪومت سنڌ، پبلڪ ورڪس ڊپارٽمينٽ، ڪراچي.
لئمبرڪ، ايچ. ٽِي.، (1964). سنڌ: اي جنرل انٽروڊڪشن، جلد-1، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد.
پنهور، ايم. ايچ.، (1983). ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄامشورو.

### باب ٻيون

پنهور، ايم. ايچ.، ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ، ص. VII-IX.
پنهور، ايم. ايچ.، (1979). اسٽرگل آف سنڌ اگينسٽ فيوڊلزم (1500-1843)، جرنل سنڌالاجيڪل اسٽڊيز، سمر، ڄامشورو.

### باب ٽيون

ائٽڪن، اِي. ايچ.، (1907). گزيٽيئر آف پراونس آف سنڌ، 'اي' جلد، ڪراچي.
ڀاٽيا، بِي. ايم.، (1967). فَئمنز اِن انڊيا، 1860-1965، لنڊن.
ڪسال، جي. ايم.، (1964). فُئائِلز دُ آمري (فرينچ)، 2 جلد، (انگريزيءَ ۾ تَتَ سان)، دُ ڪميشن ديس فُئائِلز آرڪيالاجي فَئيس دُو پاڪستان، پيرس.
هومز، ڊِي. اي.، (1968). دي ريسينٽ هسٽري آف انڊس، ج. رائل جاگرافڪ سوسائٽي، لنڊن.
هِيُوز، اي. ڊبليو.، (1876). گزيٽيئر آف دي پراونس آف سنڌ، جارج بيل اينڊ سنز، لنڊن، ٻيون ڇاپو 1996، ڪراچي.
اِنگلس، بِهيويئر آف رِورز، ڏسو باب پهريون.
جينسن، ايم. ايم.، ۽ جنيٽر عُربا، (1991). فرگاٽن سٽيز آف دي انڊس، ميز.
جئرِج، جِين، فرينڪوئس ۽ ميڊو رچرڊ، ايچ.، (1983). دي ائنٽِيسيڊنٽس آف سِولائيزيشن اِن دي انڊس ويلي، سائوٿ ايشين آرڪيالاجي، لنڊن.
جئرِج، جِين، فرينڪوئس، (1995). مهرڳڙهه، ڪراچي.
خان، ايف. اي.، (1965). ايڪسڪيويشنز آف ڪوٽ ڏيجي، پاڪ. آرڪ، نمبر 2، ص. 11-86.
خان، ايف. اي.، (1958). ڪوٽ ڏيجي ايڪسڪيويشنز، 1964 پرلمنري رپورٽ، ڊپارٽمينٽ آف آرڪيالاجي، حڪومت پاڪستان.
لئمبرڪ، هِيُو ٽريوَر، (1937). اَرلي ڪئنال ايڊمنسٽريشن اِن سنڌ، جرنل سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي، جلد ٽيون، ڀاڱو پهريون، ص. 15-3، ڪراچي.
لئمبرڪ، ايچ. ٽِي.، (1952). سر چارلس نيپيئر اينڊ سنڌ، آڪسفورڊ يونيورسٽي پريس، لنڊن.
پنهور، ايم. ايچ.، (1963). گرائونڊ اينڊ سرفيس واٽر، اِٽس ڊِويلپمينٽ اينڊ ڪنزَرويشن اِن ائرِڊ زون (حيدرآباد اينڊ خيرپور ڊويزنس)، پروسيڊنگس آف دي ريجنل سيمينار آن پلاننگ اينڊ ڊِويلپمينٽ، آگسٽ 1963، لاهور.
سورلي، ايچ. ٽِي.، (1968). گزيٽيئر آف پراونس آف سنڌ، ڪراچي.
وِيلر، ايم. آر. اِي.، (1959). اَرلي انڊيا اينڊ پاڪستان، لنڊن.
وِيلر، ايم. آر. اِي.، (1957). انڊس سِولائزيشن - دي ڪئمبرج هسٽري آف انڊيا سپليمينٽ واليوم، لنڊن.

### باب چوٿون

ڪسال، آمري. ڏسو باب ٽيون.
هئرِس مارِون، (1977). ڪئنِيبلز اينڊ ڪنگز، نيو يارڪ.
جئرِج اينڊ ميڊو، دي ائنٽيسيڊنٽس آف سِولائيزيشن ان دي انڊس ويلي. ڏسو باب ٽيون.
ڪوٽيليا، اَرٿ شاستر.
مڪ ڪرِنڊل، جان اِيسٽن، (1887). ائنشِيَنٽ انڊيا ايز ڊسڪرائيبڊ باءِ ميگاستينس اينڊ ائرِيَن، ڊاڪٽر شيونبيڪ جي سهيڙيل "فرئگمينٽس آف انڊيا آف ميگاستينس" جو ترجمو، ڪولڪتو ۽ لنڊن.
پنهور، ايم. ايچ.، (1979). سنڌ اينڊ اِٽس فوڊ سورسز سِنس اينٽيڪُئٽي، جرنل سنڌ ڪوارٽرلي، جلد-7، نمبر 3، ڪراچي.
پنهور، ايم. ايچ.، ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ. ڏسو باب پهريون.
وِيلر، انڊس سولائيزيشن. ڏسو باب ٽيون.
وِيلر، اَرلي انڊيا اينڊ پاڪستان. ڏسو باب ٽيون.
وِلٽفوگل، (1957). اوريئينٽل ڊيسپوٽزم، ٻيهر 1981. هي هن باب جو بنيادي ماخذ آهي ۽ هڪ زبردست ڪم آهي.

### بَاب پنجون

پيٽر فاربس، (1964). اسٽڊي آف مئنڪائينڊ، نيويارڪ.
وِلٽفوگل، اوريئينٽل ڊيسپوٽزم. ڏسو باب چوٿون.

### بَاب ڇهون

سنڌ ۽ دنيا جي ٻين ڀاڱن جي گذريل جُڳن جي آبهوا تي هيٺيان ماخذ سڄي ڪتاب لاءِ ڏنا ويا آهن:
برائن، جي. سڪِنَر، (1981). ڪلائيميٽ پاسٽ اينڊ پريزنٽ، وليم ڪوفمن انڪ.، الٽوس (سِي اي) آمريڪا.
برائسن، آر. اي.، ۽ سُوَئن، اي. ايم.، (1981). هولوسين ويريئيشن آف مون سون رين فال ان راجستان، جرنل ڪوارٽرلي ريسرچ، 16، 135-145.
برائسن، رِيڊ، اي.، ٿومس جي. مري، (1977). ڪلائيميٽ آف هنگر، يونيورسٽي آف وسڪانسن، ميڊيسن، آمريڪا.
گيسڪل، ٽِي. ايف.، ۽ مورِس مارٽن، (1979). ورلڊ ڪلائيميٽ، ٽيمس اينڊ هڊسن، لنڊن.
گرديپ، سنگهه، (1971). انڊس ويلي ڪلچر سِين ان دي ڪانٽيڪسٽ آف پاسٽ گليشيل ڪلائيميٽ اينڊ ايڪولاجيڪل اسٽڊيز ان نارٿ ويسٽ انڊيا، جرنل آرڪيالاجي اينڊ فزيڪل اينٽروپولاجي ان اوشيانيا، ص. 178-189.
ليمب، ايچ. ايچ.، (1982). ڪلائيميٽ، هسٽري اينڊ ماڊرن ورلڊ، ميهٿوئن، نيو يارڪ.
پِٽوڪ، اي. بِي.، فريٽيسٽ، اي.، (1978). ڪلائيميٽ چينج اينڊ ويريئيبلٽي، سِي. يُو. پي.، ڪئمبرج.
برائسن، رِيڊ، اي.، ٿومس، جي. مري، (1977). ڪلائيميٽ آف هنگر، يونيورسٽي آف وسڪانسن ميڊيسن، آمريڪا.

### باب ستون

آلچِن، برجٽ، (1976). اسٽون ايج سائيٽس ان سنڌ، جرنل رائل جاگرافڪ سوسائٽي، لنڊن.
بيڪر، ڊبلِيو. اِي.، (1844). رپورٽ آن دي اِيسٽرن نارا، آڪٽوبر، 1844.
بيڪر، ڊبليو. اِي.، (1857). رپورٽ آن دي اپر پورشن آف اِيسٽرن نارا، اٽس سورسز آف سپلائي اينڊ فيزيبلٽي آف ريسٽورنگ اٽ ايز اي پرمنينٽ ڪئنال. سليڪشن، SRGB، جلد XLV، بامبي.
برنس، اليگزينڊر، (1837). آن سنڌ، رائل ايشياٽڪ سوسائٽي، جلد VII، ص. 11-20.
برنس، اي.، (1837). آن سنڌ ڊيلٽا اينڊ ريسز دئٽ اِنهيبِٽ آن دي ويسٽ آف دي انڊس. ترجما، بامبي جاگرافڪ سوسائٽي، جلد پهريون، ص. 23-30 ۽ 293-304.
ڪسال، آمري. ڏسو باب ٽيون.
فائيف، جي. جِي.، (1853). اريگيشن اِن سنڌ - اسڪيچ آف، بامبي، 1853.
فائيف، جي. جِي.، (1855). اريگيشن ان سنڌ، بامبي، آڪٽوبر 1855.
فائيف، جي. جِي.، (1861). رپورٽ آن دي اِيسٽرن نارا، بامبي، SRGB، نمبر LX.
فلئم، ايل.، (1981). دي پيليو گرافي اينڊ پري هسٽورڪ سيٽلمينٽ پيٽرن ان سنڌ پاڪستان (سِرڪا 4000-2000 بِي. سِي.) پي. ايچ. ڊِي ڊزرٽيشن، يونيورسٽي آف پينسلوينيا، آمريڪا.
فَلئم، ايل.، (1993). فلُوويَل جيو مارفولاجي آف دي لوئر انڊس بيسن سنڌ پاڪستان اينڊ انڊس سولائيزيشن، جان، ايف. شروڊر جونير (اَيڊٽ) هماليه ٽُو دي سِي ۾، روٽليج، نيو يارڪ، ص. 265-326.
هومز، ڊِي. اي.، دي ريسينٽ هسٽري آف دي انڊس. ڏسو باب ٽيون.
فلئم، ايل.، (1933). ايڪسڪيويشنز ائٽ غازي شاهه پاڪستان، گريگوري ايل. پُسيل (ايڊٽ) هڙپا سولائيزيشن، ريسينٽ پرسپيڪٽِو، نئين دهلي ۾، ص. 457-467.

اولڊهام، سِي. ايف.
اولڊهام، آر. سِي.
هيگ.
راورٽي.
مِنچِن.
برنس.
ڪزنس.
وائيٽهيڊ.
اسٽائين.
پٽاوالا.
لَئمبرڪ.
بيمل گوز.
امل ڪار.
پنهور، ايم. ايچ.
هومز.
وِلهيلمي.

(مٿين سڀني لاءِ:) ڏسو ضميمو-3 هاڪڙو تڪرار

جئرِج، جِين، فرينڪوئس اينڊ ميڊو رچرڊ، ايچ.، دي اينٽيسيڊنٽس آف سولائيزيشن ان دي انڊس ويلي. ڏسو باب ٽيون ۽ سائوٿ ايشين آرڪيالاجي، 1981، 1983، 1985، 1987 ۽ 1989.
جينسن، فرگاٽن سٽيز آن دي انڊس. ڏسو باب ٽيون.
ڪينويَر، جي. ايم.، (1996). ائنشِيَنٽ سٽيز آف انڊس سولائيزيشن، آڪسفورڊ، ڪراچي.
خان، ايف. اي.، ڪوٽ ڏيجي ايڪسڪيويشنز. ڏسو باب ٽيون.
مڪ ڪرنڊل، جان واٽسن، (1896). دي انويزن آف انڊيا باءِ اليگزينڊر دي گريٽ ايز ڊسڪرائيبڊ باءِ ائرِيَن، ڪرٽِيَس، ڊيوڊورَس، پلوٽارڪ اينڊ جَسٽِينَس، ويسٽمنسٽر، لنڊن، ٻيون ڇاپو برنس اينڊ نوبل، لنڊن.
مڪ ڪرنڊل، جي. ڊبليو.، (1884). ائنشِيَنٽ انڊيا ايز ڊسڪرائيبڊ باءِ ٽالمي، بامبي، ٻيهر ڇپيو انڊين اينٽيڪُئيري، بامبي.
مڪ ڪرنڊل، اسٽرئبو.
مڪ مرڊو، جي.، آبزرويشنس آن دي سنڌُو آر دي رِوَر انڊس، ترجما بامبي جاگرافڪ سوسائٽي، جلد ٻيون، ص. 6 ۽ 124-130.
مڪ مرڊو، جي.، (1834). ڊزرٽيشن آن دي رِوَر انڊس، جرنل رائل ايشياٽڪ سوسائٽي، جلد پهريون، ص. 20-44.
ميڊو، آر. ايچ.، (1987). فؤنا ايڪسپلئائيٽيسن پيٽرنز ان اِيسٽرن ايران اينڊ بلوچستان، اي رِويُو آف ريسينٽ انويسٽيگيشن فرام سيريز اوريئينٽل راما، LVI، 2، ص. 281-296.
مائيڪل، ڊِي. ايچ.، اينڊ فلئم، ايل.، (1993). پري هسٽورڪ سُئائِل اينڊ واٽر ڊٽيريوڪس اسٽرڪچر (گبربندز) ائٽ ڦانگ، سنڌ ڪوهستان، ائن ايڊاپشن ٽُو اينوائرَنمينٽ ائٽ چينج، جرنل جيو آرڪيالاجي، جلد 8، نمبر 2، ص. 109-126.
ميرَڪ يوسف، (1634). تاريخ مظهر شاهجهاني (فارسي)، ايڊٽ راشدي حسام الدين، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد، 1960.
مغل، ايم. آر.، (1991). دي ڪلچر پيٽرنز آف ائنشينٽ پاڪستان اينڊ نيبرنگ ريجن سِرڪا 7000-1500 بِي. سِي.، پاڪستان آرڪيالاجي نمبر 26، ص. 218-237.
مجمدار، اين. جِي.، (1934). ايڪسپلوريشنز ان سنڌ، نئين دهلي.
پنهور، ايم. ايچ.، ڪلائيميٽڪ چينجز اينڊ ديئر امپيڪٽ آن هسٽري آف سنڌ (ڇپائيءَ هيٺ).
پنهور، ايم. ايچ.، ڪرانالاجيڪل ڊڪشنري آف سنڌ، ص. 14-60.
پنهور، ايم. ايچ.، هاڪڙا ڪنٽروورسي، جيئن هن ڪتاب ۾ ضميمي-ٽئين ۾ ڏنل آهي.

